# آدرشي انسان

## نورالدين سرڪي

(اڻ پوري آتم ڪٿا - انٽرويوز - رچنائون ۽ خاڪا)

سهيڙيندڙ

## ستار پيرزادو

سنڌي ادبي اڪيڊمي، ڪراچي

30

| | |
|---|---|
| ڪتاب | آدرشي انسان_ نورالدين سرڪي |
| سهيڙيندڙ | ستار پيرزادو |
| ڪمپوزنگ ۽ ٽائيٽل | ساکي سنگت |

saakhisangat@gmail.com

| | |
|---|---|
| سال | 2009 |
| ڇپائيندڙ | سنڌ ادبي اڪيڊمي، ڪراچي. |
| ڇاپيندڙ | ايجوڪيشنل پريس ڪراچي |
| قيمت | .150.00رپيا |

| | |
|---|---|
| Aadershi Insan _ | Nooruddin Sarki |
| Compiler | Sattar Pirzada |
| Publisher | Sindh Adabi Academy, Karachi. |
| Printer | Educational Press, Karachi. |
| Price | Rs. 150 .00 |

# سٽاءُ

ڏک سکن جي سُونهن | ستار پيرزادو | 05
اڻ پوري آتم ڪٿا | نورالدين سرڪي | 13

**انٽرويوز**

ستارپيرزادو، نصيرسومرو ۽ ساجد سومرو 57
تاج بلوچ ۽ عاجز جمالي 91
صحبت علي بلوچ ۽ اي. رحمٰن ملڪ 107
عبدالرحمٰن پليجو 114
امتياز دانش 122

**رچنائون**

سنڌ ۾ 1857 وارو ازادي جي جنگ 129
1940ع جي ٺهراءُ بابت بحث 144
جڏهن ون يونٽ ٽٽو 147
ايم آر ڊي ۽ وڏي سرڪار جا فرشتا 152
شاهه عنايت شهيد 156
سنڌ سان اهڙي جند جڙي 158
بي موت مرن تا پروانا 162
شڪارپور جون ڪي ڳالهيون 167
**روشني روشني ڪالم**
جل تہ جوت ٿئي 169
سوريءَ جا سينگار 172
انسان ۽ آزادي 174
جوئي آهيان سوئي آهيان 176

| | | |
|---|---|---|
| پيغام | سوجهرو سووينيئر لاءِ | 178 |

خاڪا

| | | |
|---|---|---|
| سالڪ جو سفر | شيام ڪمار | 181 |
| سامي سچ وڙاءُ | سراج الحق ميمڻ | 194 |
| ادب دوست | حميد سنڌي | 196 |
| منهنجو فڪري استاد | عبدالحڪيم ارشد | 198 |
| وڳر ڪان وڇڙيل | غلام رباني آگرو | 203 |
| شهر ۾ ڪير بچيو آهي | سليم نور حسين | 211 |
| گلاب جي مهڪ جهڙو شخص | ڊاڪٽر محمد علي صديقي | 213 |
| ساٿيو ويجها اچو | تاج بلوچ | 216 |
| هر دور ۾ زنده | تاجل بيوس | 221 |
| ڪراچيءَ جي ادبي اوطاق | ممتاز مهر | 223 |
| سنڌ جو محب وطن ۽ ڏاهو ماڻهو | عبدالخالق جوڻيجو | 226 |
| خوابن جي دنيا جو شخص | رئوف نظاماڻي | 231 |
| پاڻ ارپيندڙ | ثريا مخدوم | 233 |
| سنڌ جو عاشق | ذوالفقار علي سيال | 236 |
| جيڪو آخر تائين جوان رهيو | حميد سبزوئي | 240 |
| مانجهي مرڻا ناهن | الطاف القدس محرابپوري | 246 |
| ترقي پسند ادب جو پرچهلو | زرار پيرزادو | 251 |
| منهنجو بابا منهنجو دوست | شائسته سرڪي | 253 |

# ڏک، سکن جي سونهن

ڏک، سکن جي سونهن ، گھوريا سک ڏُکن ري ،
جنين جي ورونهن ، سجڻ آيو مان ڳري .
شاهہ لطيف

جنهن زماني ۾ سنڌ جي ڌرتي زرخيزيءَ جي ڪري شاهوڪاري هئي، سنڌو درياهہ جي ريل ڇيل وهڪرن ڪري اناج جا انبار پيدا ڪندي هئي، انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي ڌرتي مڙس متير بہ پيدا ڪرڻ ۾ پڙ هئي. هن ڌرتيءَ ان زماني ۾ جتي ادب جا معمار پيدا ڪيا،تتي سياسي ڏاها ۽ دانشور بہ پيدا ڪيا، جن اڳتي هلي پنهنجي سوچن جي سگهہ سان سنڌ جي نوجوان جي ذهني تربيت ڪئي ۽ وقت گذرڻ سان پاڻ پس پرده ٿي، ڪڏهن پنهنجي لکڻين، تقريرن، انٽرويوز ۽ ڪچهرين ۾ بہ پنهنجي وس ۽ وِت آهر، سنڌي عوام جي ڀلائي ۽ ذهني طور پاڻ پرائي ڪرڻ ۾ وسان ڪين گھٽايو. اهڙن سنڌ جي سپوتن مان هڪڙو سائين نوارالدين سرڪي بہ هو. جڏهن مان اڄ سائين نورالدين سرڪي صاحب تي لکڻ ويٺو آهيان ،حقيقت ۾ هن ڪان اڳ بہ هڪ ڀيرو مون 29جنوري 2001تي سندس ڪتاب تي لکيو هو ، پر جيئن تہ اهو ڪتاب حقيقت ۾ سائينءَ جو لکيل نہ هو ، تنهن ڪري ان موضوع يعني خط اڌ ملاقات واري حوالي سان لکيو هوم. پر هاڻ جڏهن خالص سائين نورالدين سرڪيءَ جي پنهنجي اٽ پوري- آتم- ڪهاڻي ،ڪي انٽرويوز ۽ ڪجهہ لکڻين جو نمونو ڇاپي رهيا آهيون تہ مون ڪي سائين سرڪيءَ بابت ئي ڪجهہ لکڻو پيو. پنهنجي ڄاڻ ۽ سائينءَ سان ملاقاتن، ڪچهرين ۽ مون سان قربن بابت ٿورا عڪس سنڌي ادب جي پڙهندڙن خاص ڪري جن ڪڏهن بہ ساڻس ملاقات نہ ڪئي هئي، انهن ڪي لفظن وسيلي سندس شخصيت جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائڻ جي هڪ ڪوشش پيو ڪريان. جيڪڏهن منهنجي لکڻيءَ مان سائينءَ جي شخصيت اپارڻ ۾ ڪاڪوتاهي، ڪوت يا اڻچاٽائي جهلڪي پوي تہ مان ان لاءِ اڳ ئي معافي گهري ٿو ڇڏيان.

هڪ ڀيري "سگنت" جي ڳڌجاڻي ڪندي،سائين علي احمد بروهيءَ سائين نورالدين سرڪيءَ کي مخاطب ٿيندي چيو هو تہ : "مون مڙني اديبن جي باري ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ٻڌو آهي، پر هڪڙو تون ئي آهين جنهن جي باري ۾ مون اڄ تائين ڪجهہ بہ نہ ٻڌو آهي." ان جو اشارو هن جي شخصي ڪردار، اخلاق ۽ ورتاءَ ڏانهن ئي هو ، جيتوڻيڪ اسان جڏهن نوجوان هئاسون ۽ خاص ڪري

ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي سگنت ڪراچي شاخ ۾ سرگرم هئاسون ته اسان ڪراچيءَ ۾ رهندڙ پنهنجي سينيئر دوستن پاران سائين علي احمد بروهيءَ جي باري ۾گهٽو ڪجهه ٻڌندا هئاسون، تنهن ڪري سائين علي احمد بروهيءَ کان ٿهي ڪنارو ڪندا هئاسون، پر پوءِ جڏهن منهنجي سائين علي احمد بروهيءَ سان ويجهائپ ۽ ڪي قدر گهرائپ ٿي ته ڳالهه ڪافي ابتڙ نڪتي ۽ ذهن ۾ ڪن سوالن ڪُر ڪنيو پر حضور شرمي آڏو اچڻ ڪري، ا ن ڳالهه تي ڪڏهن سائين نورالدين سرڪيءَ کان به تصديق ڪري نه سگهيس.

اول مان سائين نورالدين سرڪيءَ بابت اِگ ٻڌل ڪن ڳالهين جو ذڪر ڪريان. ڪراچيءَ ۾ اچڻ ۽ اچڻ کان ٿو رو ئي وقت پوءِ سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ ڪي نئين سِر سرگرم ڪرڻ لاءِ چيلهه ٻڌي بيٺاسون ، ان زماني ڪي ته مان سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي عروج وارو زمانو سڏيندس. اسان دوستن جي گڏيل ڪوششن سان سنڌي ادبي سنگت مرڪز جون چونڊون پڻ ٿيون. سنگت جي باري ۾ لکڻ تي ويهندس ته شايد موضوع تان ٿڙي ويندس، تنهن ڪري موٽي موضوع تي ٿو اچان ته اسان پنهنجي وڏڙن کان سائين سرڪي بابت ٻڌو ته هو غريب گهراڻي جو فرزند، شڪارپور ڇائو جڏهن ڪراچيءَ ۾ پڙهڻ آيو ته اتي سرخن جي ور چڙهي ويو ۽ هو پهريون سنڌي مسلمان هو جيڪو ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جو ڪل وقتي ڪارڪن بڻيو. جنهن جو ذڪر هن پنهنجي انٽرويوز ۾ آتم ـ ڪهاڻيءَ ۾ ڪولي ڪيو آهي ۽ اها تصديق ٿي وئي. ٻي ڳالهه ٻڌي سون ته سنڌي ادبي سنگت جو بنياد به سائين سرڪيءَ جي هاسٽل ۾رهڻ دوران ڪمرو نمبر 47، جناح ڪورٽس ۾ پيو ۽ هو ان زماني ۾ سنڌي ادبي سنگت جو سرگرم ڪارڪن هو ۽ سندن ئي دؤر ۾ سنڌي ادبي سنگت، سنڌ جو اجلاس ٿيو ۽ باظابطه طور تي سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو منشور جوڙيو ويو ۽ مرڪز جا عهديدار چونڊيا ويا ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ سنڌي ادبي سنگت جون شاخون ڪوليون ويون ۽ انهن ڪي جمهوري نموني هلايو ويو. جيڪا روايت سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي شاخن ۾ اڄ ڏينهن تائين هلندي پئي اچي. جنهن جي تصديق به سائينءَ جي آتم ـ ڪٿا مان ضرور نروار ٿئي ٿي . ٽين ۽ اهم ڳالهه جيڪا سائين سرڪي صاحب جي باري ۾ ٻڌي، اها هئي ته ڪيس پڙهائيءَ ۾ خاص ڪر ي وڪالت پڙهڻ ۾ پارٽيءَ مدد ڪئي هئي ته جيئن پارٽيءَ ڪي سياسي ڪم ڪرڻ ۾ جيڪي مشڪلاتون خاص ڪري قانوني طورتي اچن، انهن ڪي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجو ماٺهو هجڻ لازمي آهي ورنه پارٽيءَ جا غريب ڪارڪن قانوني پرجهلائپ نه هئڻ ڪري ، ڪلي ڪم ڪري نه سگهندا، پر اها ڳالهه سچ ثابت نه ٿي ۽ سائينءَ پنهنجي غريب گهراڻي مان هئڻ جو ذڪر ڪندي آغا گل حسن خان جنهن ڪي شڪارپور ۾ اناج جي وڏي ڪوني هئي، ان جي مدد

سان ضرور تعليم حاصل ڪئي، پر ان ۾ پارٽيءَ پاران ڪا مدد ملڻ جو انڪار ڪيائين.

سائين نورالدين سرڪي 5مارچ 1927 تي ، ڪمال الدين سرڪيءَ جي گهر ۾ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. اجان ٻاراڻيءَ وهيءَ ۾ هو ته سندس والد هي جهان ڇڏي اڻ ڏٺل ڏيهه ڏانهن اجل جو سڏ اونائي وڃي عالم الارواح ۾ آرامي ٿيو. سرڪي صاحب جي خاندان ۾ ڪوبه پڙهيل ۽ ڪوبه مڃي مانيءَ وارو ڪونه هو ، سندس ماما مزدوري وغيره خاص ڪري رازڪي ڪِرت سان سلهاڙيل هئا، تنهن ڪري سندن حالت اَٽين ۽ چاڙهين واري هئي. تنهن ڪري پنهنجي پيٽ جي مدد ڪرڻ خاطر سندس پٽڙي نورالدين ڪي ساڻ وٺي ويندا هئا ۽ ڪانئس وٽ آهر هلڪو ڪم وٺي ٻه چار آنا مزدوري ڏياريندا هئا، جيئن سندس گهر جو گذر سفر ٿي سگهي. تنهن ڪري آغا گل حسن خان، جنهن وٽ سندس والد منشيءَ طور ڪم ڪندو هو ، ان جي پنهنجائپ واري پيار ۽ مالي مدد سان هو تعليم پرائي اول ماستر، ليڪچرار ۽ پوءِ اسسٽنٽ پورفيسر ۽ نيٺ وڪيل بڻيو. پاڻ تعليم ۽ تدريس جي دوران شادي به ڪيائين ۽ ڪين اولاد ۾ ٻه نياڻيون ۽ هڪ پٽ شهاب سرڪيءَ نالي آهي، جيڪو به وڪيل آهي. سندس قابليت جو اندازو ته وڪالت جي پيشي سان سلهاڙيل ساٿين کي ئي هوندو، مان بهرحال ايترو ضرور چوندس ته هُو به پنهنجي والد جيان با اخلاق آهي ۽ هي ڪتاب آڻڻ ۾ سندس مالي سهڪار شامل آهي، ورنه شايد هي منهنجو سهيڙيل ڪم به منهنجي ٻين ادبي ڪمن ۽ لکڻين جيان منظر عام ۽ پڙهندڙن تائين پهچي نه سگهي ها.

مان حضور شرميءَ ڪري، سماجي ميل ميلاپ ۽ دوستي ياريءَ جي معاملي ۾ ڏاڍو پنتي پيل هئڻ ڪري گهڻا دوست نا هي نه سگهندو آهيان، انڪري وري پاڻ کان وڏي عمر وارن سان ملڻ ۽ انهن سان رائل مائل ٿيڻ ۾ ڏاڍو وقت لڳندو اٿم. جڏهن محسوس ڪيم ته هاڻ ايترو ڪجهه پڙهي پرجهي سگهان ٿو، تڏهن ڪجهه وڏڙن سان ڳالهائڻ جو ساهس ساريم ۽ شيخ اياز سان رائل مائل ٿيڻ ڪري جن وڏڙن سان ملاقات ٿي تن ۾ سائين محمد ابراهيم جويو، سائين سراج الحق ميمڻ،سائين جمال ابڙو ۽ غلام رباني آگرو اچي وڃن ٿا. پر شيخ اياز وٽ ايتري عرصي ۾ مون سائين نورالدين سرڪيءَ کي ڪڏهن به نه ڏٺو سواءِ سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ جي ڪنهن جلسي يا ڪنهن ليڪچر جي. پوءِ جڏهن شيخ اياز اسان جي نه چاهيندي به پنهنجي شمع جي پکيئڙي کي ازل جي آشيانن ۾ ڳولي هٿ ڪرڻ لاءِ اچانڪ پڙڪو ڏئي هليو ويو ته پوءِ منهنجي سڄاڻ سائين علي احمد پروهيءَ سان ٿي ۽ جڏهن ان جي سوءُ سيڪڙو سهڪار سان اسان ڪراچيءَ ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن کي پاڻ ۾ ويجهو ڪرڻ لاءِ "سنگت" نالي هڪ غيرسياسي ، سهڪاري سنگت جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي ته ان جي بنيادي

ميمبرن ۾ سائين نورالدين سرڪي بہ هو ۽ هن ان سنگت ۾ اعلان ڪيو هو تہ هُو ”سنگت“ جي ورتل، شيخ سلطان ٽرسٽ بلڊنگ واري آفيس جو ساليانو ڀاڙو ڏيندو. جيڪو هن پهرين سال تہ پورو ڪيو پر پوءِ جيئن تہ اها ” سنگت“ جاري رهي نہ سگهي ۽ پنهنجي مقصد ۾ ناڪام وئي تہ هن اهو ڀاڙو ڏيڻ ڇڏي ڏنو. پر مان ۽ منهنجو پيو دوست ڊاڪٽر اي.ڪي.پنجواڻي ان ڳالهہ سان سهمت رهندي اها آفيس رکندا پئي آياسون . ان دوران اسان ٻنهي هڪ فيصلو ڪيو تہ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ سينيئر اديبن، دانشورن، سياسي ذاهن سان ڪچهريون ڪري، هنن کي ان ڳالهہ تي راضي ڪريون تہ توهان پنهنجي يادگيرين کي سهيڙيو تہ اسين پنهنجي جاري ڪيل سنڌ ادبي اڪيڊمي ، ڪراچيءَ پاران اوهان جي سهڪار سان ڇاپي پڌريون ڪريون، جيئن نوجوان نسل اوهان جي سينن ۾ سانديل ڪيترن ئي تاريخي واقعن ۽ سياسي، ادبي حقيقتن کان واقف ٿي سگهن . ان لاءِ اسان شروعات سائين علي احمد بروهيءَ سان ڪئي، هن اول تہ آنا ڪاني اهو چئي ڪئي تہ ، بابا ان ۾ رڳو مان مان تي ڪرڻي پوي، جيڪا مون کي پسند ناهي. پر پوءِ هو آمادهہ ٿيو ۽ اسان هن سان 18 ويهڪون ڪيون ۽ 18 هڪ ڪلاڪ جون آڊيو ڪيسٽ ريڪارڊ ڪيون، جيڪي منهنجي ڪوتاهيءَ ڪري، پني تي اچي نہ سگهيون آهن. بهرحال مون وٽ محفوظ آهن. ٻئي نمبر تي اسان سائين نورالدين سرڪيءَ جو نالو چونڊيو، جنهن ٻنهہ انڪار نہ ڪيو ۽ اسان ڇهہ ويهڪون ڪري ڇهہ آڊيو ڪئسٽ تيار ڪيون، جن ۾ انٽر ويو ۽ ٿي آتم-ڪٿا جون ريڪارڊ ڪري سگهياسون، جيڪي اتاري اسين اوهان پڙهندڙن جي امانت سمجهي پڙهندڙن تائين ، دوست محترم شهاب الدين سرڪيءَ جي سهڪار سان پهچائي رهيا آهيون. اسان جو ڪم ڪيترو سڦل ٿيو، ڪيترو اوهان جي ڄاڻ وڌي، ان لاءِ اوهان اسان کي لکت ۾ لکي ٻڌائيندا تہ اسان جا ٿڪ بہ لهندا ۽ ڪارج بہ پورو ٿيندو.

لکڻ جي حوالي سان سائين نورالدين سرڪي صاحب جي پنهنجي چواڻي تہ هن ڪنهن زماني ۾ شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪئي هئي ۽ انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ جميعت الشعراءَ پاران ڪوٺايل هڪڙي مشاعري ۾ بہ شامل ٿيو هو ۽ اتي هڪ طويل غزل پيش ڪيو هئائين، جنهن جو ذڪر اوهان کي آتم-ڪهاڻيءَ ۾ ضرور ملندو ، پر پوءِ سياست ۾ دلچسپيءَ ۽ سياسي ڪل وقتي ڪارڪن ٿيڻ ڪري شاعري جاري نہ رکي سگهيو. سواءِ ان جي تہ شاديءَ کان پوءِ پئسي جي گهرج ڪري سنڌي ادبي بورڊ پاران ڏنل ليو ٽالسٽاءِ جي روسي ناول جو ترجمو”نيٺ ڇا ڪجي“، جي سِري هيٺ ڪيائين، جيڪو ادبي بورڊ پاران 1957ع ۾ ڇپيو هو ۽ اهو ساڳيو ئي ناول ٻيهر 1994ع ۾ پڻ ڇپيو. جيڪو حقيقت ۾ مون نہ پڙهيو آهي. جيئن تہ اهو ناول ترجمو ٿيل آهي، تنهن

ڪري جيڪڏهن منهنجو پڙهيل بہ هجي ها تہ فقط ان جي ٻوليءَ بابت ئي ڪجھ بحث ڪري سگهجي ها.ان کان سواءِ سرڪي صاحب ماهوار سوجهرو جي ڀهرئين جنم ۾ ڪجھ ڪلم بہ لکيا ها ۽ 2005 ۾ پندرهن روزا افيئر جي لاءِ ڪجھ خاڪا بہ لکيا هئا. جيڪي اسان پڙهندڙن جي دلچسپيءَ ۽ سائينءَ جي لکڻيءَ جي طرز جي ڄاڻ ڏيڻ لاءِ ڏئي رهيا آهيون.

ٻوليءَ جو ذڪر نڪتو آهي تہ جيئن تہ سائين سرڪي بي-اي آنرس ان زماني ۾ سنڌي ادب ۾ ڪئي هئي ۽ ان زماني جا جيڪي استاد هئا اهي جنون جي حد تائين سنڌي شاگردن کي نج ٻولي ڳالهائڻ ۽ لکڻ جو ڏانءُ ڏيندا هئا ۽ سائين سرڪيءَ کي بہ سنڌي ، انگريزي ۽ فارسي ٻولين تي خاصو عبور حاصل هيو.جنهن جو اظهار ساڻس ڪچهرين دوران ضرور ٿيندو هو . مان ساڻن ادب جي موضوعن تي ڳالهائيندو هوس،ڪين ٻولي ۽ خاص ڪري شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ تي خاصي ڄاڻ هوندي هئي جوهن پنهنجي ماستر ٿيڻ کان وٺي اسسٽنٽ پروفيسر يعني 1951ع کان 1967ع يعني ڀريا 16 سال سنڌي ٻولي پاڙهڻ ۽ ان جي خوبصورتين تي ليڪچر ڏيندي گذريا هئا. ڪين ادب سان لاڳاپو ان حد تائين هو جو موجوده دؤر ۾ نڪرندڙ مڙئي رسالا ۽ ڇپيل ڪتاب خريد ڪري نہ صرف پاڻ پڙهندا هئا پر ٻين دوستن کي بہ پڙهڻ لاءِ ڏيندا هئا. مقصد تہ هو ادبي حوالي سان ايترو سڄاڻ هو جو نون لکندڙن کي بہ پڙهندو هو، جڏهن تہ مان بہ ايترا رسالا ۽ ڪتاب پڙهي نہ ٿو سگهان. هو پاڻ کي تازو توانو (up to date) رکڻ چاهيندو هو . فارسي شاعريءَ سان تہ بيحد لڳاءُ هوندو هو س جو هڪ ڀيري مون کي ٻڌايائون تہ ايران ۾ ڇپيل ايراني شاعرن جي شاعريءَ تي ٻڌل هڪ زخيم ڪتاب خريد ڪيو آهي، جنهن ۾ آڳاٽي دؤر کان وٺي ايراني نئين نسل جي شاعري پڻ شامل آهي. اهڙيءَ طرح سنڌي ادب جي آبياري ڪرڻ ۽ ٻوليءَ جي تز ڳالهائڻ ۽ لکڻ تي زور ڏيندا هئا. پر عجيب اتفاق آهي جو هي ڪتاب پڙهندڙ ڪيترائي انگريزي لفظ استعمال ٿيندو ڏسي ، منهنجي لکت تي ٺٺولي ڪندا، پرمان اها وضاحت ڪندو هلان تہ لکڻ ۽ ڳالهائڻ جي فرق کي سمجهن تہ اها شڪا يت ختم ٿي ويندن.

ان کان پوءِ هڪ ڊگهي عرصي کان معنيٰ 1957ع کان 25 سيپٽمبر 2007ع تائين، لڳاتار وڪالت جهڙي ڪل وقتي ڌنڌي ۽ روزگار هئڻ ڪري ، سندن ادب کان ڏيان لکڻ جي حد تائين پاسيرو ٿي ويو، سواءِ ڪن ڪڏجاٽين ۾ ڳالهائڻ يا ڪنهن جي زوربار ڪري ڪا لکٽي لکڻ يا ڪڏهن ڪنهن رسالي لاءِ ڪي انٽريوز ڏيڻ تائين ئي محدود رهجي ويو. نيٺ 2005ع ۾ پندرنهن روزہ "افيئر" ڪراچيءَ جي دوست احمد علي رند جي چوڻ تي ۽ منهنجي بہ زور ڀرڻ

تي پنهنجي ڪجھ سياسي ساٿين تي لکڻ لاءِ آمادھ ٿي ويو، ۽ ڪجھ مضمون يا ڪي خاڪا لکي وڌائين، جيڪي پندرنهن روزه "افيئر" ڪراچيءَ ۾ ڇپيا. ان ڪان گهڻو وقت اڳ ڪنهن اخبار لاءِ ڪجھ ڪالم بہ لکيائين، ۽ ماهوار "سوجهرو" ڪراچيءَ جي اڳوڻي دور ۾ ڪجھ ڪالم تاج بلوچ جي اسرار ۽ زور ڀرڻ تي بہ لکيائون ،جيڪي ڪجھ هن ڪتاب ۾ شامل ڪجن ٿا.

سائين نورالدين سرڪي صاحب جو هڪ تمام وڏو ڪم ٿيل آهي، اهو آهي، انهن سياسي ڪارڪنن جا مفت ۾ سرڪار مخالف ڪيس وڙهڻ جيڪي جيڪڏهن 1957ع کان 2007ع تائين ڳڻڻ تي پئجي تہ لا تعداد ٿيندا، اهو ڪهڙو سياسي ڪارڪن آهي جنهن جي جيل ۾ پوڻ ، ڪيس مڙهجڻ ويل قانوني پوئواري سائين سرڪيءَ نہ ڪئي هجي. مان هن لکت رستي اهڙن دوستن خاص ڪري انهن زندھ سياسي ڪارڪنن کي وينتي، منٿ۔ ميڙ ڪندس تہ اهي جن جا ڪيس سائين سرڪي صاحب بنا ڪنهن معاوضي جي وڙهيا هجن اهي پنهنجي ڪيس جا تفصيل منهنجي ، سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ جي ڏنل پتي تي لکي پوسٽ ذريعي اسان کي موڪلين تہ اسان اهي ڪيس سهيڙي ۽ انهن جا قانوني فائيل ۽ ججمينٽس حاصل ڪري هڪ ڪتابي صورت ۾ سندن تصوير ۽ تفصيل (Bio_data) سميت ڇاپي پڌرا ڪنداسون، جيئن موجود ھ نسل جي سنڌي وڪيلن کي بہ ڄاڻ حاصل ٿئي ۽ من نہ من کو انهن مان سائين سرڪي جيان سنڌي سياسي ڪارڪنن جو پرجهلو ٿي بيهي

سائين نورالدين سرڪي جيتوڻيڪ پاڻ ڪاٻي ڌرجي سياست سان آخري وقت تائين بہ سلهاڙيل رهيو، تنهن هوندي بہ پنهنجا خيال زوريءَ زبردستيءَ پنهنجي گهرواري يا اولاد تي ڪڏهن بہ نہ مڙهيائين . سندن گهر واري، جيتوڻيڪ ايم ـ اي (اردو) ۾ ڪيل ۽ پنهنجي دؤر جي عورت کهاڻيڪار طور مڃيل هئڻ جي باوجود بہ مذهبي خيالن جي رهي ۽ پنهنجي اولاد کي بہ ان طرف مائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي، پر سائين سرڪيءَ ان تي ڪوبہ ردِ عمل نہ ڏيکاريو ۽ کين پنهنجي لاءِ بهتر راھ ۽ خيال رکڻ تي خود مختيار ڇڏي ڏنو. جيتوڻيڪ سندس اولاد بہ نياڻيون ۽ ٽيون پٽ بهترين تعليم حاصل ڪري ۽ ڪامياب زندگي گذاري رهيا آهن، اها بہ سرڪي سائينءَ جي ذهني آزادي هجڻ ۽ ڏيڻ جو پتو ڏئي ٿي

انهن ڏينهن ۾ يعني 14 سيپٽمبر 2007 کان 25 سيپٽمبر 2007ع تائين مان ملڪ کان ٻاهر معنيٰ هندستان جي پنجاب صوبي جي ضلعي امرتسر جي شهر بياس ۾ راڌا سوامي ستسنگ بابا جئيمل سنگھ جي ديري ۾ ترسيل هوس . جنهنجو ذڪر مون "بياس جو پيروا" جي سِري سان ڪيو آهي جيڪو روزاني عوامي آواز، ڪراچيءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.ان ڏينهن يعني 26سيپٽمبر

2007 تي مان لاڙڪاڻي پهتس ته پتو پيم ته ڪراچيءَ ۾ ڪنهن اديب جو مرتيو ٿيو آهي. اسان هڪدم ٽيليويزن ڪولي ته ڪي- ٽي- اين تي تصوير هيٺان پٽي هلي رهي هئي ته ، برڪ قانوندان ۽ اديب نورالدين سرڪي هي جهان 26سيپٽمبر 2007 صبح سوير ڇڏي ويو. ذهني ڌوڏو محسوس ڪيم ۽ هڪدم سرڪي صاحب جن جِي گهر فون ڪيم ۽ تصديق ٿيم. ڇهه ئي ڇڄي پيا. من ملول ٿي ويو. خوشي هرڻُ ٿي وئي، پاڻ ڪي ان لحاظ کان ڏوهي سمجهڻ لڳس ته مان هن سان شيخ اياز جيان آخري ملاقات به ڪري نه سگهيس . ڪيس پنهنجي بياس جي پيري جو احوال به ڏئي نه سگهيس . هن وٽ مان جڏهن به ويندو هوس ته هو ان وقت ئي پنهنجي اردليءَ کي سنڌي چوندو هو ته "ستار آيو آهي، چانهه ناهه ۽ بسڪوٽ به آڻ." چو ته ڪين خبر هئي ته منهنجي رت ۾ کنڊ جي ڪوٽ ڪري بڪ ڏاڍي لڳندي آهي.

**بڪ بچڙو ٿول، ٿي داناءَ ديوانا ڪري.**

آخر ۾ پڙهندڙن کي اهو به ٻڌائيندا هلون ته اسان سائينءَ سان هي آتم-ڪٿا وارو جيڪو سلسلو شروع ڪيو هو اهو سائينءَ جي مصروفيتن جي ڪري جاري رکي نه سگهياسون ، تنهنڪري اسان کي بيحد افسوس آهي . حقيقت ۾ اهو سلسلو جاري رهي ها ته سنڌ ۽ سنڌي ادب متعلق اجان به گهٽيون تاريخي ۽ ادبي حقيققتون نروار ٿين ها.

اسان انهن دوستن خاص ڪري سائين خليل مورياڻي ، سائين شيام ڪمار ۽حبيب جسڪاڻيءَ جون پڻ لک مهربانيون سمجهندا سون جن اسان کي سائين سرڪي ءَ جون لکڻيون ڳولي ڦولي اسان تائين پهچايون، جيڪي هن ڪتاب جي سنوارڻ ۾ مددگارثابت ٿيون. اسان انهن سيني سائين سرڪيءَ جي گهڻگهرن ۽ دوستن جو پنهنجي پاران شڪريو ادا ڪرڻ چاهينداسون جن کي تمام ٿورو وقت ڏيڻ جي باوجود به اسان سان پورو سهڪارڪيو ۽ سائين سرڪيءَ سان گهاريل گهڙين يا يادگيرين تي ٻڌل پنهنجي خيالن کان اسان ۽ اسان جي مانائتن پڙهندڙن کي واقف ڪرڻ ۾ سهڪار ڪيو. ٿورا ڊاڪٽر پنجواڻي جا جنهن جو ڪتاب جي تياري جي هر مرحلي تي سات رهيو .

**ماڻهون سڀ مٺا وجن، تون نه مئين سُور،**

**سندا پرين پور، لهن ڪين لطيف چئي .**

**ستار ڪراچي**

# اڻ پوري آتم ڪٿا

ستار: سائين نورالدين سرڪي صاحب اوهان جي مهرباني، اسان اوهان سان جيڪو رڪارڊنگ جو سلسلو شروع ڪيو هو، هيءَ ان جي چوٿين ڪڙي آهي، اوهان ٻڌايو تہ اوهان شڪارپور ۾ ڄاوا هئا، اتي جنهن ٻاراڻي اسڪول ۾ اوهان داخل ٿيا، ان جي باري ۾ ۽ ان وقت جي متعلق ڪجهہ ٻڌائڻ چاهيندا؟

نورالدين سرڪي: مان جڏهن اڃان ڇئن پنجن سالن جو هوس تہ ان وقت جي دستور موجب حافظ قادر بخش جي مدرسي ۾ داخل ٿيس، جيڪو اسان جي پاڙي ۾ هو، جتي اسان ٻارن کي، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کي عربي قائدو ۽ قرآن شريف پڙهايو ويندو هو، منهنجي وڏي ڀيڻ بہ ان مدرسي ۾ پڙهي ۽ مان بہ هڪ سال اتي پڙهيس، پنج سال پورا ڪرڻ ڪانپوءِ ڇهين سال نادر جي اسڪول شڪارپور ۾ جو سوي درجي پاڙي ۾ هو، جنهن کي قاضي محلا بہ چوندا آهن ان اسڪول ۾ مون کي داخل ڪيو ويو، ان زماني ۾ سنڌي اسڪول ۾ ست درجا هوندا هئا، جيڪي ٻار ڪميٽي يا ورنيڪيولر جو امتحان پاس ڪندا هئا، ستن درجن کان پوءِ يا ڀرين درجي اگريزيءَ ۾ وڃڻ کان ڀرين، هڪڙو ٻاراڻو ڪلاس هوندو هو، ڀريون ٻاراڻو ڪلاس ۽ پوءِ ڀريون، ٻيو، ٽيون ۽ چوٿون چوٿين درجي کان پوءِ جيڪڏهن ڪوئي انگريزي پڙهڻ چاهي تہ پل ڪنهن ٻئي اسڪول ۾ داخل ٿئي ورنہ ان ئي اسڪول ۾ سنڌي ست درجا هوندا هئا. مون کي بہ ان اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، ان زماني ۾ جڏهن مون کي اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو تہ منهنجو والد اڃان حال حيات هو، پر مان جڏهن ستن ورهين جو ٿيس تہ منهنجو والد هي جهان ڇڏي ويو، منهنجي عمر جا اهي ڀريان ست سال اسان لاءِ سٺا سال هئا يعني خوشحاليءَ جو دور هو، ان وقت بابا شڪارپور جي خان صاحب گل حسن خان پٺاڻ جي هڪڙي ڪوٺي هوندي هئي جيڪا اصل ۾ گرين سيل ڪو آپريٽو سوسائٽي هئي، مان ڀانيان ٿو تہ سنڌ ۾ مسلمان زميندارن جو ان اتي گهرائيندا هئا. حقيقت ۾ اناج منديءَ ۾ پلاوٽن جو ڪم ڪندا هئا. سنڌي مسلمان زميندار پنهنجو ان، ڪٽڪ، ساريون، ڇٽا، مٽر، وغيره اتي موڪليندا هئا. اها تمام وڏي ڪوٺي هئي، بہ ماڙ پڪي جاءِ نهيل هئي، ان ۾ ست يا اٺ ڪلارڪ هوندا هئا. گل حسن خان پٺاڻ پاڻ نائب وزير جي حيثيت مان خيرپور رياست مان رٽائير ڪري آيو هو ۽ شڪارپور ۾ ڪوٺي اچي قائم ڪئي هئائين. تڏهن بابا سائين اتي ڪلارڪ هوندو هو . ان سهوليت هئڻ ڪري، مون ان

اسڪول ۾ داخلا ورتي، ڏينهن جو منجهند ڪان پوءِ مان بہ اتي بابا وٽ ويندو هوس، مان جڏهن مٿي آيس تہ منهنجو ننڍو ڀاءُ صلاح الدين وري ٻاراڻي درجي ۾ آيو، اسين ٻئي ڀائر ان طرح اتي پڙهياسون. پر اتفاق سان 1934ع ۾ بابا سائين گذاري ويو، مان اجان پهرين انگريزي ۾ هوس ۽ ان ڪان پوءِ اسان کي ڪجهہ تڪليفون ٿيون. اسان کي سنڀالڻ وارو ڪو بہ ڪونہ هو. ٽي ماما هئا، پر ٽئي مزدوري ڪندا هئا، بہ چاچا هئا، جيڪي بابا کان وڏا هئا، اهي بہ پڙهيل ڪونہ هئا، تنهن ڪري اهي بہ شڪارپور ۾ مزدوري ڪندا هئا، ٻئي ڏاند گاڏيون هلائيندا هئا، تنهن ڪري اسان ٻئي ڀائر اتي تڪليف سان چار درجا پڙهي سگهياسون ، ان حد تائين بہ جو اسان کي ڪتاب ۽ اسٽيشنري بہ وٺڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئي

جڏهن مون، چوٿون درجو پاس ڪيو تہ اتي هڪڙو ڦيرو آيو، مون چوٿون درجو سٺن نمبرن ۾ پاس ڪيو، حقيقت ۾ مان پڙهڻ ۾ هوشيار هوس، اتي هندو ۽ مسلمان ماستر هوندا هئا، اهي شاگردن تي هونءَ ئي ڌيان ڏيندا هئا پر جيڪي هوشيار شاگرد هوندا هئا، انهن تي وڌيڪ ڌيان ڏيندا هئا، جڏهن مون چار درجا پاس ڪيا تہ منهنجي چاچن ۽ مامن چيو تہ تون ست درجا پاس ڪري ڪٿي ماستري وٺ ، ان زماني ۾ مجبوريءَ سبب مان ڪجهہ چئي نہ ٿي سگهيس، مون ان ئي ساڳئي اسڪول ۾ پنجين درجي ۾ داخلا ورتي، منهنجي خيال ۾ ڏيڍ بہ مهينا مون اتي پڙهيو، ان پنجين درجي ۾ منهنجو هڪڙو هندو شاگرد دوست هوندو هو، ان جي معرفت مان سنڌي انگريزي ڪتاب پڙهندو هوس ، جو مون کي شوق هوندو هو. اها روئداد منهنجي والد جي فوت ٿيڻ ڪان پوءِ جي آهي . هڪ پيري خانصاحب گل حسن خان گڏجي ويو چاڪاڻ تہ هن وٽ بابا 13 يا 14 سال ڪم ڪيو هو، آخري وقت ۾ جڏهن بابا گذاري ويو تہ هو ان وٽ نوڪري ڪندو هو. خانصاحب مون کي ڪافي ڀائيندو هو. آچر جي ڏينهن امان کي چوندو هو تہ هن کي وٺي ايندي ڪر. پوءِ مون ڪان حال احوال پڇندو هو. هڪڙي ڏينهن پڇيائين تہ: ”ڪيئن ٿي پڙهائي هلي؟“ اسان هن کي خان بابا ڪوٺيندا هئاسون، جو هن کي پوٽا ۽ ڏوهٽا بہ خان بابا ڪري سڏيندا هئا. مون چيو، ”خان بابا سني نہ ٿي هلي، مان پڙهڻ ٿو چاهيان“ جنهن تي وراڻيائين تہ: ”تون پڙهندين“ مون هائوڪار ڪئي. ٻئي ڏينهن عنايت الله اعواڻ کي چيائين تہ هن کي وڃي داخلا وٺي ڏي . هو مون کي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پهريون وٺي هليو، پر اتي داخلائون ختم ٿي ويون هيون. ٻيو نمبر اسڪول هوپ فل اڪيڊمي هو اتي وٺي هليو، تہ اتي بہ داخلائون ختم ٿي ويون هيون ، ٽيون اسڪول لکي در تي هو نيو ارا هاءِ اسڪول، اهو حقيقت ۾ هاءِ اسڪول نہ هو، اتي صرف پنج درجا هوندا هئا، ٽي درجا ان نيو ارا اسڪول ۾ پڙهائيندا هئا ۽ چوٿون ۽ پنجون

ڪلاس وري هوپ فل اسڪول جي پرسان هڪڙي عمارت هئي، اتي پڙهائيندا هئا. هو مون کي اتي وٺي هليو ته اتفاق سان اتي داخلا ملي وئي. ان داخلا واري ڏينهن کان ئي گل حسن خان، پنهنجي سوسائٽي وارن کي چئي ڇڏيو هو ته هن ڇوڪري لاءِ مهينو مقرر ڪيو وڃي، هن ان وقت جي لحاظ کان يعني 1938ع ۾ شايد پنج رپيا مون لاءِ ماهوار مقرر ڪيا. ان کان سواءِ هن منشي عنايت الله اعواڻ کي چيو ته هن کي به ڪپڙن جا جوڙا، هڪ سرد ڪوٽ، هڪڙو بوٽ، هڪڙي ٽوپي ۽ ڪتابن جو بندو بست ڪري ڏي، منهنجي خوش قسمتي اها هئي جو مون کي ان اسڪول ۾ ماحول تمام سٺو مليو، ماستر تمام سٺا هئا. ان زماني ۾ ٽئين درجي انگريزيءَ ۾ هڪڙو اسڪالر شپ جو امتحان ٿيندو هو. مون به ان جي تياري ڪئي ۽ ان ۾ پاس ٿيس، پوءِ ماهوار ڏهه رپيا يا ڪيترا ملندا هئا. پوريءَ ريت ياد نه اٿم ڪجهه رقم گل حسن خان به ڏيندو هو. مون کي ياد آهي تمام سختيءَ سان ڏکن سان مون پڙهي مئٽرڪ پاس ڪئي.

نيو ارا اسڪول ۾ ته پنج درجا هوندا هئا ۽ هن اسڪول ۾ شيخ اياز به پڙهيو هو، رام ڇينملاڻي به پڙهيو هو، شڪارپور جا ڪيترائي سٺا شاگرد پڙهيا هئا. جنهن سال مون پنجون درجو پاس ڪيو ته ان سال نيو ارا اسڪول کي ڇهون درجو پاڙهڻ لاءِ به منظوري ملي، تنهن ڪري مان ڇهون درجو پڙهي پاس ڪيو ته ان اسڪول کي ستون درجو پاڙهڻ جي به منظوري ملي وئي، پر اسان جي اسڪول جي هيڊ ماستر مينگهراج ستون درجو پاڙهڻ کان انڪار ڪيو. هن چيو ته في الحال مان ستون درجو نه ٿو پاڙهيان جو مون کي سٺا هوشيار ڇوڪرا کپن جيڪي سٺا نتيجا حاصل ڪن. تنهن جي ڪري اسان مجبورن ستين درجي يعني مئٽرڪ لاءِ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ وڃي داخلا ورتي. 1945ع ۾ مون بمبئي يونيورسٽيءَ مان، گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پڙهائيءَ ڪري مئٽرڪ پاس ڪئي. مون کي ٽن سبجيڪٽس ۾ ڊسٽنڪشن مارڪون مليون، فزڪس، ڪيمسٽري، 80 سيڪڙو کان مٿي، ٻيو ميٿميٽڪس ۾ ۽ ٽيون ٻولين ۾ مون کي سٺيون مارڪون مليون. ان زماني ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ سنڌي ته ڪمپلسري سبجيڪٽ هو، انگريزي به، پر گورنمينٽ اسڪولن ۾ ٻي ٻولي عربي پڙهائيندا هئا. ان جو سبب علامه دائود پوٽو، جيئن ته ڊي پي آءِ هو، ان جو چوڻ هو ته سرڪاري اسڪولن ۾ عربي ٻي ٻولي پڙهائي وڃي. باقي خانگي اسڪولن ۾ فارسي پڙهائي ويندي هئي. تنهن ڪري مون چار سال يعني چوٿين درجي تائين فارسي ٻولي پڙهي، فارسي اسان کي نيو ارا اسڪول ۾ مستر هاسانند پڙهائيندو هو، ڏاڍي شوق سان پڙهائيندو هو.ڪيئلداس فانيءَ نندي هوندي کان وٺي علم ادب سان دلچسپي پيدا ڪرائي، ان حد تائين جو بليڪ بورڊ تي سنڌي شاعريءَ جا قافيه ۽ رديف سيڪاريندو هو. طرح مصرع ناهيندو هو ۽ چوندو هو ته توهان

ان تي شعر لکي اچو. هو پڙهائڻ وقت عجيب گفتا ٻڌائيندو هو. اهڙيون ڳالهيون فلسفي ۽ ادب جون ٻڌائيندو هو، جو اسين حيران ٿي ويندا هئاسين. مثال ڏيندو هو تہ: ”هي ڪٿان جو انصاف آهي، هڪڙي ماڻهوءَ کي ڏهہ گهر آهن، هڪ هڪ گهر ۾ ڏهہ ڏهہ ڪمرا آهن، ٻئي پاسي هڪڙي ڪمري ۾ ڏهہ ماڻهو رهن ٿا. هڪڙو ماڻهو آهي جنهن وٽ ڪپڙن جا ڪٻٽ ڀريا پيا آهن، پر هڪڙو ماڻهو آهي جنهن ويچاري کي پائڻ لاءِ هڪڙو وڳو مس آهي، اهو ڪهڙو انصاف آهي“

ان زماني ۾ انگريزي پهرئين، ٻئي ۽ ٽئين درجي ۾ سنڌي ڪتاب هوندا هئا پنجون درجو، ڇهون درجو ۽ ستون درجو ۽ اتي ستين درجي جا سنڌي ڪتاب ختم ٿيندا هئا. چوٿين درجي انگريزيءَ ۾ وري ٻيا خانگي لکيل ڪتاب پڙهائيندا هئا. ان زماني ۾ ٽالسٽاءِ جون اخلاقي آکاڻيون، ٽالسٽاءِ جون آدرشي آکاڻيون ۽ اهڙا ٻيا ڪتاب پڙهائيندا هئا. ان نموني سنڌي ۽ فارسي ادب پڙهائيندا هئا. ان وقت پڙهڻ لاءِ ٻولي انگريزي هوندي هئي، ان ڪري تاريخ ۽ جاگرافي بہ انگريزيءَ ۾ پڙهائيندا هئا. ان وقت اسان کي تقرير ڪرڻ سيکاريندا هئا، ان زماني ۾ اسان جي اسڪول ۾ بجلي ڪانہ هئي، تنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن اسان جو هيڊ ماستر مينگهہ راج، هيٽ نائيٽ ڏبيت ڪري ڪوٺيندو هو. جنهن ۾ سڄي اسڪول جي پنجن ئي درجن جي هوشيار شاگردن کي گهرائيندا هئا، پوءِ گئس جا بہ ٽي گولا ٻاريندا هئا، هو پاڻ انگريزي ٽوپلو پائيندو هو، اهو ابتو رکندو هو ان ۾ پنن تي ڏهہ پندرنهن عنوان انگريزيءَ جا لکي وجهندو هو. پوءِ ڇوڪرن کي چوندو هو تہ هڪڙو هڪڙو ڪڍي انهن عنوانن تي ڳالهائيو. ان لاءِ اسان کي اسڪول ۾ ئي تياري ڪرائيندا هئا. پر ڳالهائڻو انگريزيءَ ۾ هوندو هو. ٽئين درجي انگريزيءَ کان پوءِ، انگريزيءَ ۾ جيڪي ڏکيا لفظ اچن ٿا، انهن جي معنيٰ سمجهائيندا هئا، پوءِ استاد چوندو هو تہ اهي پنهنجي جملن ۾ استعمال ڪري اچو. عام شاگرد لفظ ”Good“ کي لکي ايندا هئا عام جملو جيئن ”I am very good boy“ پر جيڪي فرسٽ ڪلاس جا شاگرد هوندا هئا، اهي اهڙن لفظن کي ٻين جملن ۾ استعمال ڪري ايندا هئا، مثال طور لفظ ”Friend“ آهي. اهي لکي ايندا هئا ”A friend in need is a friend indeed“ اسان وٽ ٻن دستن جو هڪڙو نوٽ بڪ هوندو هو، ان تي لکرائيندا هئا. اسان کي ڪيترائي انگريزي پهاڪا ياد ڪرائي ڇڏيائون. اسان کي جملا ڏاڍا سٺا سيکاريندا هئا. ٻي ڳالهہ تہ اسان کي پڙهڻ تي گهڻو شوق هوندو هو. اسين نصابي ڪتابن کان سواءِ ٻيا ڪتاب بہ پڙهندا هئاسون. لائبريريءَ مان، اخبارون پاڻ پڙهندا هئاسون، ياد ٿو اچيم تہ پنجين درجي ۾ هئاسون تہ اسان جو هيڊ ماستر هاسانند ڪراچيءَ مان هڪڙي انگريزي اخبار گهرائيندو هو. شايد ان جو نالو ”ڪراچي گزيٽ“ هو، جيڪا پاڻ بہ پڙهندو هو ۽ اسان پنجين ۽ ڇهين درجي جي شاگردن

ڪي ڏيندو هو تہ اوهان بہ پڙهو. مان اوهان کي ان مان Dictation ونندس. پڇي ڏينهن آخري پيرڊ ۾ اسان کان Dictation وٺندو هو. اهڙيءَ طرح لائبرريءَ ۾ وڃڻ لاءِ چوندا هئا. شڪارپور ۾ پڙهڻ جي شوق ڪري پنج ڇهہ وڏيون لائبرريون هوندوين هيون، جتي اسين پڙهڻ ويندا هئاسون. ياد ٿو اچيم تہ اسان اسڪول کان پوءِ گهر ويندا هئاسون تہ "سڪ پل" وٽ هڪ هندو حڪيم هو، انهيءَ وٽ ڪراچيءَ جون اخبارون ايندون هيون ان ۾ سنڌي اخبارون بہ هيون، پوءِ اسين اتي ويهي اخبارون پڙهندا هئاسون ۽ پوءِ گهر ويندا هئاسون، گهر ۾ آرام ڪري ڇئين پنجين بجي راندين تي ويندا هئاسون. راندين تي وڃڻ کان اڳ ڪلاڪ ڪن جماٽي هال ۾ پهرين ماڙ تي هڪ سني لائبريري هوندي هئي، ان لائبرريءَ ۾ رسالا، اخبارون ۽ ڪتاب هوندا هئا. اخبارون صرف سنڌ جون نہ پر هند جي بمبئي جون بہ هيون، انگريزي، اردو، هندي ۽ سنڌي، ان حد تائين جو ڪلڪتي مان بہ نڪرندڙ مخزنون ان لائبرريءَ ۾ هونديون هيون. سنڌو رسالو ۽ هفتيوار اخبارون بہ ايندڀون هيون، اسان کي پڙهڻ جي عادت پئجي وئي. ان کان سواءِ جڻ اسان جو ڏينهن نہ گذرندو هو. پوءِ راند تي ويندا هئاسون. راند تان موٽي، گهر ماني کائي، ڪپڙا بدلائي، انين وڃي ڏاري. ڪرشنا منڊل لائبريري هوندي هئي، اتي ڪتاب پڙهڻ ويندا هئاسون. انهن اخبارن پڙهڻ سان مون کي بہ فائدا ٿيا. اتي ڪلڪتي مان هڪڙو انگريزي رسالو ايندو هو ان جي مٿان هڪ مقولو لکيل هوندو، اهو وٽندو هو، اهو هو، "Awake, arise, stop not, till the goal is not reached" (جاڳو، اٿو، تيسين نہ ويهو، جيسين منزل نہ ماڻيو.) اهو مقولو سوامي وويڪانند جو هوندو هو. هر هفتي پڙهڻ سان اهو ياد ٿي ويو هو.

هڪ ڀيري ڇهين درجي انگريزيءَ ۾ اسان جي انسپيڪشن ٿي. انسپيڪٽر منهنجي خيال ۾ موسوي صاحب هو. هڪڙا بہ موسوي پائر مشهور آهن، هڪڙو موسوي صاحب اسڪول جو هيڊ ماستر هو ۽ پيو اسڪولن جو انسپيڪٽر هو. هڪڙو عبدالحسين شاهہ موسوي ۽ ٻئي جو نالو ياد نہ ٿو اچي، هو جڏهن انسپيڪشن تي آيو تہ اسان کان ڪيئل داس فاني ڪلاس وٺي رهيو هو تہ ان کان پڇيائين: "مان تنهنجي ڇوڪرن جو امتحان وٺان" هن ڪيس اجازت ڏني هن چيو: "مان اوهان کي هڪڙي مصرع ٿو ڏيان، اوهان ان جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ٻڌايو."تتيءَ تڏيءَ ڪاهہ، ڪانهي ويل وهڻ جي،" اتفاق سان مون کي اهو مقولو ياد هو ۽ مون ڪيس ٻڌايو تہ ڏاڍو خوش ٿيو، جو ڪيئل داس فانيءَ کي رجسٽر تي نوٽ لکي ڏئي ويو. ڪيئل داس فاني هندوستان دير سان ويو، 1947ع ۾ نہ پر 1950ع واري ڏهاڪي جي شروعاتي سالن ۾ ويو. گهڻو وقت پوءِ 1980ع ۾ مون سندس ايڊريس هٿ ڪري، هن کي نئين سال جي مبارڪباد جو

ڪارڊ موڪليو، ڪيس مليو تہ هن مون کي ڇهن صفحن جو خط لکيو، ان ۾ اهو واقعو بہ لکيو هئائين تہ: "توکي ياد آهي يا نہ تہ جڏهن هڪ ڀيري اسان جي انسپيڪشن ٿي هئي تہ تو هڪڙو جواب ڏنو هو، اهو اڄ ڏينهن تائين پنهنجي پٽن کي ٻڌائيندو آهيان" مون کي اهو فائدو مليو. ٻيو فائدو جيڪو حاصل ٿيو لائبريرين ۾ وڃڻ ڪري، ڪرشنا منڊل لائبريري جيڪا هوندي هئي، اتي مون کي هڪڙو سياسي ڪارڪن مليو. اهو زمانو 1943ع جو هو. جڏهن مان اڃان پنجين درجي انگريزيءَ ۾ هوس، ان جو نالو هو غلام محمد. هو پنجابي هو، شڪارپور ۾ پنهنجي پيءُ سان ڊڪاٽڪيءَ ۾ ڪم ڪندو هو، سڄو ڏينهن مزدوري ڪندو هو، شام جو هو ٽريڊ يونين لاءِ ڪم ڪندو هو، شاعري بہ ڪندو هو، سياسي ڪم بہ ڪندو هو، شام جو ڪرشنا منڊل ۾ شاگردن کي هندي بہ پڙهائيندو هو. اتي ادب ٻڌائيندو هو، بمبئي کان، لاهور کان، ڪابي ڊر جو پروگريسو ادب ايندو هو، اهو پڙهائيندو هو، مون کي بہ ڏيندو هو، انهيءَ زماني ۾ مونکي ياد آ تہ "قومي جنگ" بمبئي مان نڪرندي هئي، اها مون پڙهي هئي، مون پهريون ڀيرو سبطِ حسن جو مضمون پڙهيو هو، مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، انهيءَ اخبار جي وچ وارن صفحن ۾ لکيل هوندو هو تہ آزاد هندوستان ۾ آزاد پاڪستان ۽ هندوستان جي مسلمانن کي حق خود اختياري ڏني وڃي. اسان انهيءَ تي خوش ٿيندا هئاسين. غلام محمد اسان کي اقبال ٻڌائيندو هو. "اٿو ميري دنيا ڪي غريبون ڪو جگادو" خاص طور تي اسين شاگرد جيڪي هيٺين طبقي مان آيا هئاسين يا اهڙا ٻيا، انهن کي اهڙيون ڳالهيون ڏاڍيون وڻنديون هيون. مسلمانن ۽ اسلام لاءِ چوندا هئا تہ اسلام ۾ مساوات، اخوت آهي، ڀائپي آهي، ٻين قومن ۾ استحصال آهي، هيٺ مٿاهين آهي، ڇوت ڇات آهي، ذات پات آهي، پر اسلام ۾ ناهي. اهڙيون ڳالهيون ٻڌي اسان خوش ٿيندا هئاسون، اسان 1945ع ۾ جڏهن مئٽرڪ پاس ڪئي، تہ ان سال مان مسلم اسٽوڊنٽ فيڊريشن ۾ داخل ٿيس، ان کان اڳ مسجد منزل گاهہ وارو فساد بہ ٿيو هو. اهو بہ اثر هو، ان زماني ۾ سوشلزم اسلام ۽ مسلم ليگ گڏوگڏ هلندا هئا.

مون مئٽرڪ پاس ڪئي تہ مون ڪاليج ۾ داخلا ورتي ان زماني ۾ شڪارپور ۾ سي اينڊ ايس ڪاليج مشهور هو مون اتي داخلا ورتي، مون کي سڄو وقت پڙهائيءَ ۾ گل حسن خان مدد ڪندو هو، ٻئي ڪنهن بہ ماڻهوءَ مدد نہ ڪئي، جڏهن مان پاس ٿيندو هوس تہ هر سال منهنجا بہ ٽي رپيا وڌائيندو هو ۽ لڳاتار مدد ڪندو رهيو.

ان وقت منهنجا بہ بهترين دوست ٿيا هئا، اهي اڳتي ڪراچيءَ ۾ بہ مون سان گڏ هئا. هڪڙو هو عباس علي شيخ جيڪو اڄ بہ جيڪب آباد ۾ ڊاڪٽر آهي،اهو شڪارپور جي مشهور وڪيل، واجد علي شيخ جي پاءُ جو پٽ هو، واجد

علي شيخ شڪارپور ۾ مسلم ليگ جو صدر هو، مسجد منزل گاهه واري واقعي ۾ سرگرم ڪارڪن هو ۽ جتا ٿاهي ويندو هو. ان سبب ڪري جيل ۾ بہ ويندو هو. اسان جي علائقي شڪاپور ۾، چون ٿا تہ فوجداري مقدمي ۾ پهريون وڪيل ويو هو. مون هن کي ان طرح ڏٺو جو . هن جي شخصيت ايڏي سٺي هوندي هئي، رعبدار شخص هو، ڪو بہ ماڻهو هن جي پرسان ويهي هن سان ڳالهائي نہ سگهندو هو. سندس پاٽتيو بہ ڳالهائي نہ سگهندو هوس، ٻيو دوست انور شيخ هو، جيڪو مون کان هڪ سال گهٽ درجي ۾ هو. عباس شيخ تہ مون سان گڏ پڙهندو هو، انور شيخ جي بہ مون سان پڇاڙيءَ تائين دوستي رهي پوءِ جڏهن اسان انٽر پاس ڪري ڪراچيءَ آياسون تہ گڏ آياسون. عباس شيخ ميڊيڪل ۾ ويو ۽ ڊاڪٽر ٿيو. هو مون سان تمام گهڻو هليو. هو غريب غربي جي تمام گهڻي مدد ڪندو هو، سنڌ ۾ جتي بہ ويندو هو، تعليم، اخلاق، فضيلت سان تمام عاليشان ماڻهو هو. ٻيا ڪيترائي هندو دوست هئا، اهي ورهاڱو ٿيڻ کان پوءِ هندوستان هليا ويا. پوءِ مان جڏهن هندوستان ويو هوس تہ ڪين ڳولي لڌم تہ هنن بہ ڏاڍا قرب ڏنا، دوستيءَ جو پرم رکيائون. اهي اجان تائين اتي آهن. (هتي ابراهيم جويو صاحب سوال ڪيو تہ شيخ اياز؟) شيخ اياز، جڏهن مان اسڪول ۾ پڙهندو هوس مان اجان مئٽرڪ ۾ هوس تہ شيخ اياز انٽر پاس ڪري ڪراچي هليو ويو هو، هو مون کان ٽي چار سال مٿي هو، پر شيخ اياز شڪارپور ايندو هو، جڏهن بہ ايندو هو تہ اتي سرگرم رهندو هو. مون کي ياد آهي تہ شڪارپور ۾ اسان مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن وارن هڪڙي لائبريري ٺاهي هئي. مولانا محمد علي لائبريري، اُن ۾ هڪ دفعي شيخ اياز ليڪچر اچي ڏنو. ڇاڪاڻ جو هو ڪراچيءَ ۾ فلاسافي پڙهندو هو ۽ سياسي طور سرگرم هو. ياد اٿم تہ علامہ اقبال تي ليڪچر ڏنو هئائين. ان وقت بہ اسين ڪانئس متاثر هئاسون. هو هوشار هو انگريزي، سنڌي، اردو ۽ فارسي سٺي ڄاڻندو هو ۽ ڳالهيون تمام هوشياريءَ سان ڪندو هو. هو انگريزيءَ ۾ خط لکندو هو. انهن ۾ خاص ايم اين راءِ جو ذڪر هوندو هو ۽ هو ريڊيڪل هيومنسٽ هو، ان ۾ هڪ اخبار جو ذڪر هوندو هو، "ريڊيڪل اپيروچ" جو اتان ريڊيڪل هيومنسٽ اخبار ايندي هئي، اها پڙهندا هئاسين. 1945_1946ع ۾ مان اجان ڪاليج ۾ هوس تہ ان ۾ سرگرم هوس، ڪراچيءَ ۾ جيڪي سينيئر دوست هوندا هئا انهن مان هڪڙو غلام الله اعواڻ، جيڪو ڊاڪٽر آهي، نعيم صديقي، لعل محمد لعل، اهي شڪارپور جا هيا، انهيءَ زماني ۾ جڏهن موڪلن تي شڪارپور ۾ ايندا هئا تہ اسان جو اصول هوندو هو تہ شڪارپور ۾ شام جو اسين لکي در کان پنڌ (Walk) ڪندا هئاسين. لکي در کان اسٽيشن ڏي، پوءِ اچي بند وٺندا هئاسين. لعل محمد لعل مون کي وٺي پاسي تي هلي ويٺو ۽ پڇيائين تہ: "تون مسلم فيڊريشن جو آهين، مان بہ مسلم

فيڊريشن جو آهيان. تون سمجهين ٿو تہ مسلمانن کي پاڪستان کپي ٿو"، مون هائوڪار ڪئي، هن چيو: "هي هڪڙو عهدنامو آهي، ان تي صحيح ڪر." مون اهو پڙهيو، هن کان قلم صحيح ڪرڻ لاءِ گهريم ، چيئن ايئن نہ، پاڻهن مان رت ڪڍي ان سان صحيح ڪرڻي آهي، مون چيو ، مان ايئن نہ ڪندس، مان رت نہ ڪيندس، پوءِ هو هليو ويو.

ان زماني ۾ ڪاليج ۾ فنڪشن ڏاڍا ٿيندا هئا. ڊراما ٿيندا هئا، ميلا لڳندا هئا، سياري ۾ ڪئمپ فائير بہ ٿيندا هئا. تقريرون ٿيندوين هيون. غلام الله اعواڻ تي ياد آيو تہ تہ هو ڏاڍو سنو ڳالهائيندو هو. ان زماني ۾ سهگل ڏاڍو مشهور هو. ان وقت سهگل جو گانو مشهور ٿيو هو تہ، "بازار سي گذراهون، خريدار نهين هون، هر چند هوش مين هون هوشيار نهين هون" شڪارپور ۾ ڳائڻ جو شوق گهڻو هو اسان اسڪول کان جڏهن واپس ٿيند اهئاسون تہ لکي در وٽ، هندو سيٺين جا بنگلا هوندا هئا، انهن مان"رون رون" جا آواز پيا ايندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن اسين بہ اتي هليا ويندا هئاسين. اتي ڪلاسيڪل راڳ هلندو هو، اسين بہ ڪلاڪ بہ وينا هوندا هئاسين.

هر سال سياري ۾ هوليءَ جا هانڊا ٿيندا هئا، اهي ٻن جڳهن تي، جتي هاڻ شاهہ عبداللطيف ڪاليج آهي اتي، ٻيو شاهي باغ جي اندر جيڪا پوءِ سئنيما ٺهي اتي، ٽي ٽي ڏينهن ساندهہ هانڊا ٿيندا هئا. آل انڊيا جا مشهور گويا، ڪلاسيڪل راڳ ڳائيندا هئا، انهن کي هي ماڻهو سڏيندا هئا، انهن کي چڻ پاليندا هئا ، ڪين پ.سا ڏيندا هئا . شڪارپور شهر ۾ راڳ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. اتي هڪڙي گهٽي آهي جنهن کي چرين ٻانيٽن جي گهٽي ڪوٺيندا آهن. خبر ناهي انهن کي چريا چو چوندا هئا، اسان اتان لنگهندا هئاسون ، تہ مٿان گهر ۾ هيٺ سجو ڏينهن پيا ساز وڄائيندا هئا. چندر تہ ٺارو شاهہ جو هوندو هو. مون ان کي روبرو نہ ٻڌو هو، مون ڀڳت ڪنور رام کي ٻڌو هو، ڀڳت ڪنور رام اسان جي پاڙي ۾ آيو ۽ مان ننڍو آهيان اتي ڳايو هئائين ۽ مون ڏنو هو تہ ڳائڻ کان پوءِ جهول جهليندو هو ۽ جيڪي پئسا مليا اهي ورهائي ڇڏيائين.

شاهي باغ ۾ جڏهن ڀڳت پوندي هئي، اتي هندو شمن نالي هوندو هو، ان کي چوندا هئا شمن گڏو. بہ ڇٽا ڀڳت وڄهندا هئا، هڪٻئي جي آمهون سامهون ويهندا هئا. هڪڙو چوندوهو تہ ٻيو ان کي جواب ڏيندو هو. ٻي ڳالهہ شڪارپور جي مشهور هئي تہ گرمين ۾ سنڌ واهہ ۾ بيگاري واهہ وهي ايندا هئا. تڏهن تہ ميلا لڳندا هئا. موڪل واري ڏينهن تہ تمام گهڻا ماڻهو اتي هوندا هئا، باقي جيڪڏهن جهڙالو ٿيو تہ ٻئي ڏينهن تي بہ ماڻهو ايندا هئا. انهيءَ حد تائين جو لکي در کان سنڌ واهہ تائين بسون هلنديون هيون.

مان پنهنجي پڙهائيءَ ۾ تہ ڏاڍو هوشيار هوندو هوس، مون کي پڙهڻ جو شوق هوندو هو ، رانديون بہ سڀ کيڏيم. ڏکي ڏکر، ملھ، کوڏي کوڏي کيڏندا هئاسون. لغڙ ناهيندا هئاسون. ڏور لاءِ جپاني تلوار مارڪ ڌاڳو ايندو هو، اهو وٺي ايندا هئاسون، هڪڙي وڻ مان ٻئي وڻ ۾ ٻڌي، ان کي شيشا ڪٽي، طوطئي کي لئيءَ ۾ ملائي ان کي هڻندا هئاسين. موسم موسم جون سڀ رانديون کيڏندا هئاسون، غربت جي ڪري، موڪلن ۾ ۽ هر موسم ۾. شڪارپور ۾ باهر هڪڙي برف جي فيڪٽري هوندي هئي ، اتان ماٺهو پنج پنج، ڏھ ڏھ سير برف وٺي ويندا هئا. اسان جي گهر ٻاهران هڪڙي اوطاق بہ آهي اتي ويهي، برف کي رندي سان گهي، ڳنڍا ٺاهي وڪڻندا هئاسون. انبن ۾ ڪارڪن جا ڏينهن اچن تہ ڪچا انب وٺي پال ۾ رکي، پچن تہ وڪڻندا هئاسون، ڪارڪان وٺي ايندو هوس ۽ صبح جو وڪڻندو هوس.

منهنجا ماما اوستا هوندا هئا يعني رازا، نبي شاھ پاڙي ۾ سمورا اوستا آهن. مون کي ياد آهي تہ هڪ ٻہ پيرا مون کي پاڻ سان گڏ مزدوريءَ لاءِ بہ وٺي هليا هئا. بہ آنا يا چار آنا وٺي ڏيندو هو. ڪا سر يا ڪو اوزار ڪٽي ڏيڻ لاءِ چوندا هئا يا ويهاري چڏيندا هئا. مون کي ڏاڍو پيار بہ ڪندا هئا . مان جڏهن مئٽرڪ ۾ هوس يا ڪاليج ۾ پڙهندو هوس تہ گل حسن خان چوندو هو تہ موڪلن ۾ منهنجي سوسائٽي ۾ اچي ڪم ڪندو ڪر، ڪجھ ڪم نہ ڏيندو هو، مان ويٺو هوندو هوس ۽ چوندو هو تہ رجسٽر ڏس ۽ انهن جي پگهار مون کي ڏيندو هو. اتي هن جا پيا ڪتاب هوندا هئا، مان اهي پڙهڻ جي اجازت گهرندو هوس تہ هو اجازت ڏيندو هو تہ مان اهي پڙهندو هوس. گل حسن خان جو وڏو پٽ آغا صوفي سڏبو هو ۽ ننڍو پٽ آغا عبدالنبي هوس، جيڪو ڪمشنر ٿيو هو، آغا صوفيءَ جو نالو غلام نبي هو، اهو حڪيم هو . مون سچل سرمست جو رسالو پهريون دفعو ان وٽ ڏٺو. هو شخص سنڌيءَ ۾ ڊراما لکندو هو ۽ قرآني آيتن جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪندو هو، اهي ڪتاب بہ مون هن وٽ ڏٺا هئا. ڪراچيءَ ۾ طارق روڊ تي جيڪو ديوان جو مٺائيءَ جو دڪان سن شائين آهي، اتي جو ديوان مون سان گڏ پڙهندو هو. سندس پيءُ جو دڪان ۽ لمليٽ واٽر جو دڪان بہ هوندو هو. چدي جي گولين واريون بوتلون ٺاهيندا هئا، اهي بوتلون ڏاڍيون مشهور هونديون هيون، اهو ماٺهو (نالو وسري ويو آ) بہ ڊرامن جو شوقين هوندو هو. آغا صوفي ڊرامن ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺندو هو. هو پاڻ لکندو بہ هو ۽ ترجما بہ ڪندو هو. (هتي جويو صاحب جمال صديقيءَ جي باري ۾ پڇيو) جمال صديقي، شيخ اياز کان بہ وڏو هو. مون جمال صديقي ڏٺو ئي ڪونہ هو. جمال جي والد جي جيئڻ تہ نوڪري هوندي هئي تنهن ڪري ڪڏهن ڪراچيءَ ۾ تہ ڪڏهن لاڙڪاڻي ۾ هوندو هو. شيخ اياز بہ ڪراچيءَ هليو ويو. مون جڏهن مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ انٽر ۾ داخلا

ورتي. انٽر ۾ هاڻ وانگر نہ هو تہ جي ڪوئي ميڊيڪل ۾ وڃڻ چاهي تہ اهي سبجيڪٽس پڙهي ۽ انجنيئرنگ ۾ وڃڻ چاهي تہ اهي مضمون پڙهي. اسان جي زماني ۾ فرسٽ ييئر ۾ سيئي مضمون پڙهڻا پوندا هئا. ميڊيڪل جا بہ انجنيئرنگ جا بہ. ڊار ڊار وڃي ٻئي سال ۾ ٿيندو هو. جنهن کي 12 جماعت چئجي ٿو. مان جڏهن پهريون پاس ڪيو تہ جن سينيئر دوستن سان مان اٿندو ويهندو هوس، جيئن ضياءُ الدين شيخ، اهو بہ ٿي سال مون کان سينيئر هو، ۽ جيسين شڪارپور ۾ هو تہ سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو صدر هو، تمام چالاڪ ۽ هوشيار هوندو هو، سندس والد غلام محمد شيخ ڊپٽي ڪليڪٽر هوندو هو. ٻيو بشير صديقي، منهنجو دوست هو ۽ مون کان سينيئر هو. مون جڏهن 1945ع ۾ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيس تہ هو ان وقت سيڪريٽري هو. ٻئي سال هو جڏهن انٽر پاس ڪري هليو ويو تہ فيڊريشن جي اليڪشن ٿي ۽ مان جنرل سيڪريٽري بڻيس. چئن پنجن سؤ شاگردن باقائده بيليٽ ڪري چونڊ ڪئي. شڪارپور ۾ عبدالرسول انجنيئر هوندو هو، ٻيو نعيم صديقي ۽ غلام الله اعواڻ، انهن هڪ ميٽنگ گهرائي، هنن مون کان پڇيو تہ تون ڇا پڙهندين. مون چيو ڊاڪٽري پڙهندس، تہ هنن چيو تہ ميڊيڪل مهانگي آهي ۽ ان ۾ وقت بہ گهڻو لڳندو، تنهن ڪري تون وڃي ايگريڪلچر پڙهہ ، مون پڇيو تہ ايگريڪلچر ڪاليج ڪٿي آهي؟ ٻڌايائون تہ سڪرنڊ ۾ آهي. مون چيو مان ڪنهن ننڍي شهر ۾ نہ ويندس، مان ڪراچيءَ ويندس، پوءِ چيائون ڀلا انجنيئرنگ ڪڻ مان ان تي راضي ٿي ويس تہ مان انجنيئر بڻبس. انجنيئرنگ ۾ داخلا لاءِ بہ مون کي آغا گل حسن مدد ڪئي. 1947ع ۾ مون ڪراچيءَ ۾ اچي انجنيئرنگ ۾ داخلا ورتي. اتفاق اهو ٿيو جو مون جڏهن مئٽرڪ جي زماني ۾ ڊسٽنڪشن مارڪون کنيو هيون 1947ع ۾ انٽر سائنس جي امتحان ۾ مان فيل ٿي پيس پر ارمان نہ ٿيو ڇاڪاڻ جو ڪاليج مان اڌ ڏينهن پڙهي گهمڻ ڦرڻ هليا ويندا هئاسين. مسلم ليگ جو جهنڊو هٿن ۾، پوءِ ڪڏهن اناج منڊيءَ ۾ تہ ڪڏهن ڪٿي، جلسا، جلوس . آغا غلام نبي خان ۽ ٻيا اسان کي وٺيو وڃن، 1947ع ۾ جيڪا اليڪشن پئي ٿي، ان ۾ اسين پولنگ ايجنٽ طور ڪم ڪريون پيا. پوءِ ڪڏهن امروٽ تہ ڪڏهن ٻئي هنڌ ويندا هئاسون، پرٽن ڏينهن کان پوءِ خبر پئي تہ مان پاس ٿيو آهيان . سڄي سنڌ مان صرف ٽي ڄڻا شاگرد پاس ٿيا هئا. گريس (واڌو) مارڪون ڏئي پاس ڪيو ويو هو، ڇاڪاڻ جو ٿيوريءَ ۾ تمام سٺيون مارڪون هيون، هڪ ٻن مضمونن جي پريڪٽيڪلس ۾ فيل ٿيو هوس، مان فقط پاس تہ ٿيس، پوءِ ان صرف پاس واري کي بہ ڪراچيءَ ۾ داخلا ملي وئي ۽ ٽيهہ رپيا اسڪالر شپ بہ ملي، پوءِ مان هتي جناح ڪورٽس ۾ اچي رهيس، جناح ڪورٽس ۾ ان زماني ۾ New U.O.T.C هئي University officers

training centre فوجي تعليم ڏيندا هئا. مون کي ياد آهي، باقاعدي لانگ بوٽ ڏيندا هئا، وردي ڏيندا هئا، ميڊيڪل جي فل ٽيسٽ ڪندا هئا. پوءِ جناح ڪورٽس ۾ 33 نمبر روم مون کي الاٽ ٿي. ٻيا ٻه ٻه دوست آيا. هڪڙو هو عبدالمجيد ڪيريو، اهو سيڪريٽري ٿيو ڪراچيءَ ۾. پوءِ رات جو اسين ڪپڙا تيار ڪري، سيرب ٺاهي سمهندا هئاسون. سياري جو صبح سوير سائرن وڄندو هو ته اسان ٽريننگ لاءِ اٿندا هئاسون. اهو پوءِ ڪم آيو، جڏهن جنوري ۾ فساد ٿيا. 6 جنوري 1948ع تي فساد ٿيا. انهيءَ ڏينهن اسان کي سڏيائون، سامهون آرٽلري ميدان هو، ان جي پٺيان دڪان هئا، انهن کي ڦري ويا. ڪوئي صابڻ جي پيتي مٿي تي کڻي ويو. ڏاڍا فساد ٿيا، تنهن ڪري ڪرفيو لڳايائون. ڪرفيو ۾ انهن شاگردن جن جي ٽريننگ ٿيل هئي، انهن کي يونيفارم ڏنائون ۽ لٺ به ڏنائون، ته توهان امن امان لاءِ وڃو. اسان جي ڊيوٽي مينارام هاسٽل تي لڳي. مئارام هاسٽل، ڊي جي سائنس ڪاليج جي انتظام هيٺ هئي. اهي پنهنجي ڪاليج جي شاگردن کي به بلڪل ميرٽ تي داخلا ڏيندا هئا. گهڻو ڪري ان ۾ مسلمان شاگرد هوندا هئا. مون کي ياد آهي ته ايم يو ملڪاڻي هتي پڙهائيندو هو. اتي اسان جي ڊيوٽي لڳايائون، شهر مان جيڪي هندو ڀڄي اچي پناهه وٺندا هئا اهي هتي ۽ سوامي نارائڻ مندر ۾ رهندا هئا. اهي جڏهن ان وقت ٽرانزٽ ڪئمپ هيون، جتان پوءِ هو بندر تي هليا ويندا هئا. اهو ڪم جڏهن پورو ٿيو، انهيءَ وچ ۾ مون فرسٽ ييئر انجنيئرنگ جو امتحان ڏنو، ان ۾ فيل ٿي پيس، ڇاڪاڻ جو اهو سڄو عرصو به مان سياسي ڪمن ۾ رڌل رهندو هوس، مسلم اسٽوڊنٽس جي پليٽ فارم تان ايس ايم ڪاليج ۾ اسٽرائيڪ ٿي، ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪيائون. ان جي خلاف گوڙ ٿيو، انهن ڳالهين جي ڪري اسان جي پڙهائي تي برو اثر پيو، پوءِ سپليمينٽريءَ ۾ مان پاس ٿي ويس انهي ڪري مينارام هاسٽل خالي ٿي وئي، شاگرد هليا ويا ته سڀ اسين جيڪي شڪارپور جا شاگرد هئاسين، اهي مئارام هاسٽل هليا وياسون، جن ۾ انجنيئرنگ جا توڙي ميڊيڪل جا شاگرد سڀ هليا آياسون، مون کي هيٺ 47 ڪمرو مليو. ان ڪمري ۾ هڪ وڏي رنگين ڊانسر جي تصوير ٺهيل هئي، جيڪا عمر خيام جي رباعي تي ٺهيل هئي، پوءِ سنڌي ادبي سنگت جي گڏجاڻي 48 نمبر ڪمري ۾ ٿيندي هئي، اهو هڪڙو سال شيخ اياز به اتي اچي رهيو هو. ان زماني ۾ پي ڊبليو ڊي ۾ نوڪري ڪندو هو، ڪم ڪار ته ڪندو نه هو آفيس ۾، اتي ڏاڍا ڪتاب پڙهندو هو. لائبريري مان به کڻي ايندو هو. ان 48 نمبر ڪمري ۾ ٻه دوست رهندا هئا، هڪڙي کان مان واقف هوس، اهو مونس هو ۽ ٻين دوستن جو به دوست هو، سائين جي ايم سيد جو به دوست هو. ٻيو ڪامريڊ اشرف ڪامريڊ شرف جو ننڍو ڀاءُ هو، مون کي انهن سان متعارف ڪرائي ڪين ڇيائين ته اسان سنڌين طرفان هي نورالدين سرڪي توڪي

سونپيو سون. مون کي خبر ئي نہ پئي تہ هي ڇا ٿا چون. پڇا ڪرڻ تي ٻڌايائين تہ تون بس هاڻ هنن جو دوست آهين. هنن سان ملندو جلندو ڪر. پوءِ هنن چيو تہ سياڻي يا پرين. اڄوڪي مهراڻ هوٽل جي پر ۾ هڪ ملباري جو پان جو دڪان يا چانهن جو دڪان هو جو اڄ ڏينهن تائين آهي. اتي نوڪي هڪڙو دوست سائيڪل تي ملندو. تون ساڻس فلاڻي وقت تي ملجان. ان ڏينهن ۽ وقت تي جڏهن مان اتي پهتس تہ اهو دوست اتي بيٺو هو ۽ مون سان کلي ڳالهايائين. کلي ڳالهائڻ سان موهي وڌائين. اهو حسن ناصر هو. پوءِ ساڻس منهنجي دوستي جڙي. اول تہ مون کي خبر ئي نہ پوندي هئي. جو چوندا هئا فلاڻي پاسي هلڻو آهي. ڪي گڏجاڻيون ڪندا هئا. ملي ويهندا هئا. پوءِ وڃي مون کي خبر پئي تہ هي ڪميونسٽ پارٽي آهي ، مان بہ انهن جو ميمبر ٿي ويس.

جڏهن مان سيڪنڊ ييئر ۾ آيس. تہ مان وري بہ فيل ٿي پيس. حقيقت ۾ منهنجي پڙهڻ تان دلچسپي ختم ٿي وئي. مون فيصلو ڪيو تہ مان نہ پڙهندس. مون پڙهڻ تہ ڇڏي ڏنو. پر مون اهو بہ فيصلو ڪيو هو تہ مان آئينده ڇا ڪندس. اصل اهو بہ خيال هو تہ مان انجنيئرنگ پڙهي بہ ڇا ڪندس. رشوت تہ مان اصل نہ وٺندس. جو اهو منهنجو نندي هوندي کان ئي خيال هوندو هو. مون دل ۾ ارادو ڪيو هو تہ اوليت مان پڙهائڻ کي ڏيندس. ان کان پيو نمبر وڪالت کي ڏيندس. پوءِ مون ڪراچي ۾ بہ ٽي سال وڃايا. 1951ع تائين. ان دوران اسان هڪ اخبار جاري ڪئي "صداقت"، "صداقت" نالي اخبار پاڪستان نهڻ کان اڳ بہ نڪرندي هئي. ڪامريڊ جمال الدين بخاري، ڪميونسٽ پارٽي طرفان هفتيوار اخبار "صداقت" ڪيندو هو. پوءِ اها بند ٿي وئي هئي. پوءِ شايد 1950ع ۾ اسان ساڳي نالي سان اخبار جاري ڪئي. مان بہ ان ۾ مشغول ٿي ويس. سال کن اها اخبار هلائي سون. 1951ع ۾ حيدرآباد وياسون. اتي "صداقت" جا بہ پرچا ڪڍياسون. اتي ساڳئي گل حسن خان جو پٽ ڪليڪٽر هو ، حيدرآباد جو. سندس نالو عبدالنبي خان هو. هن مون کي انڪار نہ ڪيو ۽ اخبار جو ڊڪليريشن ڏئي ڇڏيائين. اتي بہ پرچا ڪڍياسون تہ اخبار بند ٿي وئي. 1951ع جي سيپٽمبر مهيني ۾. عيد جا ڏينهن هيا. اسان جي ڪٽل ڪاتي واري، آفيس رسالا روڊ تي هئي. مون اتي نوڪري ڪئي. اپر ڊويزن ڪلارڪ جي. مون ٽي چار مهينا نوڪري ڪئي. مان عيد جي موڪل وٺي گهر هليو ويس. هتي ابراهيم جويو پڇيس تہ اتي توهان سان ڪير ملندا هئا ع ق شيخ، محمد ابراهيم جويو. اهي دست مليا ۽ انهن جي مدد سان هاسٽل ۾ هڪ ميرپور خاص جي شاگرد لعل محمد يا لعل بخش نالو هوس. ان سان گڏ ڪمري ۾ رهندو هوس. ان کان اڳ ئي حيدرآباد ۾ ڪيترائي دوست ٿي چڪا هئا. جيئن مراد علي اختر، حسن علي نذير، ع ق شيخ. ان زماني ۾ ئي ابن حيات پنوهر بہ دوست ٿي چڪو هو جڏهن

مان عيد ڪرڻ واسطي شڪارپور گهر ويس ته موٽي نه آيس. جيڪي ڏينهن نوڪريءَ جا ٿيا هئا، انهن جي پگهار دوستن مون کي ڏياري موڪلي. مون اتي سيپٽمبر ۾ شڪارپور ڪاليج ۾ داخلا ورتي، بي اي آنرس ۾، اهو ڪاليج هو سي اينڊ ايس ڪاليج. اهو به هڪ عجيب قصو آهي.

مان جڏهن شڪارپور پهتس ته سڌو گل حسن خان وٽ ويس. چاڪاڻ هو هن منهنجي سڄي پڙهائيءَ دوران مدد ڪئي هئي. هو پاڻ تمام مذهبي قسم جو ماڻهو هو. ڀين پنهنجي پٽن، پوٽن ۽ ڏوهٽن سان سختي ڪندو هو. پر مون سان ڪڏهن به سختي نه ڪيائين. مون سان ڳالهائيندي ڪڏهن روئي پوندو هو. چوندو هو ته تنهنجي پيءُ ايڏي ايمانداري سان منهنجي هن سوسائٽي کي سنڀاليو هو جو مان هن جا ٿورا نه ٿو لاهي سگهان. هن ماڻهوءَ مون کي تمام گهڻي مدد ڪئي، مان جڏهن هن وٽ پهتس ته پڇيائين ته تون اچي وئين. پوءِ هاڻ ڇا ڪندين. مون وراڻيو ته مان هاڻ به پڙهندس، مون چيو مان بي اي آنرس ڪندس. پڇيائين، نوڪري ڪندين، مون هائوڪار ڪئي، پڇيائين ڪهڙي نوڪري ڪندين، مون چيو ماستري، پڇيائين: ڪٿي ڪهڙي اسڪول ۾ ماستري ڪندين. مون چيو: مان سرڪاري اسڪول ۾ نوڪري ڪندس. مان نيو ارا اسڪول ۾ ماستري ڪندس. ان اسڪول ۾ مان پڙهيو به هوس. اتفاق سان، انهن ڏينهن ۾ هو پاڻ ان سوسائٽي جو صدر هو. مرحوم جان محمد قاضي اهو اسڪولن جو انسپيڪٽر به هو، رٽائير ٿيڻ کان پوءِ ان سوسائٽي جو مينيجر هو، مون کي زباني چيائين ته تون سياڻي وڃي ڊيوٽي تي چڙهه. جڏهن اتي ويس ته خبر پئي ته اتي سڀ ماستر مون سان گڏ پڙهيل هئا، سواءِ هيڊ ماستر جي. هڪڙو اردو ڳالهائيندڙ ڪراڙو ماستر هو جيڪو دينيات پڙهائيندو هو. ان وقت اسان استاد جڏهن گڏجي ويهندا هئاسون ۽ مان نئين قسم جون ڳالهيون ڪندو هوس ته اهو ڪراڙو ماستر سميع احمد نالو هوس، مون کي چوندو هو ته تون پيغبري دعوا ڪندين ڇا؟ مون کيس کلي چيو هو ته، ”مان اڃان چاليهه سالن جو نه ٿيو آهيان“. باقي ٻيا سڀ ماستر پنهنجا دوست هيا. مان اتي ٻه سال ماستر رهيس. گل حسن خان مون کان پڇيو هو ته توکي ڪاليج جي فيس آهي. مون چيو ته فيس مون وٽ ڪانهي. هن مون کي ٻه سؤ رپيا ڪڍي ڏنا. مون ڪاليج ۾ به داخلا ورتي. مون سوچيو ته پڙهندس به ته پوءِ ڪهڙا سبجيڪٽ ڪٽان، تنهن ڪري مون سنڌي ۾ داخلا ورتي، لطف الله بدوي انهن ڏينهن ۾ پروفيسر هو، اڪرم انصاري انگلش پڙهائيندو هو، لطف لله بدوي منهنجي پاڙي جو هيو ۽ سندس پٽ احسان بدويءَ سان منهنجي دوستي به هئي. دراصل مون کي سنڌي آنرس ڪرڻ لاءِ مون کي داخلا جي ضرورت ڪانه هئي. مون اهي ڪتاب اڳ ئي پڙهي ڇڏيا هئا. ادبي سنگت جي لحاظ کان اهي سڀ ڪتاب مون پڙهي ڇڏيا

هئا. مون کي اتي داخلا ملي مسلم ليگ جي ڪري اتي واجد علي شيخ ۽ ٻيو ادا اختر هوندو هو، انهن جي مدد سان، ڇو جو اتي جيڪو پرنسپال هو اهو هو ڊاڪٽر عارف شاهه چنن شاهه جيلاني، انهي جي واجد علي خان سان دوستي هئي انهي جي چوڻ تي مون کي داخلا ملي وئي، جڏهن ٽرم پورو ٿيو ۽ مان داخلا وٺڻ ويس ته مون کي داخلا نه ڏنائين، ڇو جو هي ماڻهو جڏهن ڪراچي ۾ هو ته هن منهنجي ۽ ڪاليج جي خلاف مضمون لکيا هئا ۽ اهي اخبارن ۾ ڇپيا به هئا. اها واقعي حقيقت هئي، مون کي شڪارپور واپس اچڻ جو پروگرام ته هو ڪو نه، پر انهن ڏينهن ۾ شڪارپور جا ڪيترائي دوست جن ۾ هڪڙو مرحوم ڏاڏو شيخ، محمد ابراهيم نالو هوس ۽ انجنيئر هو، پوءِ گڏاري ويو. اهي هر هفتي مون کي مضمون ڏياري موڪليندا هئا. هن جي خلاف لکندا هئا ته پئسا ڪائي ٿو وڃي، ڪاليج ۾ بدمعاشي آهي ۽ ڪيترين خلاف ڳالهيون هونديون هيون، ڪيس ڪن ماڻهن پڌايو ته هي اهو ماڻهو آهي

ادب ڏانهن لاڙو يا ادبي شوق صحيح طرح خبر ناهي ڪڏهن ٿيو پر مان ٻانيان ٿو جڏهن آءٌ اسڪول ۾ هوس اجا فارسي نه پڙهي هئي تڏهن اسان جي گهر ۾ بابي مرحوم جي طرفان به فريم ٿيل هڪڙا شعر خوش خطيءَ لکيل پٽ تي ٽنگيل هيا جنهن ۾ هڪ اردو جو ٻيو فارسي جوهو. اردو ته آءٌ پڙهي ويس جيڪو مونکي اڄ به ياد آهي،

**آگاهه اپني موت سي ڪوئي بشر نهين**
**سامان سو برس ڪا ڪل ڪي خبر نهين**

ٻيو فارسي وارو ان وقت سمجهه ۾ نه ايندو هو، پر جڏهن وڏو ٿيس تڏهن سمجهه ۾ آيو. مان سمجهان ٿو ادب سان باقاعدي شوق منهنجو ٿيو يا مون کي شوق ڏياريو ويو، انگريزي اسڪول ۾ انگريزي چوٿين درجي ۾ شڪارپور نيو ارا اسڪول جو اجان هاءِ اسڪول نه ٿيو هيو، اسڪول ۾ اسان جو استاد جيڪو سنڌي پڙهائيندو هو ڪيئل داس فاني پاڻ شاعر هو پاڻ اديب هو. ان زماني ۾ سرڪاري اسڪولن ۾ چوٿين درجي انگريزي سان گڏ ٻي ٻولي به پڙهائيندا هيا. سرڪاري اسڪولن ۾ ڪوشش اها ڪئي ويندي هئي ته عربي پڙهائي وڃي پر خانگي اسڪولن ۾ فارسي ٻولي پرهائيندا هئا. اسان جو ان زماني ۾ هيڊ ماستر هيو ان جو نالو نه ٿو اچي، اهو اسان کي فارسي پڙهائيندو هو، چوٿين درجي ۾ سنڌي جو ڪورس پڙهايو ويندو هو ڇاڪاڻ ته اڳ ۾ سنڌي جا ست درجا هوندا هئا، ٻهرين درجي کان وٺي ٻهريون ڪتاب پڙهبو هو، جڏهن چار درجا سنڌي پاس ڪري اسين انگريزي اسڪول ۾ ويندا هياسين ته انگريزي جي ٻهرين ڪلاس ۾ پنجون ڪتاب سنڌي جو پڙهبو هو اهڙيءَ طرح ٻئي ۾ ڇهون ڪتاب ٽئين ۾ ستون ڪتاب اتي سنڌي ڪورس ختم ٿي ويندو هئو. پوءِ باقي

اسان کي سنڌي جا ٻيا ڪتاب پاڻ پڙهڻا پوندا هئا . ان زماني ۾ مون کي ياد ٿو اچي تہ هڪ تہ سنڌي پاڙهڻ وارو استاد ڪيئل داس فاني پاڻ سٺو شاعر هو، هو شڪارپور ضلعي جي ميان ڳوٺ جو رهندڙ هيو. هو اسان کي ادبي ڳالهيون ٻڌائيندو هو. جملا اهڙا ڳالهائيندو هو جنهن جون ٻہ ٻہ معنائون هجن ۽ ان وقت اسان جي ڪورس ۾ جيڪو ڪتاب رکيل هو سنڌي سبجيڪٽ جي لاءِ سو حقيقت ۾ ٽالسٽاءِ جون آکاڻيون سنڌي ۾ ترجمو ٿيل هيون، جيڪي جيڪب آباد جي هڪڙي هندو ليکڪ ترجمو ڪيون هيون. ان مان مون کي هڪڙي آکاڻي ياد ٿي اچي ، ڪنهن ڳوٺ ۾ ٻارڪنهن ڳالهہ تان پاڻ ۾ وڙهي پيا ۽ ڪجهہ ٻارن هڪٻئي کي ٿڦا ٿڦي ڪئي تن مان ڪن وڃي مائٽن کي دانهن ڏني، مائٽ آيا ۽ پاڻ ۾ وڙهي پيا ان حد تائين وڙهي پيا جو هڪٻئي جي جهڳن کي باهہ ڏنائون، جڏهن ٻيا ماڻهو باهيون وسائڻ آيا تہ انهن ڏٺو تہ اهي ساڳيا ئي ٻار پاڻ ۾ ويٺا راند ڪن. ان قسم جون نصيحت واريون آکاڻيون هونديون هيون . ڪيئل داس فاني اسان کي چوٿين درجي ۾ سنڌي پاڙهي پنجين درجي ۾ بہ سنڌي پاڙهي ۽ ڇهين درجي ۾ بہ سنڌي پاڙهي. ان پرائيويٽ اسڪول ۾ ستون درجو ڪونہ هو. هن ماڻهو اسان کي ادب سيکاريو انهي حد تائين جو پنهنجا شعر بہ ٻڌائيندو هو، ٻين جا شعر بہ ٻڌائيندو هو ۽ اسان کي بيت بازي بہ ڪرائيندو هو. بيت بازي ۾ اسان سنڌي بيت پڙهندا هياسين ، اردو بيت پڙهندا هياسين، فارسي بيت بہ پڙهندا هياسين. بيت بازي ٿيندي هئي باقاعدي شاعري ياد ڪندا هياسين. اهن بيتن اسان کي ادب پڙهڻ جو شوق ڏياريو انهيءَ حد تائين جو شاعري بہ سيکاريائين. هم قافيہ لفظ بورڊ تي لکندو هو، هي هم قافيہ آهن، ڪڏهن ڪڏهن اڳتي هلي ڇهين درجي ۾، مون کي ياد ٿو اچي تہ طرح مصرع بہ ڏيندو هو تہ ان تي توهان جملا ٺاهيو، شعر ٺاهيو ان اسان کي ادب جو شوق ڏنو. ٻي ڳالهہ تہ هي بہ جيڪو اسان کي سنڌي پاڙهيندو هو ۽ ٻيو بہ جيڪو اسان کي انگريزي پاڙهيندو هو انهن جو اسان کي چوڻ هوندو هو تہ توهان باقاعدي لائبررين ۾ وڃو. اخبارون پڙهو، انگريزي واري استاد وٽ شڪارپور ۾ ڪراچي جي هڪڙي روزاني اخبار انگريزي ڊيلي گزيٽ اتي ايندي هئي ۽ اهو اسان کي ڏيندو هو پڙهڻ جي لاءِ چوندو هو هي توهان پڙهو تہ انهي منجهان آءٌ توهان کان ڊڪٽيشن وٺندس .اسان پڙهندا هياسين خاص طرح سان جيڪي فرسٽ ڊويزن جا شاگرد هوندا هياسين . ٻي ڳالهہ تہ تنهن زماني ۾ بجلي ڪانہ هوندي هئي پوءِ گئس جا گولا ٻاري رات جو سيني ڪلاسن جي هوشيار شاگردن کي سڏ ڪندا هئا، 30_ 40 شاگرد بہ ٿي ماستر اسان جو مينيجر مينگهراج اهو بہ ويهندو هو هو سولو هيٺ پائيندو هو، اهو هيٺ لاهي ٽيبل تي رکندو هو. ماسترڪرسين تي ويهندا هئا اسين شاگرد هيٺ ويهندا هئاسين، ڪلاس ۾ ڪڏهن ڪڏهن مهيني ۾ هڪ

دفعو ان ڏهہ موضوع دبيت جا پنن تي لکي رکي ڇڏيندا هئا، پوءِ سڏ ڪندا هئا
هاڻي ڪڍو اچي، پوءِ اسان وچي انهن مان هڪ ڪڍندا هئاسين، پوءِ جيڪو بہ آيو
انهي تي اسان کي انگريزيءَ ۾ ڳالهائڻو پوندو هو. ان طرح اسان جو شوق
انگريزي ڳالهائڻ ، انگريزي ادب پڙهڻ سان وڌيو ، سنڌي ادب جا. سنڌي
رسالا، اخبارون خاص ڪري سنڌو مئگزين نڪرندي هئي، سا اسين باقاعده هر
مهيني سڃي پڙهندا هئاسين. انگريزي ۽ اردو ۾ بارن جا رسالا ايندا هئا ، اهي
باقاعدي پڙهندا هئاسين. لائبريريون هونديون هيون اسان انهن ۾ پڙهڻ ويندا
هئاسين. ائين اسان کي ادب پڙهڻ جو شوق ٿيو. مئٽرڪ کان پهرين منهنجو
خيال آ تہ مئٽرڪ جي ئي زماني ۾ رسالن پڙهندي پڙهندي جيئن مون ٻڌايو تہ
منهنجي پنهنجي گهر ۾ بابي سائين جي ڪتابن ۾ بہ ڪجهہ ناول جيئن سندري
خليق مورائي جو لکيل ناول هو ۽ ٻيو ملان مخزن ٽريننگ ڪاليج فار مين طرفان
نڪرندي هئي، جيڪا سنڌي ماسترن لاءِ هوندي هئي، اهي اسين پڙهندا
هياسين. انهي ۾ سهڻا سخن وڏن اديبن سقراط ۽ افلاطون جا، ٻيو وري ادبي
مضمون ڪي شعر پڙهندا هئاسين. مون کي ان وقت نثرپڙهڻ جو ايترو شوق ڪونہ
هو جيترو شاعري جو. لاڙڪاڻي ۾ سنڌي سوسائٽي هوندي هئي ڪجهہ ان طرح
محمود خادم ۽ جميعت شعرا نہ هئي شايد پوءِ لاڙڪاڻي ۾ هر مهيني مشاعرو
ڪندا هئا. هڪڙو طرحي رسالو ڪيندا هئا "اديب سنڌ" اهو آءٌ گهرائيندو
هوس، تڏهن آءٌ شايد مئٽرڪ ۾ هيس مان پاڻ گهرائيندو هوس. هڪ دفعو
لاڙڪاڻي پاڻ وچي مشاعري ۾ شرڪت ڪئي غزل پڙهيو اهو شوق مون کي
هوندو هو ڇاڪاڻ تہ مون فارسي بہ پڙهي هئي. فارسي پڙهڻ جو بہ هڪڙو شوق
هوندو هو جڏهن مون مئٽرڪ پاس ڪئي تہ اصل منهنجا سبجيٽ تہ سائنس جا
هئا،پر هوندا انگريزي ميڊيم ۾هئا پر ٻوليون سنڌي ۽ انگريزي پڙهائيندا هئا،
انهن ۾ مون کي بمبئي يونيورسٽي مان ڊسٽنڪشن مارڪس مليون هيون .
فارسي پڙهندي پڙهندي مون کي حافظ شيرازي پڙهڻ سان ڏاڍو شوق ٿي ويو
هو، هڪڙو واقعو اهو آهي تہ جڏهن ڪاليج ۾ آياسين تڏهن مون والده کي
چيومان هڪڙو ڪتاب ٿو وٺڻ چاهيان ، هن اجازت ڏني ۽ مان اهو مولوي محمد
عظيم جي ڪتب خاني تان وچي پڇي آيس جيڪو چوڏيهين آني بنا جلد جي
مليو ٿي جنهن جون ڪناريون بہ ڪٽيل نہ هيون ، اهو وٺي آيس. جڏهن آءٌ گهر ۾
آيس تہ امڙ چيو ڏسان ڪهڙو ڪتاب وٺي آيو آهين، هوءَ پڙهيل تہ نہ هئي پر
جيئن تہ قرآن شريف تفسير سان پڙهندي هئي ان ڪري ڪجهہ سمجهي
سگهندي هئي. مون اهو ڪتاب ڪيس ڏيکاريو تہ چيائين هي ناهي پڙهڻو پوءِ
مون کي سمجهايائين ، چيائين تہ خان صاحب گل حسن خان چوندو آهي تہ
جيڪو ديوان حافظ پڙهندو اهو چريو ٿي ويندو . تنهن ڪري اهو موٽائي ڏئي

اچ. مولوي محمد عظيم چيوتہ هڪ دفعو مون وڪٽي چڏيوسو واپس نہ ونبو، آخر مون تي رحم ڪري پنهنجي ڪميشن جا ڀ آنا ڪاٽي 12 آنا واپس ڏنائين، وري مئٽرڪ پاس ڪرڻ ڪان پوءِ 1945ع ۾ آءٌ شڪارپور ۾ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو باقاعدي ايڪٽو ڪارڪن ٿيس ۽ جوائنٽ سيڪريٽري بڻجي ويس.پوءِ جلد ئي جنرل سيڪريٽري بہ بڻيس چاڪاڻ تہ اليڪشن بہ ٿيندي هئي، باقاعدي شاگرد حصو وٺندا هئا جيڪي سنڌي مسلمان شاگرد هوندا هئا انهن جي اليڪشن ٿيندي هئي پوءِ ڀ سال مون سياسي لٽريچر بہ پڙهڻو پوندو هو سياسي لٽريچر گهٽو پڙهيو. اهولٽريچر بہ هڪڙو ادب آ.ان ۾ شعر و شاعري اچي ٿي وڃي. دراصل اڳ ۾ مان ذڪر ڪري چڪو آهيان پرهاڻ بہ ٿورو ذڪر ڪندس، ان ڪم دوران هڪڙو دوست مون کي گڏيو جيڪو ڊڪٽاٽڪو ڪم ڪندو هو. هو اصل ۾ پنجابي هو پر سنڌي ڳالهائيندو هو ،ترقي پسند سوچ رکندو هو .سندس نالو غلام محمد بام هو. هن کي اقبال سڄو ياد هو، هو مون کي اقبال جي شاعري ڏاڍي شوق سان پڙهائيندو هو جو مون کي اجا تائين الائي ڪيترااقبال جا شعر برزبان ياد آهن، يعني ڪميونسٽس جي زماني ۾ اقبال کي ترقي پسند سمجهيو ويندو هو. شروعات بہ انهي جي شاعريءَ سان ڪندا هئا. جيئن،

اٹھو میری دنیا کی غریبوں کو جگادو
جس کیت سی دھکان کو میسر نہ ہو روٹی
اس کیت کی ہر خوشئہ گندم کو جلا دو

ان قسم جا تمام گهڻا شعر، اردو ادب جو حصو آهن .اهو دوست ان لائبريري ۾ ويٺو هوندو هو. شام جو اسان کي ملندو هو . اها عام پبلڪ لائبريري هوندي هئي اتي اسين بہ اخبارون ۽ رسالا بہ پڙهندا هئاسين، هن دوست سان بہ ملاقات ڪندا هئاسين، هي ماڻهو بمبئي مان هڪ هفتيوار اخبار قومي جنگ گهرائيندو ۽ وڪڻندو هو اها مون کي بہ پڙهائيندو هو. ان زماني ۾ تہ سجاد ظهير يا سبطِ حسن ان جو ايڊيٽر هوندو هو، اهي هوندا هئا اتي ان زماني ۾ مونکي اهاڳالهہ سمجهہ ۾ آئي ۽ مسلم ليگ وارا بہ ايئن چوندا هئا تہ مسلمانن کي حق خوداختياري ملڻ کپي تہ هو الڳ رهن ۽ پنهنجو ملڪ ٺاهين، اتي صحيح نظام هلائين ۽ ماڻهن جا ڏک دور ٿين، ڪميونسٽ بہ ايئن پيا چون، ساڳي ڳالهہ آهي.

جنهن زماني ۾ آءٌ جڏهن شڪارپور ۾ هيس تہ شيخ اياز جڏهن ڪراچي مان شڪارپور ايندو هو تہ اسان کي ان لائبريريءَ ۾ ليڪچر ڏنو هئائين چاڪاڻ جو هو ايم اي فلاسافي جو شاگرد هو ۽ اهڙو لٽريچر پڙهندو هو ۽

ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر هوندو هو اتي هڪ دفعي اقبال تي ليڪچر ڏنو هئائين هن اقبال جون گهڻيون ڳالهيون ٻڌايون.

پوءِ جڏهن آءٌ 1947ع ۾ ڪراچي آيس ۽ انجنيئرنگ ڪاليج جوائن ڪيم، تہ انجنيئرنگ جو پهريون سال گذري چڪو هو تنهن ڪري مون مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ڪم ڪيو. آءٌ هتي ان جو جوائنٽ سيڪريٽري ٿيس. اهو سنڌيت جو سال ڪري ملهايو پئي ويو ، ايم ايس ٽي جي پليٽ فارم تان اسان سنڌين جو پروگرام ڪيوسين. سنڌيت جو مطلب سنڌي پاليٽڪس جو پروگرام هو جو پاڪستان نهڻ ڪري سنڌين سان بي انصافي ٿي هئي ان ڪري باقاعدي سڄو هفتو هڙتال ڪئي سين، ايس. ايم. ڪاليج جي پرنسپل جي خلاف جيڪو علي ڳڙهہ مان گهرايو ويو هو، ٽي سال اڳ ڊاڪٽر امير حسين صديقي سنڌ مدرسي جو پرنسپل رهيو هو انهي پاڪستان نهڻ کان پوءِ فورن علي ڳڙهہ جا ماڻهو ڀرتي ڪيا انهي تي پروٽيسٽ ڪيو سون هڪڙو پروفيسر هتي هوندو هو مسٽر غلام نبي پينگر اجا زنده آهي انهي پروٽيسٽ ڪيو انهي ڪري سنڌي اسٽوڊنٽس جيڪي بہ سيني ڪاليجن جا هئاسين، هڙتال تي هليا ويا سين نيٺ پرنسپال کان زوريءَ استعفيٰ ورتي سون . هو مدرسي جي اندر رهندو هو، بلڊنگ بہ اندراحاطي ۾ هوندي هئي ۽ مدرسو ۽ ريزيڊنس بہ ان جي اندر هوندي هئي تنهن کان پوءِ 6 جنوري تي ڪراچي ۾ فساد ٿيا انهي ۾ بہ اسان ڏاڍو ري ايڪٽ ڪيو، تہ اسان جي سنڌي هندن کي جيڪي مارڪٽ ڪئي ٿي وڃي يا قرلٽ ڪئي ٿي وڃي سا غلط آهي . تنهن کان پوءِ ڪراچي کي الڳ ڪرڻ جو پروگرام رٿيو ويو، هنن ڪراچي کي الڳ ٻڻائي ان جو انتظام هڪڙي ڪمشنر اي ٽي نقوي جي حوالي ڪري ڇڏيو .سنڌي آفيسرن سنڌي ماڻهن کي هتان ڪڍي ڇڏيو. ان تي بہ اسان اعتراض ڪيو، سنڌي اسٽوڊنٽس فيڊريشن پاران باقاعدي جلسا، جلوس ڪيا، پوسٽر، بينر هڻائي ڇڏياسين. اسان جو صدر سائين علي اڪبر شاهہ ايم ايل اي سنڌ اسيمبلي جو ميمبر هوندو هو.اصل ميهڙ جو هو اسين سنڌي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي نالي سان ڊامينٽ هياسين . سڀ سنڌي شاگرد مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان لاڳاپيل هئا ڇاڪاڻ تہ شروع کان اهائي هڪڙي جماعت هئي انهي زماني ۾ اسان جي سائين جي ايم سيد سان بہ ملاقات ٿي ، اسان جو اچڻ وڃڻ ٿيو ۽ هن وٽ بنگال کان بہ ڊيليگيشن ايندا هيا، پوءِ نيٺ وري ڪراچي سنڌ کان الڳ ٿي وئي. انهي زماني ۾ بنگال،جي ڊاڪا ۽ سلهٽ ۾ جناح صاحب تقريرون ڪيون تہ اردو پاڪستان جي قومي زبان نهندي، اتي اعتراض ٿيو تہ اسان هتي انهن کي سپورٽ ڪيوسين، وري پوءِ اسان سنڌي اڪيڊمي شروع ڪئي سين.جنهن جون گڏجاڻيون باقاعده ٿينديون هيون. 1948ع ۾شيخ اياز منهنجي ملاقات سجاد ظهير سان ڪرائي .ڇاڪاڻ تہ اياز

48 جو سال جناح مينارام هاسٽل جي 74 نمبر ڪمري ۾ مون وٽ رهندو هيو. جڏهن آءٌ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شريڪ ٿيس تہ ڪميونسٽ پارٽي جا گهڻا ئي محاذ هيا. هڪڙو سياسي محاذ ٻيو مزدورن جو محاذ ٽيون سنڌ هاري ڪميٽي جو محاذ چوٿون هڪڙو خاص ادبي محاذ هيو جنهن جو نالو انجمن ترقي پسند هو. انجمن جيڪا 1936ع ۾ هندوستان ۾ ٺهي چڪي هئي ۽ ترقي پسند اديبن ڪرشن چندر، منٽو، عصمت چغتائي ، سجاد ظهير ۽ ٻيا شاعر ۽ اديب هيا ان جا ميمبر هئا .ترقي پسند مصنفين جي باقاعدي ڪراچي ۾ بندر روڊ تي هڪڙو ڪيفي هوندو هو ان جي پرسان هڪڙي بلڊنگ جي سيڪنڊ فلور تي هڪڙي فليٽ هوندي هئي ان ۾ هڪڙو وڏو ڪمرو هوندو هو اتي هفتي ۾هڪڙي ڏينهن باقاعدي ميٽنگ ٿيندي هئي، آءٌ بہ اتي ويندو هيس ان زماني ۾ اسان جو دوست نياز همايوني بہ اتي ايندو هو.اسين هر هفتيادبي ڪلاس ڀڏا هئاسين، سچو ادب اردو ۾ هوندو هو. ور ي سال 1949ع ۾ لاهور ۾ سڄي پاڪستان جي انجمن ترقي پسند مصنفين جي پهرين ڪانفرنس ٿي ڪراچي مان اسان 20 ڄڻا ڊيليگيشن ۾ وياسين. جنهن ۾ آءٌ اڪيلو سنڌي هوس. اوڏانهن وڃڻ لاءِ اسان پنهنجو سڄو خرچ پاڻ جمع ڪيوسين. ڪراچي شهرجي صدر بازار ۾ اسين پنج پنج ڇهہ ڇهہ اديب گڏجي ويندا هياسين ۽ دڪاندارن کي چوندا هياسين تہ اسين اديب ۽ شاعر آهيون اسين توهان جا نمائندا آهيون ، هي شاعر توهان جي نمائندگي ڪن ٿا توهان جي معاشري جي سڌاري لاءِ ڪوشش ڪيون پيا اسان کي توهان جي مدد جي ضرورت آهي جو لاهور اديبن جي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ وڃون ٿا . اهو نومبر جو مهينوهو، سياري ۾ اسان ريل جي ٿرڊ ڪلاس لاهور وياسين. اسان جا دوست ظهير ڪاشميري ،حميد اختر ۽ ٻيا انهن اسان کي اسٽيشن جي پرسان هڪڙي هوٽل ۾ رهايو. مان پهريون دفعو زندگي ۾ سنڌ کان ٻاهر نڪتو هوس ۽ لاهوروبو هوس. منهنجي عمر انهي وقت 22 سال هئي مان سڀني کان عمر ۾ ننڍوُ هوس، لاهور ۾ وڏا پوسٽر لڳي ويا تہ هي ڪميونسٽ آهن، روس جا ايجنٽ آهن، هنن جو بائيڪاٽ ڪريو، انهن بائيڪاٽ ڪيو شهر ۾ سنڌن مهندار شورش ڪاشميري هو پوءِ ڪٿي شهر ۾ وڏو هال ورتو ويو هو انهي جي اجازت بہ رد ٿي وئي .اتي هڪڙو اوپن ايئر ٿئيٽر هو اتي اجلاس ٿيو . اسان جي حفاظت لاءِ اتان جي پنجاب جي ڪسان ڪميٽي جا رضاڪار باقاعدي لٺيون ڪڻي سڄو ڏينهن بيٺا هوندا هيا اهڙي طرح اسان جون ميٽنگون ٿيون. سڀني علائقن ، سڀني ٻولين جا اديب، شاعر ان جلسي ۾ گڏ ٿيل هئا، انهن مان مون کي بہ اسٽيج تي ويهاريائون. ان جلسي جي ماهوار "سويرا" ۾ سڄي ڪارروائي ڇپي هئي، ان رسالي جي ڪاپي مون وٽ اڄ بہ آهي جنهن ۾ فوٽو هڪڙو ئي آهي جنهن ۾ مان اسٽيج تي ويٺل آهيان. مان سنڌي اديبن جي نمائندگيءَ طوراسيج تي ويٺو

هوس. ٻولين جي لحاظ کان صلاح اها ٿي تہ هر کو پنهنجي ٻوليءَ جي انجمن ناهي. انهن دوستن مونکي بہ صلاح ڏني تہ توهين واپس ڪراچي وڃي اتي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جي بہ ڪا انجمن ناهيو، جڏهن آءٌ واپس آيس تہ ان سال ميٺارام هاسٽل ۾ اسان بہ ٽي دوستن گڏجي انجمن ناهي ۽ نالو رکيو سين انجمن ترقي پسند مصنفين سنڌي ڪراچي. مان افتخار حسين جي روزانہ امروز نالي اخبارجا بمبئي هوٽل پرسان نڪرندي هئي ان ۾ وڃي اشتهار ڏئي ايندو هوس،، پوءِ اسان جي گڏجاڻي ڪمري 74 ميٺارام هاسٽل ۾ ٿيندي هئي ، سڀني دوستن کي سڏ ڏيندا هئاسون. ڪيترا سنڌي دوست ايندا هيا، هڪڙو اسان جو سنگتي عبدالغفور انصاري مئٽرڪ پاس ڪري ڪراچيءَ ڪامرس ڪاليج ۾ پڙهڻ آيو اهو ڳوليندو پڇا ڪندو اچي اسانکي ميٺا رام هاسٽل ۾ ڳولي لڌائين ،منهنجي ڪمري ۾ هيٺ رلي وڇائي ڏهہ پندرنهن دوست ويهندا هياسين. اياز قادري هوندو هو، ساقي سجاول هو، اهو هو 1949ع جو سال، پوءِ ميٺارام جون گڏجاڻيون شروع ٿيون ان کان اڳ ۾ ٻيو هڪڙو ادبي ڪم اهو ٿيو تہ ڪميونسٽ پارٽي طرفان اسان جو هتي جيڪو انچارج هوندو هو حسن ناصر ان سان منهنجي دوستي ٿي هو جڏهن ايندو هو هاسٽل ۾ رهندو هو. هو تازو انڊيا کان 1949ع ۾آيو هو، جيئن جيئن اسان لاهور مان موٽي آياسين تيئن ان جي تجويز تي هڪڙي سنڌي هفتيوار اخبار صداقت نالي ڇاپي سين. جيڪا سياسي بہ هئي ادبي بہ هئي ان ۾ شعر، افسانا، مضمون، ادبي ترجما ۽ سياسي مضمون بہ ڇپبا هئا. لينن جا مضمون ۽ ٻيا اهڙي قسم جا ان اخبار ۾ ڇپبا هئا. ايڊيٽر ٿيڻ لاءِ تہ مون کي چيائون پر مون چيو مان انهي قابل لائق ناهيان، تنهن ڪري قادر بخش نظاماڻي کي ايڊيٽر ڪيو سين. انهي کي پوءِ پگهار باقاعدي 250 رپيا ماهوار ڏيندا هياسين. 12 پيج اخبار ڪيندا هياسين. مون انهي زماني ۾ لکڻ شروع ڪيو اصل ۾ مان چوان تہ مون کي ياد تو اچي تہ 1946ع ۾ مون جيڪو شڪارپور ۾ پهرين سال سائنس جو مون امتحان ڏنو ان ۾ پڻ جيڪو سنڌي ۾ پيپر هيو انهي ۾ هڪڙو مضمون هيو حب الوطن. انهي ۾ مون گهٽائي چار پنج پيج جو ادبي مضمون لکي ڇڏيو، ان تي بہ ٿورو سياسي نوعيت جو اثرهيو ، وري جڏهن صداقت ڪڍي سون ۽ سنڌي انجمن ترقي پسند مصنفين ناهي سين تہ مون ان ۾ بہ لکڻ شروع ڪونہ ڪيو هو. 1951ع ۾ آءٌ ڪراچيءَ مان شڪارپور انجنيئرنگ ڪاليج جي پڙهائي ڇڏي هليو ويس . جڏهن مون انجنيئرنگ ڇڏي ، مون دل ۾ اهو سوچيو تہ انگريزي سرڪاري نوڪري ناهي ڪرڻي ڇاڪاڻ تہ مون کي رشوت ناهي وڻڻي. فيصلو منهنجي زندگي جو هيو . هاڻي ايم اي ڪيان ايل ايل بي بہ ڪيان انهي لاءِ پهريون وڃي شڪارپور ۾ مون بي.اي. آنرس ڪئي. وري ساڳئي نيو ارا اسڪول ۾ مون بہ سال ماستري بہ ڪئي

.مان وري جڏهن 1953ع ۾ ڪراچي موٽي آيس تہ وري بہ هتي هاسٽل جي انهي ساڳي ڪمري ۾ رهيس. هاڻي نوان دوست جيڪي اسان کي مليا اهي هيا غلام رباني آگرو، حفيظ شيخ ،مرغوب بخاري، رشيد ڀٽي. اهي شاگرد هيا مان جڏهن بي اي آنرس ڪري آيم تہ پهريان 6 مهينا ڪڏي ۾ عبدالله هارون جي يتيم خاني جي هاءِ اسڪول ۾ ٽيچر هيم. ڊسمبر تائين ٽيچر هيس، پوءِ ڊسمبر کان مون کي اسلاميہ آرٽس ڪاليج آرٽس ۾ ليڪچراري ملي . اتي مولوي صاحب سنڌي شڪار پور وارو پرنسپال هيو .مولوي صاحب اصل تہ شڪارپور جو هو پر بمبئي ۾ گهڻو عرصو رهيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۾ مهاجر ٿي موٽي آيو ان وقت ان ڪليج ۾ سنڌي شعبو نئون نئون کليو هو ان سنڌي شعبي ۾ مون نوڪري ورتي.اتي منهنجي شاگرد ن ۾ حسين عابد ڪتري گل محمد ڪتريءَ جو ڀاءُ بہ هوندو هيو. مان وري ان ليڪچراريءَ دوران ايم. اي جا ٽرمز بہ رکيا. جڏهن تہ ايس .ايم ڪاليج ۾ احسان بدوي اڳي ئي پروفيسر هو هو اڳي سنڌي پاڙهيندو هيو. جو ان وقت يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبو اجا ڪونہ کليو هو. پوءِ سنڌ مدرسي ۾ سائين سعيد الحسن لنواري وارو اسان جو پروفيسرهوندو هيو . اتي احسان بدوي اردو پڙهائيندو هو هن فارسي ۽ اردو ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي شايد بي .اي فارسي ۾ ۽ ايم. اي اردو ۾ڪئي هئائين. مون اتي سنڌي ايم. اي جا ٽرمز رکيا . اتي ڪاليج مئگزين جي سنڌي حصي جو آءٌ انچارج هوس.سنڌ مدرسي جو سائين غلام مصطفيٰ شاهہ پرنسپال هوندو هو تڏهن مون ٿورو لکڻ شروع ڪيو. بہ آڪاٽيون ترجمو ڪيم، هڪڙو مضمون لکيم اهو پاڪستان ۾ ٻولي جو مسئلو جي سري سان هو ، اهو منهنجو پهريون مضمون آهي، انهي ۾ مون لکيو تہ پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهي هن ۾ هڪ کان وڌيڪ قومون رهن ٿيون هڪ هڪ قوم کي پنهنجي ٻولي آهي تنهن ڪري پاڪستان ۾ ٻولي جو مسئلو انهي طرح حل ٿيڻ کپي تہ سيني ٻولين کي برابر جو درجو ڏنو وڃي ۽ انهن کي باقاعدي انهي علائقي جي سرڪاري ۽ تعليمي ٻولي بڻائڻ کپي . اهو ٻن صفحن جو مضمون آهي پر مون شاعري اجا نہ ڪئي هئي. جڏهن سنڌي ادبي سنگت اسان ٺاهي سين تہ متي چاٽايل دوست ايندا ها انهن ۾ اسان ٽي سنڌي پروفيسر هياسين. مون جڏهن ايم اي پاس ڪئي تہ اتي ئي پروفيسر ٿي رهيس. اياز قادري بہ ان زماني ۾ ايم اي پاس ڪئي هئي ۽ ايس ايم ڪاليج ۾ نوڪري ملي وئي هئس ۽ احسان بدوي بہ اسان جي ڪاليج ۾ پروفيسر هوندو هيو. آءٌ اسلاميہ ڪاليج ۾ پاڙهيندو هوس. اسان ٽيئي هر ميٽنگ ۾ ويندا هياسين. ۽ ٻيا سڀ اسان جا شاگرد هوندا هيا پر اسان ڪوشش اها ڪئي سين تہ انهي استاد شاگردي وارو ڪو فرق نہ رهڻ کپي اسان برابري ادب جي ليول تي چاڪاڻ تہ مون اڳ ۾ بہ مثال ڏنو آهي تہ هڪڙي دوست احسان بدوي ٿورو ڏکٿو ماٺهو

هوندو هيو ٿوري ڳالھ تي ناراض ٿيندو هيو تہ هڪ دفعي رشيد ڀٽي هن جي ڪنهن افساني تي يا شعر تي تنقيد ڪئي تہ پوءِ مون سان ڪاوڙجي ويو تہ تون جونيئر اسان جا شاگرد آهن صبح جو پاڙهيون ٿا شام جو هتي ويهي اسان تي تنقيد ڪن ٿا. ادب ۽ لحاظ ڪونهي، مون چيو ايئن ناهي انهن کي اختيار ڏيڻ گهرو تنقيد ڪن پر تهذيب جي دائري ۾ چڱي نموني تنقيد ٿيڻ کپي ۽ سيا ٽي اهي اسان کان وڏا اديب ٿي سگهن ٿا. اسان کي سندن همٿ افزائي ڪرڻ کپي "سوال" توهان جي انهي ڳالھ جو احسان بدويءَ تي اثر پيو؟ مائينبر ڪندو هو ناراض ٿيندو هو پر پاڻ ۾ دوست هياسين مون کان بہ سال وڏو هو.

اسان ايس .ايم ڪاليج ۾ ايم اي جا ٽرمز رکيا هئا.چاڪاڻ جو ڪراچي يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبو ڪونہ هو اهو ون يونٽ کان بعد ۾ کليو. جڏهن ايوب خان ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ آيو ، تڏهن ڪراچي يونروسٽي جي سينڊيڪيٽ آرڊر پاس ڪيو تہ امتحانن ۾ انٽر، بي اي ، يا ايم اي جي جي لاءِ ڪوبہ شاگرد سنڌي ٻوليءَ ۾ جواب نہ ڏئي ، نہ تہ اڳ ۾ جا گرافي، تاريخ، سياست، سوڪس ان قسم جي نصاب لاءِ جواب سنڌيءَ ۾ لکبا هئا، تنهن تي ڪافي سنڌي شاگردن گوڙ ڪيو ، ياد ٿو اچي تہ مرحوم ذوالفقار علي ڀٽي کي سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچي ۾ پوئواري ڪرڻ لاءِ وڪيل ڪيائون . ڪورٽ ۾ هڪڙي رٽ پٽيشن داخل ڪيائون چاڪاڻ تہ اتي انهي جو گهٽو اثر هيو سو بہ جج جيڪي مهاجر هيا انهن اها رٽ پٽيشن فورن رد ڪري ڇڏي ٻڌڻ لاءِ ئي منظور نہ ڪيائون اهو چئي تہ يونيورسٽيءَ جي سينڊيڪيٽ خودمختار ادارو آهي اسان ان جي ڪم ۾ دخل نہ ٿا ڏئي سگهون، ان جو نتيجو جا ٿيو جڏهن هتي آءٌ پاڙهيندو هوس تڏهن سنڌي شاگرد مشڪل سان پنج ڇھ هوندا هيا پر ڇوڪريون الاهي هونديون هيون، ڇوڪريون ڏھ پندرنهن هونديون هيون. اسلاميہ ڪاليج ۾ ڪيتريون آغاخاني ڇوڪريون ، سنڌي آغا خاني ڇوڪريون جن جا ڪارادر ۽ ڳارڊن ۾ اسڪول پنهنجا هوندا هيا انهن ۾ سنڌي ميڊيم هوندو هو .سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيندا هيا اهي اتان مئٽرڪ پاس ڪري اسان جي ڪليج ۾ پڙهنديون هيون جن جا گهر اتي پرسان هوندا هئا بہ ٿي ڇوڪريون ڪارادر کان ايندون هيون. منهنجون شاگرديا ٽيون هونديون هيون "ڪچ ڪوڏيون" ڪتاب هوندو هو مان ڪين پڙهائيندو هوس ، شاعري جا ڪتاب بہ هوندا هئا ، جن ۾ شاھ جو رسالو بہ ڪورس تي رکيل هو ۽ مان ڪين ان مان ڪڏهن ڪهڙو سر ڪڏهن ڪهڙو سمجهائيندو هوس. پر جڏهن سنڌ يونيورسٽي نهڻ جو فيصلو ڪيو ويو تہ اسان جي ڪليج جي سنڌي شعبي ۾ جيڪي شاگرد ايندا هئا اهي اڌ کان بہ گهٽجي ويا . پوءِ سر آغا خان وارن جا ڪيو جو هڪدم ميڊيم بدلائي سنڌي مان اردو ڪري ڇڏيائون تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ

کي نقصان ٿيو. جڏهن سنڌي ادبي سنگت ڪراچي ۾ ٺاهي سين پوءِ اسان جو اهو خيال ٿيو تہ سنڌي ادبي سنگت جي هڪڙي ڪنوينشن ڪوٺايون، ڪنوينشن جي لاءِ لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد ۾ بہ شاخون ٺهل هيون . انهن پاران ڪنوينشن لاءِ ٽن ماڻهن جي ڪاميٽي ٺاهي سين، هڪ مان ٻيو اياز قادري ٽيون موتيرام راماڻي. موتي رام اسان کان سينئر هو پر پاڻ اديب نہ هيو پر ان کي ادب پڙهڻ جو شوق گهڻو هيو ۽ هو سنڌ مان دير سان يعني هتان 1960ع ۾ هند ويو آ هي. هتان انڊيا وڃي هن سنڌ تاريخ ۽ سنڌ تي ڪافي سٺا ڪتاب لکيا. سو اهو ماڻهو اسان سان ساڻ هيو، ادبي سنگت جي هر ميٽنگ ۾ ايندو هو. سنگت پاران اسين ورسيون بہ ملهائيندا هياسون . شاهہ جي ورسي، سچل جي ورسي تہ هو ننڍڙا ننڍڙا پمفليٽ لکندو هو، اسان چونڊ ڪري پوءِ س ا س جي طرفان ڇاپيندا هئاسين. اسان جيڪو پهريون ڪنوينشن ڪوٺايو ان ۾ جيڪو پڌرنامو س ا س جو ٺهيو اهو مون ڊرافٽ ڪيو هو، پر مون سان اياز قادري بہ گڏ هو جيڪو پوءِ 1956ع ۾ مهراڻ رسالي ۾ سچو پڌرنامو ۽ اجلاس جي ڪارروائي بہ ڇپي هئي . پهرين س ا س جي ڪنوينشن جيڪا ڪرائي سين ۽ پوءِ جڏهن مان اسلاميہ ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيس تہ ان زماني ۾ مون نثر بہ لکيو ڪجهہ ترجما بہ ڪيا.

ان زماني ۾ " السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا" هتي ايندي هئي، ان ۾ شارٽ اسٽوريز جي ڪامپٽيشن ٿيندي هئي مون انگريزي ادب جون يا ٻين يورپي ٻولين جون ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون جيڪي ادبي اخبارن ۾ بہ ڇپيون هيون. س. ا. س جي گڏجاڻين ۾ مون ڪجهہ شعر بہ لکيا هئا جن ۾ غزل بہ لکيا هيم. مون کي هاڻي ياد نہ ٿو اچي تہ هڪڙو غزلمون لکيو ، جيئن تہ انهي زماني ۾ ون يونٽ ٺهي پيو، ٺهڻ جا سانباها ٿي رهيا هئا تہ مون هڪ غزل لکيو هيو، انهي ۾ منهنجو هڪڙو شعر هيو ڇاڪاڻ تہ ڪراچي سنڌ کان الڳ ٿي وئي هئي تنهنڪري ان جو ذهن تي اثر هيو.

**اسان اڄ پي وطن ۾ بي وطن آهيون ، مگر ڪوئي ٻڌائي،**
**غير جي هٿ ۾ ، وطن وارن جو ڇا ٿيندو،**

اهو ڇپيو انهي ۾ ٻيو شعر اهو هيو تہ ،

**پري محفل ۾ پي ساقي اسان جي پياس باقي آ ،**
**ٿيا جي بند مئخانا تہ مستانن جو ڇا ٿيندو.**

ان قسم جا بہ ٿي شعر ۽ ٻيو 55-1954ع ۾ هڪڙو طويل نظم لکيو هو جيڪو عبدالخالق آزاد هاري ڪميٽي جو سيڪريٽري هوندو هو ان نوابشاهہ مان هڪڙي هفتيوار سنڌي اخبار "آوازِ سنڌ" نالي سان ڪڍي ان ۾ ڇپيو ، پر ان ۾ مون پنهنجو نالو " لاهوتي" لکي ڇڏيو هو ، سچو نالو نہ ڏنو اهو نظم پوءِ اتم

وري بمبئي ۾ نئين دنيا ۾ ري پروڊيوس ڪيو. اهو نظم ڏهه پندرنهن بيتن جو آهي. اهو هن ريت آهي ته، "وک وڌائيندا هلو." چاڪاڻ ته شيخ اياز جو "اڳتي قدم" رسالي ۾ هڪڙو نظم ڇپيو هو. اهو هيو

زندگاني جي ڪنس ۾ آ اوهان تي منحصر،
ڇيج پائيندا هلو، يا ڇمڇائيندا هلو.

مون وري هي شعر ٺاهيو ته،

انقلابي راهه تي اڳتي قدم هلندو هلي،
اي جوانو جان بازو وک وڌائيندا هلو.
ڪين ٿي گهرجي اسان کي هي اُڌاري ڪائنات،
آسمان پنهنجو زمين پنهنجي بڻائيندا هلو.
پنهنجو غم پيارن جو غم يا عام جي اهنجن جو غم،
غم مڙيو ئي غم جو ٿيو غم کي مٽائيندا هلو.
نئين زماني جون نيون ڳالهيون نوان ويچار پڻ،
وقت جي رفتار جون ڳالهيون پڌائيندا هلو.

اهو شوق انکري ٿيو جو مان ادب گهڻو پڙهندو هوس، فارسي ۽ يورپي. آءٌ ٿورو پاڻ کي سياسي سمجهان ٿو. چاڪاڻ ته سياسي طور به مون کم ڪيو پر جڏهن مون 1957ع ۾ شادي ڪئي ته پوءِ مون اهو محسوس ڪيو ته زندگي جي واڌاري ۽ سڌاري،گهر ۽ ٻارن جي لاءِ هي شعرو شاعري ادب ۽ ماستري ڪافي نا هن، پوءِ مون وڪالت شروع ڪئي. مان 1955ع ۾ ايم. اي، ايل. ايل. بي پاس ڪري چڪو هوس پر 58_1957ع تائين مون وڪالت شروع ڪانه ڪئي، هاڻي ان زماني ۾ 55_1954ع ڌاري مون کي سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان هڪ ڪتاب ٽالسٽاءِ جو What is to be done ترجمو ڪرڻ لاءِ ڏنو ويو هو جيڪو Oxford University Press پاران World Classics طور ڇپيل هو، سنڌي ادبي بورڊ جو هڪڙو پروجيڪٽ هو ته گهٽ ۾ گهٽ 100 ڪتاب World Classics جا عالمي ادب مان چونڊ، ان ۾ سياست، سماجيات، اقتصاديات ۽ ناول اچي وڃن اهي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇاپڻا آهن. انهي سلسلي ۾ مون کي جيڪو ڪتاب مليو سو سائين جي ايم سيد ڍاڪا مان وني آيو هو ايترو ننڍو ڪتاب نه هيو سنهي پني تي ڇپيل هو، اهو مون کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ ڏنو هئائون جو مون ٽي چار سال پاڻ وٽ رکي ڇڏيو هو. دوست لکڻ لاءِ چوندو هيم پر دل نه ٿي چون مڃيو، ڪين چوندو هوس ته ٽائيم نه ٿو ملي، بهانا ڪندو هوس، پوءِ جڏهن مون شادي ڪئي ته شادي ڪئي ته مان هٿين خالي هوس، مون وٽ ڪجهه ڪونه هو ڪا پراپرٽي به ڪونه هئي، شادي ارينج ميريج هئي سکر جي فيملي هئي. محمد ابراهيم جويو صاحب

منهنجي ساهرن جي فيمليز وارن سان رائل مائل هو ، منهنجو وڏو سالو هو جمال صديقي سکر ۾ وڪيل هيو، جيڪو شيخ اياز کان ٻه ٽي سال سينئر هيو، حقيقت ۾ شيخ اياز جي واقفيت جويو صاحب سان انهي ڪرائي، پوءِ منهنجي شادي ايئن دوستن جي معرفت ٿي، شمس صديقي ايم. اي اردو ادب ۾ 1956ع ۾ پاس ڪئي، اتفاق سان جنهن ڪاليج ۾ آءٌ پاڙهيندو هوس هوءَ ان ڪاليج ۾ شاگردياڻي هئي ، مون کان پنج ڇهه سال ننڍي هئي جيئن ته ان ڪاليج ۾ سنڌي سبجيڪٽ ڪونه هيو انڪري هن اردوءَ ۾ ايم.ايڪئي هئي جڏهن اسان جو مڱڻو ٿيو تنهن کان پوءِ هڪ ٻئي کي ڏٺو سين. هوءَ چوڪرين سان گڏجي مون سان ملڻ اندي هئي. آءٌ ڦڪڙ هيس سڄي ڳالهه اها آهي ته مون وٽ پائي به ڪانه هئي ، دوستن کان اڌارا پئسا وٺي اڍائي هزار هٿ ڪيم ،هڪ هزارڪتان حاصل ڪيم، ڪاليج مان 500 رپيا ايڊوانس وٺي مون شادي ڪئي . شادي ڪرڻ وقت آءٌ اسلاميه ڪاليج ۾ پاڙهيندو هوس، منهنجي 350 رپيا پگهار هئي شام جو 100 رپيا ملندو هو،جو ٻي شفٽ ۾ ڪامرس سيڪشن کي به سنڌي پاڙهيندو هوس. .ڪل پگهار 250_350 پگهار ملندي هئي. انهي مان آءٌ 100 رپيا سائين غلام مصطفي شاهه کي مسواڙ ڏيندو هوس جو انهيءَ جي سنڌي مسلم سوسائٽيءَوار ي بنگلي ۾ هڪ ڪمري ۾ رهندا هئاسين ، باقي 250 رپين مان خرچ هلائيندا هئاسين، پوءِ جڏهن مون کي قرض واپس ڪرڻو پيو تہ مون کي خيال آيو ته ڇو نه ادبي بورڊ پاران ڏنل ڪتاب ترجمو ڪريان، سائين غلام مصطفيٰ شاهه جي گهر ۾ ڇهه ڇهه ڪلاڪ پنج پنج ڪلاڪ ساندهه ويهي ، ٻن ٽن مهينن ۾ پورو ڪيو،جيڪو400 صفحن جو ڪتاب هو، مون کي بورڊ طرفان1600 رپيا معاوضو مليو، اجرت 4 رپيا پيج جي حساب سان ڏنائون اهي 1600 رپيا ئي دوستن کي ڏئي ڇڏيم، پر اجابہ پئسا ڪٿن پيا، ٻيو موقعو مليو آءٌ ويندو هوس سوڀو وٽ جيڪو روزانہ

"نئين سنڌ" جو ايڊيٽر هوندو هو ، هن مون کي هڪڙو پيج ايڊٽ ڪرڻ لاءِ چيو، مون هائوڪار ڪئي، مان اهو ايڊٽ ڪندو هوس، جيتوڻيڪ هو مون کي پئسا نہ ڏيندا هئا، هڪ ڏينهن مون کان پڇيائين تہ تنهنجي قرض جا پئسا پورا ٿيا يا نہ ؟ وراڻيم نہ قرض اڃا نہ لٿو آ. هو هڪڙو ڪتاب کڻي آيو، ۽ چيائين ترجمو ڪري ڏي مون اتي آفيس ۾ ويهي سلپن تي لکي ترجمو ڪري ڏنو مانس جو هن ڇاپي ڇڏيو ۽ مون کي 1000 رپيا ڏياريائين . پوءِ قرض مون لاهي ڇڏيو . وري جڏهن مون وڪالت شروع ڪئي، وڪالت ان شرط تي مون ڪئي ڇاڪاڻ تہ منهنجوڪو بہ ارادو وڪالت ڪرڻ جو نہ هيو جيترو گهرجو خاص ڪري وڏن سالن جو، ساهرن جو زور هيو منهنجي مٿان تہ وڪالت ضرور ڪر. مون ڪين چيو آءٌ اديب آهيان، مان شاعر آهيان ، مان ترقي پسند آهيان، مان پاڻ تي ڪجهہ بہ

خرچ نہ ٿو ڪريان تنهن ڪري منهنجو ڪوئي خرچ ڪونهي، نيٽ هڪ ڏينهن خيال آيو تہ آءٌ جيڪو رڳو ڪتاب پڙهندو ٿو رهان، منهنجي زال منهنجعي ٻارن تہ گناهہ ڪونہ ڪيو انهن جي لاءِ ڪجهہ ڪرڻ ڪپي. تڏهن مون پوءِ وڪالت شروع ڪئي، پر انهي شرط تي جو مون پنهنجي گهر واري کي چيو تہ آءٌ وڪالت ڪندس تہ ڪا گهٽ وڌائي ڪو غلط ڪم نہ ڪندس. جيڪو عام وڪيلن جو حال مون ڏٺو هو، تہ مئجسٽريٽ سان ، ججن سان ملڻ ڪرڻ، انهن سان حصو پتي ڪرڻ، انهن کي ڪارائڻ پيارڻ ، ايئن مان نہ ڪندس، هن چيو ٺيڪ آ. مون کي قبول آ ۽ هن پوءِ منهنجو ڏاڍو سات ڏنو. توهان جي وائيف سروس ڪئي؟ نہ سروس نہ ڪيائين ايم. اي هوندي هئي ان هوندي بہ سروس نہ ڪيائين چاڪاڻ تہ مون هن کي نوڪري لاءِ نہ چيو ۽ هن پاڻ بہ نہ چيو پوءِ ڪجهہ سالن کان پوءِ مون کي ايس. ايم ڪاليج جي مالڪ اي. ايم قريشي مون کي هڪ دفعي چيو تہ تون پنهنجي گهر واري کي چو نہ ٿو نوڪري ڪرائين ، مان ڪيس نوڪري ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. چيومانس آءٌ سمجهان ٿو جيڪي آءٌ ڪمايان ٿو اڌ هوءَ ٿي ڪمائي اڌ آءٌ ٿو ڪمايان چاڪاڻ تہ فل ٽائيم ڪم ٿي ڪري ۽ هن مون کي ڪڏهن ڪو نہ چيو آهي تہ مان نوڪري ڪريان ۽ مون بہ ان کي ڪونہ چيو آهي. مان سمجهان ٿو تہ بهتر ايئن ئي هيو جو منهنجو پنهنجو ذاتي خيال اهو آهي تہ عورت کي ڪواليفاءِ هجڻ ڪپي ڪنهن بہ ڏکي سکي وقت جي لاءِ ۽ جيستائين ضرورت نا هي تہ پوءِ نوڪري نہ ڪري چاڪاڻ تہ گهر جو پنهنجو هڪڙو فل ٽائيم ڪم آهي، جيڪو هو ڪم ڪن ٿيون ، يعني گهر کي سنڀالين ٿيون ، ٻچن ٻارن کي سنڀالين ٿيون اهو هنن جي لاءِ هڪڙي فل ٽائيم جاب آهي.

جڏهن مون اهو ڪتاب ترجمو ڪري بس ڪئي ۽ اهو ڇپيو تہ ڪتاب مون کي ڏاڍو وڻيو. ڪتاب جو عنوان هو "نيٽ چا ڪجي"، جيڪو پوءِ ڏاڍو مشهور بہ ٿيو ، چاڪاڻ تہ منهنجي پنهنجي اها ڪوشش رهي آ تہ سنڌي ٻولي سادي لکڻ ڪپي ۽ عربي، فارسي کان آزاد هجڻ ڪپي ، نمبر ٽيون خاص اهو تہ ٻولي اها استعمال ڪجي جنهن ۾ نوان نوان خيال هجن جيئن مان توهان کي شعر ٻڌايان،

نئين زماني جون نيون ڳالهيون نوان ويچار،
وقت جي رفتار جون ڳالهيون ٻڌائيندا هلو.

آءٌ چوان ٿو ٻولي جيڪڏهن جاندار آهي ٻولي ۾ جيڪڏهن شاعري يا نثر ۾ جيڪي خيال آڻجن اهي نوان نکور آهن ۽ خيال سگهارا آهن تہ ٻولي سگهاري ٿئي ٿي ۽ ان ٻولي جي زنده رهڻ سان خود اهو اديب بہ زنده رهي ٿو جيئن آءٌ چوان ٿو شاهہ لطيف جيئن شاعري ڪئي اٿس ، انهي ءَ جي ڪري نہ فقط سنڌي ٻولي کي قائم ۽ زنده رکيائين پر خود پاڻ بہ تہ زنده ٿي جاويد ٿي

ويو، مون کي پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو ۽ اردو جو سچو ادب غالب، مير، فارسي جو سعدي، عمر خيام، حافظ، يا سنڌي ۾ گل ۽ ٻيا پڙهيم گل مون کي ڏاڍو وڻندو هو. خليفو گل محمد هالائي ڏاڍو سٺو شاعر هيو اهو ۽ مرزا قليچ بيگ ۽ ٻيا جيڪي بہ سنڌي اديب هوندا هئا، ڪشن چند بيوس ان زماني ۾ شاعري ڪندو هو.

هڪ زماني ۾ سوجهرو 1974ع ۾ ڇپجندو هو ان زماني ۾ تاج بلوچ اچي مون وٽ ويهندو هو اورنگزيب مارڪيٽ واري آفيس ۾ چوندو هو تہ ڪالم لکي ڏي، ان کي مان لکي ڏيندو هوس هڪڙو صفحو هوندو هو "روشني ا و روشني" جي عنوان هيٺ. اهو ڏهہ ٻارنهن ڪن پرچن ۾ ڇپيو. وڪالت جي دوران مون ڪجهہ ڪونہ لکيو ۽ ترجمو بہ ڪو ڪونہ ڪيو،فقط بہ ٽي سياسي مضمون لکيم جيڪي مون دوستن کي پڙهي ٻڌايا آهن، پر ڇپيا ناهن. مان پڙهندو رهيس اڄ ڏينهن تائين سنڌي رسالا جيڪي ڇپيا آهن، تاب سنڌي ڪتاب هندوستان مان ايندا آهن ،هتي سنڌ ۾ نثر توڙي شاعري آهي ، شاهہ ۽ سچل جي شاعري آهي.

اورنگزيب مارڪيٽ ۾ هڪڙو ادب جو ڪم ٿيو ، جو آءٌ جڏهن 65ـ 1964ع ۾ ايوب خان جي زماني ۾ ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي سنڌي پروگرام ٿيڻ شروع ٿيو ان ۾ سنڌي خبرون صبح ۽ شام ڏينهن ۾ بہ دفعا ، اتي باقاعدي اسٽاف هوندو هو. پنج ڇهہ دوست سنڌيءَ ۾ خبرون ترجمو ڪندا هيا، عيسيٰ خان نظاماڻي هوندو هيو ۽ هڪڙي ڇوڪري هوندي هئي پروين اقبال سومرو ، اها خبرون پڙهندي هئي ، شاهہ بيبي ۽ زينت بيبي پوءِ آيون ان زماني ۾ ريڊيو تي هڪڙو دوست هوندو هيو شيخ عبدالرحيم ، هاڻي گذاري ويو جيڪو هلال پاڪستان جو ايڊيٽر بہ ٿيو، وچ رسالي ۾ بہ ڪم ڪندو هو ريڊيو تي سپروائيزر هوندو هو ، اهو هليو ويو موڪل تي هيو ويو جيئن تہ عيسيٰ خان نظاماڻي منهنجو دوست هيو. اهو مون وٽ آيو مون کي چيائين تون اچي ريڊيو تي سپروائيزر ٿي تنهنجو نالو اسان انهن کي ڏنو آهي. وڪالت جي دوران بہ مان ويندو هوس جو سامهون ريڊيو پاڪستان جي اسٽيشن هوندي هئي ، مون کي سوير صبح جو ريڊيو جي گاڏي کڻڻ ايندي هئي . اتان ٿي آءٌ ڪاليج ويندو هوس ۽ ڪاليج ۾ پاڙهائي وري ڪورٽن ۾ ويندو هوس . وري شام جو اورنگزيب مارڪيٽ ۾ پنهنجي آفيس ۾ ايندو هوس. اتان ٿي وري ساٿين وٽ ويندو هوس، پارٽيشن کان اڳ ۾ اها صورتحال هئي. هندوستان جي اهاسياسي صورت حال بہ مون ڏٺي ،1920ع تائين هندو مسلمان کير کنڊ هيا گڏيل سياسي تحريڪون انگريز سامراج جي خلاف هيون پر پوءِ خلافت جي تحريڪ جڏهن ختم ٿي ، تنهن کان پوءِ هندو الڳ مسلمان الڳ ٿيڻ شروع ٿي ويا ۽ هندو

مسلم فساد بہ ٿيا پوءِ هندن چاٽي واٽي سنڌي ٻولي ۾ هندي جا لفظ ٺنبيا ۽ مسلمانن وري عربي ۽ فارسي لفظ ٺنبيا ائين ٻہ ٻوليون الڳ ٿي پيون . سنڌي هڪڙي هندڪي ٻولي ٿي پئي ٻي مسلمانڪي ٻولي ٿي پئي. جن کي متحد ڪرڻ لاءِ اسان جي ڪيترن سنڌي دوستن ڪوشش ڪئي پوءِ بہ ڪامياب نہ ٿيا ، نيٺ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ اها س . ا . س آهي جنهن انهي ڳالهہ تي زور ڏنو ۽ ڪوشش ڪئي تہ سنڌي ٻولي کي درست ڪيو وڃي. آءٌ توهان کي هڪڙي ڳالهہ ٻڌايان تہ اردو ۽ سنڌي ٻولي ۾ مون اهو محسوس ڪيو آهي تہ سنڌي ٻولي جيئن توهان شهر کان ٻاهر ڳوٺن ۾ ۽ گهٽ پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل ماڻهن سان ملندا تہ انهن جي سنڌي ٻولي سڀ کان سٺي آهي عام پبلڪ عام ماڻهو جيڪي آهن سي صحيح ٻولي ٿا ڳالهائين . انهن تي فارسي، اردو، عربي جو اثر ڪونهي، اهي پنهنجي جيئن 24 ڪلاڪ زندگي ۾ ، بنا پرهڻ جي پنهنجي ڏک سک، پيار محبت، غم غصي جو اظهار ڪن ٿا اهي ان ۾ شاعري بہ ڪن ٿا ان ۾ پنهنجا جذبات بہ بيان ڪندا آهن ، اها ٻولي صحيح آهي. ان جو شاعري تي بہ اثر ٿئي ٿو. اهڙي طرح اردو ٻولي بہ آهي جيئن توهان ڏسندا تہ هندوستان ۾ بہ جڏهن اردو ٻولي ٻهراڙين ڳالهائي وڃي ٿي، انهي ٻولي کي هي قبوليندا جو اهي چون ٿا هي ڪڙي ٻولي آ. پر شهري چون ٿا تہ اها سٽريل ٻولي نہ آهي، سر تال جنهن کي چوندا آهن اها شائستہ ٻولي آهي ۽ اها فقط انهن جي ٻولي جيڪي درٻار ۾ هيا اهي اڪثر طوائفن وٽ ويندا هيا جيئن ادب آداب سکي سگهن ، انهن جي ۽ جيڪي شرفاءَ هئا انهن جي ٻولي ئي بهتر چاتي ويندي هئي. انهن جي ٻولي ۾ توهان ڏسندا عربي فارسي جا لفظ گهڻا آهن جيئن اهڙا اهڙا لفظ پيا استعمال ڪندا آهن ، مون کي ياد آهي، تہ آءٌ اياز سان گڏجي رينو ڪورٽ ۾ ويو هوس جتي حلقہ ارباب ذوق وارن جو هفتي ۾ هڪ دفعو مشاعرو ٿيندو هو.ان ۾ مان بہ ويندو هوس ، جنهن ۾ الطاف گوهر ۽ رفيق خاور جيڪو پوءِ ماهِ نو جو ايڊيٽر بہ هو انهي هڪ دفعي آزاد نظم پڙهيائين پر ان جو آزاد نظم باقاعدي بحر وزن ۾ هيو. انهي ۾ هڪڙو شعر پڙهيائين جنهن ۾ پيٽرول لفظ جو اردو ۾ ترجمو ڪيو رُون سريع الاشتعال ، منهنجي فارسي ۽ عربي پڙهيل آ توري گهڻي آءٌ سمجهي وجان ٿو رون معنيٰ تيل سريع الاشتعال معنيٰ باهہ لڳڻ.اردوءَ وارا چون ٿا نيڪ ان طرح سان اسان عربي کي ويجهو ٿيا آهيون، اسلام کي ويجهو ٿيا آهيون، پنهنجي مذهب کي ويجهو ٿيا آهيون ۽ اها اسان جي ٻولي آ هي . آءٌ توهان کي هڪڙو مثال ڏيان ، جنرل ضياءُالحق جي ڏينهن ۾ ريڊيو پاڪستان ۽ ٽي وي تي هدايتون آيون تہ توهان خدا حافظ نہ چئو، الله حافظ چئو، پوءِ الله حافظ چوندا هئا عام الله حافظ آ. خدا فارسي لفظ آ. آءٌ هتي هڪڙي ڏينهن ٽيڪسي ۾ چڙهيس ، اٺ ڏهہ سال ٿيا آهن ، سٽي ڪورٽ کان هاءِ ڪورٽ اچان پيو ، پڻاڻ

جي ٽيڪسي هئي هو مولانا هيو هن باقاعدي اسٽيڪر هٽي ڇڏيو هو شيشي تي نہ ڇپائين خدا نہ ڇئو الله ڇئو. مون ڇيو اهو ڇا لڪيل آ ڇپائين صحيح نہ آهي ، مون ڇيو ڇو؟ ڇپائين خدا لفظ فارسي آ عربي لفظ نا هي . مون ڇيو نماز لفظ قرآن ۾ نہ آهي پوءِ توهان نماز ڇو ٿا ڇئو. نماز پڙهڻ ٿا وڃون هو ڇپ ٿي ويو. قرآن ۾ لکيل آ صلوات "اقيمو صلواة و آت زکواة" صلوات قائم ڪريو ۽ زکوات ڏيو ، ڪٿي بہ سڄي قرآن شريف ۾ نماز لفظ ئي ڪونهي

ها سنڌ جي هندو ليکڪن جي پنهنجين لکڻين ۾ سنسڪرت گهڻ استعمال ٿيل آهي ڪيئل داس فاني جي نج ٻولي هئي انهي جا مون وٽ بہ ٽي ڪتاب شاعري جا آهن ۽ جيڪي پوءِ بہ ڇپي معنيٰ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ .

آءٌ عرض ڪيان ٿو تہ هڪ دفعي هڪڙي مئجسٽريٽ وٽ ڪٿي ويٺا هياسون، اتي ليڊر اخبار جو مخر مات جيڪو اصل گجراتي آهي ان جو پٽ انقلاب اخبار ڪڍندو آهي اهو آيو. رياض الدين جوٽيجو مئجسٽريٽ هو مان بہ ان وٽ ويٺو هوس . ڳالهين تي ڳالهيون نڪتيون پوءِ مون کي ڇپائين تہ پاڪستان ۾ گهڻيون ٻوليون آهن اردو ڪنان جي ٻولي آهي ۽ ڪيئن پاڪستان جي قومي ٻولي بڻي آهي.

عام طرح ڏٺو ويو آهي تہ جن ماڻهن پنهنجي زندگي ۾ ننڍي هوندي ڏک ڏٺا آهن تڪليفون سٺيون آهن يا ڪن ماڻهن يا ادارن جي طرفان ڪي زيادتيون ٿيون آهن انهن وڏي هوندي هڪ قسم جو انتقامي جذبو پيدا ٿئي ٿو. پر مان پنهنجي ذات ۾ جڏهن ڏسان ٿو تہ باوجود ان جي جو والد صاحب جي فوت ٿيڻ کان پوءِ ڪافي تڪليفون ڏٺيون، گذران جي تڪليف ٿي، پڙهائي ۾ تڪليف ٿي، ماما نوڙي چاچا غريب هئا مزدور هئا انهن جي طرفان ڪنهن بہ قسم جي مدد نہ ملي پر پوءِ بہ منهنجي دل ۾ هميشہ اهو خيال رهيو تہ اهي تڪليفون گذري وينديون پاڻ کي ڪوشش ڪرڻ کپي . پاڻ کي صحيح نموني زندگي گذارڻ کپي، ادب، اخلاق، تهذيب جي اندر رهي محنت ڪري پاڻ کي اڳتي وڌائڻ کپي. آءٌ جڏهن ٿورو وڏو ٿيس اسڪوم ۾ هيم تڏهن منهنجو ڌيان هميشہ پڙهائي ۾ رهندو هو مان چاهيندو هوس تہ آءٌ وڌ ۾ وڌ محنت ڪيان، سٺيون مارڪون کڻان ۽ ڪاميابيءَ سان امتحان پاس ڪيان. اسان کي اسڪول ۾ جيڪي استاد مليا انهن هڪڙي ڳالهہ اسان کي، خاص طرح مون کي سمجهائي تہ نصابي ڪتابن کان سواءِ لائبريريءَ جا ڪتاب بہ پڙهڻ کپن، اخبارون پڙهڻ کپن، رسالا پڙهڻ کپن ۽ عام علم ۽ ادب جا ڪتاب پڙهڻ کپن، انهن ۾ مذهبي ڪتاب بہ شامل آهن . جهڙي طرح قرآن شريف ٿيو. حديثن جا ڪتاب ٿيا يا ٻيا اسلام بابت مضمون رسالن ۾ ايندا ها سو انگريزي ، سنڌي ، نوڙي اردو ۾ انهن کي پڙهڻ جو موقعو ملندو هو. پنهنجي محدود خانداني

زندگي کان سواءِ بہ شهر ملڪ ۽ دنيا جون خبرون چارون حال احوال جيڪي بہ سرگرميون ٿينديون هيون انهن ۾ حصو وٺندو هوس، مون کي ياد ٿو اچي تہ 1942_43ع ۾ آءٌ جڏهن اجا اسڪول ۾ پڙهندو هوس اجا مئٽرڪ پاس ڪونہ ڪئي هئم. تڏهن کان وٺي ٻين لائبريرين کان سواءِ شڪارپور شهر ۾ هڪ ميونسپل جي لائبريري هوندي هئي ان ۾ رزانو ويندو هوس، پر اتي فقط اخبار، رسالو پڙهڻ لاءِ ملندا هئا. تنهن کان پوءِ شام جي ٽائيم تي سج لٿي کان پوءِ گهٽو ڪري هڪڙي ٻي لائبريري هوندي هئي خانگي، خانگي ان معنيٰ ۾ تہ ڪنهن اداري جي هئي پر عام پبلڪ لائبريري نہ هئي ان جو نالو هوندو هو ڪرشنا منڊل لائبريري، ان ۾ بہ اسين ويندا هياسين. آءٌ ضرور ويندو هوس . اتي روزانو وڃڻ کان پوءِ هڪڙي شخص سان ملاقات ٿي جنهن جو نالو هو غلام محمد ، هو اصل پنجاب جو پنجابي هو شڪارپور ۾ رهندو هو، پاڻ ڊڪاٽڪو ڪم ڪندو هو. لائبريري ۾ روزانو ايندو هو،ڪنڊ ۾ ويٺو هوندو هو اخبارون پڙهندو هو ۽ اخبارون ڪٺي پڙهڻ جي لاءِ ڏيندو هو . هو سياسي ڪارڪن هو سندس ڪاٻي ڌر سان واسطو هيو. شڪارپور ۾ پهرين مئي بہ ملهائيندو هو ۽ هر سال ملهائيندو هو جلسا ڪرائيندو هو. ان لائبريري ۾ اهو بندوبست هوندو هو جو ڳا لائبريريءَ طرفان يا ڪجھ ٻين ماڻهن طرفان هندو ڇوڪرن کي هندي ٻولي سيکاريندا ها. غلام محمد انهن کي هندي پڙهائيندو هو جيتوڻيڪ پاڻ پنجابي مسلمان هو پر هندي ٻولي پڙهائيندو هو. ان زماني ۾ سياسي تحريڪون جيڪي هليون پئي ان ۾ مونکي ياد ٿو اچي تہ 8 آگسٽ 1942ع تي آل انڊيا ڪانگريس وارن جيڪو ٺهراءُ پاس ڪيو تہ انگريز هندوستان ڇڏي وڃو جنهن کي عام طرح سان Quit India هند ڇڏي وڃو تحريڪ چوندا هئا. انهي زماني ۾ جلسا جلوس سرڪس ڪانگريس جي طرفان نڪرندا هئا، ورڪرن تي پوليس لاٺي چارج ڪندي هئي هو پڇي ويندا هئا. اسان اسڪولي شاگرد ، مسلمان اتي ڀهويندا هئاسين ، مون کي ياد ٿو پئي تہ شڪارپور ۾ ٻن ٽن ماڻهن کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو ڪانگريس سان واسطو ڪونہ هوندو هو. هڪ ڀيري اسان ڏٺو تہ لاٺي چارج پئي ٿي، ڇوڪرا يا مرد گهٽين ۾ پاسن ۾ پڇي هليا ويندا هئا. اسان انهن تي چٽرون ڪندا هئاسي ڏسو سنڌيو هاڻي توهان پڇي ٿا وڃو. ان زماني ۾ اهو شخص غلام محمد، وڏي زور سان ڳالهائيندو هو ، هن جو ڳالهائڻ ڏاڍو ڳرو هوندو هو ۽ سنڌي بہ ڳالهائيندو هو، سنڌي سکيو هو . اقبال جا شعر گهڻا پڙهندو هو خاص ڪري اهي شعر جيڪي ترقي پسند مزدورن جي باري ۾ آهن. سرمائيداري جي خلاف جيڪا شاعري آهي، اها ٻڌائيدو هو. مون کي ياد ٿو اچي تہ بمبئي مان هڪڙي هفتيوار اخبار بہ اتي ايندي هئي، جنهن جو نالو هو قومي جنگ، . اها هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي طرفان اردو ۾ نڪرندي هئي اها ڀهگرائيندو هو چاڪاڻ

ته لائبريري ۾ سنڌي، اردو، هندي، گجراتي، انگريزي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب موجود هوندا هئا. اهي رسالا ۽ اخبارون هر ڪو ويهي پڙهندو هو، قومي جنگ اخبار آءُ پڙهندو هوس، هو پڙهڻ جي لاءِ مون کي به ڏيندو هو . سو ان زماني ۾ مون کي ياد ٿو اچي ته ڪميونسٽ پارٽي هندوستان جي اهو نعرو هنيو هو يا اها پاليسي اختيار ڪئي ته هندوستان جي مسلمانن کي قومي خوداختياري جو حق ملڻ کپي. وڏي سرخي سان ان اخبار جي اندرين صفن تي اهو وڏن اکرن ۾ لکندا هئا ته آزاد هندوستان ۾ آزاد پاڪستان ، معنيٰ ته هنن پاڪستان جي حمايت ڪئي. هئي اخبار جو ايڊيٽر منهنجي خيال ۾ سجاد ظهير هيو ۽ ايڊيٽوريل بورڊ تي سبطِ حسن، سردار جعفري، ڪيفي اعظمي ۽ ان قسم جا ڪجھ ٻيا ماڻهو هيا .

انهي زماني ۾ مسجد منزل گاھ جا فساد به ٿيا. ڪجھ وقت اڳ ماڻهن ۾ مسلمان جي حيثيت ۾ ،هندڪي مسلمانڪي اچي وئي . حالانڪ اسڪولن ۾ ماسترن ۽ اسان جي وچ ۾ اهڙو اثر ڪونه هو. شهر ۾، پاڙي ۾، هندو مسلمان جو فرق ڪونه هو، اجان گهٽي چڪتاڻ ۽ دشمني پيدا نه ٿي هئي ته پر انهن فسادن جي ڪري ڪجھ ماڻهن ۾ اهڙو خيال پيدا ٿيو. ٻي ڳالھ ته مان پاڻ غريب هجڻ جي حيثيت ۾ ، ٿوري تعليم ڪي ئي وڏيڪ سمجهندو هوس . اسان اخبارون پڙهندا هئاسين، رسالا پڙهندا هئاسين ، جن ۾ لکيل هوندو هو ته انگريزن اسان کي غلام بڻايو آهي ، آزاد ٿيون ، اسلام صحيح آ، اسلام ۾ برابري آ، اسلام ۾ هڪجهڙائي آ، مساوات آ، انصاف آهي. علام محمد جيئن اسا ن کي اقبال جو هي شعر ٻڌائيندو هو ، اسان گڏجي پڙهندا هئا سين ته،

اگر ڪسي لڙائي مين جب آگيا وقتِ نماز
ايڪ هي صف مين کڙي هوگئي محمود و اياز
نه ڪوئي بنده رها اور نه ڪوئي بنده نواز.

اسلام جا ڪجھ ڪتاب به پڙهندا هياسين. اسلام ۾ برابري آ، سو ڪجھ انهيءَ لحاظ کان به برابري جون ڳالهيون ٿينديون هيون . وري جڏهن هيءَ ڳالھ ٿي ته اسلام، اسلامي برابري، سوشلزم، ڪميونزم جو مطالعو ڪندي اسڪول جي زماني ۾ مون ٿورو سياست طرح لاڙو رکيو ۽ جڏهن مون مئٽرڪ پاس ڪئي ته ٿوريون تحريڪون اڳتي وڌندي ڏٺيون، شڪارپور جي ڪاليج ۾ مون جڏهن فرسٽ ييئر سائنس ۾ داخلا ورتي تڏهن مان اتي باقاعدي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شريڪ ٿيس ۽ پهرين سال ئي جوائنٽ سيڪريٽري بڻيس . ٻئي سال اليڪشن ٿي، هئي ته مان جنرل سيڪريٽري چونڊيس ۽ باقاعدي پاڪستان جي لاءِ تحريڪ هلائي سين . ڏٺوسين ته اخبارن ۾ رسالن ۾ جي ايم سيد جي طرفان ، ٻين مسلمان ليڊرن جي طرفان ۽ڪميونسٽ پارٽي

طرفان پاڪستان جي حمايت ٿي. اسان سمجهيوسين اها بهتر ڳالهه آهي تہ مسلمانن کي آزادي ملي. هتي اها بہ ڳالهه ٻڌائيندو هلان تہ ان وقت مون کي ياد اچي ٿو اسان جي ذهن ۾ هندو عام هندو نہ هوندو هو سرمائيدار هندو هوندو هو چاڪاڻ تہ سنڌ ۾ خاص طرح شهرن ۾ واپاري ۽ ٻيا سرمائيندار هندو هيا. سڄي شڪارپور جي ڏڪ بازار ۾ بہ ٿي سؤ دڪاندار هيا مشڪل سان ٻہ يا ٽي مسلمانن جا دڪان هيا. سڄي سنڌ ۾ ايئن هو تہ اهو هڪ طبقاتي تضاد هيو، طبقاتي ويڇو هيو شاهوڪار ۽ غريب جو اهو اسان کي ظاهر ۾ ائين نظر آيو، هندو ۽ مسلمان جو ويڇو آهي. هندو جيڪو آسودو سرمائيدار آهي مسلمان جيڪي آهن سي غريب آهن هاري ناري هيٺين طبقي جا آهن، جنهن جي ڪري انهن ڪان چوٽڪارو ملندو، مسلمان طبقو برابر ٿي ويندو ، اسان خوش ٿيندا سين.

1947ع ۾ جڏهن مون انٽر پاس ڪئي ، شايد مون اڳ ۾ ڪاٿي ذڪر ڪيو آهي،مئٽرڪ ۾ منهنجون ڊسٽنڪشن مارڪون هونديون هيون مئٿميٽڪس،سائنس ۽ لينگويجز ۾ . آءٌ سائنس جو شاگرد هوس، 80-85 سيڪڙو مارڪون ڪنيون هيون پر جڏهن انٽر سائنس جو رزلٽ آيو تہ آءٌ فيل ٿي پيس چاڪاڻ تہ ڪاليج ۾ پوري ڌيان سان نہ پڙهندا هئاسين، ٿيوري جا ڪم ڪري پوءِ پريڪٽيڪل ۾ پڇي ويندا هئاسين، پوءِ سپليمينٽري ۾ پاس ٿيس . منهنجي خيال ۾ اپر سنڌ ۾ آءٌ اڪيلو پاس ٿيو هوس ، بہ ٽي مارڪون گريس جون ڏيئي پاس ڪيائون. دوستن جي مهرباني سان ڪراچيءَ آياسين ۽ جناح ڪورٽ ۾ رهياسين. N.E.D انجنيئرنگ ڪاليج تڏهن هتي شهر ۾ هوندو هيو. ان ڪاليج ۾ داخلا ورتم. هتي چاڪاڻ تہ منهنجو مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن سان اهو ساڳيو لاڳاپو رهيو، جو مان شڪارپور ۾ جنرل سيڪريٽري هيس . هتي جيئن مون جناح ڪورٽس جوائن ڪئي تہ فورا ہن ٽن ڏينهن جي اندر اها خبر پئي تہ لڏ پلاڻ پئي ٿئي، اسان کي پهريائين اهو خيال آيو تہ هندستان مان جيڪي مهاجر آيا آهن اهو سنو نہ ٿيو ، مختصر اها ڳالهہ ٻڌايان تہ ٽن چئن ڏينهن جي اندر سنڌ مدرسة الاسلام جنهن ۾ قائد اعظم بہ پڙهي ويو، جيڪو حسن علي آفندي مرحوم ٺهرايو هو، هندوستان جا مسلمان شاگرد بہ هتي رهندا ۽ پڙهندا هيا، ويندي، علامہ عمر بن محمد دائود پوٽو بہ هتي پڙهيو. اي. ڪي بروهي صاحب اتي ٽيچرهوندو هيو، اسان جو سينيئر دوست محمد ابراهيم جويو صاحب بہ هتي ٽيچر هوندو هيو. هاءِ ڪورٽ جو رٽائرڊ چيف جسٽس عبدالحئي قريشي بہ اتي ٽيچر هوندو هيو. اتي سڀ دوست پڙهنداهيا. پاڪستان کان ٽي چار سال اڳ ۾ شايد 1943ع ۾ لڳ ڀڳ سنڌ مسلم ڪاليج بہ جڙي راس ٿيو هو، جيڪو هاڻ آرٽس ڪاليج آهي اهو مدرسي جي اندر نهيو ، سنڌ مدرسي بورڊ طرفان شاگردن جي لاءِ اهو الڳ ڪاليج هو. ان زماني ۾ سنڌ جي

مسلمانن جوگهڻو ڏيان علي ڳڙهہ ڏانهن هوندو هو، علي ڳڙهہ جي هڪ پروفيسر ڊاڪٽر امير حسين صديقي کي گهرايائون ۽ سنڌ مدرسي جو پرنسپال ڪري رکيائون ۽ ان کي رهڻ جي جاءِ بہ اتي اندر ڏنائون حقيقت ۾ پاڪستان ٺهڻ کان ٿورو اڳ ۾ يو پي ۽ بهار ۾ فساد ٿيا هيا، هندوستان جا مسلمان ، يوپي کان يا بهار کان هتي اچڻ شروع ٿيا هيا. پوءِ وڏيڪ آيا. جيئن پاڪستان ٿيو جيڪي بہ اتان جا شاگرد يونيورسٽي مان نڪتل، ڪن کي ڊگريون هيون ڪن کي ڊگريون نہ هيون ، هي اسان جو پرنسپال صاحب ويو انهن کي ڀرتي ڪندو. پوءِ هڪ اسٽيج اهڙي آئي جتي هڪ ٻہ سنڌي پروفيسر بچيا جن مان هڪڙو پروفيسر اجان زندهہ آهي مسٽر غلام نبي ڀنگر اصل جيڪب آباد جا آهن جيڪب آباد ۾ رهيا وڪيل بہ هيا ڊبل ايم اي ڪري آيا علي ڳڙهہ مان. اهو هتي ليڪچرار هوندو هيو ۽ شادي بہ علي ڳڙهہ مان ڪري آيو هيو، هاڻي حيدرآباد ۾ سيٽل آهن سو ان بہ پروٽيسٽ ڪيو، اعتراض ڪيو، پاليسي جي خلاف. ڪراچي ۾ سنڌ صوبائي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن سڄي صوبي جي لاءِ هوندي هئي ، اسان جو صدر هوندو هو ميهڙ جو سائين علي اڪبر شاهہ مرحوم سرگرم هو ايم ايل اي ڪي چوندا هئا Member of Legislative Assembly ۽ سيڪريٽري جنرل دادو جي سيتارو جو محمد شفيع انصاري هوندو هو، هو انجنيئرنگ ڪاليج جو شاگرد هيو. ٻيا بہ گهڻا سنڌي دوست هيا آءٌ بہ ان فيڊريشن ۾ سرگرم هيس، اسان گوڙ ڪيوسين. ڪراچي ۾ جيڪي بہ سنڌي شاگرد جنهن بہ ڪاليج جا رهندڙ هيا، مدرسي ،ڊو ميڊيڪل ڪاليج ، ڊي جي ڪاليج، انجنيئرنگ ڪاليج ، آرٽس ڪالج جا، سيني احتجاج ڪيو. هفتو ڪن سڄو مدرسو بند رهيو ،آخر مجبوراً ڊاڪٽر امير حسين صديقي کان استعيفيٰ لکائي ورتي وئي ، اهو هڪڙو پهريون ردعمل هو.

ٻن ٽن مهينن کان پوءِ ڪراچي ۾ 6 جنوري 1948ع تي فساد ٿيا. سنڌ ۾ فساد ڪيئن ٿيا . آءٌ توهان کي ٻڌايان تہ خالصا يا سک سنڌي بہ ٿيندا آهن سنڌ ۾ سنڌي هندو گهرن ۾ ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻار کي گرودواري ۾ ويهاريندا هئا پوءِ انهي کي سک ڪندا هئا. پوءِ هو ڏاڙهي بہ رکندو هو وار بہ وڏا ڇڏيندو هو، باقاعدي سک گهرن ۾ ويندو هو ۽ رهندو پنهنجي مائٽن پيءُ ماءُ ڀينرن ڀائرن سان هو پر سک هوندو هو. سنڌ ۾ ٻيا بہ سک هئا پوءِ ڪجهہ اهي سک ۽ ڪجهہ ٻيا سک، ڪراچي اسٽيشن تي لٿا ۽ هتي پريڊي ٽاڻي رتن تلاءُ وٽ هڪڙو گورودوارو هو اتان گڏجي ، ڪراچيءَ ۾ آيل مهاجر سان وڙهڻ لڳا تہ فساد ٿيو تہ ان تي بہ سنڌي شاگردن رد عمل اظهار ڪيو. سختيءَ سان ان تي اعتراض ڪيو تہ هي سنڌي هندن سان چو پياوڙهن . ٽين فساد ڪافي ڏينهن هليا. تنهن کان پوءِ پاڪستان سرڪار ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ جو پروگرام رٿيو . انهي

تي م ا ف اجا م ا ف (مسلم استوڊنٽس فيڊريشن ) جي نالي پيا هلائيندا
هياسين. سو انهي پاران جلسا جلوس ڪڍياسون ۽ وڏا پوسٽر، سنڌ جو نقشو
ڇاپي سنڌي ماڻهن کي گڏ ڪرڻ چاهيو پئي . وري فيبروري مارچ 1948ع تي
جناح صاحب بنگال ويو ان زماني ۾ اجان نہ نهيو هو اجان ايسٽ بنگال هيو
ڍاڪاڻ تہ ايسٽ پاڪستان ۽ ويسٽ پاڪستان جنرل ايوب خان جي دورِ
حڪومت ۾ ٺهيا. جڏهن ون يونٽ ٺهيو ، اڳ ۾ اوير بنگال جي نالي سان هو ،
ڍاڪا ۽ سلهٽ ويو اتي تقريريون ڪيائين ۽ پنهنجي پاليسيءَ جو هن اعلان ڪيو
تہ پاڪستان جي سرڪاري ٻولي اردو هوندي . انِ تي بنگالي شاگردن خاص
طرح احتجاج ڪيو ان جو سنڌ ۾ بہ اثر ٿيو . انهي زماني ۾ اسانِ جي سنڌي
شاگردن پهريون دفعو سائين جي. ايم. سيد سان رابطو رکيو ڇاڪاڻ تہ ان کان
اڳ ۾ سائين جي. ايم . سيد مسلم ليگ کي ڇڏي چڪو هو. انهن سيني ڳالهين
کي جڏهن غور سانِ ڏسجي ٿو تہ ، اتي ٻي ڳالهہ بہ ڪري وٺان تہ ان زماني ۾ سال
هڪڙو جناح ڪورٽَ ۾ رهي اسان سنڌي شاگرد خاص طور تي شڪارپور جا
دوست منارام هاسٽل تي آيا سون جيڪا ڊي. جي (ديارام گدومل) ڪاليج جي
سامهون آهي . منارامِ هاسٽل ان کان پهريائين ڊي. جي ڪاليج جي هاسٽل
هوندي هئي . جتي فقط ڊي .جي ڪاليج جا شاگرد رهندا هيا. انهن ۾ بہ سڀ
ڪنهن کي داخلا نہ ملندي هئي ميرٽ تي ڏيندا هيا جنهن جون وڏيڪ مارڪون
هونديون هيون ٻئي ڪنهن کي داخلا نہ ڏيندا هيا. ان زماني ۾ جي ايم سيد کان
سواءِ بہ ٻيا سياستدان بہ ڪميونسٽ هئا انهن سان منهنجي ملاقات ٿي. هڪڙو
تہ هوندو هو ڪامريڊ قادر بخش نظاماڻي ، اسان جو پراڻو دوست جيڪو هاڻي
بہ ٿي سال ٿيا آهن گذاري ويو آهي،ان سان ٿوري سلامِ دعا ٿي، تنهن کان پوءِ
محمد ابراهيم جويو صاحب سان ملاقات ٿي ۽ ان کان علاوه خاص طرح اسان
جو پنهنجو دوست مون کان چارسال سينيئرشيخ اياز اهو بہ ڪراچي ۾ رهندو
هيو جو ان وقت وڪالت پڙهندو هيو، جا هن 1948ع ۾ پاس ڪئي ۽ پي ڊبليو
ڊي ۾ ڪلارڪي ڪندو هو ۽ منارامِ هاسٽل ۾ اسان سان رهندو هو. اسان سڀ
شڪارپوري دوست گڏ رهندا هياسين ۽ اسان شڪارپورين جي جدا ميس ڌاهي
سين. پنهنجو بورچي هوندو هو، اسين گڏجي ماني کائيندا هياسين . مون کي
گرائونڊ فلور تي 74 نمبر ڪمرو مليو جيڪو خالي ٿي ويو هو، جو هندو شاگرد
هليا ويا هئا، اسان پنهنجي مرضي سان جنهن کي جيڪو ڪمرو وڻيو ، ان ڪنيو .
مون کي ياد ٿو اچي تہ شيخ اياز کي رهڻ جو بندوبست ڪونہ هيو تنهن ڪري ٻہ
سال ڪن مون سان گڏ رهيو. هو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ ڪراچي ۾ پڙهيو
.منهنجي اياز جي معرفت ڪيترن دوستن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي ميمبرن،جيئن
گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻيا ڪيترائي دوست جيڪي پارٽيءَ ۾ هوندا هيا

انهن سان ملاقات ٿي ، جيئن مون توهان کي ٻڌايو تہ ورهاڱي کان پوءِ جڏهن هندوستان جا ڪامريڊ بہ سنڌ ۾ آيا ۽ هتان وارا هليا ويا ، تہ دهلي مان هڪڙو دوست آيو، اسان کان ۽ اياز کان بہ سينيئر هو ، اشرف نالو هوس ، انهيءَ سان اياز جي دوستي هئي هڪ ڏينهن آءٌ ڪمري ۾ ويٺو هوس تہ مون وٽ اياز آيو. اشرف جو ننڍو ڀاءُ ولايت علي کي ساڻ وٺي آيو ۽ مون سان ملايائينس . ٻيو هڪڙو اياز جو دوست هوندو هو پوءِ منهنجو بہ دوست بڻيو اهو سائين جي ايم سيد وٽ ايندو ويندو هو، اهو پنجابي دوست مونس نالي هو ، انهي دوست جي نالي جي ڪري اياز پنهنجي پٽ جو نالو بہ مونس رکيو. اهي ٽئي دوست مون وٽ آيا ۽ اياز مون سان انهن کي انٽروڊيوس ڪرايو. مون کي اياز چيو تہ تون هاڻي ڪامريڊن سان گڏجي ڪم ڪر. مون وٽ ٻئي ڳالهيون هيون هڪ تہ پهرين شروع ۾ مسلماني اسلام هيو، مساوات برابري هئي، ٻئي پاسي ڪميونزم سوشلزم ۾ برابري هئي ، پوءِ پاڪستان جي نالي ۾ ان جي نهڻ ۾ ڏسبو توري فرسٽريشن ٿي پئي، تنهن ڪري ان رد عمل ۾ سنڌين ڏانهن بہ لاڙو ٿيو ۽ ڪامريڊن ڏانهن بہ لاڙو رهيو، تنهن جي ڪري انهن جي چوڻ تي مون ڪراچيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿي ويس . ٻئي ڏينهن منهنجي دوست ولايت چيو سياڻي فلاڻي هنڌ جيڪو ملباريءَ جو هوٽل آهي انهي جي ٻاهران روڊ تي توهان کي سائيڪل تي هڪڙو نوجوان ملندو، توهان ان سان ملي اچو. حقيقت ۾ اهو ڪامريڊ حسن ناصر هو. پوءِ ان سان ملاقاتون ٿينديون رهيون ساڍهہ ٽي سال مون پنهنجو فل ٽائيم پارٽي ڪم کي ڏيندو هوس، انهيءَ وچ ۾ مون انجنيئرنگ ڪاليج اين. اي. ڊي ۾ پهريون سال انجنيئرنگ پاس ڪيو پر ٻئي سال مان فيل ٿي پيس . پوءِ منهنجي ذهن مون کي چيو هاڻي نوڪري ڪرڻي ناهي تنهن ڪري ڪاليج ڇڏي ڏنم . پوءِ 1951ع تائين آءٌ ڪراچي ۾ رهيس. 1951ع جي شروع ۾ انجمن ترقي مصنفين جي شاخ هتي هوندي هئي آءٌ ان جو ميمبر هوندو هوس .لاهور ۾ مصنفين جي جيڪا پهرين ڪانفرنس 1949ع ۾ ٿي هئي ، آءٌ ٻين 19 دوستن سان جيڪي اردو ڳالهائيندڙ هئا گڏجي لاهور ويو هوس، ڪانفرنس اٽينڊ ڪئي هئم، اوهان کي اهو ٻڌايان تہ ان ڪانفرنس ۾ آءٌ اڪيلو سنڌي هوس . انهي وچ ۾ اسان ڪميونسٽ پارٽي جي طرفان هفتيوار اخبار صداقت جي نالي سان بہ ڪڍي ، آءٌ چاڪاڻ تہ پارٽي لاءِ فل ٽائيم ڪم ڪندو تنهن ڪري مان ان ۾ بہ ڪم ڪندو هوس ، قادر بخش نظاماڻي ان جو ايڊيٽر هوندو هو. انهيءَ اخبار ۾ سنڌ جا اڄ ڪلهہ جيڪي بہ سٺا ترقي پسند اديب شاعر آهن اهي لکندا هئا ويندي جمال ابڙي جون بہ پهريون بہ آڪاڻيون پيراڻي ۽ خميسي جو ڪوٽ صداقت ۾ شايع ڪيون سين، رسول بخش پليجي بہ لکڻ شروع ڪيو، بشير مورياڻي لکڻ شروع ڪيو ،ابن حيات پنهور لکڻ شروع ڪيو، يار محمد پنهور پوءِ ابن حيات ٿيو

ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد ۾ پڙهندو هو . ابن الياس سومرو ۽ صداقت ۾ لکڻ شروع ڪيو. الطاف شيخ اسان کان سينيئرهو ان جون آکاٽيون بہ ان ۾ ڏنيون سين، ان اخبار کي اسان سياسي، ادبي ۽ علمي اخبارڪري ڪڍندا هئاسين. سال ڏيڍ سال اها اخبارهلي ،خرچ پڻ ٿيو پرهتي ہي ڳالھ ٿي تہ ڪميونسٽ پارٽي پاڪستان ۾ عتاب هيٺ اچي وئي ،جنهن ڪري 21 مئي 1951ع تي دوستن جون گرفتاريون ٿيون . مون کي دوستن چيو تہ تون حيدرآباد هليو وڃ. مان حيدرآباد هليو ويس ۽ اتي رهندو هوس،جڏهن اتان بہ گرفتاريون ٿيون. جن ۾ غلام حسين سومرو جنرل سيڪريٽري هاري ڪميٽي جو هوندو هو، ۽ ٻيا سنڌي دوست گڏ رهندا هئا. مان ٻئي ڏينهن اتان نڪري ويس ۽ مهينو بہ مهينا روپوشي واري زندگي گذاريم. تنهن کان پوءِ ٻاهر آيس تہ وري بہ ڪراچي آيس پوءِ مون ڏٺو تہ هاڻ پارٽي ڪمزور ٿي چڪي هئي .تڏهن مون کي ذهن ۾ خيال آيو تہ مون پنهنجي تعليم چو ڇڏي ڏني ، هاڻي بهتر آ تہ تعليم کي پورو ڪيان. پوءِ آءٌ شڪارپور هليو ويس. شڪارپور ۾ مون آنرس جا ڪلاس جوائن ڪيا. بي .اي آنرس سنڌي ۾ ساڳئي وقت مون ساڳي اسڪول ۾ جنهن ۾ آءٌ پڙهيو هوس يعني نيو ارا اسڪول ۾ مون ماستري بہ ڪئي. مون کي 97 رپيا پگهار ڏيندا هئا. بي . اي جا ٻہ سال پورا ڪري آءٌ 1953ع ۾ واپس ڪراچي آيس تڏهن بہ مون وٽ حسن ناصرآيو چيائين تون پارٽيءَ جو ڪم ڪر، مون هائوڪار ڪئي . پر ڪيس چيم تہ اول تعليم مڪمل ڪيان . مون اهو سوچي انجنيئري پڙهڻ ڇڏي هئي تہ زندگي ۾ ڪڏهن بہ رشوت نہ وٺندس،سو جيڪڏهن انجنيئر ٿيندس تہ پوءِ رشوت نہ وٺندس تہ مٿيان بہ ناراض ٿيندا تہ هيٺيان بہ ناراض ٿيندا. پوءِ مون سوچيو تہ پهريان ترجيح مان پڙهائي ۽ ماستري کي ڏيندس ۽ ٻيو آهي وڪالت. پوءِ شڪار پور مان آنرس ڪري آيم. هتي ڪراچي ۾ اچي ايل ايل بي جا ٽرمز رکيم . ان دوران گذاري خاطر مون ڪڏي ۾ عبدالله هارون يتيم خاني ۾ ماستري ڪئي، پوءِ ڊسمبر 1953ع ۾ اسلاميہ آرٽس ڪاليج جي سنڌي شعبي ۾ ليڪچراري ملي وئي جتي مان سنڌي پڙهائيندو هوس ۽ ساڳئي وقت مون ايم . اي جي لاءِ ايس . ايم ڪاليج ۾ ٽرمز رکيا . ايس. ايم ڪاليج ۾ پير سعيدحسن صاحب هوندو هو، اهو سنڌيءَ جو پروفيسر هو، احسان بدوي بہ اتي پروفيسر ٿي ويو هو .

هاڻي اچان ٿو تہ مون ڪميونسٽ پارٽي ڇڏي ڏني پوءِ حسن ناصر مليو ۽ وري وقت ڪڍڻ لاءِ چيائين پر مون انڪار ڪيو. ٻن ٽن سالن کان پوءِ يعني1957ع ۾ هتي ڪراچي ۾ شڪارپور جي سنڌي صديقي گهراڻي مان مون شادي ڪئي،

1952 ۾ اسان دوستن گڏجي سنڌي ادبي سنگت ناهي ، انهن ۾ اياز قادري، مان ۽ موتي رام راموائي. ٻيا گهڻا سنڌي دوست گڏ هئاسون غفور انصاري ۽ ٻيا گڏجي ڪري اسان سنڌي ادبي سنگت ٺاهي سين. شروعات مون ڪئي، اسان ميناارام هاسٽل ۾ ميٽنگ ڪندا هئاسين. هفتيوار ميٽنگ ڪنداهئاسين. پوءِ برانچون ٺهيون. پوءِ مون کي اها ڳالهه معلوم ٿي ته پاڪستان ٺاهڻ ۾ هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي جو تمام وڏو هٿ هو ڇو جو انهن جي لاءِ آءٌ ٻه چار ڳالهيون ٻڌائيندس، پهرين عالمگير جنگ لڳي 1914ع ۾ ۽ 1919ع ۾ ختم ٿي، ان جنگ ۾ هندوستان جي ڪانگريس مهاتما گانڌي سميت ڪوشش ڪري انگريز سرڪار کان هندوستاني ماڻهو ڀرتي ڪرايا. هڪ اندازي مطابق 14 لک هندوستاني ان جنگ ۾ شريڪ هئا. قاضي نذرالاسلام بنگال جو باغي شاعر هو اهو پڻ فوج ۾ هو. عراق جي محاذ تي وڙهيو هو. 1939ع ۾ وري ٻي عالمگير لڙائي لڳي، وري انگريزن ڪانگريس۽ مهاتما گانڌي کي فوج ۾ ماڻهن جي ڀرتي لاءِ چيو ، ته هاڻي هنن شرط وڌو ته توهان اعلان ڪيو ته جنگ کان پوءِ اسان کي آزاد ڪندؤ، جيڪو انگريزن نه مڃيو ڇيائون ته اول جنگ ختم ٿئي پوءِ ازادي جو اعلان ڪنداسين پر هاڻي اعلان نه ڪنداسين . انهي وچ ۾ ڪانگريس جو اڌ سباش چندر بوش جي اڳواڻي ۾ ڪانگريس کان الڳ ٿي ويو ، جنهن هندوستان ريڊيڪل پارٽي نالي پنهنجي الڳ فوج ٺاهي. انهن جو اهو چوڻ هو ته انگريزن کان جان ڇڏائڻ جو هڪڙو ئي طريقو آهي ، هي جنگ جو زمانو آهي اسان جاپان سان ملي ڪري هندوستان آزاد ڪرائينداسين.

ٻي ڳالهه اها ٿي ته جڏهن جنگ لڳي تڏهن سويت يونين اعلان ڪيو ته هي سامراجي جنگ آهي تنهن ڪري هن جنگ سان اسان جو ڪو به واسطو ڪونهي ، سامراجي ملڪ بينڪن ۽ ڪالونيز تي پاڻ ۾ وڙهن پيا ، اها سامراجي جنگ آهي اسان جو ڪجهه نه وڃي. ڪي ماڻهو چون ٿا لڙائي ڪرڻ وقت هٽلر ۽ اسٽالن جو پاڻ ۾ هڪڙو معاهدو ٿيو هيو. اسان هڪٻئي سان نه وڙهنداسين پر پوءِ تقريبن ٻن سالن کان پوءِ يا ٻن سالن جي اندر اسٽالن کي پتو به نه پيو جو هٽلر ماسڪو تي چڙهائي ڪئي ، تڏهن سويت يونين پنهنجي پاليسي بدلائي ۽ هنن چيو اها پيپلز وار آهي ، قومي جنگ آ هي. انگري هڪ قومي جنگ نالي اردو ۾ رسالو نڪرندو هو تنهن به لکيو ته اها قومي جنگ آهي انهيءَ ۾ اسان کي ڀرپور ساٿ ڏيڻ کپي ائين انگريزن کي وري مدد ملي وئي سويت يونين جي پاران ، تنهن کان پوءِ هندوستان جو سباش چندر بوس به الڳ ٿي ويو. ڪانگريس وارن 1942ع آگسٽ ۾ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ، ٺهراءُ پاس ٿيڻ جي ٻئي ڏينهن سڄي آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي کي مهاتما گانڌي سميت انگريزن جيل ۾ وجهي ڇڏيو . پوءِ وري ڪانگريس جا جيڪي عام ڪارڪن هيا انهن باقاعدي

موومينٽ شروع ڪري ڏني ۽ريلوي جون پٽڙيون ڪڍي ڇڏيون، پوسٽ آفيسن ۽ ٿاڻن تي حملا بہ شروع ڪري ڏنائون. انگريزن لاءِ اها پريشاني ان ٽائيم تي ٿي جو هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي جي چوڻ تي اعلان ڪيو تہ آزاد هندوستان ۾ آزاد پاڪستان نيڪ آ ۽ هندوستان ۾ مسلمان ڪميونسٽ ورڪر جيڪي سنا هيا انهن کي چيائون تہ توهان مسلم ليگ ۾ پرتي ٿيو ۽ هندو دوستن کي چيائون تہ توهان ڪانگريس ۾ پرتي ٿيو تہ آزادي جڏهن ملي تہ بجاءِ پاڻ ۾ هڪٻئي سان وڙهڻ جي، مسلمان جيڪڏهن هندوستان ۾ نہ ٿا رهڻ چاهين تہ پلي الڳ ٿين. پر پوءِ پائر ٿي رهن. انهي خيال کان پوءِ سويت يونين هنن جي انهيءَ ڪري مدد ڪئي پر پوءِ توهان ڏٺو تہ جڏهن 1945ع ۾ جنگ ختم ٿي ۽ هندوستان جي آزادي جي ڳالهہ ٿي تہ مختلف قسم جون تجويزون آيون پر نہ نہ ڪندي اهي پاڻ ۾ نهيا.

انهي ميٽنگ ۾ اسان جو هڪڙو دوست تہ علي احمد بروهي هيو ٻيو عبدالخالق آزاد هو جو هاٽي گذاري ويو، اهو هاري ڪميٽي جو سيڪريٽري هوندو هو اهو بہ ان ميٽنگ ۾ هيو ۽ گوبند مالهي جيڪا آتم ڪٿا لکي آ انهي ۾ بہ ڪراچي جو ذڪر ڪيو اٿس ۽ ڪيرت ٻاٻاڻي جيڪو لکيو آهي ڪجھ ٻڌايم ڪجھ لڪايم. انهي ۾ ذڪر ڪيو اٿس ۽ ڪامريڊ سوڀو بہ هو. انهن ڪامريڊن مدد ڪئي ۽ جيڪي سنڌي ڪامريڊ هيا انهن جي لکڻين، انهن جي ڳالهائڻ مان معلوم ٿئي ٿو تہ ڪين اها ڳالهہ پسند نہ آئي تہ ڪو انگريزن جي مدد ڪجي. ڇاڪاڻ تہ هي سڀ دوست اسان جا جيڪي ڪامريڊ آهن اهي سڀ شروع ۾ ڪانگريسي هيا. ڪانگريس جي يونٽ ۾ ڪم ڪندي جيل ويا هئا، اندران ٿي جو ٻاهر نڪتا تہ ڪميونسٽ ٿي آيا. اهي چون ٿا تہ جڏهن اسان کي اهو پتو پيو تہ هندوستان ۾ اسان پارٽيءَ جو فيصلو هو اسان کي قبول نہ ڪيو، اهو ئي سبب هيو جو مسلمان ڪامريڊ جيڪي پنجاب جا هيا، سنڌ ۾ تہ ايترا ڪو نہ هيا، مسلمان ڪامريڊ خوشي سان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيا. مسلم ليگ جي ورڪ ڪيائون. انهي حد تائين جو ميان افتخار الدين روزانو انگريزي اخبار پاڪستان ٽائيمز ڪيندو هو اهو بہ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ويو ۽ عبدالله ملڪ جو وڏو ڪميونسٽ ليڊر هو اج تائين خوش آهي چوي ٿو ها اسين مسلم ليگي پاڪستاني آهيون اسان پاڪسان ٺاهيوسي. پر سنڌ جا جيڪي هندو دوست ۽ ٻين جاين تي جيڪي هندو دوست هيا انهن چيو تہ انگريزن جي مدد اسان کي نہ ڪرڻ کپندي هئي، اها آزادي لولي لنگڙي آزادي هوندي جيڪا اسان کي صحيح نہ ملي، پر مسلمان ڪامريڊن کي ڏسندؤ توهان پڙهندا، فيض کي بہ.

يہ سحر تو وہ سحر نهين، جس کي آرزو تي همين

چوي ٿو تہ هي اها آزادي تہ آهي ڪانہ جيڪا اسان گهري هئي. حالانڪ فيض احمد فيض فوج جو هڪڙو حصو آهي جنهن کي چوندا آهن، تہ نيشنل ريڪروٽ مينٽ چوندا آهن. نيشنل فورس جيڪو نا هيندا آهن انهن جو نالو مون کي ياد نہ ٿو اچي تہ انهي ۾ اهي لقب ڏيندا هئا سو چون ٿا تہ فيض احمد فيض ميجرهو، پوءِ ڪرنل جي عهدي تي رٽائير ٿيو. پر پوءِ وري فورن ٻن ٽن سالن کان پوءِ ان کي هي پاڪستان جو سيٽ اپ قبول نہ پيو. جنهن ۾ ڪن وري ٻين آرميءَ جي ماڻهن 1948ع ۾ هڪڙو ڪيس هليو جنهن کي راولپنڊي سازش ڪيس چوندا آهن، جنهن ۾ ڪميونسٽ پارٽي جا سيئي ليڊر سجاد ظهير، سبط حسن، محمدافتخارالدين، فيض احمد فيض ۽ ٻيا ڪيترا گرفتار ٿيا، انهن تي ڪيس هليا انهن تي اهو الزام هيو تہ هنن لياقت علي خان جي گورنمينٽ کي هٽائڻ ۽ ڪن آرمي فوجي آفيسرن جي مدد سان، پنهنجي گورنمينٽ ٺاهڻ چاهي پئي، هڪڙو فوجي آفيسر جيڪو جنرل اڪبر هيو جيڪو پوءِ پيتي صاحب سان ساڻ هوندو هيو اهو ڪشمير ۾ 1948ع جي جنگ ۾ وڙهيو هو، تہ ان لحاظ کان ڏسجي ٿو تہ هڪ ڳالھ جو افسوس ٿئي ٿو تہ پاڪستان جي، هندوستان جي ڪميونسٽ پارٽي سيڪيولر پارٽي هئي جيڪا سائنسي بنيادن تي سياست ڪرڻ پئي چاهي ۽ هيٺئين طبقي ۽ مزدور طبقي جي پورهيت ماڻهن جي، انهن مذهبي بنيادن تي ڪيئن هندوستان جي ماڻهن کي ورهائڻ قبول ڪيو تہ هي هندو آهي، هي مسلمان آهي ۽ مسلمانن کي آزاد رهڻ جي لاءِ پنهنجي خود اختياري ملڻ کپي. انهي جي نتيجي ۾ توهان ڏسندا تہ اڄ ڏينهن تائين پاڪستان جا ڪميونسٽ صفائي سان، چٽائي، سان قومي تحريڪن جي مدد نہ ڪري سگهيا آهن چاڪاڻ تہ هنن جي ذهن جي پس منظر ۾ اها ڳالھ ويٺل آهي، مشرقي پاڪستان، ۾ جيڪا بنگالي تحريڪ هلي انهي ۾ ڪميونسٽن حصو نہ ورتو پاڻ شيخ مجيب الرحمان تي اهو الزام هنيائون تہ هو آمريڪا جو ايجنٽ آهي.

ٺيڪ آ سنڌ ۾ ون يونٽ جي خلاف تحريڪ هلي پئي انهي کي چيائون تہ سنڌي قوم پرست آهن، هي نعرا هڻندا آيا اڄ تائين ڪيترا دوست اتان جا پنجاب جا يا مهاجر دوست چون ٿا تہ سنڌ جو مزودر هاري پنجاب جو مزدور هاري پٺاڻ، بلوچ، اهي هڪڙي قوم آهن، اهي الڳ قوم نہ آهن باقي هي وڏيرا ضرور وڏيرن جي حمايت ڪندا. جيڪا مٿي مار سنڌ قومپرستن جي تحريڪ کي ڪامياب بڻائڻ ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ رهي. ڪجھ وقت گذرڻ کان پوءِ مون اهي ڳالهيون پڙهيون، پوءِ سچي ڳالھ اها آهي تہ منهنجو پارٽي تان ارواح ڪڇي ويو. جيستائين سوشلزم جو تعلق آهي يا ڪميونزم جو تعلق آهي، هڪڙا محروم طبقا آهن، پورهيت طبقا آهن انهن سان همدردي انهن جو چوڻڪارو انهن جو

آچيو، اهو اجا تائين اسين چاهيون ٿا تہ ٽيڻ ڪپي پر هڪڙي ڳالھ آخر ۾ آلا توهان ڪي اچ چوان تہ منهنجو خيال اهو آهي تہ اچ هن زماني ۾ سوشلزم جي ڳالھ ڪرڻ ڪميونزم جي ڳالھ ڪرڻ سنڌ ۾ سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ تحريڪ هلائڻ پري ميچوئر آ، وقت کان اڳ جي ڳالھ آ، ڇاڪاڻ تہ جيستائين سنڌ صنعتي طور ترقي نہ ٿي ڪري ، انساني سماج جي اوسر تڏهن ٿئي ٿي، جڏهن پهريائين سرمائيداري دور اچي. سرمائيداري دور کان پوءِ سوشلزم جو دور اچي ٿو، حالانڪ دوست چون ٿا تہ چين ۾ وقت کان اڳي هنن سوشلزم رائج ڪري ورتو.

سوال: اتي بہ صنعتي دور هيو؟

نہ هيو سرمائيداري اجا ڪونہ آئي هئي نہ اجان روس ۾ ، چين ۾ بہ سرمائيداري ڪونہ آئي هئي. انهي ڪري چون ٿا ڪارل مارڪس جي اها ٿيوري هئي ئي ڪانہ ان ڪي اهو اندازو ڪونہ هو تہ روس ۾ سوشلزم نهي سگهندي. هن جو چوڻ اهو هو تہ يورپ جا صنعتي طور ترقي يافتہ جيڪي ملڪ آهن ، ڇاڪاڻ تہ سرمائيداري پنهنجي ڪک منجهان هڪ اهڙو دشمن طبقو پيدا ڪري ٿي جنهن کي پورهيت طبقو چئجي ٿو ، مزدور جيڪي آهن، اڳتي هلي اهي مزدور پوءِ صنعتن تي قبضو ڪندا، سرمائيداري کي ختم ڪري سوشلزم قائم ڪندا ، پر هنن وقت کان اڳ ۾ ڪيو. هڪڙو تجربو ڪيو. منهنجي خيال ۾ جيڪو تجربو فيل ٿيو، چين ۾ بہ روس ۾ بہ چين ۾ بہ ڪافي وقت هليو . پوءِ روسين ٿورو پاليسي بدلائي انهن چيو تہ اها رويزن ازم آهي روسي جيڪي آهن سوشلزم جي رستي کان هٽي ويا آهن، پاڻ ۾ جهڳڙو ٿي پيو اٿن. پوءِ هاڻي اهو ساڳيو چين نہ فقط مارڪيٽ اڪانامي تي هلي پيو، پهريائين هن کي تنقيد ڪيائون نقطئہ چيني ڪيائون، پاڻ مارڪيٽ اڪانومي تي هلي ٿو پر گلوبلائيزيشن ۾ بہ شريڪ ٿو ٿئي. هاڻي W.T.O ۾ بہ شريڪ ٿو ٿئي جنهن جو هينئر ويني مون ڪالھ ٽائيم گزيٽ ۾ هڪڙو مضمون پڙهيو، هڪڙي ماڻهو ڪتاب لکيو آهي تہ 2006ع تائين اندازو لڳايو ويوآهي تہ چين جي اڪانومي ختم، ٺٺي پوندي، ڇاڪاڻ تہ اتي بہ هڪڙو مثال، جيڪي بئنڪون آهن سي سرڪاري آهن ، سرڪار جي چوڻ تي پنهنجي اهڙن اهڙن ادارن کي Sick units جيڪي آهن اهڙن ادارن کي عوام جي پئسن منجهان لونز ڏين ٿيون جنهن جو Return نہ ٿو ٿئي جنهن جي Productive investment ڪانہ ٿي ٿئي. هاڻي جڏهن چين تازو قبول ڪيو آهي تہ W.T.O ۾ شريڪ ٿيڻ جي لاءِ تہ انهي جي رستي ۾ آمريڪا جون يورپ جون ڪيتريون بئنڪون ادارا اتي ويندا، هاڻي اتي سرڪاري هڪڙي بئنڪ هوندي هڪڙي خانگي بئنڪ هوندي ، جيئن هاڻي ڪراچي ۾ ٿئي پيو . عام ماڻهو بهتر ايئن ٿو سمجهي اسان پئسا هن ۾ رکون. جڏهن ماڻهن سرڪاري بئنڪ منجهان پئسا وٺڻ واپس شروع ڪري ڏنا تہ سموري بند ٿي وئي . روس

70 سال کان وڌيڪ نہ هليو ، چين کي 50 ، 52 سال ٿيا آهن ، 52 سالن ۾ سوشلزم جو جيڪو هنن طريقو ٺاهيو ، اهو سسٽم ختم ڪري هاڻي وري مارڪيٽ اڪانومي ۾ ٿا اچن. انهن وٽ اهو انفرا اسٽرڪچر آهي ئي ڪونہ. هاڻ هنن کي اقتصادي طور تي تمام گهڻيون تڪليفون اينديون. هاڻي انهن کان بچڻ ڪپي، انهي ڪري آءٌ چوان ٿو تہ سنڌ ۾ بہ هي جيڪا اسان جي قومپرستيءَ جي تحريڪ آهي، جي. ايم. سيد صاحب هڪڙو تہ ڏاڍو سٺو ڪم ڪيو جو سنڌي قوم جو هڪڙو سيڪيولر بنيادن تي تصور ڏنائين ، اسان کي مذهبي بنيادن تي نہ پر سنڌيت جي بنيادن تي تہ سنڌي هڪڙي قوم آهي. پر آءٌ چوان ٿو تہ سنڌي قوم اجا پوري طرح ٺهي راس نہ ٿي آهي انهي ۾ اجا وقت ڪپي ٿو . ڇاڪاڻ تہ قومپرستي نيشنلزم اصل ۾ فلسفو ابرندڙ سرمائيدارن جي ضرورت آهي، ابرندڙ سنڌي سرمائيدار جي ضرورت آهي، توهان جي منهنجي هيٺين لوئر مڊل ڪلاس کي غريب ماڻهن کي، پرائمري ماسترن کي، هارين کي، ڪڙمين کي، قومپرستيءَ جي في الحال ضرورت نہ آهي پر اها ضرورت ابرندڙ سرمائيدار طبقي جي آهي جيڪي سنڌ جي مالي وسيلن کان ڌارين جا قبضا ڇڏائين ۽ پاڻ سرمائيداري اسٽيبلش ڪن ، هتي پاڻ سنڌ کي ترقي يافتہ بڻائن ۽ سنڌ ۾ هڪڙو پوءِ وري سجاڳ مزدور طبقو پيدا ٿئي، وچولو طبقو ايترو مضبوط پيدا ٿئي جو اسين چاهيون تہ هارين کي مزدورن کي شاگردن کي هيٺئين طبقي جي ماڻهن کي اسين چئي سگهون تہ هي سنڌ جو سرمايو آهي . سنڌ جي جيڪا اڪانومي آهي سا فقط سرمائيدارن جي نا هي هن کي توهان خرچ ڪيو توهان محنت ڪئي آ. برابر توهان خوشحال آهيو توهان وڌيڪ اسان کان بهتر زندگي گذاريو پر ٻين کي بہ روزگار ڏيو ، ٻين جي بہ غريبي دور ڪيو، تڏهن اسان کي اُن لاءِ هڪڙو پروگرام ٺاهڻو پوندو.

سوال: جيڪو رشيا ٽٽو، ان جا سبب ڪهڙا آهن؟

اها مون ڳالهہ دوستن کي ڪئي هئي منهنجي خيال ۾ جيڪو منهنجو ٿورو مطالعو آهي، تہ دنيا ۾ ٽي ملڪ آهن جن ۾ هڪڙو پاڪستان ٻيو سويت يونين، ٽيون يوگوسلوويا، ان ۾ ڇا هي ، هڪڙو وڏو ڀاءُ آ، اسان وٽ پنجاب، رشيا ۾ رشيا ـ رشين اسپيڪنگ جيڪي رِوس ۾ آهن ۽ طاقت جا سڀ سرچشما انهي هڪڙي وڏي ڀاءُ جي هٿ آهن. مثلا، اسان وٽ سڀ صوبا هڪ طرف، آبادي انهن وٽ گهڻي ، ٽنهي صوبن کان وڌيڪ، فوج انهن وٽ گهڻي 70 سيڪڙو ، سرمائيدار بہ مٿاهان آهن انهن وٽ جنهن طاقت جا جزا آهن. هاڻي انهن کي اسرڻ ۽ قبضي ڪرڻ کان ڪوئي نہ ٿو روڪي سگهي اسان تي حڪومت نہ ڪن. باقي صوبن تي پنهنجي مفاد ۾ حڪومت ڪن ٿا ۽ جڏهن هو پنهنجي مفاد ۾ ٽن صوبن تي حڪومت ڪندا تہ معنيٰ جيڪي بہ هو حڪومت ڪندا اها غير

جمهوري هوندي ، چاڪاڻ ته جيڪڏهن جمهوري حڪومت ڪن ته هو پنجاب ۾ رهن اسان سنڌ ۾ رهون . بلوچي بلوچستان ۾ رهن، پناڻ سرحد صوبي ۾ پنهنجي حڪومت هلائن، صحيح معنيٰ ۾ فيڊريشن انهيءَ حالت ۾ جڙي ۽ هلي سگهي ٿي . اهڙي طرح سويت يونين ۾ به ٿيو ۽ ٽنهي ملڪن جي فلاسافي انٽرنيشنل آ، اسان جي اسلام انهي جي ڪميونزم، سوشلزم ، ان ۾ پهريون شڪار جيڪا ٿيندي آ سا جمهوريت ٿيندي آ. اهڙي نموني اسٽالن جي ويهڻ سان جمهوريت ختم، سوشلزم جي نالي ۾ ٿي توهان ڏسندا ته پڇاڙي تائين روس جي سڄي سويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي جي جيڪا اسٽريٽجي هئي سا سڄي روس جي آدمشماري جي ٿي سيڪڙو هئي، ٿي سيڪڙو روسي سڄي سوويت يونين جي ڪميونسٽ پارٽي شهري ميمبر هيا ، جيڪي 97 سيڪڙو ماڻهن تي حڪومت ڪندا هئا. ظاهر ۾ Constitution ۾ سڀ ڪجھ هئا پر نظامي طور تي ايئن ڪونه ڪري سگهيا، Conspiracy هنن جي چوڌاري گهيرو ڪري وئي، هنن کي جنگ ۾ به شامل ڪري ورتائون ، انهن کي، سرد جنگ ۾ ڦاسائي انهن جا خرچ وڌائي ڇڏيائون . پر پوءِ ماسڪو ۾ اسٽالن جي طريقي، هڪ ريپبلڪ منجهان لکن جي تعداد ۾ جيڪي Under developed علائقا هئا اتي وڃي اهو ڪم ڪيو. اهڙيءَ طرح يوگوسلوويا ۾ به هو به ته ٽٽي ويا انهن مان اسان کي سبق سکڻ گهرجي چاڪاڻ ته سوشلزم جي فيل ٿيڻ کان پوءِ مان سمجهان ٿو ته جمهوريت کان بهتر سياسي نظام اڃا تائين ڪونه نهيو آهي . جمهوريت آءٌ سمجهان ٿو ته اسان جي ماڻهن کي پسند اچي ٿي ، ڪنهن کي نه ٿي اچي ، جنهن جي مفاد ۾ ناهي اهي ان جي حمايت ۾ ناهن ، اسان سنڌي ماڻهو چاهيون ٿا ته جمهوريت هجڻ کپي معنيٰ ته اسان کي جمهوري حق ڏيو ، اسان کي سنڌ اسيمبلي ۾ اسان سنڌين جي حڪومت ناهڻ ڏيو، بلوچستان اسيمبلي ۾ بلوچن جي حڪومت ناهڻ ڏيو، باهريون ڏاريو اسلام آباد جو دخل نه هجڻ کپي، تنهن جي ڪري اسان چاهيون ٿا جمهوريت هئڻ کپي ۽ منهنجو پنهنجو اهو ذاتي خيال آهي ته پاڪستان ۾ صدارتي نظام ٿيڻ کپي ، اهو صدارتي نظام جنهن صدارتي نظام ۾ سڀني صوبن کي هڪجهڙا حق هجڻ کپن . انهن کي کپي ته چونڊون ڪرائين ۽ انهن جو صوبائي سربراهه اڳواڻ سڌي سنئين چونڊ ۾ اچڻ کپي .

فقط به طريقا آهن، هڪ پارليامينٽري فارم آف گورنمينٽ ٻيو پريزيڊنشل فارم آف گورنمينٽ . پاڪستان ۾ چا ٿيندو رهيو آهي ته ايوب خان آيو، ضياءُ الحق آيو، پرويز مشرف آيو پر حقيقي جمهوريت ڪنهن به نه ڏني .

# انٽر ويو

## ستارپيرزادو، نصيرسومرو ۽ ساجد سومرو

ستار پيرزادو: دوستو! اسان ڪجهه عرصي کان سنڌ ادبي اڪيڊمي جي پاران سينيئر دوستن ليکڪن کان هڪڙو انٽرويو جو سلسلو شروع ڪيو آهي، جنهن جي اسان شروعات جناب علي احمد بروهي سان ڪري چڪا آهيون. انهيءَ جي ٻي ڪڙي آهي اسان جو سائين نورالدين سرڪي صاحب. نورالدين سرڪي صاحب جي ڪهڙي تعريف ڪجي ۽ ان جو تعارف ماڻهن سان ڪهڙو ڪرائجي، جو ڪين هر ڪو چڱيءَ ريت سڃاڻي ٿو.

ستار: شروعات اتان ڪجي ته سائين جن اسان کي اهو ٻڌائين ته پاڻ اڪيون ڪوليون ته سنڌڻ خاندن ۾ ڪهڙي قسم جو ادب پڙهيو ويندو هو ۽ سندن ڪهڙن ڪهڙن اديبن سان لاڳاپا رهيا هئا؟

نورالدين سرڪي: پهرين ڳالهه اها ته مون کي دوست پوريءَ ريت ڪونه ٿا سڃاڻن. آءٌ ڪو ايڏو مشهور ناهيان. ڇاڪاڻ ته ڪيترا دوست مون کي وڪيل جي حيثيت سان سڃاڻين ٿا. ڪيترا دوست فقط ان حوالي سان سڃاڻين ٿا ته مون شاگرد تحريڪ ۾ ٿورو ڪم ڪيو هو. مشڪل سان ڪن دوستن کي خبر هوندي ته آءٌ ماستر به رهيو آهيان. سنڌي ادب جو آءٌ استاد رهيو آهيان. ڪافي سال ٿيا، تقريبن ٻارنهن سال ماستر رهيو آهيان، ڇاڪاڻ ته مون شروعات پري انجنيئرنگ سان ڪئي، پوءِ انجنيئرنگ کي اڌ ۾ ڇڏي، مون سنڌيءَ ۾ بي اي آنرس ۽ ايم اي سنڌي ۾ پاس ڪئي. ان ڪري مان نٿو سمجهان ته سنڌ جا ڪي دوست پوريءَ ريت مون کي سڃاڻين ٿا. ڪو ڪيئن سڃاڻي ٿو، ڪو ڪيئن سڃاڻي ٿو. ٻي ڳالهه توهان سوال پڇو ٿا ته منهنجي خيال ۾ منهنجي خاندان ۾ مشڪل سان ڪو اديب آهي، يا ڪو پڙهيل آهي. منهنجو والد اڪيلو، اهو به ٿورو پڙهيل هو. سنڌيءَ ۾ اڳي فائينل پاس ڪندا هئا. ان کان پوءِ منشي هوندو هو. چاچا يا ماما منهنجا پڙهيل ڪونه هوندا هئا. اهي مزدور ماڻهو هئا. مون جڏهن اک کولي ته ڪو ستن ورهين جو آهيان ته والد گذاري ويو. مان جڏهن ٿورو وڏو ٿيس ته گهر ۾ به وڏا فريم ٽيل شعر هڪڙو فارسيءَ ۾ ٻيو اردو ۾ بابا جا خريد ڪيل هئا، اهي مون پڙهيا، هڪڙو اردو ۾ هو ته:

**آگاهه اپني موت سي ڪوئي بشر نهين**
**سامان سؤ برس ڪا پل ڪي خبر نهين**

ان زماني ۾ سنڌي خطاطيءَ سان لاهور جي ڪا ڪمپني هوندي هئي، اهي اهڙي قسم جا شعر ڇاپيندا هئا. ماڻهو فريم ڪري گهر ۾ رکندا هئا. ٻيو شعر هو ته:

## تونگري بَ دِل است نہ بہ مال
## بزرگي بَ عقل است نہ بَ سال

تونگري مال سان ناهي پر دل سان آهي، بزرگي عقل سان آهي، عمر سان ناهي
جيڪڏهن دل شاهوڪار آهي تہ ماڻهو بہ شاهوڪار آهي باقي رهيو سوال تہ مجان تڪليف سان پڙهيو آهيان. جڏهن شڪارپور ۾ چار درجا سنڌي پاس ڪري پوءِ نور هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيس ۽ تعليم حاصل ڪئي، تڏهن اتي جيڪي استاد مليا (اها ڳالهہ 1947ع کان پهرين جي آهي) انهن ۾ هڪڙو استاد سائين سرڳواسي ڪيئلداس فاني بہ هو. اهو سنڌي پڙهائيندو هو. ان زماني ۾ ٽئين درجي انگريزيءَ تائين جيڪي نصابي ڪتاب هوندا هئا، سي پنجون سنڌي، ڇهون سنڌي ۽ ستون سنڌي. جڏهن چار درجا سنڌي پاس ڪري ايندا هئاسين تہ پهرين انگريزي ۾ هوندو هو پنجون سنڌي، ٻئي درجي ۾ هوندو هو ڇهون سنڌي، ٽئين درجي ۾ هوندو هو ستون سنڌي، چوٿين درجي انگريزي کان پنهنجا ٻيا هڪڙا ڪتاب سنڌي جا خانگي هوندا هئا ۽ ان سان گڏ هڪ اضافي ٻولي سکڻي پوندي هئي عربي يا فارسي. اسان کي خانگي اسڪولن ۾ فارسي پڙهائيندا هئا.

اسان جو استاد هيڊ ماستر، هندو هوندو هئو، اهو فارسي پڙهائيندو هئو. چوٿون، پنجون، ڇهون ۽ ستون، چار سال ساندهہ فارسي پڙهائيندا هئا. ان ڪري فارسي پڙهڻ سان منهنجو شوق گهڻو ٿيو، شاعري مون ڪافي پڙهي، ادب پڙهيو. ان زماني ۾ چوٿين، پنجين درجي جي سنڌيءَ ۾ جيڪي ڪتاب هوندا هئا، سو هڪڙو جيڪب آباد جو هوندو هئو شيوا رام لال، ان جو هڪ ڪتاب ڇپيل هو ٽالسٽائي جون اخلاقي آکاڻيون. اهو اسان جي ڪورس جو ڪتاب هوندو هو. سو اسان کي سرڳواسي ڪيئلداس فاني اهو ڪتاب پڙهائيندو هو. نہ صرف ڪتاب پڙهائيندو هو پر شاعري بہ سيکاريندو هو. ڪلاس روم ۾ طرح، مصرع، قافيہ ۽ رديف وغيره سيکاريندو هو. خير پوءِ تہ مان ادب (ان زماني ۾ اردو لائبرري ڪانہ هئي) پنهنجي طور اردوءَ جا ڪتاب، رسالا، اخبارون بہ پڙهندو هوس. مئٽرڪ تائين ڪافي ديوان پڙهيم جنهن ۾ هڪ ديوان غالب بہ هو. مون انٽر سائنس پاس ڪئي پوءِ ڪراچي ۾ آيس هتي انجنيئرنگ پڙهيم. فرسٽ ييئر انجنيئرنگ پاس ڪيم، سيڪنڊ ييئر ۾ پڙهڻ ڇڏي ڏنم.

خاندان ۾ اهڙو ڪو اديب يا شاعر ڪونہ هو. هڪڙي ڳالهہ البت آهي، اها پوءِ خبر پئي تہ منهنجو والد مرحوم اسان جي پيدائش کان پهريون، جڏهن اڃان هن شادي بہ نہ ڪئي هئي، 1920ع ۾ سرڪاري ملازم هيو. سول جج جي ڪورٽ ۾ ڪلارڪ هيو، خلافت تحريڪ دوران هجرت ڪري ڪابل ويو هو. جيڪا ملڪ جي وڏي تحريڪ هلي هئي سنڌ جا ڪافي ماڻهو هجرت ڪري

هليا ويا هئا. بابا شڪارپور مان نوڪريءَ تان استعفيٰ ڏئي ويو هو. پوءِ موٽي آيو. اڄ ڏينهن تائين سندن رجسٽر مون وٽ آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن کي هارمونيم هئي، ڳائيندو بہ ڏاڍو سٺو هو. ان جون ڪافيون (پنهنجون نہ) ٻين جون سٺي لکت ۾ لکيل هيون، اهڙو لکڻ تہ مون کي بہ جيڪر نہ اچي ، جهڙي خطاطيءَ ۾ هن لکيو هو . هن جي رجسٽر ۾ پشتو غزل، سرائڪي غزل، سنڌي غزل، اردو غزل لکيل آهن، انهي ڏينهن ۾ اهي وينو پڙهان جنهن ۾ سچل جون ڪافيون بہ لکيل هيون مثال طور، "جنهن دل پيتا عشق دا جام، سو دل مستو مست مدام ،" اهو ڏسجي ٿو تہ ڪين شوق هو، پر مان تہ ان زماني ۾ ستن سالن جو هوس جو هو گذاري ويو. مون کي ورثي ۾ بابا جا ڪجھ اردو ڪتاب مليا هئا، ٻيو رسالا مليا، جڏهن آءٌ ٿورو وڏو ٿيس، مئٽرڪ تائين دهلي مان رسالا گهرائيندو هو يا سنڌي ۾ بہ ان زماني ۾ هڪڙا ماهوار رسالا نڪرندا هئا. هڪڙو رسالو نڪرندو هو Running college for man جي طرفان ملان مخزن نڪرندي هئي ، ان ۾ مضمون هوندا هئا. ان ۾ ڏاهن جا قول بہ هوندا هئا، اهو ڪتاب جلد ٻڌل هوندوهو، ٻارنهن مهينن جو. ٻيو هڪڙو رسالو نڪرندو هو "ترقي" جي نالي سان گهر ۾ بابا جو اهو بہ سنڌي جو رسالو هوند هو. "سندري" ناول گهر ۾ پيو هوندو هو، موري جو هڪڙو اديب هو خِليق مورائي، جنهن اهو ناول لکيو هو،اهو ڏسي پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو.

ستار: سائين توهان جي هن سوال جي جواب مان معلوم اهو ٿو ٿئي تہ توهان جو والد محترم پاڻ ليکڪ تہ ڪونہ هو پر هن جو ادب سان واسطو ضرور هو، هو ادب پڙهندڙ ضرور هئو، جنهن جو مثال توهان ڏنو تہ هن وٽ ڪجھ رسالا بہ هوند اهئا، ڪجھ ناول بہ هئا. ٿي سگهي ٿو ٻيا بہ هجن جيڪي هيٺ مٿي ٿي ويا هجن، توهان جي ننڍي عمر جي ڪري ڪنهن سهيڙيا نہ هجن، يا ٻيا دوست کڻي ويا هجن. بهرحال توهان جڏهن تعليم ۾ آيا تہ ان وقت ڪهڙا اسان جي سنڌ ۾ ليکڪ موجود هئا، جيڪي لکندا هئا يا ان وقت جي رسالن ۾ ڇپجندا هئا؟

سرڪي صاحب: انوقت جو سنڌي رسالو هو، جيڪو گهڻو ڇپجندڙ هو ۽ مشهور هوندو هو، اهو "سنڌو" ماهوار رسالو هو. جيڪو بولچند راجپال، B. Sc پاس هو، اهو رسالو ڪيندو هو ، ڏاڍو اعليٰ معيار جو سنڌي ۽ سائنسي ادب ڇپيندا هئا. انهيءَ ۾ جيڪي اديب لکندا هئا، شڪارپور جو (اسان جي پاڙي جو) مسٽر لطف الله بدوي، اصل هوندو هو لطف الله جوڳي. جوڳي تخلص هوندو هيس. جيئن نل جو ماسٽر قادر بخش بشير (ساجد سومري جو نانو) اصل ۾ ماسٽر قادر بخش "حقير" هو. "حقير" جي نالي سان لکندو هئو. مهينن جا مهينا هنن جو پاڻ ۾ جهڳڙو هلندو هو. شعر نا هيندا هئا، ڪتي جي باري ۾ "ڪتو ڪڙم جو ويري آ"، ڪتو وفادار آهي. هڪڙو شعر لکي پوءِ ٻيو شعر لکي. ان ۾ هڪ

خيال هو پاڻ کي گهٽ سمجهڻ جو ، جيئن دلگير، حقير، جوڳي، پوءِ وري هڪڙو دور ترقي پسنديءَ وارو آيو، پوءِ دوستن خيال ڪيو، اهي نالا صحيح ناهن. پوءِ لطف الله جوڳي جي بدران ٿي پيو لطف الله "بدوي" ۽ قادر بخش حقير جي بدران ٿي پيو قادر بخش بشير. پوءِ ايئن شعر لکندا هئا. اهي ماهوار "سنڌو" رسالي ۾ ڇپبا هئا، اسان پڙهندا هئاسين. جڏهن مان ڪاليج ۾ (شڪارپور ۾ ٿي) 1946ع ۾ شايد 1947ع ۾ تيسنائين اسان جي شڪارپور ۾ ٻه ٽي دوست (عمر ۾ سال ٻه مون کان وڏا) شيخ اياز هيو، احسان بدوي، لطف لله بدوي جو وڏو پٽ، پيو هوندو هو هڪڙو صديقي؟ نالو مونکان وسري ٿو وڃي، حنيف صديقي جيڪو مشهور آهي، جنهن جا بورڊ وارن ڪتاب (ترجما) ٻه ڇاپيا آهن. سو هن جو ننڍو ڀاءُ هوندو هو هاڻ گذاري ويو. اهو ۽ ٻيو هوندو هو لعل محمد لعل، جيڪو هاڻي ڪجهه سال اڳ گذاري ويو، شڪارپور ۾ وڪالت ڪندو هئو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪراچيءَ مان ٻه هڪڙو سنڌي رسالو نڪرندو هو، منهنجي خيال ۾ "آفتاب" جي نالي سان ۽ ڪراچي ۾ جيڪي ڪڏي جا شاعر ۽ اديب آهن، انهن جي گهڻو ويجهو هوندو هو. بزم طالب مولا آهي يا بزم شعراءِ جا ٻيا شاعر آهن، انهن سان لاڳاپيل هوندو هو. مان ننڍو آهيان، مونکي ياد ٿو اچي تہ لاڙڪاڻي ۾ "سنڌ سڌار" يا "سنڌي سڌار" سوسائٽي هئي انهن جو هڪ سنڌيءَ ۾ رسالو ٻہ نڪرندو هو ۽ اهي هر مهيني لاڙڪاڻي شهر ۾ مشاعرو ڪرائيندا هئا. اتي محمود خادم ۽ ٻيا جن ۾ هري دلگير، نواز علي ناز، جو شاگرد هوندو هو. ان ڪري ان زماني ۾ سنڌي ماستر، اديب ۽ شاعر هوندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ان زماني ۾ سنڌي ماستر تڏهن ٿيندا هئا، جڏهن ست درجا سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪندا هئا. ان ۾ تمام سٺو ادب سيکاريندا هئا، تنهن کان پوءِ ٽريننگ ڪاليج فار مين (Training college for man) حيدرآباد ۾ هو ٽريننگ وٺندا هئا. اتان ٻہ سال ٽريننگ پاس ڪري ماستر ٿيندا هئا. مان عرض ڪريان تہ ٽريننگ ڪاليج ۾، اهڙا ڪتاب پڙهائيندا هئا مثال طور گاڊ فريندس جنس جو جاميٽري جو ڪتاب مئٽرڪ ۾ پڙهندا هئاسين. اها گاڊ فريند س جنس جي سڄي جاميٽري سنڌيءَ ۾ ڇپيل هئي. ٽريننگ ڪاليج فار مين ۾ اهو نصابي ڪتاب هوندو هو. جاميٽري جو نصاب تمام ڏکيو هوندو هو. اهي سڀ ڪتاب جن ۾ قانون جا ڪتاب ٻہ شامل آهن سنڌي ۾ ترجمو ٿيل هئا. PPC پاڪستان پينل ڪوڊ، سيلف پروسيجر ڪوڊ، ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ، ايويڊنس ايڪٽ، ڪيٽل ٽريس پاس ايڪٽ، شاهدن جون سمريون ۽ وارنٽ، اڄ ٻہ ننڍن شهرن ۾ وڃون تہ سڀ ڇپيل فارم سنڌيءَ ۾ آهن. ان زماني ۾ مونکي ياد ٿو اچي تہ مان مئٽرڪ ۾ آهيان تہ مون کي شاعريءَ جو شوق ٿيو، مونکي ياد آهي تہ لاڙڪاڻي ۾ مان ٻہ مشاعري ۾ شريڪ ٿيڻ ويو هوس. ان وقت مون جيڪا شاعري

ڪئي، سا ايڏي سٺي ڪانہ هئي، ان ڪان پوءِ 1954ع يا 1955ع ۾ مون ڪجھ غزل لکيا. سنڌي ادبي سنگت جي زماني ۾ شعر لکيا هئا، باقي اديب اسان جا اهي هئا ڪيئلداس فاني اديب هئو، شاعر هو.

ستار پيرزادو: سائين! توهان اسان کي اهو ٻڌايو تہ جڏهن توهان ڪراچيءَ اچي انٽر پڙهڻ لاءِ ڪاليج ۾ داخلا ورتي ، ان وقت ڪي شاگرد تنظيمون ۽ انهن جون يونينون يا انهن جون ڪي سياسي طور اڀريل هيون؟

نورالدين سرڪي: حقيقت ۾ ڪراچيءَ انٽر پڙهڻ ڪونہ آيو هوس، البتہ انٽر سائنس پاس ڪري آيو هوس. 1947ع ۾ انٽر سائنس پاس ڪئي هيم. حقيقت ۾ 1942ع ۾ سنڌ ۾ سياسي تنظيمون يا سياسي سجاڳيءَ جي چرپر گهٽي هئي. مون کي ياد آهي تہ 1942ع ۾ شڪارپور ۾ ڪانگريس طرفان هڪ نهراءُ (Resolution) پاس ٿيو هو تہ هندوستان ڇڏيو، هتان هليا وڃو. انگريزن کي الٽيميٽم ڏنو ويو هو، ان ڪري گرفتاريون ٿيون ۽ وڏا واقعا ٿيا هئا. ان زماني ۾ ڪانگريسي نوجوان شاگرد ۽ ٻيا ڪانگريسي ڪارڪن شڪارپور ۾ پريات ڦيري ڪندا هئا. سوير صبح جو اٿي سڄي شهر جو چڪر ڏيندا هئا. شام جو وري مظاهرا ڪندا هئا. پوليس لاٺي چارج ڪندي هئي. اهو سڀ اسان ڏسندا هئاسين. ان وقت اتي پڙهندا هئاسين تہ اهي تحريڪون بہ هيون. مونکي ياد اچي ٿو تہ جڏهن 1945ع ۾ شڪارپور ۾ مسلمان شاگردن جي هڪ شاخ مسلم فيڊريشن ڏاڍي سرگرم هئي. سنڌي شاگرد جيڪي مسلم ليگ ۾ هئا، اهي بہ ان فيڊريشن ۾ شامل هئا. ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ سکر جي مسجد منزل گاھ جو جيڪو واقعو ٿيو هو ان ۾ شڪارپور جا ڪافي ماڻهو (اپر سنڌ جا)مسلم ليگ جا جٿا ٺاهي، باقاعدي گرفتاريون ڏئي جيل پرڻ لاءِ ويا هئا. ان زماني ۾ شاگرد بہ اڳرا هئا. جيئن هندوستان ۾ آل انڊيا مسلم فيڊريشن هئي، تيئن ان جي سنڌ صوبي ۾ شاخ هوندي هئي سنڌ پراونشل مسلم فيڊريشن، انهن جي هر شهر ۾ هڪ شاخ هوندي هئي. شڪارپور ۾ بہ شاخ هئي جڏهن مان مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ سي اينڊ ايس (C and S) ڪاليج ۾ داخلا ورتي تہ مسلم فيڊريشن ۾ شامل ٿيو هوس. مان ان ڪاليج ۾ ٻہ سال پڙهيس. پهرين سال مان جوائنٽ سيڪريٽري هيس، ٻئي سال مان جنرل سيڪريٽري چونڊيس ، تہ ان جا گهٽ ۾ گهٽ چار پنج سؤ شاگرد ميمبر هئا. تمام وڏي تحريڪ هئي پاڪستان لاءِ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان سنڌي مسلمان شاگردن ڪافي گهٽي سرگرمي ڏيکاري.

ستار پيرزادو: سائين! توهان چيو تہ توهان جي دور ۾ مسجد منزل گاھ وارو واقعو پيش آيو. اسان وٽ عام طور چيو ويندو آهي تہ جيڪڏهن مسجد منزل گاھ وارو واقعو نہ ٿئي ها تہ شايد پاڪستان جيڪو 1947ع ۾ ٺهيو ان جو

وقت اڳتي وڌي وڃي ها. هاڻي توهان اسان کي اهو ٻڌايو تہ اهو مسجد منزل گاهہ وارو واقعو صحيح معنيٰ ۾ ٿيو ڇو، ان جو سبب ڇا هيو؟

نورالدين سرڪي: هن کان اڳ ۾، آءٌ هي عرض ڪريان تہ جڏهن سڄي دنيا ۾ 1914ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي آهي، جيڪا 1918ع ۾ ختم ٿي، انهيءَ لڙائيءَ کان پوءِ نتيجي ۾ سنڌ ۾ خلافت تحريڪ شروع ٿي، ڇاڪاڻ تہ خلافت تحريڪ جو پس منظر هي آهي تہ جيئن توهان کي ياد هوندو تہ حضرت محمد صلعم کان پوءِ خلافت شروع ٿي. پهريون چار خليفا هئا، جن کي خلفاءِ راشدين چون ٿا، اها خلافت چئن خليفن کان پوءِ بنو اموي خلافت پيدا ٿي، جيڪا دمشق، شام ۾ شروع ٿي ان کان پوءِ عباسي خلافت ڪر ڪنيو، ان کان پوءِ عثماني خلافت ٿي، جنهن جو مرڪز ترڪيءَ ۾ هو. عباسي خلافت جو مرڪز هو بغداد ـ عراق ۽ عثمانيہ خلافت جو مرڪز هو ترڪي. پهرين جنگ عظيم ۾ ترڪيءَ جڏهن هارايو، ڇاڪاڻ تہ ترڪن جي جرمنيءَ سان گهڻي دوستي هوندي هئي، انهن کي شڪست آئي، گهٽائي ملڪ ڪمزور ٿي ويا. جنگ پڄاڻا جيڪو نئون معاهدو ٿيو انهيءَ ۾ بہ ڳالهيون ٿيون، هڪڙي ڳالهہ اها ٿي تہ اتي ترڪن سان پهريون ظلم ٿيا، انگريزن جڏهن جنگ ڪٽي، ان کي بلقان وار بہ چون ٿا ان زماني ۾ ترڪن جي حمايت ۾ هندوستان جي مسلمانن تحريڪ هلائي، تہ انهن سان ظلم گهٽ ڪيا وڃن، سختي گهٽ ڪئي وڃي، اها خلافت بحال ڪئي وڃي. ان وقت جي نزاڪت هئي، مصلحت هئي؟ ڪانگريس ان جو ڀرپور ساٿ ڏنو. تنهن ڪري ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي مسلمانن ۽ هندن گڏجي ڪري انگريزن جي خلاف هڪڙي سامراج دشمن تحريڪ شروع ڪئي، جنهن ۾ مسلمانن ۾ خاص طرح مولانا محمد علي ۽ مولانا شوڪت علي اڳ اڳ هئا، اها بہ ٿي سال تحريڪ هلي ان سلسلي ۾ هجرت بہ ڪرڻي پئي جو چوندا آهن تہ دارالامان ۽ دارالحرب امن جي جاءِ ۽ لڙائيءَ جي جاءِ يعني دشمن جي جاءِ جتي اسان پچي نٿا سگهون. سو بهتر آهي تہ ڇڏي وڃجي. پوءِ جڏهن ڪمال اتا ترڪ طاقت ۾ آيو تہ هن جو حڪومت جو تصور جيڪو هيو، سو ترڪي قوميت جو هو، اسلامي قوميت جو خيال نہ هو. سو هن چيو تہ بجاءِ دنيا جي مسلمانن جي هڪ خلافت هجي ۽ ان کي سنڀالي نہ سگهجي. تنهن ڪري اسان کي فقط ترڪي ملڪ کي وڌائڻو آهي. ترڪي ٻوليءَ، تهذيب ۽ ثقافت ذريعي پنهنجي حڪومت ڻاهيون. انهيءَ ڪري هتي بہ جيڪا خلافت جي تحريڪ هئي، سا ختم ٿي وئي. هڪڙو سبب اهو بہ هو، تنهن ڪري افغانستان/ڪابل جيڪي هجرت ڪري ويا هئا سي بہ واپس آيا. پوءِ ان جي نتيجي ۾ هندوستان جي ماڻهن جهڙوڪ مايوسي پيدا ٿي. ٻيو سبب اهو هو تہ سن 1915ع ۾ هندوستان جي جمعيت علماءِ هند هوندي هئي، شيخ الهند محمود الحسن ان جو سربراهہ هئو.

اتي مولانا عبيدالله سنڌي پڙهندو هو. توهان کي خبر هوندي ته مولانا صاحب اصل ۾ سيالڪوٽ جو سک هئو، جيڪو (شايد) ننڍي هوندي ئي گوڻان نڪتو هئو. پوءِ سنڌ ۾ آيو. جهنڊي واري پير وٽ امروٽ شريف ۾ تعليم ورتائين. هن جي سنڌ سان ڏاڍي محبت هوندي هئي، تنهن ڪري سنڌي جي نالي سان مشهور ٿيو. اهو دارالعلوم ديوبند ۾ مولانا محمودالحسن جي صلاح سان روپوشيءَ جي طريقي سان ڪابل هليو ويو ته جيئن انگريز سامراج جي خلاف جدوجهد ڪري سگهجي ۽ اتي هنن وچي آزاد هند حڪومت ٺاهي هئي. ان ۾ هندو به هئا ته مسلمان به هئا. ان سلسلي ۾ مولانا عبيدالله سنڌي به ٽي سال ڪابل ۾ رهيو، تنهن ڪانپوءِ 1917 ۾ روسي انقلاب آيو، ته هو ماسڪو به ويو. اتي جي ليڊرن سان مليو. چون ٿا ته لينن سان به ملاقات ٿي هيس. ترڪيءَ جي ڪمال اتا ترڪ ۽ انور پاشا وارن سان پڻ مليو هو. ڪافي سرگرميون هيون. پر پوءِ انگريزن کي جڏهن اها خبر پئي ته ان وقت انگريزن هڪ قسم جي چالاڪي ڪئي ته اهڙي سياست هلجي، هوئن به توهان کي خبر هئڻ گهرجي ته انگريزن جي هندوستان ۾ پاليسي هئي ته ويڙهايو ۽ حڪومت ڪريو. هي تصور ويهين صديءَ جي شروعات کان وٺي انهن ڏنو ته هندو الڳ قوم آهن ۽ مسلمان الڳ. هنن جون پاڻ ۾ الڳ الڳ جماعتون ٺاهڻ گهرجن. جيئن 1906ع ۾ مسلم ليگ ٺهي هئي. انهيءَ جو اصل ۾ روح روان سلطان محمد آغا خان ٿيون هو. عليگڙهه يونيورسٽي ۽ اينگرو انڊين ڪاليج کي يونيورسٽي ٺاهڻ ۾ به وڏي ۾ وڏو دخل آغا خان جو هو. اهو مسلم ليگ جو ليڊر هئو. انگريز فورن، چون ٿا ، ته هندن کي اها ڳالهه چئي ته موالانا عبيدالله سنڌي جيڪو ڪابل ويٺو آهي، سو افغانين، ايرانين يا ترڪن جي مدد سان واپس هندوستان تي مسلم راڄ قائم ڪندو، تنهن ڪري هندوستان تي جو مسلمان اٽڪل هزار يا نو سئو سال حڪومت ڪئي آهي، سا وري مسلمانن جي حڪومت آڻڻ چاهن ٿا. اهو ئي سبب آهي جو هندن جي هڪ الڳ سياسي تحريڪ شروع ٿي وئي. ڪنهن حد تائين اسين ان کي شُڌيءَ جي تحريڪ چئي سگهون ٿا. شڌ چوندا آهن نج کي يعني نج هندو، جيڪا اڄ ڏينهن تائين "راشٽريہ شيوڪ سنگ" وِشوَ هندو پرشاد وارن جو چوڻ آهي ته هندوستان ۾ جيڪي مسلمان آهن، سي گهڻ ۾ گهڻ 90 سيڪڙو هندن مان مسلمان ٿيا آهن. تنهن ڪري اهي وري هندو ٿين يا ٻي طرف، جيڪي هوشيار ۽ ٻوجهه وارا آهن، اهي چون ٿا ته هندو معنيٰ هندوستان جو رهاڪو، هند کان ٻاهر به ڪين هندي چون ٿا، تنهن ڪري توهان پاڻ کي هندو سڏايو، مسلمان چو ٿا سڏايو؟ ان مان اها تحريڪ شروع ٿي. مذهب جي نالي ۾ قوميت جي تحريڪ. انهن جي ضد ۾ وري مسلمانن به تحريڪ شروع ڪئي. پوءِ مولانا محمد علي ۽ مولانا شوڪت علي، جيڪي حقيقت ۾ هندو قوم پرست ليڊر هئا. اهي به ڪنهن

طريقي مسلم ليگ ۾ داخل ٿي ويا. انهن هڪڙي تبليغي جماعت شروع ڪئي اهو ويهين صدي جو ٽيون ڏهاڪو هو. انهن ۾ ڏسجي ٿو ته انگريزن جي حڪمت عملي، يا ٻئي لحاظ کان هندوستان ۾ مذهبي بنيادن تي پاڻ ۾ ڦيٽارو پيو، ان جي نتيجي ۾ مسجد منزل گاهه جو به هڪڙو مسئلو اڀريو. ياد نه ٿو اچيم ڪتاب جو نالو پر ڪتي مرحوم حسام الدين شاهه راشدي لکيو آهي ته منهنجي ڀاءُ يعني علي محمد شاهه راشدي اهو مسئلو پيدا ڪرايو. "اهي ڏينهن اهي شينهن" ڪتاب ۾ علي محمد شاهه راشدي پڻ لکيو آهي ته هڪ دفعي مان دادو کان لکي تيرٿ وٽان لنگهان پيو ته اتي چشمي مان هندن مون کي پاٽي پيئڻ نه ڏنو، جيتوڻيڪ گرمين جا ڏينهن هئا، مون پکو پهه ڪيو ته "مان هنن کي ضرور ڏسي رهندس." ان دور ۾ اها تحريڪ ايترو زور وٺي وئي جو مسجد منزل گاهه واري تحريڪ هلي، مون ان جو ايترو مطالعو نه ڪيو آهي ته اصل ڳالهه ڇا آهي، "ساڌٻيلو" آهي يا "ساڌو ٻيلو" آهي يا اها مسجد جيڪا مسلمانن جي هئي، فاتح جڏهن ڪو ملڪ فتح ڪن ٿا ته اتان جون عبادت جون جايون به مسمار ڪري پنهنجي مذهب جي عبادت جون جايون ٺاهين ٿا. اهو ٿي سگهي ٿو ته اها جاءِ به مسلمانن جي هجي يا نه به هجي، پر انگريزن جي حڪمت عملي ان ڳالهه ۾ ضرور ڪم ڪيو آهي. مذهب جي بنياد تي ويڙهائي ورهائي حڪومت ڪجي. مان آخر ۾ ان ڳالهه سان متفق ناهيان ته مسجد منزل گاهه جي تحريڪ کان پوءِ جلد پاڪستان ٺهي ويو.

پاڪستان، مائونٽ بيٽن جي اچڻ کان پوءِ جلد ٺهي پيو، اهو ان ڪري جو ٻي مهاڀاري جنگ ختم ٿي، ان ڪري انگريز تمام تڪليف ۾ اچي ويا، اوهان کي ٻڌايان ته پهرين عظيم جنگ 1914ع واري، هندوستان مان 14 لک ماڻهو انگريزن جي حمايت ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿي ويا هئا. ان حد تائين به جو بنگال جو باني شاعر قاضي نذرالاسلام به عراق جي محاذ تي وڙهيو هو. پوءِ جڏهن سيپٽمبر 1946ع تي ٻي مهاڀاري جنگ شروع ٿي ته انگريزن ٻيهر ڪانگريس کان ماڻهن جي گهر ڪئي. هن ڀيري هندن گهر ڪئي ته اسان جي هندوستان جي آزادي جو اعلان ڪريو ته اسان اوهان جي مدد ڪريون، انگريزن واعدو نه ڪيو باقي اهو چيائون ته جنگ جي خاتمي کان پوءِ اسان هندوستان ۾ سڌارا آڻينداسون. ان وقت هندوستان ۾ گهڻائي هندو قوم جي هئي ۽ ڪانگريس پارٽي هئي، ڪانگريس ۾ جيڪا گرم ڌر هئي، اها هئي سباش چندر بوس جي "ريڊيڪل آرمي" ان ۾ مسلمان به هيا. انهن جو خيال هو ته انگريز اسان کي ڪنهن به قيمت تي آزادي نه ڏيندا، جپان ۽ جرمني جي مدد سان، انگريزن کي ٻي مهاڀاري جنگ ۾ شڪست ڏئي، هندوستان آزاد ڪرائجي، ان ڪري اهي لڳ ٿي ويا، باقي بچيا مهاتما گانڌي ۽ ٻيا، انهن 1942ع ۾ ورڪنگ ڪميٽي طرفان ٺهراءُ پاس ڪرايو

تہ: Quit and leave India، نکرو ۽ هند کي ڇڏيو. جنهن کي پوءِ Quit India هند ڇڏيو، مووومينٽ سڏيو ويو. انهن جي جواب ۾ وري مسلم ليگ اها تحريڪ هلائي تہ Divide and quit "ورهايو ۽ وڃو" هاڻ جڏهن آگسٽ ۾ اهو ٺهراءُ بحال ڪيو ويو تہ ان سڄي ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي انگريزن گرفتار ڪري ڇڏيو. گرفتاري کان پوءِ، ڪانگريس ۾ اڃان بہ ڪري گرم رت وارا هئا. پر اهي سباش چندر بوس سان نہ ويا هئا. انهن ۾ گهڻو ڪري کاٻي ڌر وارا ڪميونسٽ هئا، اهي بہ گهڻو ڪري هندو. انهن زير زمين تحريڪ هلائي، جنهن جا ليڊر ارونا آصف علي ۽ ڪجهہ ٻيا هئا، جنهن ۾ ريل جون پٽڙيون پٽڻ، بم ناهڻ، پوليس اسٽيشن تي حملا ڪرڻ هئا. ان کان سواءِ بہ ان جو هڪڙو دلچسپ پهلو آهي تہ هٽلر جڏهن ٻي مهاياري جنگ شروع ڪئي، تہ هٽلر ۽ اسٽالن جو پاڻ ۾ هڪڙو معاهدو ٿيل هو، پاڙي ۾ آهيون، ورهائي کٽنداسون. پوءِ نہ ڄاڻ ڪهڙي حڪمت عمليءَ سان، هٽلر جڏهن ماسڪو تي حملو ڪيو، تہ ان وقت جي ڪميونسٽ حڪومت اهو فيصلو ڪيو تہ جنهن جنگ کي هو چوندا هئا تہ اها سامراجي جنگ آهي، سامراج پنهنجي ٻينڪن تي وڙهي رهيو آهي، پوءِ جڏهن ماسڪو تي حملو ڪيو ويو تہ سويت يونين بہ جنگ ۾ داخل ٿي وئي، پوءِ چيائون تہ اها عوام جي جنگ آهي. ڪميونسٽ ورهايا تہ نہ ويا هئا، پر هنن فيصلو ڪيو تہ اسان انگريزن جي حمايت ڪنداسون، نہ فقط اهو، پر هي فيصلو بہ ڪيائون تہ جيڪي سنا سنا مسلمان ڪميونسٽ، هندوستان ۾ آهن اهي مسلم ليگ ۾ ڀرتي ٿي وڃن ۽ پاڪستان لاءِ مدد ڪن. 1943ع ۾ جيڪو ڪميونسٽ پارٽي جو لٽريچر ايندو هو، بمبئي مان هفتيوار "قومي جنگ" جي نالي اخبار ايندي هئي، جنهن جو سبط حسن ايڊيٽر هو، انهي ۾ ٻن پيجن جي سرخيءَ سان ايندو هو تہ: "آزاد هندوستان ۾ آزاد پاڪستان" منهنجي خيال ۾ ڪميونسٽ اها ڀرين وڏي غلطي ڪئي هئي جو مذهبن جي بنياد تي مسلمانن کي هڪڙي قوم تسليم ڪري، ايئن چيو تہ هندوستان جي مسلمانن کي حق خود اختياري ملڻ کپي. يعني هنن جو اهو حق آهي تہ مسلمانن جي لاءِ الڳ ملڪ يعني پاڪستان حاصل ڪن. هو ڪنهن چڱائيءَ طور چوندا هئا، پر اها غلطي ٿي وئي، غلطي ڪنهن کان بہ ٿي سگهي ٿي، هنن جو خيال هو تہ ان طرح انگريز هليا ويندا، سامراج مان آزادي ملندي، هندوستان بہ آزاد ٿي ويندو روز روز جا هندو مسلم فساد ختم ٿي ويندا. مسلمانن جي پنهنجي ۽ هندن جي پنهنجي حڪومت ٿيندي، جهڳڙو ختم ٿي ويندو. پر اها سندن ڀل هئي، منهنجي خيال ۾ اهڙن پس منظرن ۾ پاڪستان جلدي ٺهي ويو. ان حد تائين، جو ڪميونسٽس، فيض احمد فيض جهڙو ماڻهو بہ نيشنل وار فرنٽ ۾، هڪڙو فوجي عهديدار ڀرتي ٿي ويو. ميجر يا ڪرنل هيو جنهن کي پنجاب ۾ لام بندي چوندا آهن، ماڻهو جيڪي فوج ۾ ڀرتي ڪندا آهن،

تڏهن بہ نيشنل وار فرنٽ طرفان ماڻهو ڀرتي ڪندا هئا، جيئن ماڻهو جنگ ۾ حصو وٺن. توهان عبدالله حسين جو ناول پڙهيو آهي، ”اداس نسلين“، ان ۾ وارنا آهي تہ اسان جا ماڻهو ڪيئن آفريڪا وغيره ويندا هئا. سندن ڪهڙا خيال ۽ احساس هوندا هئا، هنن ڪهڙيون تڪليفون ڏٺيون، تمام سٺو ناول آهي.

ستار: سائين ايترين سارين تحريڪن جو اوهان جيڪو ذڪر ڪيو آهي انهن جو سنڌ جي سڄاڻ طبقي تي، يعني منهنجي نظر ۾ ان وقت سنڌ جو سڄاڻ طبقو شاگرد ئي هو، ان تي بہ ڪو اثر پيو هوندو، توهان ٻڌائي سگهندا تہ انهن ڪهڙو اثر ورتو؟

نورالدين سرڪي: ان وقت مذهبي ڇڪتاڻ ايتري وڌي وئي هئي، جو ان جو ٻين ڳالهين کان سواءِ سنڌي ٻولي تي برو اثر پيو، سنڌي ادب ۾ هندو ليکڪن ۽ اديبن هندي جا لفظ استعمال ڪرڻ شروع ڪيا. وري مسلمان اديبن عربي جا لفظ. پهريون شڪار ٻولي بڻي. ان وقت اسان جو هڪڙو وڏو عالم، شمس العلماءِ محمد بن عمرداٺود پوٽو جڏهن ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سڄي سنڌ جي تعليم کاتي جو بڻيو، انهيءَ نوان سنڌي ڪتاب ڇپرايا، ان ۾ زور، ڏياريائين زير، زبر، پيش شد تي، عربي اعرابن تي، جنهن سان ڪي لفظ غلط ڪي درست ڪيا ويا. ٻي ڪوشش ڪيائين تہ سرڪاري اسڪولن ۾ فارسي بدران عربي ٻولي پڙهائي وڃي. ڇاڪاڻ تہ خانگي اسڪولن تي تہ هن جو وس نہ پئي هلي سگهيو ، ان ڪري سيني سرڪاري اسڪولن ۾ عربي ٻولي رائج ڪئي وئي، اهڙي ڇڪتاڻ هئي، ان کان سواءِ ٻين بہ ڪيترن سنڌي عالمن جو خيال هو تہ سنڌ ۾ مسلمان 75سيڪڙو هئا، هندو فقط 25 سيڪڙو هئا، پر شاهوڪار 25 سيڪڙو هئا، شهرن ۾ انهن 25 سيڪڙو مان هندو رهندا هئا، جيتوڻيڪ هئا سي سنڌي پر اقتصادي طور هندو قابض هئا. اها بہ مسلمانن کي شڪايت هئي، انهن اهو تہ نہ سوچيو هو تہ جڏهن سڀ مسلمان هوندا تہ انهن مان بہ ڪي اهڙا هوندا جيڪي Exploit استحصال ڪندا، ان استحصال کان بچڻ جو اهو طريقو نہ هو، تنهن ڪري جيئن سائين جي ايم سيد جي باري ۾ چيو ويندو آهي،مون کي ياد آهي تہ جڏهن سائين سنڌ مسلم ليگ جو صدر هو. تہ هن اعلان ڪيو تہ هندو مسلمانن جا دشمن آهن، هندو يهودين وانگر آهن، تنهن ڪري هندن سان قطع تعلقات ڪجي، سماجي لاتعلقي ڪجي، سنڌ حڪومت کي چيائين تہ نوڪرين ۽ پرمٽس ۾ باقاعدي ڪوٽا مقرر ڪئي وڃي جنهن ۾ 25 سيڪڙو هندن کي 75 سيڪڙو مسلمانن کي ڏنيون وڃن. اوهان کي خبر هوندي تہ جڏهن جنگ لڳي، 1939 کان 1945 تائين، لاڳيتو ڇهہ سال، تہ سنڌ ۾ راشننگ تي، شهرن ۾ راشننگ ڪارڊ هوندا هئا، ان راشننگ ڪارڊ تي اٽو ملندو هو، ڊالڊا گيهہ، ڪپڙو ۽ کنڊ ملندي هئي ان لاءِ اهو ٿيو تہ دڪانن لاءِ 25 سيڪڙو هندن

ڪي ۽ 75 سيڪڙو مسلمانن ڪي مليون، چاڪاڻ تہ مسلمانن ڪي واپار جو ڏانءُ بہ نہ هو، پئسو بہ ڪونہ هو، تنهن ڪري ٿيندو اهو هو تہ ان واپار ۾ پئسو هندن جو ۽ ڪم ڪار هلائيندڙ بہ هندو هوندا هئا، پر دڪان نالي مسلمانن جي هوندا هئا، ان طرح ڪجهہ مسلمان واپار ۾ آيا.

ان وقت سنڌ ۾ زياده تر مسلمان مسلم ليگ ۾ هئا، ان خيال ڪان تہ مسلمانن جي اسلامي حڪومت ٺهندي، هندن مان جان ڇٽندي، باقي جيڪي ڪجهہ هيا، تن مان بہ ڪانگريسي تمام ٿورا هئا. اصل اتي ۾ لوٽ برابر هئا. باقي بيا جيڪي پڙهيل لکيل مسلمان هئا، سي "خاڪسار" هئا. ڪيترا سنڌ جا وڪيل بہ خاڪسار هئا. سائين حفيظ قريشي بہ خاڪسار هو. ان وقت سائين جي ايم سيد بہ خاڪسار هو. جڏهن علامہ مشرقي ءَ وفات ڪئي تہ پنهنجي هڪ وصيت ڇڏي ويو هو، انهيءَ ۾ هڪڙو ٽرسٽي سائين جي ايم سيد بہ هو. مير علي احمد ٽالپر بہ خاڪسار هوندو هو، اسان جي دوست اعجاز قريشي جو والد علي احمد قريشي وڪيل، جمال ابڙو، شمس الدين شاهہ وڪيل سکر وارو بہ خاڪسار هوندو هو. ڪيترائي اسان جا سنڌي خاڪسار هئا، اهي تحريڪون هيون، جيئن تہ مسلمان پڙهيل گهٽ هئا، تنهن ڪري گهڻا مسلم ليگ ۽ ٿورا ڪانگريس ۾ هئا، تنهن ڪري پاڪستان بڻجي پيو. منهنجو پنهنجو ذاتي تجربو اهو آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان سال بہ اڳ تائين، هندن طرفان مسلمانن سان زيادتي ڪانهي ڪئي ، بيائي Discrimination ڪانہ هئي. شڪارپور ۾ هڪڙو گورنمينٽ هاءِ اسڪول هو، ان ۾ 20 کن استاد هئا، انهن مان هڪڙو يا بہ مس مسلمان هئا. شاگردن ۾ بہ 90 سيڪڙو هندو هئا. خانگي اسڪول، جيئن نيو ارا هاءِ اسڪول هو، جنهن ۾ مان پڙهندو هوس، انهن ۾ مسلمان هڪ بہ ماستر ڪونہ هو. اتي مسلمان شاگرد بہ پنج سيڪڙو هئا، ان هوندي بہ اسان سان ڪڏهن بہ استادن اهڙي زيادتي نہ ڪئي، هنن اسان مسلمانن کي بہ اوترو پيار ۽ پڙهائي لاءِ ڌيان ڏنو جو اسان ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪيو، ان وقت اها ڳالهہ ضرور هئي جو ريلوي جي اسٽيشن تي رکيل پاڻي هندن لاءِ الڳ ۽ مسلمانن لاءِ الڳ هوندو هو. پاڻي جا مٽ يا بالٽيون پري وڻا هوندا هئا، جڏهن گاڏي ايندي هئي تہ پڪاريندا هئا "هندو پاڻي"، "مسلمان پاڻي" پوءِ هندو مسلمان اهو الڳ ٿيل پاڻي پيئندا هئا. شڪارپور شهر ۾ بہ مون کي ياد ٿو اچي تہ لکي در کان گورنمينٽ هاءِ اسڪول تائين آريہ سماج يا برهمو سماج وارن پاران پاڻي جا مٽ رکيل هوندا هئا. انهن وٽ ماٺهو جيڪي وڻا هوندا هئا، اهي چولا يا پڳڙا بہ رکندا هئا، پاڻي جا مٽ ساڳيا هوندا هئا، پر گلاس پيئڻ لاءِ الڳ هوندا هئا ۽ ڪائڻ لاءِ چٽا يا پڳڙا ڏيندا هئا.

ستار: سائين منهنجو سوال تہ رهجي ويو. جو سوال هو تہ انهن تحريڪن جو ادب تي ڪهڙو اثر پيو؟

نورالدين سرڪي: ادب تي اثر اهو پيو جو مسلمان اديبن مسلم ادب پيدا ڪيو گهڻو تڻو علامہ اقبال جا شيدائي هئا. ان حد تائين جو شيخ اياز بہ علامہ اقبال جو شيدائي هو، شڪارپور ۾ علامہ اقبال تي ليڪچر ڏيندو هو. مون کي ياد آهي 1945ع ۾ جڏهن هو بي اي پاس ڪري ڪراچي هليو ويو هو، پوءِ جڏهن شڪارپور ايندو هو تہ محمد علي لائبريري هوندي هئي، اتي اسين 15 _ 20 مسلم شاگرد گڏ ٿيندا هئاسون تہ انهن کي علامہ اقبال تي ليڪچر ڏيندو هو. شڪارپور ۾ هڪڙو عجيب ماڻهو هوندو هو، جنهن مون تي ڏاڍو متاثر ڪيو. اهو هڪڙو پنجابي هو، حقيقت ۾ پنجابي ڊڪڻ هو، سندس نالو غلام محمد هو. صدر ۾ سندن دڪان هو، صبح جو پنهنجي والد سان ڊڪاٽڪي ڪندو هو. شام جو هو ٽريڊ يونين ۾ ڪميونسٽ ڪارڪن طور ڪم ڪندو هو. شڪارپور ۾ هڪڙي ڪرشنا منڊلي نالي لائبريري هوندي هئي، اتي وجي ڪتاب پڙهندو هو، ان لائبريري ۾ سڀي هندوستان جون اخبارون سنڌي، اردو ضرور ايندون هيون، هي بہ اتي ويهندو پڙهندو هو، شڪارپور ۾ هن جي ٽريڊ يونين هوندي هئي، اهو بہ علامہ اقبال جو شيدائي هو، علامہ اقبال جا شعر:

اٹھو ميري دنيا ڪي غريبون ڪو جگا دو

علامہ اقبال جا اهڙا تمام گهڻا شعر اسان کي ياد هوندا هئا. هو اسان کي ادب پڙهائيندو هو. علامہ اقبال جا اهڙا جيڪي ترقي پسند خيال هئا، اهي بڌائي مسلمانن کي تمام گهڻو متاثر ڪيائين. ان زماني ۾ علامہ اقبال ۽ عام طور مسلمانن جو اهو خيال هو تہ سوشلزم واڌو خدا برابر اسلام. اها فارمولا نا هي وئي هئي. هونءَ ڏنو وجي تہ اسلام ۽ سوشلزم ۾ هڪڙي ڳالهہ برابر آهي، اها تمام خوبصورت ڳالهہ آهي تہ پئسو پئسي کي نہ ڪمائي. اسلام ۾ وياج حرام آهي، اها ڳالهہ آهي پئسو پئسي کي نہ ڪمائڻ جي، مزدور جي عزت هجي. انسان پئسو ڪمائي . دنيا ۾ بہ قومون اهڙيون آهن جن وٽ وياج جائز آهي، اهي آهن هڪ يهودي ٻي هندو. ان ڪري دنيا ۾ سرمائيداري نظام وياج ڪان سواءِ نہ ٿو ٿي سگهي. دولت جو ڪٺي ٿيڻ Formulation of wealth جنهن کي چئجي، موڙي يا پونجي هوندي تہ ڪارخانا ٺهندا، ڪاروبار هلندو. اڄڪلهہ جيئن پاڪستان منجهي پيو آهي نفعي کان سواءِ ڪاروبار ڪيئن هلي. اسان جيڪي مسلمان هئاسون، سنڌ جا سڀ پڙهيل لکيل مسلمان هئا، اهي گهڻوڪري وچولي طبقي جا هئا، اسان کي ڏاڍو سنو پئي لڳ تہ هي غريبي اميريءَ جو فرق ختم ٿيندو. اسلام عام طور جيڪي ڳالهيون پيش ڪيون تہ مساوات، اخوات آهي، جب آگيا وقت نماز

ايڪ هي صف مين کڙي هوگئي محمود و اياز
نہ ڪوئي بنده رها نہ ڪوئي بنده نواز

اهڙي قسم جون ڳالهيون اسان کي ڀاڻ ڏانهن ڏاڍو ڇڪينديون هيون. اهڙين ڳالهين هوندي اسلام ۾ سوشلزم آهي، سرمائيداري ختم ٿيڻ کپي. پر اسان اڄ ڏينهن تائين اها ڳالهہ نہ ٿا سمجهون تہ سرمائيداريءَ کان سواءِ سوشلزم نہ ٿي اچي سگهي، ڇاڪاڻ تہ سماج جي اوسر لاءِ جاگيرداري دور کان اسان سرمائيداريءَ ڏانهن نہ ٿا وڃون ۽ صنعتي ترقي جيسين ملڪ ۾ نٿي ٿئي، تہ نہ مزدور طبقو جڙندو، نہ ئي سوشلزم جي تحريڪ هلي سگهي ٿي، مون کي مرحوم مير رسول بخش ٽالپر جي هڪڙي ڳالهہ ڏاڍي وڻندي هئي، هڪ ڀيري ڪنهن پڇيس تہ توهان پيپلز پارٽيءَ وارن ڪجهہ بہ نہ ڪيو، هن جواب ڏنو تہ اسين ڇا ڪريون ٿيڙ هجن تہ ورهايون نہ، جيڪڏهن هن سماج ۾ اسان برابري ڪريون، منعيٰ شاهوڪارن کان ڦري غريبن ۾ ورهايون، تہ سڀ غريب ٿي ويندا. پوءِ خوشحال ڪو بہ نہ رهندو. خوشحاليءَ لاءِ، استعمال ڪندڙ معاشرو ضروري آهي، استعمال جون شيون هجڻ ضروري آهن، تنهن ڪري سنڌ ۾ بہ جيسين صنعتي ترقي نہ ٿي ٿئي، تيسين سوشلزم جو خيال هڪڙو خواب آهي، ان ڪري مان سمجهان ٿو تہ سوشلزم جو نعرو هٽي، اسين چڻ سماجي اوسر کي جهليون ٿا، انهن ڳالهين تي اجان ويچارڻ گهرجي، انهن کي سمجهڻ گهرجي تہ اهو ڇو آهي، ڪيئن آهي ۽ اسين ڪيئن ڪري سگهن ٿا، باقي اديبن جي ڳالهہ، ادب تي اثر روسي انقلاب جو ڏاڍو ٿيو. سنڌ جي وچولي طبقي جي هندن ۾ ، ڪافي ترقي پسند لاڙو هو، اهي سيڪيولر خيالن جا ماڻهو هئا، اديب ، شاعر هئا، جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي هو، اهو فارسي ٻوليءَ جو ماهر هو، ڊي جي ڪاليج ۾ بہ فارسي پڙهائيندو هو. هو مولانا روميءَ جو باقاعدي معتقد هو. شڪارپور ۾ اسان جي اسڪول ۾ هڪڙو مئٽرڪ پاس هندو استاد هو، جيڪو اسان کي فارسي پڙهائيندو هو. ٽالپرن جي حڪومت ۾ سنڌ جي قومي ٻولي فارسي هئي، انهن ڏينهن جو ڪتاب رشي ڏيارام گدومل تہ سڀ تصويرون مسلمانن جون آهن، جيڪو ڪاروبار ٿيندو هو تہ لکپڙهہ فارسيءَ ۾ ٿيندي هئي. مسلمان اصل هندوستان ۾ پاڪستان وارن علائقن ۾ هئا، اهي زرعي سماج سان واسطو رکندڙ هئا. زراعت سان واسطو رکڻ ڪري هو ٻاهر نہ رهندا هئا. تعليم بہ نہ پرائيندا هئا، تنهن ڪري جيڪي ماڻهو شهرن ۾ رهن پيا، تعليم حاصل ڪن پيا ۽ شهرن کان ٻاهر بہ وڃن پيا، واپار ڪن پيا، ڏيساور وڃن پيا ، اهي ئي شاهوڪار هئا. اهو غريبي ۽ اميريءَ جو فرق ويو تڏهن ئي سنڌ جا مسلمان، مسلم ليگ ۾ آيا، اهڙو ادب تي ۽ سياسي تنظيمن تي ان جو اثر پيو.

نصير سومرو: سائين اوهان پنهنجي گفتگو ۾ اسان کي ھاڻ ٻڌايو تہ سائين جي ايم سيد جو بہ اھو خيال ھو تہ ھندو مسلم بہ قومون آھن گڏجي نہ رھي سگھنديون يا ھندو مسلمانن جا دشمن آھن. مان اھو پيو پڇڻ چاھيان تہ ڇا اھڙيون حالتون ھيون جو سائين جي ايم سيد جي سوچ ۾ اھو ڪجھ آيو؟

نورالدين سرڪي: مان سمجھان ٿو تہ سائين جي ايم سيد بنيادي طرح سٺن خيالن جو ھو، ڇاڪاڻ جو ھن جڏھن پنھنجي سياسي تحريڪ جي شروعات ڪئي ھئي، تڏھن ھو ھارين لاءِ بہ ڪم ڪندو ھو، ھن جو شروع کان ئي اھو خيال ھو تہ عام ماڻھن يعني ھيٺئين طبقي جي ماڻھن، ھارين مزدورن جو سڌارو ٿئي. ڇاڪاڻ تہ گھڻائي مسلمانن جي پنتي پيل ھئي تہ اھو بہ ذھن ۾ ھڪڙو خيال اچي ٿو تہ جيسين ماڻھوءَ کي تاريخ جي پوري واقفيت ناھي، تيسين ماڻھو غلطيون ڪندو. تاريخ جو پس منظر ڇا آھي؟ ان ڪري ٿوري بہ غلطي ڏسي ماڻھو سوچي ٿو تہ ھي اسان جو دشمن آھي. سائين بہ عام مسلمانن جي فائدي لاءِ اھا ڳالھ ڇئي يا سوچي، مثال طور ڪراچي کي بمبئي کان الڳ ڪرائڻ ۾ بہ سائين جي ايم سيد جو حصو ھو. تاريخ جون عجيب ڳالھيون آھن، شروع ۾ ھندو بہ سنڌ کي بمبئي کان الڳ ڪرائڻ جي تحريڪ ۾ اڳيان اڳيان ھئا. پوءِ جڏھن 1935ع وارو ايڪٽ آيو، جنھن ۾ اھو طئہ ٿيو تہ سنڌ الڳ صوبو ٿھندو، 1935ع کان اڳ جڏھن لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس ٿي، 1930 _1932ع واري زماني ۾، تہ سنڌ جي ھندن اھو محسوس ڪيو، جيئن تہ سنڌ صوبو الڳ ٿو ٿھي تہ ان ۾ مسلمانن جي گھڻائي آھي تنھن ڪري حڪومت انھن جي ٿي ويندي. ٻي ڳالھ تہ جڏھن انگريز اجان سنڌ کي بمبئي کان الڳ نہ پيا ڪن، تہ ان لاءِ سندن دليل ھو تہ سنڌ پوئتي پيل علائقو آھي ، تنھن ڪري سنڌ ھميشہ قرض ۾ رھندي ۽ پنھنجو خرچ بہ پورو ڪري نہ سگھندي. جڏھن قرض ڪٽي سکر بئراج ناھيو ويو، ان وقت بہ اھا ڳالھ ٿي. جڏھن سکر بئراج ٺھيو ، تہ اھو خرچ پورو ڪرڻ لاءِ ڍل جي ڳالھ نڪتي تہ آباد ٿيندڙ زمين تي ڍل وڌائي وڃي. ڍل خاص ڪري سيني مسلمانن تي پئي ٿي، مسلمانن ڄاتو تہ اھو اسان تي ظلم آھي، ان ڪري ٻنھي طبقن ۾ فرق پئجي ويو، پوءِ وزارتن ۾ بہ جيڪا ڇڪ ڇاھ ٿي اھا بہ ان جو سبب بڻي، ان ڪري اھا ڳالھ تہ مسلمان غريب ۽ ھندو شاھوڪار آھن، سرمائيدار آھن .اھا بہ اھڙي ئي ڳالھ مسلمانن جي ذھن ۾ آھي تہ ھندو جيڪڏھن سود خور آھي تہ اسان کي برداشت نہ ٿو ٿئي. نصير سومرو: سائين ڇئبو تہ پوءِ سائين جي ايم سيد جي سوچ ۾ مسلسل تبديلي ايندي رھي آھي. جو ان حد تائين سمجھيائون تہ سنڌ جي نجات ان ۾ آھي تہ سنڌ جو الحاق ھند سان ٿئي، ان سلسلي ۾ سيد سائين ڪافي ڪم بہ ڪيو ۽ ضياءُ جي دور حڪومت ۾ ھند جو دورو بہ ڪيائين. ايتري قدر جو سائين جي ايم سيد جي ھر سياسي

تحريڪ ۾ سنڌ دوستي جو پهلو نمايان هوندو هو. پوءِ سائين کي ضياءُالحق سان دوستي ۾ ڪهڙي چڱائي پئي نظر آئي، جنهن ڪري ساڻس سنڌين جا اختلاف به ٿيا؟

نورالدين سرڪي: اهو شڪ دور ڪريان ته جي ايم سيد مسلم ليگ کي ڇڏڻ کان پوءِ ، سندس سوچڻ ۾ مسلسل تبديليون ڪونه آيون آهن، هو هڪ ئي موقف تي ڪاربند رهيو آهي ته سنڌي هڪڙي قوم آهي، ٻه قومي نظريو بنهه الڳ آهي. مذهب جي بنياد تي قوم نه ٺهندي آهي. جديد دنيا ۾ جيڪي نوان سياسي نظريا آهن، انهن مطابق قوم ڌرتي، ٻولي، تهذيب ۽ گهڻي وقت کان گڏ رهڻ ڪري قومون ٺهن ٿيون. سائين ان ڳالهه تي هميشه قائم رهيو آهي. ٻي ڳالهه ته مون کي ياد نه ٿو اچي ، هندوستان سان دوستي رکڻ هڪڙي ڳالهه آهي ۽ هندوستان ۾ شامل ٿيڻ ٻي ڳالهه آهي. مان نه ٿو سمجهان ته سائين ڪڏهن ايئن چيو هجي ته سنڌ کي هندوستان سان ملڻ گهرجي، بهرحال اوهان جيڪڏهن لکت ۾ ڏيکاريندا ته مان ضرور مڃيندس.

نصير سومرو: اها ان وقت جي ڳالهه آهي، جڏهن سائين جي ايم سيد هندوستان ويو هو، اخبارن ۾ اهڙي قسم جون خبرون آيون هيون، هڪ ڳالهه ته پنجاب به هندوستان سان ڪنفيڊريشن جي حق ۾ رهيو آهي، اها ڳالهه اول حنيف رامي ڪئي وري نواز شريف به ان جو حامي هو، جيئن پير صاحب پاڳاري جو به اڄ بيان آهي، ته ان سان سنڌ کي فائدو ڪونه ٿيندو. اها ڪهڙي ڳالهه سائين کي نظر پئي آئي جو هن هند سان الحاق ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي هئي؟

نورالدين سرڪي: سائين جي ايم سيد ڪڏهن به ايئن ڪلي طرح نه چيو آهي ته سنڌ جو هندوستان سان الحاق ٿيڻ گهرجي. هڪ ڳالهه اوهان کي واضح ڪريان، جيڪا ڪافي وقت کان مان سوچي رهيو آهيان ، منهنجو خيال آهي ته جنهن طريقي سان هندوستان پاڪستان ٺهيو آهي، ساڳيا مسئلا هندوستان ۾ اڄ به آهن جيڪي پاڪستان ۾ آهن. ٻي ڳالهه ته اڄ جو هندوستان ۽ پاڪستان يا ڪالهه جو گڏيل هندوستان تاريخ ۾ ڪڏهن به هڪڙو ملڪ نه رهيا آهن. ان کي ننڍو کنڊ چوڻ به غلط آهي. هي پورو پورو کنڊ Continent آهي، يورپ ۾ اوهان ڏسندا ته ٻوليون به جدا جدا آهن، پر گهڻو ڪري مذهب ساڳيو اٿن ، سيئي ڪرستان آهن. هندوستان ۾ نه فقط ٻوليون الڳ الڳ آهن پر سندن تمدن، تهذيب، اٿڻ ويهڻ، ريتون رسمون، ان حد تائين جو هر علائقي جو لباس به مختلف آهي. تاريخ ۾ هندوستان هڪ ملڪ صرف سامراجي طاقت جي زور تي رهيو آهي اهو برهمڻ سامراج هجي، مغل سامراج هجي يا انگريز سامراج هجي. ڏنڊي جي زور تي مضبوط مرڪز جي بنيادن تي هندوستان گڏيل رهيو آهي. انهي لحاظ کان منهنجو هي خيال آهي ته مهاتما گانڌي جو اهو چوڻ به غلط هو

تہ هندوستان هڪڙو ملڪ آهي، ان کي هڪڙو رهڻ کپي، ان کي الڳ الڳ ٿيڻ نہ گهرجي، ان طرح پاڪستان لاءِ بہ ايئن چئجي ٿو تہ پاڪستان هڪڙو ملڪ آهي ان کي مضبوطيءَ سان رهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ پاڪستان وارا بہ هندوستان جي ڪري ئي ايئن چون ٿا تہ جيئن هندوستان بہ گهڻين ٻولين ۽ قومن وارو ملڪ هوندي بہ متحد آهي تہ پاڪستان کي بہ رهڻ کپي.

حقيقت ۾ گڏيل هندوستان جي تاريخي طور تي بدقسمتي هئي تہ اتي سماجي اوسر نہ ٿي. اجان بہ روڪي وئي، جاگيرداريءَ کان سرمائيداري ڏانهن جيڪا تبديلي ٿيڻ گهربي هئي، ان کي سامراج روڪي ڇڏيو. ورنہ هندوستان ۾ بہ يورپ وانگر صنعتي ترقي ٿئي ها، جيئن يورپ ۾ بہ صنعتي انقلاب کان اڳ هڪڙي ايمپائر هوندي هئي ۽ پيو صنعتي ملڪ هو، پر پوءِ اتي ننڍا ننڍا ملڪ ٿي ويا ۽ هاڻ اهي ملڪ آهن. اهڙيءَ طرح هندوستان ۽ پاڪستان ۾ بہ صوبن کي خودمختياري ملڻ گهرجي. جيئن آمريڪا ۾ آهي، يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا آهي، ايئن هتي بہ يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف پاڪستان ٿيڻ گهرجي. جڏهن صوبن کي مڪمل خودمختياري ملندي تڏهن ئي اسان ترقي ڪري سگهنداسون. ورنہ سدائين تڪليفن ۾ رهنداسين، وڏو ملڪ، وڏا علائقا، پوءِ پاڻ کي سميٽي نہ سگهندا آهن.

ستار: سائين هاڻ دوست ساجد سومرو هڪ ٻہ سوال اوهان کان پڇڻ چاهي ٿو.

ساجد سومرو: سنڌ اڄڪلهہ گهڻن ئي مسئلن جي ڏٻڻ ۾ ڦاٽي پئي آهي، هڪ تہ اسان وٽ ڪو بہ اقتصادي نظام ڪونهي، جاگيرداري ٽٽي رهي آهي، سرمائيداري ناپيد آهي، هتي جو ماڻهو روز مسئلن ۾ ڦاسندو وڃي ٿو، سنڌ جي سڄي ڪمائي پنجاب پيو کائي. اهڙي حالت ۾ جي ايم سيد جو نظريو بہ اسان وٽ موجود آهي، اهڙي حالت ۾ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

نورالدين سرڪي: مان اوهان کي ڳالهہ سمجهايان ٿو تہ سياسي نقطہ نگاهہ کان، اڄ تائين بهترين سياسي نظام جمهوريت آهي. جمهوريت جو نعم البدل پيو ڪو بہ بهتر نظام ڪونهي. تاريخ ۾ لينن ۽ مارڪس هڪڙو سوشلسٽ نظام جو تجربو ڪيو ۽ ستر سال اهو تجرباتي نظام هليو. ان ۾ ڪنهن حد تائين ڪافي ڪاميابيون بہ حاصل ڪيائون. هنن ان نظام هيٺ ڪيتريون ئي معاشي، اقتصادي ترقيون ڪيون، پر ساڳئي وقت ڪين نقصان بہ ڏاڍو ٿيو. ان نظام جو پهريون شڪار جمهوريت بڻي، ڪميونسٽ حڪومت جيڪا روس ۾ بڻي، اها سڄي روس جي آدمشماري جو ٽي سيڪڙو هئي. چوندا هئا تہ گهڻي ۾ گهڻائي جو فائدو ۽ ان لاءِ جاکوڙ ڪريون ٿا، پر ان ۾ جمهوريت ڪانہ هئي. اهو منهنجو ذاتي خيال آهي،مان پاڻ ڪميونسٽ رهيو آهيان ۽ پارٽيءَ جو ڪل وقتي

ڪارڪن رهيو آهيان . توهان حسن ناصر جو نالو ٻڌو هوندو، مان ۽ هو گڏ ڪم ڪندا هئاسين. سنڌ ۾ مان پهريون مسلمان آهيان، جيڪو پهرين ڪميونسٽ ڪارڪن ٿيس، مان ٽي سال لاڳيتو ڪل وقتي ميمبر طور ڪم ڪيو. اجان تائين ڪيترائي ماڻهو مون کي ان حوالي سان ئي ياد ڪندا آهن. منهنجي خيال ۾ اهو هڪڙو تجربو هو، جيڪو ناڪام ٿيو. منهنجي مطالعي موجب ٽي اهڙا ملڪ آهن جن ۾ هڪ جهڙيون ڳالهيون آهن، پاڪستان، ٻيو سوويت يونين، ٽيون يوگوسلوويا، ٽئي گهڻ قومي ملڪ آهن. ٽئي ملڪ نظرياتي ملڪ ب آهن. بين الاقوامي فلسفي جا حامي ب آهن. پاڪستان اسلامي نظرئي جو ملڪ، سويت يونين ۽ يوگوسلوويا ٻئي بين الاقوامي سوشلسٽ نظرئي جا حامي ملڪ آهن. اسان پاڪستان وارا اڄ ڏينهن تائين فيصلو ڪري ن سگهيا آهيون ت پاڪستاني قوميت ڇا هي. اسين سڀ پاڪستاني آهيون جنهن ۾ هندو، سک، مسلمان ڪرستان ۽ پارسي ب اچي وڃن ٿا يا فقط مسلمان هڪڙي قوم آهيون. انهن ٽنهي ملڪن ۾ هڪڙو وڏو ڀاڱو آهي، جيڪو سيني ننڍن ڀائرن جي مٿان قابض آهي جنهن ب ملڪ ۾ هڪڙو وڏو ڀاڱو سيني ننڍن ڀائرن مٿان قابض هوندو ت اتي ب حالتن جو پهريون شڪار جمهوريت ٿيندي . اتي مساوات برابر ن ٿي ٿئي . ٻين کي سمورا حق ن ٿا ڏنا وڃن . هاڻ تاريخ اهو ثابت ڪري ڏيکاريو ت سوويت يونين ٽٽي پيو. يوگوسلوويا ب ٽٽي پيو، ت پاڪستان کي اجان ب وقت آهي جو ڪيس سوچڻ کپي ت پاڻ کي ڪيئن بچايون . دنيا جي تاريخ ۾ جيڪڏهن اسان کي بچڻو آهي ت جيئن اسان جو آئين آهي ت اسان هڪڙي فيڊريشن آهيون. ان ۾ اڳ پنج هاڻ چار يونٽ آهن . انهن کي برابريءَ جي حساب سان هلڻ کپي . حقيقت ۾ ت ايئن ٿيڻ کپي ت جيڪو علائقو پوئتي پيل آهي ت وڏي ڀاڱو جو ڪم آهي ت اول ان کي ترقي وٺرائي، ڪين پنهنجي برابر آڻي، جيئن سيئي گڏجي معاشري کي ترقي وٺرائن ۽ پنهنجي سڻي حيثيت ٻڌائين.

باقي سوال رهيو سنڌ جو، جمهوريت جي لاءِ وچولو طبقو لازمي آهي، جتي وچولو طبقو ناهي، اتي جمهوريت قائم ن ٿي ٿي سگهي. اسان کي ڪوشش اها ڪرڻ کپي ت اسين وڏ ۾ وڏ وچولو طبقو پيدا ڪريون. جيئن اسين جمهوري نظام قائم ڪري سگهون. ان ڏس ۾، اسان جا دوست جيڪي پاڻ کي قوم پرست سڏائين ٿا، اهي صحيح معنيٰ ۾ قوم پرست آهن ئي ڪون. انهن جي اندر ۾ جهاتي پائيندا ت اهي سڀ جا سڀ هيٺئين طبقي مان آيا آهن ۽ بنيادي طرح غريب پرست آهن . سوشلسٽ خيالن جا ناهن . تنهن ڪري هو قوم پرست ٿي ن ٿا سگهن . قوم پرست اهو آهي جيڪو قومي ۽ صنعتي ترقي ۾ مدد ڪري سگهي . اسان جي سنڌ ۾ جيسين شاهوڪار سنڌي اڳتي ن ايندا، جيڪي سرمائيدار يا ٽرانسپورٽر آهن، ڪارخانيدار يا وڏا زميندار آهن، ڊاڪٽر، پروفيسر آهن، اهي

جيڪڏهن دلچسپي وٺي سنڌ ۾ جيڪي بہ ماڻهو آهن ، سنڌي، پنجابي، اردو، پشتو يا سرائڪي ۽ بلوچي ڳالهائيندڙ آهن، اهي جيڪي ڪمائين ٿا اهو ڪجهہ سنڌ ۾ ئي خرچ ڪن، انهن جو جيڪڏهن مرڻ جيئڻ سنڌ سان آهي تہ اهي سنڌي آهن، انهن کي گڏجي ڪري ان ڳالهہ جو خيال ڪرڻ کپي تہ سنڌ جا مالي وسيلا جيڪي آهن انهن کي ڪيئن ترقي وٺرائجي. سنڌ کي ڪيئن خوشحال بڻائجي. سنڌ جيڪڏهن خوشحال ٿيندي تڏهن پوءِ سوچجي تہ سنڌ ۾ جيڪي غريب ماڻهو آهن ، انهن کي بہ ترقي وٺرائجي. اهي بہ ترقي وٺن ۽ پنهنجا حق حاصل ڪن. انهن کي پنهنجي ڪارخانن ، ڪاروبار ۽ زمينن تي جوڳو حق ملڻ گهرجي ، پر هن وقت مان ڏسان ٿو تہ سنڌي ماڻهو گهڻي مايوسي جو شڪار آهن. سڀ گهير گهتيون، در دروازا بند آهن، ڪو بہ رخ ڪونهي، مٿان الزام اهي بہ آهن تہ اسين سڀ ايجنسين جا ايجنٽ آهيون. هر هڪ ماڻهو ٻئي کي وڪاٽل يعني ايجنسين جو ماڻهو ٿو سمجهي. اها افسوس جي ڳالهہ آهي. اسان کي ٻہ ڳالهيون ڪرڻ کپن، هڪ عام تعليم، اها ڪاليجن ۽ اسڪولن واري نہ ، پر ڪا جماعت، ڪو گروهہ، ڪوئي NGO اها مشن ڪري وٺن تہ هڪ هڪ ضلعو ڪري ڪٽن ۽ ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ سيکارين. فقط لکڻ پڙهڻ، جيئن هر ڪو اخبار پڙهي سگهي ، خط لکي سگهي. اسان جي ملڪ ۾ ڏهہ سيڪڙو بہ تعليم ڪانهي سرڪاري حساب سان 37 ڪان 40 سيڪڙو تعليم آهي. جا هي تہ جيڪو ماڻهو پنهنجي بئنڪ چيڪ بوڪ تي صحيح ڪري ٿو، هو ان کي پڙهيل شمار ڪن ٿا. جيتوڻيڪ اهو پڙهيل نا هي. تنهن ڪري تعليم عام ڪرڻ کپي، ٻي ڳالهہ تہ ماڻهن کي سمجهائڻ کپي تہ اسيمبلين ۾ ڪهڙا ماڻهو وڃڻ کپن. مان افسوس سان چوان ٿو تہ اسين جيڪي دانشور آهيون. سفيد پوش آهيون، تعليم يافتہ سنڌي نوجوان آهن، اهي سياست کي منع ٿيل ميوو سمجهن ٿا. ان کي وڏي ۾ وڏي گندگي سمجهن ٿا، ان ڪري ان جي ويجهو نہ ٿا وڃن. پاڻ ٻين ماڻهن کي جهلين ٿا. نتيجو جا ٿو ٿئي تہ هڪڙو خال پيدا ٿيو پوي، جيڪي راشي ماڻهو آهن، جيڪي لچ آهن، اهي سياست ۾ گهڙي ٿا اچن، تنهن ڪري اسين اجان بہ وڌيڪ مايوس ٿي چئون ٿا ڏسو هنن جا ڪيو آهي، بينظير جا ڪيو؟ نواز شريف جا ڪيو؟ سيئي ڪرپٽ ماڻهو آهن. وري کي چون ٿا تہ جي ايم سيد جا ڪيو؟ هو بہ ضياءُالحق جو دوست بڻجي ويهي رهيو. ضياءُالحق جي ان ۾ وڏي سياست هئي، تہ سنڌ اندر پ پ ختم ٿئي ۽ سنڌ ۾ سياسي استحڪام نہ هجي. سنڌ سڄي پاڪستان ۾ وڏي ۾ وڏو لاڀائتو علائقو آهي. تمام مکيہ علائقو آهي، جنهن لاءِ منهنجي خيال ۾ پاڪستان ۽ سڄي ريجن جي فائدي جي ڳالهہ آهي تہ سياسي استحڪام اسان کي کپي ۽ پاڪستان ۾ هڪڙي جمهوري حڪومت کپي. اسان جو فائدو ان ۾ آهي. جاڪاڻ جو جيڪي مسئلا سنڌ جا آهن، اهي ساڳيا سڄي

پاڪستان جا مسئلا آهن. پاڪستان جا مسئلا ختم ٿين ته اسان جا مسئلا به ختم ٿي ويندا پر جيڪو اسان جو وڏو پاءُ آهي، اهو پسند نه ٿو ڪري .توهان پاڻي ۾ ڪنڊ يا لوڻ وجهندا ته اها ضرور ڳرندي، اهڙي طرح معاشري ۾ به جيڪي طبقا نهن ٿا، جڏهن ڪنهن به ملڪ ۾ وچولو طبقو نهي ٿو، اسان وٽان وچولي طبقي جا ماڻهو هليا ويا، سنڌ ۾ مسلمانن ۾ وچولو طبقو هو ئي ڪونه، ان هوندي به جيڪو مسلمان گريجوئيٽ ٿيندو پئي ويو، ان کي نوڪري ملندي پئي وئي، هاڻ جنهن ڏاڪي تي آيا آهيون، جنهن ۾ به اجان اسان جا ماڻهو، پڙهن ٿا پيا. اجان اها به Saturation پوائنٽ ناهي. اسان جي سنڌي معاشري ۾ ڪيترو سيڪڙو ماڻهو پڙهيل آهن، ڏهه سيڪڙو به ناهن .جيسين پڙهيل نوجوان ڏک نه ڪائيندا يعني بيروزگار نه ٿيندا ۽ جڏهن ان ڳالهه تي سوچيندا ته ايئن ڇو آهي، تڏهن ته تبديلي ايندي. هرڪو ماڻهو خوش ٿيو وينو آهي، ڪوئي رشوت جي گهمنڊ ۾ آهي، ڪنهن به طريقي سان ڪيسو پريل آهي ۽ پجيرو ۾ چڙهي گهمندا ڦرندا ٿا وتن، اهي ڪيئن ڪندا. هڪڙو درست وچولي طبقي جو ماڻهو، پڙهيل هوندو ته اهو سوچيندو ته آخر ايئن ڇو؟ هر ڪنهن ڳالهه تي سوچڻ ڪپي ته اها ڳالهه ڇو آهي؟ اسين ماڻهو جلد جذباتي ٿيو وڃون، استاد بخاريءَ جو هڪڙو شعر آهي ته: "ايڏو نه ٿي جذباتي" مان اوهان کي ڳالهه پڌايان مان ته انقلابي ناهيان، پر بنا رت وهڻ جي انقلاب چاهيان ٿو. مان طبيعت مطابق به رت وهڻ پسند نه ٿو ڪريان. برنارڊشا Fabian هو، لينن برنارڊشا جي باري ۾ چيو هو: 'Good man Fabians، پر سڏي ۾ سڻو ڪتاب سويت يونين تي لکيل آهي سو به Fabians جو لکيل آهي. سڊني جو ليڪڪ هو "Soviet communism and civilization" اهو Fabian لکيو آهي. جنهن کي چوندا آهن "Socialism by evolution not by blood revolution" سوشلزم جي تبديلي ترقيءَ سان نه خون خرابيءَ سان.

ساجد سومرو: "Pakistan and its integration" انديا ٽوڊي ۾ تازو هڪ رپورٽ ڇپي آهي ۽ برصغير جي حوالي سان هي جيڪا Disintegration ٿي آهي ۽ آمريڪا کي هانگ ڪانگ کان پوءِ جيڪو پورٽ گهرجي ٿو، جنهن لاءِ ڪراچي يا ڪو بيو، اهو جيڪو خاڪي جويو ترجمو ڪيو، تازو ساڃاهه ۾ به ڇپيو آهي، گوادر کان بدين ۽ ڪوهستان کان ڪڇ تائين، آمريڪا کي پتي ڪپي ٿي اوهان ان باري ۾ ڪجهه ٻڌائيندا؟

نورالدين سرڪي: خير، اها رپورٽ جيڪڏهن ڇپي به آهي، ته اسان جا ان قسم جا جيڪي دانشور آهن، اهي بجاءِ ماڻهن کي صحيح رستي ڏيکارڻ جي ڪين منجهائن ٿا. اهڙيون ڳالهيون ٿا ڪن جو ماڻهو چڪرائجيو وڃي. هڪ کان پئي پاسي، اصل مقصد ئي نه هجي، دانشور جو ڪم آهي ته اهو راهه ڏسي، پوءِ

اهي نوڪريون چو ٿا ڪن. سنڌي ماڻهو نوڪريون چو ٿو ڪري. مون ڏٺو آهي تہ B.E جي ڊگري هوندي، ڪسٽم ۾ وينا آهن، بهرحال نوڪريون چو ٿا ڪن. وڃي ڏنڌا ڪن، جنهن ۾ هو آزاد رهي ڪجهہ ڪري سگهن. اوهين ٻهراڙين ۾ ڪم ڪريو، ماڻهن کي سياسي تعليم ڏيو، اهو دانشورن جو ڪم آهي . مثال مان خاڪي جويو جي ڳالهہ ٻڌايان ٿو، سياست چو نہ ٿا ڪن، پليٽ فارم جو بہ غلط استعمال ٿا ڪن. شاگردن ۾ سياسي تنظيم نہ هجڻ ڪپي. اديبن جي سياسي تنظيم نہ هئڻ ڪپي، عورتن جي سياسي تنظيم نہ هجڻ ڪپي، سياسي تنظيم سياستدانن جي هئڻ ڪپي. نظرياتي طرح اوهين سياست پل پڙهو، اهي جوان جيڪي ڪاليجن يونيورسٽين ۾ پڙهن ٿا، اهي تعليم حاصل ڪن، پوءِ جڏهن عملي ميدان ۾ اچن تہ پوءِ سياست ۾ اچن ، نوڪريون چو ٿا ڪن، رشوتون چو ٿا وٺن.

ساجد سومرو: توهان جي چوڻ موجب تہ سياست ۾ هڪ بيداري جو دور ٿيندو آهي، وچولو طبقو ئي شاگرد آهي، استاد آهي، پوءِ ان کي سياست کان الڳ ڪندا تہ پوءِ سياست ڪير ڪندو؟

نورالدين سرڪي: مان انهن کي الڳ ڪرڻ جي ڳالهہ نہ ٿو ڪريان، جيڪڏهن ڪو شاگرد آهي ۽ تعليم دوران سياست ٿو ڪري تہ هو پنهنجي تعليم جي بہ ٻيڙي ٻوڙي ڇڏيندو، سياست جي بہ ٻيڙي ٻوڙيندو تہ پنهنجي زندگي جي بہ (هتي نصير، ساجد ۽ سرڪي صاحب ٽئي ڳالهائڻ لڳا، تنهن ڪري ڳالهہ سمجهہ ۾ ئي نہ آئي ) سڀ دانشور پئسو ڪمائڻ جي پٺيان آهن، پوءِ چوندا تہ سياستدان بدمعاش آهن.

ستار: سائين نورالدين سرڪي، اوهان سان هن سلسلي ۾ اسان هڪ ويهڪ اڳ بہ ڪري چڪا هئاسون، ان ۾ ڪجهہ ڳالهيون رهجي ويون هيون. اسان ان سلسلي کي اتان اڳتي هلائڻ چاهيون ٿا. مان سوال پڇڻ ٿو چاهيان تہ توهان سنڌي ادبي سنگت جا پايو وجهندڙ ميمبر رهيا آهيو. توهان ٻڌائي سگهندا تہ سنڌي ادبي سنگت ڪيئن ۽ ڪڏهن شروع ٿي؟

نورالدين سرڪي: سنڌي ادبي سنگت جي شروع ٿيڻ واري سلسلي ۾ ڪافي اختلاف آهن . ڪجهہ دوستن جو چوڻ آهي تہ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ 43 ـ 1944 ۾ سنڌي ادبي سنگت ٺاهي وئي هئي . جنهن جي مون کي ڪابہ خبر نا هي . مان ڪراچي ۾ 1947ع ۾ آيو هوس. ان وقت سنڌي ادبي سنگت ڪانہ هوندي هئي. مان سمجهان ٿو تہ سنڌ ۾ ڪٿي بہ سنڌي ادبي سنگت ڪانہ هوندي هئي. 1948ع ۾ جناح ڪورٽس ۾ هڪڙي گڏجاڻي ٿي هئي، جتي احسان بدوي ۽ مولا بخش سانگي "ساحر"، جيڪو شاعري ڪندو هو پوءِ سيشن جج ٿي رٽائر ڪيائين، ساڻن بہ ٽي ٻيا دوست بہ گڏجي آيا هئا، انهن ۾ ڪيرت ٻاٻاڻي بہ شامل

هو. ڪيرت باباڻي لاءِ چيو ويندو آهي تہ هو هندوستان وڃي ۽ وري واپس موٽي آيو هو. پوءِ ڪجھہ وقت لاءِ هتي رهيو هو. تنهن ڪري اهو بہ ان گڏجاڻي ۾ شامل هو. بڌڻ ۾ اچي ٿو تہ پاڪستان ٺهڻ کان اڳ هتي سنڌي ساهتيا منڊل جي نالي سان ڪا ادبي جماعت جڙي هئي، هونءَ تہ علامہ دائود پوٽي بہ پنهنجي هڪ خط ۾ تجويز ڏني هئي، جيڪو "مهراڻ" رسالي ۾ سندس هٿ اکرن ۾ ڇپيو آهي، ان ۾ لکيو اٿس تہ ڪا سنڌي ادبي سنگت هجي. 1948ع ۾ ڪراچي ۾ منهنجي دوستي انجمن ترقي پسند مصنفين وارن سان ٿي. بندر روڊ تي هڪڙي جڳھہ هوندي هئي، اتي هر هفتي آچر ڏينهن ملندا هئاسين. فرشي نشست ٿيندي هئي، پر سيئي اردو جا اديب پاڻ ۾ ملندا هئا. انهن وٽ سنڌي ماڻهن مان هڪڙو مان ۽ ٻيو نياز همايوني باقائدي ويندا هئاسون. انهن ڏينهن ۾ هتي ريڊيو پاڪستان ۾ ڪجھہ دوست ڪم ڪندا هئا. مثال لاڙڪاڻي جو اسان جو دوست تاج محمد ابڙو، جيڪو پوءِ سيشن جج ٿيو. اهو سنڌي خبرون پڙهندو هو. تنهن زماني ۾ ريڊيو پاڪستان تنبن ۾ ڪئينس روڊ يا ڪين مارڪيٽ واري علائقي ۾ هوندو هو. مان بہ اتي ويندو هوس. اياز قادري بہ هلندو هو. ڊرامن ۾ بہ ڪم ڪندا هئاسون، اتي انجمن ترقي پسند مصنفين ۾ بہ ٽي سينئر دوست ايندا هئا. مان هر گڏجاڻي ۾ ويندو هوس، اتي اردو جا جيڪي ترقي پسد شاعر ۽ اديب هئا، تن ۾ ابراهيم جليس، پروفيسر ممتاز حسين ، عزيز احمد مدني بہ هو. هو ريڊيو پاڪستان تي وڏو آفيسر هوندو هو. ٻيا بہ ڪيترائي دوست ايندا هئا، 1949ع ۾ لاهور ۾ ڪل پاڪستان ترقي پسند مصنفين جي ڪانفرنس ٿي، هتان ڪراچي مان ويھہ ڄڻن جو ڊيليگيشن ويو هو، جنهن ۾ مان بہ هڪڙو هوس . پوءِ مون کي هنن سنڌي اديبن جي نمائندي طور اسٽيج تي صدارتي ميمبرن سان ٿي ڏينهن ساندھہ ويهاريو هو. ان ۾ فيض احمد فيض بہ هو ۽ ٻيا بہ ڪيترا اديب هئا، جن ۾ قتيل شفائي، ڊاڪٽر عبدالمتين، ظهير ڪاشميري ۽ ٻيا اديب هئا. جڏهن اسان لاهور کان واپس آياسون تہ مون کي هڪڙو خيال آيو تہ سنڌي اديبن جو بہ اهڙو ڪو ميڙاڪو ڪجي. پوءِ ڪجھہ دوستن کي گڏ ڪري اسان هڪڙي جماعت جوڙي جنهن جو نالو رکيوسون انجمن ترقي پسند مصنفين "سنڌي". مان مئارام هاسٽل ۾ رهندو هوس، پوءِ اسان سنڌي ۽ اردو اخبارن ۾ خبر هلارائيندا هئاسون تہ فلاڻي ڏينهن گڏجاڻي ٿيندي تہ دوست ايندا هئا. 1951ع ۾ مان ڪراچي مان هليو ويس . بہ سال شڪارپور ۾ رهيس، اتان جڏهن 1953ع ۾ موٽي ڪراچي آيس تہ پوءِ ڪجھہ دوستن ، جن ۾ غلام رباني آگرو، رشيد ڀٽي، حفيظ شيخ ۽ ڪجھہ ٻيا بہ دوست، انهن ۾ گھڻو ڪري جيڪي دوستي ايندا هئا، اهي ڪاليج جا شاگرد هوندا هئا ۽ ڪين سنڌي ادب جو شوق هوندو هو. اسان ٽي پروفيسر هوندا هئاسون مان اسلاميہ ڪاليج جي سنڌي شعبي جو پروفيسر

هوس، احسان بدوي، ايس ايم ڪاليج جي سنڌي شعبي جو پروفيسر ۽ اياز قادري ڪنهن اسڪول ۾ پڙهائيندو هو. باقي اڪثر شاگرد هوندا هئا، انهن کان سواءِ جيڪي ٻيا ايندا هئا انهن ۾ سوڀو گيانچنداڻي، ابراهيم جويو، ۽ ڪڏي جا ڪيترائي دوست ايندا هئا. سنو ميڙاڪو ٿيندو هو. ان زماني ۾ اسان انجمن جو نالو بدلائي سنڌي ادبي سنگت ڪيو. مون کي ياد آهي ته 1953ع ۾ سنڌي ادبي سنگت باقائدي شروع ٿي وئي . پوءِ اسان سنڌي ادبي سنگت پاران ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس گهرائي ۽ سوچيوسون ته سنڌ ۾ ٻيون به سنگت جون شاخون ٺهن. 1956ع ۾ اها ڪانفرنس ٿي ۽ مهراڻ رسالي ۾ ان جي سڄي رپورٽ ڇپي. ان جو پڌرنامو اسان ٽن ڄڻن، مان، اياز قادري ۽ موتيرام رامواڻي ٺاهيو. ان زماني ۾ سراج الحق به آيو هو، سنگت جي گڏجاڻين ۾ ايندو هو. پوءِ اسان اخبار ۾ خبرون هلائيندا هئاسون، ته ڪافي دوست ايندا هئا. 51-1950 ۾ هڪڙو دوست ايندو هو عبدالغفور انصاري، اهو به هتي ڪراچي ۾ پڙهڻ آيو هو. هو جيئن ته مئٽرڪ پاس ڪري آيو هو، تنهن ڪري اسان سان ڪافي وقت هليو. هو ڪهاڻيون لکندو هو. ٻيو هڪڙو دوست جيڪو اسان کان عمر ۾ ڪجهه وڏو هو، اهو هو ساقي سجاولي، سو به ايندو هو. افسانا لکندو هو ۽ پوءِ "اهلِ قلم" نالي ماهوار رسالو ڪڍندو هو. هن ڪيترائي ترجما ڪيا هئا. مون کي ياد ٿو اچي ته خليل جبران خليل جو ناولٽ "پيغمبر" به هن ترجمو ڪيو هو. هو هتي تعليم کاتي ۾ ملازم هو. اها هئي اسان جي ادبي سنگت.

ستار: سائين توهان پاڻ ان وقت ڪهڙي صنف تي لکڻ شروع ڪيو هو؟

نورالدين سرڪي: 1953ع ۾ مان جڏهن ڪراچي آيس ته مون ايس ايم ڪاليج ۾ ايم اي ۾ داخلا ورتي. 1953ع ۾ مان بي اي آنرس، شڪارپور مان پاس ڪري هتي آيو هوس، ان زماني ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ سنڌي شعبو ڪونه هو. ڪاليج ۾ پنج ڇهه شاگرد هوندا هئا. ايس ايم ڪاليج جي جيڪا مخزن نڪرندي هئي، انهي ۾ سنڌي حصو به هوندو هو. ان ڪاليج ۾ ٻه پروفيسر هوندا هئا هڪڙو هو پير سعيد حسن، جو لواري وارن پيرن منجهان هو، اهو منهنجو استاد هوندو هو ۽ ايم اي جا ڪلاس وٺندو هو. حقيقت ۾ ڪلاس ته ٿيندا ڪونه هئا، پر پاڻ ۾ ويهي مختلف موضوعن تي ڪچهري ڪندا هئاسون. احسان بدوي به انٽر ۽ بي اي وارن کي سنڌي پڙهائيندو هو. ان زماني ۾ مون کي ياد ٿو اچي ته ڪاليج مخزن لاءِ مان ٻه سال ايڊيٽر رهيس. ان مخزن جي سنڌي ڀاڱي ۾ مون ڪجهه ڪهاڻيون ۽ مضمون ترجمو ڪري ڇاپيا هئا. 1954ع ۾ مون هڪڙو مضمون لکيو هو، جيڪو مخزن ۾ ڇپيو هو. ان جو عنوان هو "پاڪستان ۾ ٻوليءَ جو مسئلو" جنهن ۾ مون لکيو هو ته پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهي، ان ۾ هر قوم کي پنهنجو ادب، ثقافت ۽ ٻولي آهي، ان ڪري پاڪستان ۾ ڳالهائجندڙ سڀني

ٻولين کي سرڪاري ٻوليءَ طور تسليم ڪيو وڃي. ان زماني ۾ اهڙي قسم جي سنڌ ۾ هلچل متل هئي. 1948ع ۾ بنگالين اها شروعات ڪئي هئي ته بنگاليءَ کي قومي ٻولي بڻايو وڃي، ان جي حمايت ۾ اسان هتي سنڌي ادبي سنگت پاران مهم هلائي هئيسون. ان سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي به سرڪاري ٻولي بڻايو وڃي. ان لاءِ به اسان سنڌي ادبي سنگت پاران مهم هلائي هئي ان وقت پڙهبو هو، ته لکبو يا ترجمو به ڪبو هو. 54_1953ع ۾ جڏهن سنڌي ادبي سنگت ٺاهي سون ته مون ڪجهه شاعري به ڪئي. 57_1956ع ۾ جڏهن مان اسلاميه ڪاليج ۾ ليڪچرار هوس، ان ڪاليج جي مخزن ۾ منهنجو هڪڙو غزل ڇپيل هو. جيڪو اڄان ڪالهه غلام شاهه مون کي ڏيکاريو آهي، جيڪو مون کان وسري ويو هو. اهو حقيقت ۾ اهو غزل هو ۽ ڪافي سنو هو. سنڌي ادبي سنگت ۾ ٻي شاعري به مون پڙهي هئي، غزل جو شعر هو ته :

اسان اڄ ٻي وطن ۾ بي وطن آهيون مگر ڪوئي،
ٻڌائي غير جي هٿ ۾ وطن وارن جو ڇا ٿيندو.
ٻري محفل ۾ ٻي ساقي، اسان جي پياس باقي آ،
ٿيا جي بند مئخانا، ته مستانن جو ڇا ٿيندو.

وري پوءِ 55_1954ع ۾ نواب شاهه مان هڪڙي اخبار نڪرندي هئي، هاري ڪميٽي جو سيڪريٽري عبدالخالق آزاد "آوازِ سنڌ" جي نالي سان هفتيوار اخبار ڪيندو هو. ان ۾ به منهنجو طويل غزل ڇپيو هو، جنهن ۾ ڏهه ٻارنهن بند هئا،

ساٿيو آواز ڏيو آهيو ڪٿي، ويجها اچو،
گڏ ٿيو، ڪا ڳڻ ڪريو ڪو پهه پچائيندا هلو.

ڪين گهرجي ٿي اسان کي هيءَ اُڌاري ڪائنات،
آسمان پنهنجو، زمين پنهنجي بڻائيندا هلو.

نئين زماني جون نيون ڳالهيون نوان ويچار پڻ،
وقت جي رفتار جون ڳالهيون ٻڌائيندا هلو.

پنهنجو غم پيارن جو غم يا عام جي اهنجن جو غم،
غم مڙيوئي غم جو ٿيو، غم کي مٽائيندا هلو.

ان زماني ۾ منهنجو تخلص "لاهوتي" هو ۽ ان نالي سان شعر ڇپيا هئا. اهو ساڳيو نظم ان اخبار تان کڻي اتم هندوستان ۾ به "نئين دنيا" ۾ ڇاپيو هو.

پيو جيڪڏهن ڪي سنيون آڪاٽيون انگريزيءَ جون پڙهندو هوس ته اهي ترجمو ڪري ڇپرائيندو هوس. اهي اڄڪلهه ملي نه سگهيون اٿم، ان وقت مون نذرالاسلام جا ڪافي ڪتاب پڙهيا، سندس هڪڙو ڪتاب جيڪو اختر راءِ پوريءَ ترجمو ڪيو هو، "پيامِ شباب" جي سري سان، ان ۾ سندس انقلابي نظم آهن، انهن مان ڪيترائي مون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا هئا. مون کان مرحوم مرغوب بخاري ڪجهه نظم وٺي ويو هو . هو ان وقت ڊي جي سائنس ڪاليج ۾ پڙهندو هو، اتي جي مخزن ۾ پنهنجي نالي سان ڇپرائي ڇڏيائين . مون کيس اجازت ڏئي ڇڏي هئي ته پل پنهنجي نالي سان ڇپراءِ 1960ع ۾ اقبال جتوئي ڪراچي يونيورسٽي مان هڪڙي مخزن ڪڍي هئي، "مشعل" ان ۾ به نظم منهنجي نالي سان ڇپيا هئائين، پر پوءِ شاعري يا نثر تي مون ڌيان نه ڏنو. منهنجي گهٽي دلچسپي سياست سان هئي، پوءِ وري نوڪري ۾ ويس يا وڪالت ڪرڻ شروع ڪيم ته ان ۾ گهڻو مصروف ٿي ويس. آخر 1968ع ۾ روسي آذربائيجان جي هڪ ڪهاڻي مون انگريزي ۾ پڙهي، جيڪا ڏاڍي وڻي، ان جو ترجمو ڪيم. اها ڪهاڻي مارچ 1968ع جي "نئين زندگي" رسالي ۾ ڇپي، جنهن جو عنوان هو "فون جي گهنٽي". ان ۾ هڪ واندو ماڻهو فون تي هڪڙو اڻ ڄاتل نمبر گهمائي ملائي ٿو ته هڪ ڇوڪري کڻي ٿي. سندن فون تي ڳالهه ٻولهه ٿئي ٿي. اتفاق سان اها ڇوڪري سندس ئي آفيس ۾ ڪم ڪندڙ ٽائيپسٽ آهي. هو ٻئي نالي سان ڳالهائي ڳالهائي نيٺ ملاقات ڪن ٿا. ڪافي سني ڪهاڻي هئي.

ستار: سائين مون کي ذاتي طور تي ڄاڻ آهي ته اوهان پنهنجي وڪالت جي مصروفيتن باوجود، موجوده دور ۾ جيڪي ماهوار رسالا نڪرن ٿا، اهي ضرور پرهندا آهيو، اوهين اهو ٻڌائي سگهندا ته موجوده دور ۾ جيڪو ادب ڇپجي پيو ڪهڙي جاءِ تي اچي پهتو آهي؟

نورالدين سرڪي: مان عرض ڪريان ته ادب جي باري ۾ منهنجو نظريو اهو آهي، اديب، ليکڪ، شاعر بلڪل مڪمل طرح آزاد هئڻ گهرجي. هن تي ڪنهن به قسم جون پابنديون نه هئڻ گهرجن. جيڪڏهن اسين چاهيون ٿا ته تخليقي ادب پيدا ٿئي 1947ع کان وٺي يا اڃان به 1936ع کان جڏهن انجمن ترقي پسند مصنفين جي پهرين ڪانفرنس ٿي هئي. جنهن جي صدارت منشي پريم چند ڪئي هئي. ان انجمن زوردار ترقي پسند ادب جي تحريڪ هلائي هئي. ان زماني کان وٺي اڄ ڏينهن تائين، مان ڏسان ٿو ته ادب ۾ سياست جو ڳانڍاپو هلندو اچي، پر اها ڳالهه درست ناهي، ته سياسي جماعتون يا سياست ادب تي غالب رهن. اديب، اديب آهي ساستدان ، سياستدان آهي. ادبي جماعت کي سياسي جماعت ڪنٽرول نه ڪري ته وڌيڪ بهتر آهي. مان تسليم ٿو ڪريان ته

سنڌ ۾ سنڌي ادبي سنگت تمام وڏي جماعت رهي آهي، جيڪا ايشيا جي وڏي ادبي جماعت ٿي ڪونجي، پر مون ڏٺو آهي تہ زور مرڪزي سنگت تي ڏنو ويجي ٿو. اها ڳالهہ اديب ۽ شاعر جي حيثيت کي گهٽ ڪري ٿي. جيڪي سنگت جون شاخون آهن، انهن ۾ غير ضروري دخل ڏنو ويجي ٿو. ان تي ڪنٽرول ڪيو ويجي ٿو. اديب يا فنڪار جي ذهن تي اهي دٻاءَ آهن، دٻاءَ هوندا تہ ادب صحيح تخليق نہ ٿيندو. اهو ادب سياسي ڌڙن ۾ ورهائجي ويجي ٿو. جيئن ڪافي وقت کان مان ڏسان ٿو تہ مزاحمتي ادب تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي. اديبن کان سياسي ڪارڪنن جو ڪم ورتو ويجي ٿو. اها ڳالهہ درست ڪانهي. تنهن ڪري اسان وٽ تخليقي ۽ اصلوڪو ادب گهٽ ٿو پيدا ٿئي. شاعري تمام گهڻي ٿي لکجي. شاعري پڙهندڙ بہ فقط شاعر آهن. باقي ڪهاڻي، ڊرامو، ناول ۽ ادب لطيف اهڙو هئڻ گهرجي جو عام ماڻهو بہ پڙهن . تنهن ڪري مان ذاتي طور سنڌي ادب مان مطمئن ناهيان.

ستار: سائين سنڌي ادبي سنگت اڄ بہ جاري آهي، ان جي هر هفتي هڪڙي گڏجاڻي ٿيندي رهي ٿي. توهان کي ڪڏهن ان گڏجاڻي ۾ اچڻ جي ڪوٺ ملي آهي؟

نورالدين سرڪي: جڏهن بہ مون کي ڪوٺ ملندي آهي تہ مان ويندو آهيان. جڏهن شيخ اياز جي موت تي تعزيتي ميڙاڪو ٿيو هو تہ مان بہ ويو هوس، اياز قادري لاءِ ميڙاڪو ٿيو هو تڏهن بہ مان ويو هوس، موهن ڪلپنا جي فوت ٿيڻ تي سنڌي ادبي سنگت وارن ميڙاڪو ڪيو هو تہ مان ان ۾ بہ ويو هوس. گهڻو وقت اڳ جڏهن انور پيرزادي جن هوند ا هئا، انهن هڪ دفعي "ناٽڪ" ۾ ڪو ميڙاڪو ڪيو هو تہ مان ان ۾ بہ ويو هوس. جڏهن دوست سڪ مان سڏ ڪندا آهن تہ مان ويندو آهيان. جڏهن تہ منهنجون ڪجهہ مجبوريون آهن. خيال تہ گهڻو ئي ايندو آهي، پر غمِ روزگار کي جهلون رکيون آهن.

ستار: سائين هن دور ۾ چيو ويجي ٿو تہ شاعري تمام گهڻي لکي ويجي ٿي، پڙهي ڪيتري ويجي ٿي ان جو تجزيو اڃان تائين نہ ٿيو آهي، پر دنيا ۾ جتي ڪٿي نثر کي گهڻي اهميت آهي. اسان وٽ هن دور ۾ جيڪو نثر لکيو ويجي ٿو، ان جي باري ۾ اوهان ڪجهہ ٻڌائي سگهندا؟

نورالدين سرڪي: ڏٺو ويجي تہ ڪتاب تہ ڇپجن ٿا، رسالا بہ نڪرن ٿا، پر لڳاتار رسالو سواءِ "سوجهرو" جي، ٻن ٽن سالن کان پيو ڪو نہ ٿو نڪري. انهيءَ رسالي ۾ مان ڏسان ٿو تہ آڪاٽيون ڇپجن ٿيون ، ترجما بہ آهن تہ شاعري بہ ڇپجي ٿي. مان سمجهان ٿو تہ ڏينهون ڏينهن پڙهڻ جو شوق وڌي ٿو. اديب بہ پيدا ٿي رهيا آهن، اهو فطري آهي، جيئن جيئن تعليم جو واڌارو ٿيندو ماڻهن ۾ سجاڳي ايندي تہ پڙهندڙ طبقو بہ وڌندو. مسئلا پنهنجي جڳهہ تي آهن. مسئلا، حساس دل

ماڻهن کي ۽ سوچيندڙ ماڻهن کي، ڪن ڳالهين تي ڪاوڙ يا غصو اچي ٿو، ڪن ڳالهين تي رحم اچي ٿو، خوشي جو اظهار ته گهٽ ٿئي ٿو ڇاڪاڻ جو حالتون اهڙيون آهن. ان ڪري غصي، ڪاوڙ ۽ ڪروڌ ڪان مجبور ٿي ماڻهو لکن ٿا. تمام ٿورو ادب آهي، جنهن کي سنو ۽ معياري ادب چئي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ جو اڄڪلهه ٻوليءَ جي صحت تي تمام گهٽ ڌيان ڏنو وڃي ٿو. دوست جيئن اچين ٿو تيئن لکي ٿا ڇڏين. اها به هڪ قسم جي شروعات آهي ته جيڪي ذهن ۾ اچي لکبو وڃجي، وقت سان ٺيڪ ٿي ويجبو. پر اها ذميداريءَ ڪان هٽيل ڳالهه آهي. منهنجي خيال ۾ خيالن کي جڏهن لفظن جو لباس پهرائجي ٿو تڏهن ادب تخليق ٿئي ٿو. لفظ خيالن جي اوگهڙ کي ڍڪين ٿا. انهن لفظن جي چونڊ ۽ صحت جيڪڏهن درست آهي، جيئن انسان آهي، سندس لباس جيڪڏهن صحيح هوندو، ان جي اوگهڙ ڍڪبي، يا سندس حسن کي وڌيڪ نکاريندو ته اهو ماڻهو وڌيڪ پسند ايندو. ان ڪري ڪهاڻي هجي چاهي شاعري، ان ۾ لفظ يا لفظن جي چونڊ اهڙي ضرور هجي جيئن ٻيو ڪو به ان لفظ کي اتان هٽائي نه سگهي يا ٻيو ڪو به لفظ ان جاءِ تي ٻيهي نه سگهي.

ستار: سائين، اسان جي سنڌي ادب ۾ اڄان تائين به ناول جي کوٽ آهي، ٻڌائيندا ته سنڌيءَ ۾ ناول ڇو گهٽ ٿو لکيو وڃي؟

نورالدين سرڪي: ان جا گهڻائي سبب آهن، پهرين ته اسان وٽ ايترو پڙهيل طبقو آهي ئي ڪونه. تعليم آهي ئي ڪانه. منهنجي خيال ۾ سنڌي عوام ۾ ڏهه سيڪڙو تعليم مس آهي. تنهن ڪان پوءِ اديبن جي سرپرستي هجي، خوشحالي هجي، مان نه ٿو سمجهان ته اسان وٽ اڄ تائين ڪو اهڙو اديب آهي جيڪو ادب کي پنهنجو معاشي ذريعو بڻائي سگهي. جيسين توهان اديبن جي ڪنهن به صنف کي معاشي ذريعو بڻائي نه ٿا سگهو، تيسين ادب ترقي نه ڪندو. ڪيترن دوستن کي ارود ۾ لکڻ جا موقعا مليا ته هڪدم سنڌي کي ڇڏي اردو ۾ ڊراما لکڻ لڳي ويا. ڇاڪاڻ جو ان مان کين جوڳي آمدني ٿي پئي، پر اهي به ڪل وقتي ليکڪ ٿي نه سگهيا. اهي به ٻيون نوڪريون ڪن ٿا. مثال طور اسان جو دوست امر جليل، تمام سنو اديب ۽ ليکڪ آهي. ڪيس لکڻ جي هڪ پنهنجي طرز آهي، جيڪا ماڻهو پسند به ڪن ٿا. پر هو به مجبور ٿي انگريزي ۾ لکي ٿو ٻي نوڪري به ڪري ٿو. مان نٿو سمجهي سگهان ته ناول ڇو نه ٿو لکجي. ٻين ملڪن فرانس يا روس ۾ به جڏهن غربت هئي، پوئتي پيل هئا ته به ناول لکيا ويا هئا. ٽالسٽاءِ تمام وڏا وڏا ناول لکيا. اهي کي خاص ادب سان لاڳاپيل ماڻهو هجن ۽ غريبيءَ جو به خيال نه ڪن. جيتوڻيڪ ٽالسٽاءِ پاڻ غريب نه هو. هو تمام وڏو جاگيردار ۽ امير ماڻهو هو. اهو اها ڳالهه ڪري پئي سگهيو. هو ته چوندو هو ته ڪيس ڪتاب ڇپجڻ جي رائيلٽي به نه گهرجي. ڪتاب يا ناول صرف ڇپجڻ

گهرجي لکڻ سندس خاص مشن هئي. ان طرح عام ليکڪ تي سماجي ۽ معاشي دٻاءُ آهن. جن ڪري گهبرائي ٿو. حقيقت ۾ اديب پنهنجو پاڻ کي پيش ڪري ٿو، اها سندس هڪ قسم جي خودنمائي آهي. معاشري ۾ هو ڪهڙي جاءِ تي آهي، ڇا سوچي ٿو ۽ ڇا ڪري ٿو. اسان وٽ اديبن کي ان پاسي ڌيان ڏيڻ کپي، جيڪڏهن اديب سياسي گروهه بندين کان الڳ ٿين، سوچين، مثال طور اسان وٽ ڊرامو لکجي ٿو، فن ۽ ادب ۾ هڪڙي ته روايت آهي، روايت جون ٻه ٻه خاصيتون آهن، هڪڙي روايت پنهنجي وقت جي ڳالهه هئي ۽ ختم ٿي وئي، ان ۾ هاڻي جدت کپي، ٻيون روايتون اهڙيون آهن جيڪي قائم رکڻيون آهن. جيڪي سنيورن روايتون آهن، انهن جي آڌار تي ٻيون روايتون ناهي سگهجن ٿيون. روايت جي اهميت به پنهنجي جاءِ تي آهي، ان ڪري اهڙين روايتن کان بغاوت به ناهي ڪرڻي. ڪٿي بغاوت ڪرڻ ضروري آهي ته ڪٿي روايت جي اهميت جي ضرورت آهي. عام طور اسين چوندا آهيون ته هي شاعر يا اديب روايتي آهي. جيئن مثال طور ڪو شاعر "گل ۽ بلبل" جو ذڪر ڪري ٿو، "عاشق معشوق"، فقط پنهنجو غم پيش ڪري ٿو، اهو انهي جو حق آهي. جهڙيءَ طرح هو سوچي ٿو ته لکي ٿو، پر ان ۾ هڪ نواڻ، جدت، ولولو، جوش ۽ جذبو هجي. خاص طور چوندا آهن ته شاعريءَ ۾ ٻه ڳالهيون ضروري آهن. هڪڙي "فصاحت" ٻي "بلاغت". اهي ٻئي عربي جا لفظ آهن، فصيح معنيٰ اهو شعر جڏهن رواني سان پڙهجي ته لڳي ته پاڻيءَ جيان وهندو ٿو وڃي، اسان جي دور ۾ هڪڙو سبق هوندو هو، ڏس آءُ ڪيئن نه لس پڙهي ٿو وڃان ٿئيم ٿي ڪا پڙهڻ ۾ اٽڪ، ته شعر به ايئن لس پڙهي وڃجي، ڪٿي رنڊڪ يا اٽڪ محسوس نه ٿئي. سواءِ اعرابن جي يا Punctuation جي ماڻهو نه بيهي. ٻي آهي، "بلاغت" جنهن جي معنيٰ آهي پيغام. ماڻهو ڇا ٿو چاهي، اسان جي دوستن هندوستان ۾ به لفظ استعمال ڪيا جيئن انگريزي ۾ Form and content چئبو آهي، هن جي هيئت يا ٻهريون ڏيک ڪهڙو آهي ۽ ان ۾ اندر معنيٰ ڪهڙي سمايل آهي. انهن لفظن جي جاءِ تي هنن "مال ۽ رومال" جا لفظ استعملا ڪيا آهن. رومال به نئون، چمڪندڙ ۽ ڪشش ڪندڙ هجي ۽ ان ۾ ويڙهيل شئي به اوتري سٺي ۽ نئين هجي. جيئن شاهه لطيف چيو:

وکر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي

اهڙي شئي ڏجي جا پراڻي نه ٿئي، ڪيس دائميت ملي وڃي، پر ان ۾ جدت به هجي

ستار: سائين، اسان جو سنگتي نصير سومرو آهي، انهي وٽ ڪجهه سوال آهن، هو اوهان کان پڇڻ ٿو چاهي.

نصير سومرو: سائين منهنجي ذهن ۾ هي سوال اڀريو آهي تہ ڪھڙي بہ ٻولي ۾ لکيل نثر پڙهجي ٿو تہ ان ۾ مرڪزي خيال اهڙو هوندو آهي جو اهو پڙهڻ ڪان پوءِ سڄي عمر ياد رهندو آهي. جيئن اوهان ذڪر ڪيو تہ آذربائيجان جي ڪهاڻيءَ جا ڪردار اوهان کي اڃا تائين ياد آهن، تيئن سنڌي ۾ بہ نسيم کرل جي ڪهاڻي "ڪافر" يا ٻين جون کي ڪهاڻيون پر موجوده دور ۾ اوهان ٻڌائيندا تہ ڪو اهڙي ادبي لکڻي اوهان کي پڙهڻ لاءِ ملي؟

نورالدين سرڪي: نہ، منهنجي ڏيان تي اهڙو ڪو ادب پارو ناهي. جيئن اڳ جمال ابڙو، اياز قادري، غلام رباني يا حفيظ شيخ وارن اهڙا ڪردار ناهيا، جيئن "پشو پاشا"، يا "شيدو ڏاڙيل" يا "ٻلو دادا"، حفيظ شيخ بہ سئيون آڪاٽيون لکيون. هڪڙو جذبو هوندو آهي ۽ ڪا ڳالھ ليکڪ کي مجبور ڪري ٿي تہ هي مان لکان، ڇاڪاڻ تہ ليکڪ ۾ بہ ٽي ڳالهيون هجن ٿيون، هڪ مطالعو ٻيو مشاهدو. اديب جون اکيون کليل هجن. ڪجھ وقت اڳ سنڌي نصاب ۾ بہ سبق هئا، "اکيون ڪم آڻيو ياڳو پهريون" ۽ "اکيون ڪم آڻيو ياڳو ٻيو"، ٽنڊي آدم مان هڪڙو ماستر ڪجھ ٻارن کي شهر گھمائڻ لاءِ وٺي آيو. سڄو ڏينهن گھمائي ڦيرائي، جڏهن شام جو واپس ويو تہ هڪڙي ڪان پڇيائين تہ: "تو ڇا ڏٺو؟" هن کي رڳو مٺائي ۽ ڪاڌي جون شيون ياد هيون. جڏهن ٻئي ڇوڪري ڪان پڇيائين تہ هن هڪ هڪ جز جز ڳڻي ٻڌايو. اهو آهي مشاهدو. مشاهدو جيڪڏهن تيز آهي ۽ انسان هر وقت خبردار آهي ۽ پنهنجي اکين ۾ منظر ويهاري ٿو، پر ان کي بيان ڪرڻ جو ڏانءُ بہ هجي. جيئن شاعر لاءِ چئبو آهي تہ گهٽو ڪجھ آهي پر طبع موضون ناهي، تہ طبع موضون هئڻ کپي . شاعري جي ڏانءُ يا فن ڪان بہ ماڻهو واقف هجي، جيڪا صنف لکي ٿو ان جي قائدن، قانونن ڪان بہ واقفيت هئڻ کپي. اهي سڀ ڳالهيون مشاهدي ۽ مطالعي سان واسطو رکن ٿيون.

نصير سومرو: اسين جڏهن ادب پڙهون ٿا، مثال جيئن شاعري آهي، شيخ اياز جا ڪتاب آهن. ان جي ڪتابن جا نالا گهٽي ياڳي شاھ لطيف ڀٽائي جي بيتن مان ورتل آهن، ائين تاجل بيوس ۽ ٻين دوستن جي ڪتابن جا بہ . اهڙا ڪتاب لکيل آهن، جن ۾ الائي ڇا ڇا هوندو آهي، پر نالو اسان ڪنهن ٻئي ڪان ٿا وٺون. تہ ڇا اسان کي ائين جرڻ جڳائي ٿو ؟

نورالدين سرڪي: اها ڳالھ ڪنهن انگريز ڪان پڇي ڏسو تہ اوهين اڃان تائين شيڪسپيئر جا محتاج ڇو آهيو؟ ڇاڪاڻ تہ هزارن سالن ڪان پوءِ ڪي سٺا اديب پيدا ٿيندا آهن. وڏا ماڻهو پيدا ٿين ٿا جيڪي پنهنجو نانءُ ڇڏي وڃن ٿا. جيئن ٻڙ جو وڻ ڪهڙي ڇانو ڏيندو آهي، اهو بہ جڏهن جهونو ٿئي ٿو تڏهن اهڙي جوانيءَ جهڙي ڇانو ڏئي ٿو. اوهان ڏٺو هوندو تہ جيڪڏهن ڪو وڏو ڇانو وارو وڻ هوندو آهي تہ ان جي هيٺان گاھ جا سلا بہ اسري نہ سگهندا آهن. ان جو سبب

چانو آهي. جيئن سج گرهڻ ٿئي ٿي، چنڊ گرهڻ ٿئي ٿي، تيئن ڀيا سڀ لٽجي ويندا آهن. تيئن شاهه لطيف اسان جي سنڌي ٻولي جو ايڏو وڏو شاعر آهي، هن جي پائي جي دعويٰ نه ڪري نه ٿي سگهجي پر هن ڪان پنهنجي داون بچائي به نه ٿي سگهجي. ان ڪري هن جي بيتن مان اسان ڪتابن جا نالا ڪڍون ٿا. اوهان ڏسو سڄي دنيا ۾ شيڪسپيئر جهڙو ڪو شاعر، حافظ جهڙو شاعر ڪٿي پيدا ٿيو آهي. عمر خيام جهڙو شاعر ڪٿي پيدا ٿيو آهي. رومي يا غالب جهڙو شاعر اڄان تائين سڄي اردو ادب ۾ پيدا ٿي نه سگهيو آهي. غالب ڪان ڏيڍ سؤ سال پوءِ هڪڙو فيض احمد فيض پيدا ٿيو. ته ايئن چوڻ ته شاهه لطيف ڪان پوءِ اسان وٽ ڪو سنو شاعر پيدا ٿي نه سگهيو. موجوده دور جنهن کي مان 1843ع ڪان پوءِ شمار ڪندو آهيان،اهو جديد دور اسان جي نندي ڪنڊ يا سائوٿ ايشيا ۾ ڳڻجي ٿو انگريزن جي اچڻ ڪان پوءِ، جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. نئين تهذيب ۽ صنعتي اٿل پٿل ٿي، ان اسان جي قدرن ۾ ڦير ڦار آندي. انهي ڪان اسان متاثر ٿياسون. پر ورهاڱي ٿيڻ ڪان پوءِ اسان جا سنڌي اديب هندو هئڻ ڪري هندوستان هليا ويا. انهن ڪيترائي وڏا وڏا ڪتاب ترجمو ڪيا هئا. مثال دوستو وسڪي جي آکاڻي آهي "چور" جي عنوان سان، 1923ع ۾ "سنڌو" رسالي ۾ ڇپيل آهي دوستو وسڪي، چيخوف ۽ پشڪن جون آکاڻيون ترجمو ٿي ڇپيون هيون، اهو به دور هئو.

سنڌي ادبي سنگت جي هڪڙي ويهڪ ۾ احسان بدويءَ ڪو شعر يا افسانو پڙهيو، ان تي رشيد ڀٽيءَ تنقيد ڪئي. تنهن تي پروفيسر صاحب ناراض ٿي پيو. پوءِ مون کي چيائين ته: "صبح جو جن شاگردن کي اسين ادب بابت سيکاريون ٿا ۽ کين سبق ڏيون ٿا، شام جو هتي اسان تي تنقيد ڪن ٿا." مون چيو: "ان ۾ ته اسان کي خوش ٿيڻ کپي ته اسان کين اهڙي تعليم ڏيون ٿا جو هو اسان تي به تنقيد ڪرڻ جهڙا ٿين ٿا. اهي اڳتي هلي وڏا اديب ٿيندا. هنن کي همٿائڻ کپي. بلڪل چوڻ ڏجي ته تنقيد ڪن. مان جڏهن ٻئي تي تنقيد ڪريان ٿو ته چڻ ڪيس اهو حق ڏيان ٿو ته هو به مون تي تنقيد ڪري." جيئن، چوندا آهن ته: "بزرگي سالن تي ناهي، بزرگي عقل تي آهي." وڏو هجڻ، وڏيون ڊگريون هٿ ڪرڻ سان ڪو به وڏو عالم يا اديب ٿي نٿو سگهي.

نصير سومرو: سائين اوهان جي جواب جي تسلسل ۾ هڪڙو سوال ايريو اٿم، بزرگيءَ جي بنيادن تي ڪنهن کي ڪمال حاصل نه ٿيو آهي. اصل علم آهي يا ڄاڻ آهي جيڪو ڪا نئين ڳالهه ڪري. اسان وٽ جيتري تعليم وڌي آهي، ان جي ڀيٽ ۾ اسان وٽ بهتري ٿيڻ بدران غلط رجحان وڌيا آهن. انهي جو ڪهڙو ڪارڻ آهي؟

نورالدين سرڪي: جگر مراد آبادي جو هڪڙو شعر مون کي ياد آيو آهي.

**جهل خرد ني دن يہ دکائي،**
**گهٽ گئي انسان بڙهہ گئي سائي.**

بيو چوندا آهن تہ پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ ۾ فرق آهي، جيڪڏهن صرف پڙهبو ۽ ڪڙهبو ڪونہ تہ فائدو بہ نہ ٿيندو. مثال مرزا قليچ بيگ چيو:

**علم ۾ ٿي ڪامل تہ ڪر عمل ڪي بہ شامل،**
**عالم جي ٿيو نہ عامل، دفتر لکيو تہ ڇا ٿيو.**

عامل جي علم ۾ اهڙو اثر ضرور ٿيندو. اڄڪلهہ جي زماني ۾ حساب لڳائيندا تہ تعليم وڌڻ سان گڏوگڏ اسان وٽ بي علمي Illiteracy وڌندي ٿي وڃي، سبب هي آهي تہ تعليم تي جيڪو خرچ ٿئي ٿو، سو هر سال اوترو ئي رهي ٿو، وڌي اصل نہ ٿو. جيڪڏهن وڌايو بہ وڃي ٿو تہ مشڪل سان هڪ سيڪڙو. ٻئي پاسي ڏسون تہ آبادي سال ۾ ٽي سيڪڙو وڌي ٿي. جيڪڏهن ٽي سيڪڙو آبادي وڌندي تہ ماڻهن ۾ تعليم تہ وڌندي ڪانہ. هڪ هيءَ ڳالهہ بہ آهي تہ غريب ملڪ هئڻ جي سبب، پوئتي پيل ملڪ هئڻ سبب، اسان جي ملڪ ۾ حڪومت جي ٻاران تعليم جو جيڪو بندوبست ٿيڻ گهرجي اهو نہ ٿو ٿئي، توهان ڏسندا تہ سرڪاري اسڪولن ۾ ڪو بہ سمجهدار ماڻهو پنهنجا ٻار نہ ٿو داخل ڪرائي، ڇاڪاڻ جو اتي معياري تعليم نہ ٿي ملي. خانگي اسڪولن ۾ سفيد پوش ماڻهو، ٻارن کي نہ ٿو موڪلي سگهي، ڇاڪاڻ جو اتي تعليم تمام مهانگي آهي. ٻاهرين ملڪن ۾ ڏسندا تہ ٻارهين جماعت تائين مفت ۽ معياري تعليم آهي. ٻارهين جماعت کان مٿي پرواهہ ناهي، هر ڪو ماڻهو پاڻ ڄاڻي، پوءِ ماڻهو جيترو برداشت ڪري سگهي، اوتري تعليم وٺي ٻي صورت ۾ هو وڃي ڪو ڪم ڪار ڪري. پر اسان جي ملڪ ۾ اهڙي ڳالهہ آهي ئي ڪانہ. ان ڪري اسان وٽ تعليم گهٽ آهي ۽ معيار بہ گهٽ آهي. جهڙو نفسا نفسي جو عالم آيو آهي، هر ماڻهو پريشان آهي، اتي ٻارن جي تربيت بہ گهٽ آهي. ماڻهو ڪيئن بہ ڪري پنهنجي گهر جي پورت ڪري سگهڻ لاءِ پريشان آهي. ان ڪري ماڻهو اولاد کي نہ صرف تربيت صحيح نہ ٿو ڏئي سگهي، پر تعليم بہ صحيح نہ ٿو ڏياري سگهي. نتيجي ۾ ڪاليجن ۽ اسڪولن مان جيڪا شاگردن جي کيپ نڪري ٿي اها معياري ڪونهي.

نصير سومرو: سائين ٻاهرين ملڪن ۾ جيڪي رسالا ۽ اخبارون اشتهارن جي ڪري نڪرنديون آهن، انهن جي قيمت نہ هجڻ جي برابر هوندي آهي. اسان وٽ جيڪي رسالا ۽ اخبارون نڪرن ٿيون، انهن جي قيمت ڪافي ٿي هجي. توهان آچر جي "جنگ اخبار" ڏسو تہ ڪروڙن جا اشتهار هوندا آهن. پوءِ بہ ان جي ايڏي قيمت آهي. هڪڙو ماڻهن ايتريون اخبارون پڙهي ڪيئن، رسالا

ڪيئن خريد ڪري. جڏهن تہ هن جي قوت خريد ايتري آهي ئي ڪانہ . ان سان تعليم جو واڌارو ٿيندو يا نہ؟ پڙهڻ وارن ۾ اضافو ٿيندو؟

نورالدين سرڪي: هرويرو نہ پڙهڻ جي ڳالهہ تہ ڇاڪاڻ ته ٻجهي ڪوبہ نہ ڪندو پر مجبوري آهي. فنڊس ڪونهن، غربت وڌيڪ آهي، اوڌر ۽ قرض تي اسين هلون ٿا. "روزانہ ڊان" جيڪا اسان کي ٽيرنهن رپين ۾ ملي ٿي، ان ڪان بيٽي هندوستان ۾ ٻن رپين ۾ ملي ٿي. گهٽئي ڳالهيون آهن ، هڪ تہ سرڪيوليشن، مارڪيٽنگ ڪيئن آهي، انگريزي اخبار جو سرڪيوليشن هندوستان ۾ تمام گهٽو آهي. اسان جي ملڪ ۾ اردو اخبارن جو سرڪيوليشن گهٽو آهي، جو هنن جي مينيجمينٽ ۽ انويسٽمينٽ بهتر آهي ۽ سرڪار تي بہ هو دباءُ وجهي اشتهار وٺي وڃن ٿا. ڪڏهن سودي بازي بہ ڪن ٿا، تنهن ڪري هلي وڃن ٿا. پر مان ڪجهہ سالن ڪان ڏسان ٿو تہ هندوستان ۽ پاڪستان ۾ هڪڙو غلط رجحان آهي تہ انگريزي ٻولي جو استعمال ڏينهن بہ ڏينهن وڌندو ٿو وڃي عالمن، سائنسدانن ۽ سوچيندڙ ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ ڌاري ٻوليءَ ۾ تخليقي طور اوهان پنهنجو ڪجهہ بہ پيدا ڪري نہ سگهندا. سائنسدان بہ ڌاري ٻولي ۾ نہ ٻڌجي سگهندا. توهان ترجما ڪندا، ڪلارڪي ڪندا يا ڪي ڪمرشل ڳالهيون ڪندا، اصلوڪي ۽ تخيلقي شئي اوهان کي ملي نہ سگهندي. پر هنن پنهي ملڪن جو هڪ ٻيو مسئلو بہ آهي تہ جيڪڏهن اسين انگريزيءَ کي ڇڏيون ٿا تہ اسين وڌيڪ فساد ۾ مبتلا ٿي ٿا وڃون. جيئن هندوستان ۾ انگريزي کي ڇڏين ٿا تہ هنديءَ کي ڪيترائي قبول نہ ٿا ڪن. پوءِ بنگال ۾ بنگالي، تيلگو، تامل، مرهٽي هندي ٿيندي. هر صوبو پنهنجي زبان ڪتب آڻيندو، پوءِ هو بہ شايد سنڀالي نہ سگهندا. هڪ ڀيري هنن هندي ٻولي لاءِ چيو هو تہ ڏکڻ هندوستان ۾ فساد ٿي پيا. ان حد تائين جو ريلوي اسٽيشنن تي بہ جيڪي هنديءَ ۾ بورڊ لڳل هئا، اهي پيجي ڦٽي ڪري ڇڏيائون . انهن کي باهيون ڏنائون. ساڳئي نموني پاڪستان ۾ بہ، جيڪڏهن اسين انگريزي کي ڇڏيون ٿا تہ پوءِ ڪهڙي ٻولي ڳالهائي وڃي . اردو ٻولي، پاڪستان جي ڪل آبادي جي ٿي سيڪڙو ماڻهن جي زبان آهي، پشتون چوندا تہ اسان جي پشتو هجي، سنڌي چوندا تہ سنڌي ٻولي هجي، پنجابي چوندا تہ پنجابي ٻولي هجي، بلوچ وري بلوچي لاءِ چوندا. ان ڪري سنڀالي نہ سگهندا. اسان جون حڪومتون اقتصادي طور تي پنهنجي پيرن تي بيٺل ناهن، جو مقامي ٻولين کي ايتري ترقي وٺائين، ايڏو ادب ۽ ٻين علمن جو بندوبست ڪري سگهن ، جو ماڻهو پنهنجي پنهنجي مادري زبان ۾ تعليم حاصل ڪري سگهن. ڏسو ڪينيا ۾ بہ سائنسدان پيدا ٿين ٿا، جپان ۾ جپاني، روس ۾ روسي، ويندي ايران ۾ ڊاڪٽرءِ انجنيئر ايراني ٻولي ۾ پڙهن ٿا ۽ عرب عربي ٻوليءَ ۾ پڙهن ٿا. ان کان مٿي، پل وڃي ٻين ٻولين ۾ پڙهن

نصير سومرو: منهنجو آخري سوال آهي، اسان جي ملڪ يا سماج ۾ سنو سسٽم اسان جي مسئلن جو حل آهي، يا علامہ اقبال جي "مردِ مومن" جي ضرورت آهي، جيڪو هن طريقي کي بدلائي ۽ سڌاري؟

نورالدين سرڪي: حقيقت اها آهي، اها بيماري يعني شخصيت پرستي Personality cult ، هيرو ورشپ، اهڙن ملڪن ۾ ٿئي ٿي، جتي عام بي علمي آهي، Illiteracy هوندي اتي ايئن ٿيندو ۽ هڪڙي واحد شخص کي پسند ڪندا. جيئن پير پيغمبر، ڪو مسيحا، ڪو ليڊر، آدرش، ڪو اهڙو بت پيدا ٿئي، جنهن مان اميد حاصل ٿئي . ماڻهو جڏهن نااميد ٿئي ٿو، تڪليف ۾ اچي ٿو، تڏهن چوي ٿو ڪو معجزو ٿئي. ڪو ماڻهو اهڙو ملي جيڪو ان تڪليف مان ڇوٽڪارو ڏياري. ٻين سنڌريل ملڪن ۾ جتي عام تعليم آهي، اتي ماڻهو سوچين ٿا. روس ۾ ڏسو اهڙي ڳالهہ ڪونهي، جيتوڻيڪ سويت يونين ٽٽي ويو پوءِ بہ اتي شخصيت پرستي ڪونهي. ڇاڪاڻ جو اتي سؤ سيڪڙو تعليم آهي. يورپ ۾ اهڙي تعليم آهي، هو ڇوندا هي جمهوري ملڪ آهي. اسان جي راءِ سان هلو. Broad based اونهين پاڙن تي ٻڌل وچولو طبقو هوندو، اتي جمهوريت هلي سگهندي. اسان جي ملڪ ۾ جو جمهوريت نا هي تہ پوءِ شخصيت پرستي ٿيندي . وري وري ماڻهو چوندا تہ يار ڪو مردِ ڪامل اچي. اقبال جا اهي شعر آهن جمهوريت جي خلاف،

**گريز طرزِ جمهوريت غلامِ پخت ڪارِ شب**
**ڪہ از مغزِ دو صد خرِ فڪرِ انساني نہ مي آيد.**

جمهوري طريقي کان پڇ، ڪنهن مردِ ڪامل جو غلام ٿيءُ.
بہ سؤ گڏهن جي مغز منجهان، انساني فڪر پيدا نہ ٿو ٿئي.

ستار: سائين، توهان جي جوابن مان هڪ سوال نڪتو، توهان ٻڌايو تہ سنڌي ادبي سنگت توهان جي جنهن دؤر ۾ شروع ٿي تہ نياز همايوني بہ اتي گهڻو گهڻو ايندو هو. هاڻي نياز همايوني پنهنجي دؤر جو سنو شاعر مڃيو وڃي ٿو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نا هي ، اوهان نياز همايوني جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌائيندؤ؟

نورالدين سرڪي: نياز همايوني سنڌي ٻولي سني ڄاڻي ٿو، اردو ڄاڻي ٿو ۽ فارسي ڄاڻي ٿو. شاعريءَ جي لحاظ کان هو ڪافي سنو شاعرآهي، هو سنن خيالن جو شاعر آهي. ڇاڪاڻ جو هو هڪ غريب گهراڻي سان تعلق رکي ٿو، تنهن ڪري هن جون همدرديون بہ سنڌ جي پورهيت ۽ هيٺئين طبقي سان آهن. هن تمام سني شاعري ڪئي آهي، پر ڇاڪاڻ تہ هو غريب آهي تنهن ڪري اڳتي اچي نہ سگهيو. ليڪ پنهنجو اصلوڪو ادب يا شاعري گهٽ ٿو پيدا ڪري سگهي، ڇاڪاڻ جو ان لاءِ ڪيس معاوضو نہ ٿو ملي، تنهن ڪري ترجمن تي زور، ڪڏهن ڪو طب جو ڪتاب ترجمو ڪندوهو تہ ڪڏهن ڪو ادبي بورڊ لاءِ ترجمو

ڪندو رهندو هو. پر هن جو پنهنجو تخليقي ادب تہ منظر تي ڪو نہ آيو. تنهن ڪري هو شاعر جي لحاظ سان پوئتي رهجي ويو. هو حڪيم ۽ نثر نويس وڌيڪ ٿي ويو. نہ تہ هو ڪافي قابل شخص هو. مون کي سندس هڪڙو شعر بيحد پسند هوندو آهي، اوهان کي بہ ٻڌايان ٿو،

**ڪهڙي بهشت ٿو اچ، اچ جو باب زنده باد،**
**فريبِ جنتِ فردا جو خوابہ مرده باد.**

هاڻي ان ۾ فارسي ڪافي آهي، اسان وٽ فارسي ۽ عربي جو رواج ڪجهہ يقت اِگ گهڻو هو، شاعرن کي هاڻ ان مان جان ڇڏائڻ گهرجي. مون چيو تہ کي چڱيون روايتون قائم رکبيون، مان اهو بہ نہ ٿو چوان تہ اسان شاهہ لطيف جون روايتون بيتن سان هلايون، ٻين صنفن ۾ بہ اهڙا لفظ، سنڌي نيٺ لفظ ڪتب آڻجن . مان هڪ عرض ڪريان تہ سنڌي ٻولي ۽ اردو ٻوليءَ ۾ هڪڙو فرق هئڻ گهرجي . شهري ۽ وڌيڪ پڙهيل ماڻهن جي اردو ٻولي سٺي هوندي آهي. هندوستان ۾ جيئن جيئن شهرن ۽ درٻارين کان پري ٻهراڙين ۾ ويندا، ڪڙي ٻولي يا ٻين واري ٻولي ٿيندي ويندي . ان جي برعڪس سنڌي ٻولي، جيئن اوهان شهرن کان ٻهراڙين ۾ ويندا تہ سنڌي ٻولي صاف، سڀڪ سوادي ۽ سولي ٿيندي ويندي . توهان ڪنهن اهڙي ماڻهو کي ڏسو جيڪو ڪڏهن اسڪول ۾ نہ ويو آهي، بنهہ اڻ پڙهيل آهي، اخبار رسالو يا ڪتاب جنهن نہ پڙهيو آهي، اهو ماڻهو بہ عشق محبت ڪري ٿو، ان ماڻهوءَ کي بہ جذبا آهن، ان ماڻهوءَ کي بہ غصو اچي ٿو، ان ماڻهو کي بہ پيار اچي ٿو، اهو ماڻهو بہ ڪو اهڙو نظارو ڏسي ٿو تہ حيران ٿئي ٿو، اهو بہ تہ ان جو اظهار ڪري ٿو. اهڙا ماڻهو بہ جيڪي 24 ڪلاڪ خيالن جي ڏي وٺ ڪن ٿا، انهن جي ٻولي ڪهڙي هوندي، اهو فرق آهي. ستار: ٻيو سائين سوال اپريو آهي، 1956ع ۾ توهان ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي هئي. ان باري ۾ ٻڌائيندا تہ اها ڪهڙي شهر ۾ ٿي هئي ۽ ان ۾ ڪهڙن دوستن شرڪت ڪئي هئي؟

نورالدين سرڪي: اها ڪانفرنس ڪراچي ۾ ٿي هئي ان جي ميزبان ڪراچي سنڌي ادبي سنگت جي شاخ هئي. ان ۾ سنڌي ادبي سنگت جو پهريون پڌرنامو پيش ڪيو ويو ۽ ان جا مول متا پيش ڪيا ويا. منهنجي خيال ۾ ان ۾ ڪجهہ سنڌ مان شاخون آيون هيون. پنج يا ڏهہ شاخون آيون هيون . حيدرآباد جي شاخ ڏاڍي سٺي هلندي هئي . حيدرآباد ۾ رسالا روڊ تي، هڪڙو "ڪراچي هوٽل" هوندو هو ان ۾ دوست ويهندا هئا، اتي سنڌي ادبي سنگت جون باقائدي گڏجاڻيون ٿينديون هيون. تنهن کان پوءِ ڪراچي ۾ هڪ ٻي ڪانفرنس ٿي هئي، اهو سال مون کي ياد نہ ٿو اچي 1967ع يا 1968ع آهي، مون وٽ هڪڙو رسيد بوڪ رکيل آهي، ان ۾ تاريخون لکيل آهن. ڪهڙي فنڪشن تي ڪيترا پئسا خرچ

ٿيا ۽ ڪڏهن ٿيا. ان وقت ۾ ٽي ڏاڍا سٺا دوست هوندا هئا، اقبال جتوئي، تاج بلوچ، امر جليل، حڪيم ارشد جيڪو ماستر هو، نواپشاهه وارو، هاڻ رٽائير ڪيو اٿس، هو ان وقت اين جي وي هاءِ اسڪول ۾ پڙهائيندو هو. امر جليل به پهرين ان اسڪول ۾ ماستر هو. قمر شهباز ايندو هو، سندس آفيس ريڊيو پاڪستان جي سامهون هوندي هئي، اشوڪ گنگواڻي به ايندو هو، اسان هڪڙي ادبي پبلشنگ به کولي هئي، جنهن ۾ پهرين هڪڙو ڪتاب به ڇاپيو هو سون، "غريبن جو وارثو يتيم ٽي وارو، پوءِ وري امر جليل جو ڪتاب آيو، "جڏهن مان نه هوندس".

# انٽرويو

## تاج بلوچ ۽ عاجز جمالي

ورهاڱي کان پوءِ هر نوعيت جي گھوٽالي کي منهن ڏيڻ ۽ سنڌ جي سماجي، سياسي، معاشي ۽ ادبي وايو منڊل کي بهتر بنياد مهيا ڪري ڏيڻ ۽ ورهاڱي کان اڳ جيڪا توري گهٽي ۽ انڌي ڪاٽي جاڳرتا پيدا ٿي هئي ۽ روشن خياليءَ جي هلڪي لهر جيڪا مشڪل سان جاڳي هئي سا اجهامڻ تي هئي، اهڙي اونداهي ماحول کي روشن افق بخشڻ لاءِ سنڌ جي سجاڻ ماڻهن جون وڏيون قربانيون آهن.

مسلم ليگ جي ٻاهران لڏي آيل اڳواڻن، جناح صاحب مرحوم جي وڏڙي چمار ۽ علالت مان فائدو وٺندي، خاص طرح سان سنڌ ۾ پنهنجا سياسي تڪ ٽاهڻ لاءِ سمورن اخلاقي قدرن کي ميساري اهڙو ته نفسا نفسي جو ماحول قائم ڪيو ۽ مڏيون ۽ ملڪيتون جوڙڻ واري سائڪي کي هتي ڏئي هتان جي سادن ۽ معصوم ماڻهن کي به منفي طريقي سان اتساهيو ،جن ماضيءَ جيان ڪنهن نوعيت جي خير جي ڪم ڪرڻ بدران، نوٽ وٺڻ جو وهنوار شروع ڪري ڏنو ۽ سنڌ اندر مختلف تحريڪن جي اثر هيٺ خرد افروزيءَ جو جيڪو سلسلو جڙي پيو هو اهو نگهو سار ٽيڻ تي هو.

عام طرح سان ملڪي سطح تي ۽ خاص طرح سان سنڌ ليول تي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ اجان به اهڙا ڪي ماڻهو ضرور موجود هئا، جن جي دلين ۾ وڏيرن، پيرن، ميرن ۽ سياسي ليڊرن جي ستايل مسڪين ۽ محڪوم مخلوق جي اقتصادي چوٽڪاري جو فڪر متيرائيءَ جو وڏو درد موجود هو ۽ اڄ سنڌ جنهن فڪري تناظر ۾ موجود آهي انهيءَ کي اهڙي روشن خياليءَ ۽ عام ماڻهوءَ جي درد تي ڦٽڪي پوڻ واري جذبي جي پوبان انهن چند ماڻهن جو هٿ آهي، جن ڏکين حالتن ۾ رهندي به عام ماڻهن جي ڏکيائين ۽ پيڙائن کي جهڪو ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ سنڌ جي سياسي جاڳرتا ۾ نوان لاڙا قائم ڪيا. انهن ۾ محترم ڪامريڊ نورالدين سرڪيءَ جو نالو سنهري لفظن ۾ لکيو ويندو.

سرڪيءَ جو نالو هن وقت سنڌ جي چوٽي جي قانوني ماهرن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. انهيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ ڪامريڊ سرڪي به اهي لڪ ضرور لتاڙيا، جيڪي ٻين ماڻهن جي راهه ۾ وڏي رنڊڪ هئا.

سٺ واري ڏهاڪي ۾ سنڌ جي فڪري تناظر ۾ هڪ پيڙهيءَ پنيان، جڏهن اسان واري ٿهي، عملي ميدان ۾ لٿي ته انهيءَ لاءِ ڪو نهيل نڪيل گس يا اڳواڻ نه هو. هڪ ٻه فرد جي هئا، به نه انهن جون سياسي ترجيحات سيني لاءِ هڪ

جهڙيون ۽ هڪ جيتريون قبولڻ جوڳيون نہ هيون. بين ماڳن ۾ سوويت يونين مارڪسز جي فڪري ۽ عملي استحڪام ۽ ان جي تضادم ۾ آيل مائو ازم ٻہ اهڙيون اهم فڪري ڌارائون هيون، جن اسان واري ٿهيءَ کي انتها پسند قوم پرستي واري جنون کان گهٽو متي ڪٽي ويئي ۽ پاڪستان ۾ سوشلزم جي فڪري ۽ عملي نفاذ لاءِ ڪم جي شروعات ٿي يا شروع ٿيل ڪم جي توسيع لاءِ هلچل شروع ٿي.

سنڌ ۽ پنجاب ۾ سوشلزم جي فڪري نفاذ لاءِ ڪيئي ڌڙا هئا، جيڪي انهن لائينز تي اڳ ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. سنڌ ۾ خاص طرح سان سنڌيادبي سنگت، ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اڻ الحاقيل هيئين تنظيم هئي، جنهن مظلوم طبقن جي مٿيرائي ۽ غير طبقاتي معاشري کي وجود ۾ آڻڻ لاءِ ادبي تناظر ۾ گهليل رنگ ۽ رمزيت ڪم ڪيو ۽ جڏهن ڳاڙهي رنگ جو ڪتاب هٿ ۾ کڻڻ وارن کي معاف نہ ڪرڻ جهڙو گناهہ هو ،تڏهن اسان سرڪي صاحب جي اڳواٽيءَ ۾ فڪري تبديليءَ لاءِ علم ڪنيو.

اسين جڏهن سنگت ۾ آياسين تہ سرڪي صاحب جو پارٽيءَ سان ڪو لاڳاپو ئي نہ رهيو هو، بلڪ سنڌي دانشورن ۽ اردو ڳالهائيندڙ دانشورن جي وچ ۾ ڪجهہ غلط فهمين جي بنياد تي هڪ اڻ لڪائتي وٿي پيدا ٿي چڪي هئي. جنهن کي اسان واري پيڙهي اڃا نہ فقط پرکيو، پر هڪ وٿندڙ وايو منڊل کي جنم ڏنو ۽ ٻن ڌار ڌار ٻولين ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ٿي پئي. جنهن کي هاڻ وڌيڪ استحڪام حاصل ٿي رهيو آهي.

انهي سموري perspective ۾ ڪراچيءَ ۾ فقط نورالدين سرڪي صاحب ئي اڪيلو شخص هو، جنهن اسان واري ٿهي جي فڪري آبياري ڪئي ۽ ڪيترن ئي تضادن کي تکو ڪري تضادن جو سينٿيسس ڪيو ۽ ڏتڙيل طبقن جي لاءِ ماٿهپي جهڙي جياپي لاءِ ادب ۽سياست جي نئين پيڙهي کي سنگرام تي وجڻ جوڳو بڻايو.

نورالدين سرڪي صاحب پاڻ ترقي پسند قوم پرست، سياسي رهبر، وڪيل اديب، مترجم، شاعر قومي ڪارڪن ۽ مارڪسوادي نقاد آهي. سندس لاڳاپو سنڌ جي پئرس شڪارپور سان آهي، جنهن شهر سنڌ ۾ بي انت ۽ انتهائي احترام جوڳين شخصيتن کي جنم ڏنو، جن زندگي جي مختلف شعبن ۾ وڏا وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا.اهڙي محترم، سماجي شخصيت ۽ زندگي جي روشن افق سان ڪجهري پڪ اٿئون تہ لاڀ جوڳي ثابت ٿيندي ۽ ماضيءَ جي جهروڪن ۾ جهاتي پائڻ سان شايد ڪا آسيس ملي، مون سائين کان سوال ڪيو.

تاج ـ پهريون گذارش تہ اها آهي تہ توهان سنڌي سماج جا فڪري سڌارڪ رهيا آهيو، هر ٿهيءَ جي توهان سياسي، ادبي ۽ اخلاقي طور تي تربيت

ڪئي آهي ۽ شخصي طور وڏي جاکوڙ ڪئي آهي توهان ٻڌايو ته ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي سياسي، معاشي ۽ ادبي طور جيڪا حالت هئي انهن جي اڄوڪين حالتن سان ڪئين ڀيٽ ڪيو ؟

سرڪي: هاڻ ورهاڱي کان اڳ واري صورتحال کان بلڪل مختلف آهي، سڄو منظر مختلف آهي، ورهاڱي کان اڳ سنڌ ۾ سڀ سنڌي هئا، هندو به سنڌي هئا ته مسلمان به سنڌي هئا. ادبي لحاظ کان ڏسجي ته سنڌي ادب لاءِ سڀ گڏجي ڪوشش ڪري رهيا هئا. حقيقت هيءَ آهي ته ورهاڱي کان ڏهه پندرهن سال اڳ حالت تبديل ٿي هئي حقيقت ۾ انهن هندستاني سنڌين 1920 کان 9124ع تائين هندو مسلمان ايڪتا لاءِ وڏي ڪوشش ڪئي ۽ ڪافي حد تائين ڪاميابي به ماڻي، ايتري قدر جو خلافت جي تحريڪ ۾ ڪانگريس ۽ مهاتما گانڌي مدد ڪئي. منهنجي خيال ۾ خلافت تحريڪ ٽٽڻ ڪانپوءِ جيڪو دور آيو، انهي ڪانپوءِ هندستان ۾ هندو مسلمان ڇڪتاڻ جي شروعات ٿي ان جو نتيجو اهو نڪتو جو ان قسم جي پولرائيزيشن شروع ٿي ته هيءَ هندو آهي هي ۽ مسلمان آهي. ريلوي پليٽ فارم تي هندو پاڻي الڳ ته مسلم پاڻي الڳ رکيا ويا. ادب ۾ ڏسجي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ هن علائقي ۾ مسلمان ليکڪ سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي ۽ فارسي لفظ ٽنبڻ لڳا ۽ ٻئي طرف وري هندو اديب سنڌي ٻوليءَ ۾ هندي لفظ ٽنبڻ لڳا.

ورهاڱي کان اڳ اسڪولن، ڪاليجن ۽ درسگاهن ۾ گهڻو ڪري هندو استاد هوندا هئا سواءِ چند مدرسن يا نور محمد هاءِ اسڪول حيدر آباد ، سنڌ مدرسي يا لوڪل بورڊ جي اسڪولن جي. جيڪي مسلمان زميندارن طرفان مسلمان شاگردن لاءِ جاري ٿيل هئا. باقي جيڪي خانگي اسڪول هئا، مثال مان شڪارپور ۾ پڙهيو آهيان شڪار پور ۾ هڪ سرڪاري اسڪول هئو ان ۾ ويهه ٻاويهه استاد هئا، جن مان مشڪل سان هڪڙو استاد مسلمان هئو، باقي جيڪي ٽي چار اسڪول هئا انهن مان هڪڙو مشڪل سان اسڪول هئو، نيو ايرا جنهن ۾ پنج درجا پڙهائيندا هئا، انهي ۾ به سڀ هندو ماستر هئا، مالڪ به هندو هوندا هئا. مسلمان شاگردن جو انگ مشڪل سان پنج سيڪڙو هوندو هو، پر مان نه ٿو ٻائيان ته اسان ڪي ڪڏهن ان ڳالهه جو احساس ٿيو ته هندو استادن ڪنهن مسلمان شاگرد سان ڪا به اڪيائي ڏيکاري هجي. اسان سان انهن جي شفقت پيءُ ماءُ جهڙي هوندي هئي. ان زماني ۾ استادن جي مهرباني ۽ توجهه جي ڪري تعليمي درسگاهن مان اديب پيدا ٿيندا هئا، ۽ اهي ماستريءَ کي باقائده پيشو ڪري هلائيندا هئا ته في الحال ماستري ڪنداسين ۽ بعد ۾ وڃي ٻي ڪا نوڪري يا ڪو ٻيو ڌنڌو ڪنداسين. اهي دل و جان سان پورو وقت باقائده استاد هوندو هئا. جيتوڻيڪ اهي ڪي وڏا عالم فاضل ڪو نه هوندا هئا، فقط ميٽرڪ پاس ٿي

هوندا هئا، ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ استاد ايم. اي ، بي. اي هوندا هئا، نہ تہ گهڻو ڪري ميٽرڪ پاس هوندا هئا. سائين ڪيئل داس فاني اسان جو استاد هوندو هئو، جيڪو اياز جو بہ استاد هئو، اهو بہ ميٽرڪ پاس هو پر اهي نندي هوندي کان وٺي ادب پڙهندا ۽ پڙهائيندا هئا. مون کي ياد آهي تہ چوٿين درجي انگريزي ۾ رديف، قافيو، سمجهہ ۾ ايندوهو ۽ ادب ڏانهن شوق وڌندو هو ۽ اسڪول بہ خانگي هيا. اسان جي اسڪولي نصاب ۾ ٽالسٽاءِ جون آکاڻيون بہ هونديون هيون، جيڪي اسان ان وقت پڙهندا هئاسين. سارو ماحول علم ۽ ادب جو هئو، ادب سان گڏ پڙهائي ۽ ٻيا ڪم ڪاريون بہ ڪندا هئا سين مثال. ان زماني ۾ سنڌو رسالو جيڪو 1932ع کان نڪرندو هئو ۽ شڪارپور مان ان جي شروعات ٿي. ٻولچند راجپال ان جو مالڪ هئو سو اصل ميان جي ڳوٺ جو هو ۽ پنهنجي پريس هوندي هيس. انهي رسالي ۾ ڪافي عرصي تائين تقريبن ورهاڱي تائين هندو بہ لکندا هئا ۽ مسلمان بہ انهي حد تائين جو ڪنهن زماني ۾ ٺل وارو شاعر قادر بخش بشير بہ انهيءَ رسالي ۾ لکندو هئو، اصل ۾ هن جو نالو قادر بخش حقير هو پر پوءِ بشير ٿيو. ان وقت شڪارپور واري استاد لطف الله بدويءَ جو نالو بہ بدوي نہ پر لطف الله جوڳي هيو. هڪ اديب دوست کين چيو تہ پاڻ کي حقير چوائڻ جوڳي چوائڻ پاڻ کي گهٽ سڏائڻ درحقيقت انسان جو خود پاڻ ۾ خود اعتمادي جي کوٽ جو اظهار آهي ۽ اڳتي وڌڻ جي خواهش ۾ رڪاوٽ آهي. انهيءَ ڪري پوءِ انهن پنهنجا نالا بدلايا. هڪ حقير مان بشير ۽ ٻئي جوڳي مان بدوي نالو رکيو. انهي رسالي ۾ انهن سيني جا شعر ۽ مضمون ڇپجندا هئا. خود مرزا قليچ بيگ مرزا صاحب جو پٽ نادر بيگ، جيڪو بئريسٽر هو، اهو جديد سنڌي آکاڻي جو باني آهي، هينئر ٻڌو اٿم تہ حيدر آباد مان ان جي اکاڻين جو مجموعو بہ ڇپيو آهي انهن جون اکاڻيون بہ سنڌو رسالي م ڇپجنديون هيون.

تاج: پرهڪڙي ڳالهہ ٻڌايو تہ 1936ع ۾ نندي کنڊ ۾ جيڪا ترقي پسند تحريڪ شروع ٿي انهيءَ جا ڪي اثر سنڌي اديبن قبول ڪيا؟ جيئن توهان چيو تہ نادر بيگ نئين ڪهاڻيءَ جو باني آهي، تہ ان قسم جي اديبن بہ ترقي پسند تحريڪجا اثر قبول ڪيا هئا.

سرڪي: ضرور قبول ڪيا هئا، ڇاڪاڻ تہ ترقي پسند اديبن هندستان ۾ 1936ع ۾ جيڪا انجمن ترقي پسند مصنفين ٺاهي هئي انهيءَ ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو هئا. ان جي شروعات جن ماڻهن ڪئي سي تہ هئا ڪميونيسٽ پارٽي واراجن ۾ سجاد ظهير ۽ ٻيا شامل هئا، پر اهڙا بہ اديب هئا جيڪي ڪميونيسٽ نہ هئا، پر ترقي پسند تحريڪ ۾ اڳيان اڳيان هئا، جيئن منشي پريم چند ۽ اهڙا ٻيا. ترقي پسند ادب کي ٻن معنائن ۾ وٺي سگهي ٿو، هڪ تہ اهو ترقي پسند ادب

جنهن ۾ ليفٽ ازم هجي، جنهن سان باقائدي پارٽي مينيفيسٽو (منشور) مطابق سماج کي اڳتي وڌائجي، انقلاب آڻجي. ٻيا ترقي پسند اهي آهن، جن کي مان صحيح سمجهان ٿو، جيڪي سماجي حقيقتن ڏانهن روشن ۽ سيڪيولر ذهن رکندا هجن، پوءِ ڀلي اهي سياسي طرح ڪميونيسٽ نہ بہ هجن ۽ ڪهڙي بہ سياسي پارٽي سان واسطو رکندا هجن. منهنجي خيال ۾ انهيءَ ڳالهہ کي ئي ذهن ۾ رکي سنڌي ادبي سنگت جو پڌرنامو لکيو ويو هيو. اهو پڌرنامو 1956ع واري پهرين ڪنوينشن ۾ اسان ٽن ڄڻن گڏجي لکيو هئو. اجان بہ ٻن ڄڻن جن ۾ اياز قادري ۽ مان هئاسون ان لاءِ اسان هن ڳالهہ جو خاص طرح خيال رکيو هئو تہ اسان جي سنڌي ادبي سنگت ڪميونسٽ پارٽي جي ماتحت نہ رهندي.

عاجز: سائين اهو بہ ٻڌائيندا هلو تہ سنڌي ادبي سنگت جي انهي آئيڊيا پنيان ڪميونسٽ پارٽيءَ جو هٿ يا تصور هئو يا نہ؟

سرڪي: مان هتي 1948ع ۾ ڪميونيسٽ پارٽيءُ ۾ شريڪ ٿيس، مون کي شيخ اياز ئي ڪامريڊ حسن ناصر سان واقفيت ڪرائي هڪڙو دوست جيڪو سندس بہ دوست هئو ۽ منهنجو بہ دوست هئو.........

تاج: مونس؟

سرڪي: ها مونس ، مونس جو پارٽيءَ سان سڌو واسطو ڪو نہ هوندو هيو، هڪ ٻيو دوست ولايت جيڪو ڪامريڊ اشرف علي جو ننڍو ڀاءُ هو، ڪامريڊ اشرف علي جنهن جو ذڪر شيخ اياز بار بار ڪيو آهي، اصل ۾ اشرف علي ورهاڱي کان پوءِ پارٽيءَ کان الڳ ٿي ويو هو، باقي سندس ڀاءُ ڪميونسٽ پارٽيءُ جو باقائده سرگرم ميمبر هو. هڪ ٻيري ولايت ،مونس ۽ شيخ اياز ٽئي گڏجي مون وٽ مئارام هاسٽل تي آيا. ان ڏينهن شيخ اياز مون کي چيو تہ سنڌين طرفان تون اسان جو نمائيندو آهين. پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ کان پوءِ مون ڏٺو تہ ڪراچي شهر ۾ ان وقت چار پنج فرنٽ هئا، مان ڪميونيسٽ پارٽيءَ جي انهن پنجن ئي فرنٽس ۾ ڪم ڪرڻ لڳس. انهن مان هڪڙو فرنٽ انجمن ترقي پسند مصنفين جو هو.

ڊائو ميڊيڪل ڪاليج پرسان بندر روڊ تي هڪ بوڪ اسٽال هوندو هئو ۽ انهيءَ کان ٿورو اڳتي مٿي فسٽ فلور تي هڪ آفيس هئي اها اصل ۾ پارٽيءَ جي آفيس هئي، جنهن کي ڪميون، سڏيندا هئا. جتي گوبند مالهي ۽ ٻيا ڪجهہ دوست ڪل وقتي ڪارڪن هوندا هئا ۽ اهي اتي ئي رهندا هئا. جڏهن ورهاڱي کان پوءِ اهي هليا ويا تہ اها آفيس انجمن ترقي پسند مصنفين جي حوالي ڪيائون. اتي اسان جي هفتيوار ميٽنگ ٿيندي هئي، جتي مان ويندو هئس. سنڌين ۾ هڪڙو مان ئي هوندو هئس، ان زماني ۾ ڪڏهن ڪڏهن نياز همايوني بہ ايندو هئو. 1947 _1948ع ۾ سلطان آباد وٽ جيڪا حاجي ڪيمپ آهي اتي

تنبوئن ۾ ريڊيو پاڪستان هوندو هئو. اتي اسين به آرٽسٽ جي حيثيت سان ويندا هئاسين. مرحوم تاج محمد ابڙو جيڪو پوءِ سيشن جج ٿيو اهو خبرون پڙهندو هئو. محمد بخش انصاري، نياز همايوني، مان ۽ اياز قادري ريڊيو تي ڊرامن ۾ پارٽ ڪندا هئاسين. انهي زماني ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين هئي جنهن ۾ ظهور نظر، جاويد قمر، رياض رئوفي ۽ ٻيا به ايندا هئا. بعد ۾ پروفيسر ممتاز حسين، ابراهيم جليس، ۽ ريڊيو پاڪستان جو آفيسر ،اردوءَ جو شاعر عزيز احمد مدني، ابن انشا، وارا به انجمن جي گڏجاڻين ۾ ايندا هئا. 1950ع ڌاري اسان 20 ڄڻن جو هڪ وفد پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو ڪل پاڪستان انجمن ترقي پسند اديبن جي لاهور ۾ ڪوٺايل ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو. اسان پندرهن ويهن دوستن هفتو ڏهه ڏينهن اڳ صدر جي سيني دڪانن تان چندو ڪيو. اسان چيو ته بابا اسان اديب آهيون ڪانفرنس ۾ وڃڻو اٿئون، چندو ڏيو. ڪنهن ڏهه روپيا ڏنا ته ڪنهن ويهه. ائين ڪري هتان اسان ريل جي ٿرڊ ڪلاس جي گاڏن ۾ لاهور وياسين. ظهير ڪاشميري، عارف عبدالمتين، نديم قاسمي، سڀ آيا. اسان کي هڪ هوٽل ۾ رهايائون. اوپن ٿيٽر ۾ ٽي چار ڏينهن ڪانفرنس هلي. شورش ڪاشميري اسان جي خلاف وڏا وڏا اشتهار هڻايا ته هي ڪافر آهن، روس جا ايجنٽ آهن، وغيره وغيره.

ڪسان ڪميٽيءَ وارن والنٽيئر ڏنا. پاڪستان جا سڀ ترقي پسند گڏ ٿيا هئا. سردار جعفري، جان نثار اختر ۽ ٻين اديبن پيغام موڪليا. انهي ڪانفرنس ۾ خاص ڳالهه اها هئي ته 8 ڄڻن جو جيڪو پريزيڊيم ٺاهيائون انهيءَ ۾ هڪڙو مان به هيس. سويرا، نالي رسالي ۾ ان جو فوٽو ۽ ٻيو احوال آيل آهي.

اتان ٽي جڏهن موٽياسين ته مون کي خيال آيو ته ڇو نه سنڌي اديبن جي به هڪڙي انجمن ٺاهي وڃي پوءِ ڪراچي ۾ اچي اسان انجمن ترقي پسند مصنفين (سنڌي) ٺاهي پوءِ گڏجاڻيءَ لاءِ امروز اخبار ۾ ان جو اشتهار ڏنوسين.

انهي دور ۾ هر هفتي مئارام هاسٽل ۾ منهنجي ڪمري تي دوست گڏ ٿيندا هئا. اتي ئي ميٽنگ ڪندا هئاسين. ان ۾ خاص طور اسان جو هڪ دوست ساقي سجاولي، ڏاڍيون وڏيون مڇون هونديون هيس، شلوار پائيندو هئو مٿان ٽائي پائيندو هئو، اهو به ايندو هو. پوءِ انهيءَ هڪڙو رسالو به "اهل قلم" جي نالي سان ڪڍيو. انهيءَ ۾ خليل جبران جا سنڌيءَ ۾ ترجمان هليا. ان جي خاص البيلي طبيعت هوندي هئي.

هاسٽل هيٺيان ايراني هوٽل آهي، اتي ويهي لکندو هئو. جتان بسون لنگهيديون هيون. ان وقت ڪراچيءَ ۾ ٽراموں به هلنديون هيون. انڪري رش هوندي هئي، ۽ هيءَ همراهه چانهه جو ڪوپ چاڙهي ويهي آڪاٽيون لکندو هو.

هيو ٻه اسان جو هڪ پيارو دوست عبدالغفور سومرو هوندو هيو، اخبار ۾ خبر پڙهي ميئارام هاستل تي اچي پهتو. هو ڪامرس پڙهڻ آيو هو. تنهن زماني ۾ اڃان ترقي پسند مصنفين جي سنڌي شاخ نه هئي، هيءُ اهودور هو جڏهن اسان پارٽي جي پاران هفتيوار اخبار "صداقت" ڪيندا هئا سين، جيڪا اسان پارنهن مهينا هلائي.

تاج: توهان انهي جا ايڊيٽر هئا؟

سرڪي: نه ڀاءُ مان انهيءَ جو مينيجر هئس. ڪامريڊ حسن ناصر چيو ته تون ايڊيٽر ٿي پر مون چيو ته مان پاڻ کي ان لائق نه ٿو سمجهان، جو ته هي هڪ تجربيڪار صحافي جو ڪم آهي. مان وجي قادر بخش نظاماڻيءَ سان مليس، انهيءَ چيو ته مان ڪم نه ڪندس، هي ڪامريڊ آهن مفت جو ڪم نه ڪندس. سو اسان ڪيس ادائي سئو روپين جي پگهار تي راضي ڪري رکيو سونس ۽ اخبار ڪڍي سين. جيڪا 12 ۽ 16 صفن جي فرسٽ ڪالم اخبار هئي. رسول بخش پليجو ٻه اتي ايندو هئو. مون کي چڱي طرح ياد آهي ته جمال ابڙي جون ٻهريون ٻه اڪاڻيون اسان ان اخبار ۾ ڇپيون "پيراڻي" ۽ "خميسي جو ڪوٽ."

عاجز: تنهن جي معنيٰ ته جمال ابڙي جون اهي ٻهريون ڪهاڻيون هيون؟

سرڪي: ها، جمال ابڙي جي ٻهرين ٻهرين ڪهاڻي اسان ڇاپي سين، ٻيون ٻه آڪاڻيون ڇاپيون سين. ابن الياس سومري جون آڪاڻيون ٻه ڇاپيون سين، ع.ق.شيخ جون آڪاڻيون ٻه ڇاپيون سي، بشير مورياڻي لکڻ اتان ئي سکيو. ڪاشف چنبڙائي، ابن حيات پنهور اتان لکڻ شروع ڪيو، اصل نالو يار محمد پنهور هوس، ماستر هو، قلجي (دادو) جو رهاڪو هيو ۽ ٽريننگ ڪاليج حيدر آباد ۾ پڙهڻ آيو هو. سو اسان جڏهن انجمن ترقي پسند مصنفين (سنڌي) شروع ڪئي سين ته ان ۾ "صداقت" جو ٻه پس منظر هيو.

تاج: اردو وارا سنڌي گڏجاڻين ۾ ايندا هئا؟

سرڪي: نه، اهي ڪو نه ايندا هئا، 1951ع ۾ پارٽيءَ جي مالي حالت ڪمزور ٿي وئي، انهي ڪري اخبار بند ڪئي سين، پوءِ مان حيدرآباد هليو ويس ٻه مهينا اتي رهيس. اتي وجي مون "صداقت" جو ڊڪليئريشن ورتو ۽ هڪ ٻه پرچا ٻه اتي ڪڍيا.

تاج: اهو سڄو پس منظر توهان ترقي پسند مصنفين جو ٻڌايو ان وقت سنڌي ادبي سنگت هئي يا ڪين هئي؟

سرڪي: ان وقت ڪا ادبي سنگت هئي ڪانه. 1951ع جي سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ مان حيدر آباد ڇڏي شڪارپور هليو ويس. اتي ڪاليج ۾ ٻه سال سنڌي ۾ بي اي آنرز ڪيم، اتي نيو ايرا اسڪول ۾ ماستر ٻه ٿيس، ۽ وري

1953ع ۾ ڪراچي واپس آيس ۽ ايس ايم آرٽس لاءِ ڪاليج ۾ ايم اي ۽ ايل ايل بي لاءِ داخلا ورتم. وري بہ منارام هاسٽل ۾ رهائش اختيار ڪيم، منارام ۾ مون وارو ڪمرو جنهن ۾ مان ٽي سال اڳ رهي ويو هئس، سو پنهنجي دوست کي ڏيئي ويو هيس، جيڪو ڊاڪٽري پڙهندو هيو. موٽي آيس تہ ڪمرو خالي مليو . جڏهن مان هتي واپس آيس تہ سنڌي ادبي سنگت نهي، اهو ياد نہ اٿم تہ اهو نالو ڪٿان آيو، يا ڪنهن جي تجويز هئي

عاجز: ان سنگت ۾ ڪميونيسٽ پارٽيءَ جو ڪو ڪردار هيو ڇا، يا توهان پاڻ ۽ سنڌي دوستن سنگت ناهي، ۽ ڪنهن جي چونڊ تي؟

سرڪي: اهو ٻڌايان ٿو تہ جڏهن مان 1953ع ۾ موٽيس تہ وري مون کي دوست ڪامريڊ مليا، خاص طرح حسن ناصر مليو، چيائين تہ وري پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿي پر مون انڪار ڪيو، ڇاڪاڻ تہ منهنجو خيال هئو تہ پهريائين تعليم مڪمل ڪريان. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد پهرين ڪڏي واري عبدالله هارون اسڪول ۾ ماستر ٿيس، پوءِ وري اسلاميہ ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿيس، هن ڪاليج ۾ مان پهريون استاد هيس جيڪو سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرار ٿيس، ڇاڪاڻ تہ هيستائين ڪراچي ۾ سنڌي ۾ ڪنهن بہ ايم اي نہ ڪئي هئي، احسان بدوي بہ پرشن ۾ ايم اي ڪئي ۽ اردو ۾ بي اي ڪئي

تاج: سائين اياز قادري؟

سرڪي: اياز قادري ءَ بہ مون کان پوءِ سنڌي ۾ ايم .اي ڪئي، ان بہ بي .اي پرشن ۾ ڪئي هئي. 1955ع ۾ مان ايم .اي سنڌي ڪئي ۽ ساڳئي وقت ايل ايل. بي بہ ڪري ورتي

تاج: پلا 1956ع ۾ جيڪو سنگت جو ڪنوينشن ٿيو جنهن ۾ اياز قادري پهريون سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو هئو، ان ڪهڙي بنياد تي استعيفا ڏني؟ چيو اهو ٿو وڃي تہ ڪميونسٽن جي هارڊ لائن هئي انهي ڪان تنگ ٿي اياز قادري استعيفا ڏني؟ توهان عيني شاهد آهيو.

سرڪي: هڪ واقعو ٻڌايان ٿو. 1956ع ۾ هڪ واقعو ٿيو سنڌي ادبي سنگت ڪراچي شاخ جي اليڪشن هئي، توهان کي خبر آهي تہ شاخ جو مک عهدو سيڪريٽري جنرل جو هوندو آهي، حالاڪہ آئون سمجهان ٿو تہ اهو غلط آهي، مک صدر هجڻ گهرجي.

عاجز: اهو عهدو بہ ڪميونسٽ پارٽي جي طرز تي آهي؟

سرڪي: ها برابر آهي تہ ان وقت منهنجي پنهن اها خواهش هئي تہ اياز قادري کي سيڪريٽري ٿيڻ گهرجي، مون دوستن اڳيان اها تجويز رکي هئي، حفيظ شيخ جو نالو بہ تجويز ڪيو ويوهو. ڳالهين ۾ اها ڳالهہ نڪتي تہ حفيظ شيخ ڪامريڊ آهي، ڪميونسٽ آهي، اهو سيڪريٽري ٿيڻ گهرجي. جنهن تي

مون اختلاف ڪيو هو. مون چيو تہ هيءَ ادبي سنگت آهي، اديبن جي تنظيم آهي ۽ اسان جڏهن اڳي ئي اهو فيصلو ڪري چڪا آهيون تہ هي سنڌي اديبن جي هڪ گڏيل جماعت ڪري هوندي، جنهن ۾ هر مذهب ۽ هر سياسي فڪر جا اديب شريڪ ٿي سگهن ٿا، شرط اهو آهي تہ اهي آزاد خيال هجن، روشن دماغ هجن، سندن سوچ سائنسي هجي ۽ سيڪيولر هجن. باقي ڪهڙي بہ دين وابستگي هجين سا انهن جي مرضي .انهيءَ صورتحال ۾اهو ضروري ناهي تہ سنگت جو سيڪريٽري ڪميونسٽ هجي. انهن ئي ڏينهن ۾ هڪ دفعي سنگت جي هفتيوار گڏجاڻيءَ ۾ بہ دوست حفيظ قريشي وڪيل ۽ سردار علي شاهہ شريڪ ٿيا هئا. انهي گڏجاڻي ۾ آمريڪي ليڪڪ انگرسال جي هڪ مضمون جو ترجمو پڙهيو ويو، جنهن ۾ مذهب جي باري ۾ ڪجهہ اختلافي رمارڪس هئا، جنهن تي قريشي صاحب چيو تہ اسان توهان جي سنگت ۾ ان ڪري اچون ٿا جو اها اديبن جي تنظيم آهي باقي جيڪڏهن توهان مذهب سان ڇيڙ ڇاڙ ڪندا تہ اختلافي مسئلا ايري ايندا. اها ڳالهہ صحيح هئي، اها ڳالهہ ان وقت بہ مون چئي هئي پر ڇاڪاڻ تہ شروع کان وٺي يعني 1936ع جي ترقي پسند تحريڪ کان وٺي ڪميونسٽ دوستن جي ڪوشش اها رهي آهي تہ مزدورن جون انجمنون هارين جون انجمنون، شاگردن ۽ اديبن جون جماعتون اهي سڀ ڪميونسٽ پارٽي ڏانهن جوابدار هجن. پارٽي جون ذيلي تنظيمون هجن، انهي حد تائين جو سنڌ ۾ هاري تنظيمن جي سلسلي ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي مدد ڪري پر ان جو انتظامي ڍانچو الڳ هجي. جيڪا ڳالهہ ڪامريڊن ڪڏهن بہ قبول نہ ڪئي ان جي مقابلي ۾ هنن الڳ جماعت ٺاهي،جنهن کي هاري ڪميٽي چوندا هئا. عبدالخالق آزاد ورهاڱي کان اڳ نيويءَ ۾ خلاصي هئو. خلاصين 1946ع ۾ جيڪا بغاوت ڪئي ان ۾ حصو ورتائين ۽ گرفتار ٿيو، پوءِ جڏهن واپس آيو تہ هاري ڪميٽي جو سيڪريٽري ٿيو. جيڪو ڪميونسٽ پارٽي ڏانهن جوابدار هئو. انهي نواب شاهہ ۾ رهي هڪ هفتيوار اخبار ڪڍي.انهي ۾ منهنجو هڪ نظم ڇپيو، جيڪو بعد ۾ اتم پنهنجي رسالي "نئين دنيا" ۾ ڏنو، توهان کي ڪجهہ بند ياد آهن؟

ساٿيو آواز ڏيو، ويجها اچو، آهيو ڪٿي،
گڏ ٿيو، ڪا ڳڻ ڪيو، ڪو پهہ پچائيندا هلو،
ڪين گهرجي ٿي اسان کي هيءَ اڌاري ڪائنات
آسمان پنهنجو زمين پنهنجي بڻائيندا هلو
پنهنجو غم پيارن جو غم يا عام جي اهنجن جو غم
غم مڙيو ئي غم جو ٿيو غم کي مٽائيندا هلو.

نظم طويل هئو، پندرهن سورهن بند هئا. گذريل سال مان آمريڪا "سانا" جي ميٽنگ ۾ ويس ان وقت مهر حسين شاهہ ڪمپيئرنگ پئي ڪئي، تقرير ڪري هيٺ

وينس تہ هڪ بند ياد آيس ۽ پڙهي ٻڌايائين. سو اصل ڳالهہ اها آهي تہ ڪميونسٽ پارٽي وارن اسان جي دوستن جو خيال ڏاڍو سٺو هئو، نظريو ڏاڍو سٺو هو، پر اهي هن زمين جي مسئلن کان واقف نہ هئا. هڪڙي ڳالهہ هيءَ بہ چوان تہ 70 سال اڳ روس ۾ ڪميونزم جو جيڪو تجربو ڪيو ويو اهو تي سگهي ٿو نيڪ نيتي سان ٿيو هجي. ٻي ڳالهہ چوان تہ هندوستان جي ورهاڱي لاءِ جيڪڏهن ڪميونسٽ ميدان تي نہ لهن ها تہ شايد ورهاڱو نہ ٿي ها. 14 لک هندستاني پهرين مهاياري لڙائيءَ ۾ انگريزن جي مدد ۾ وڙهيا، انهن ۾ اسان جو تمام پسنديده باغي شاعر قاضي نذر الاسلام بہ هو، جيڪو عراق جي محاذ تي وڙهيو. 1939ع ۾ جڏهن ٻي مهاياري لڙائي لڳي تہ وري انگريزن ڪانگريس کي مدد لاءِ چيو. هاڻي ڪانگريس وارن شرط وڌو تہ جنگ ڪانپوءِ اسان کي آزاد ڪندو، جنهن تي انگريزن انڪار ڪيو. ان جي نتيجي ۾ ڪانگريس ۾ جيڪي فارورڊ بلاڪ وارا هئا انهن باقائده اعلان ڪيو تہ جرمن ۽ نازي فوج جي مدد سان هندستان آزاد ڪرائيندا سين. سڀاش چندر بوس تہ آزاد هند فوج بہ ٺاهي ۽ هندستان کان ٻاهر جپاني فوج سان وڃي مليو. مزيدار ڳالهہ اها آهي تہ جڏهن هيءَ لڙائي شروع ٿي تہ ڪميونسٽ پارٽي ماسڪو کان وٺي دهليءَ تائين اها لائين ڏني تہ هيءَ جنگ سامراج جي جنگ آهي، سامراج ملڪ بينڪن تي وڙهن ٿا. ان ڪري اسان جو ڪجهہ بہ نہ وڃي پر پوءِ جڏهن هٽلر ماسڪو تي فوجون چاڙهيون تہ ڪامريڊن چوڻ شروع ڪيو تہ هي ءَ عوامي جنگ آهي هاڻي ساٿ ڏيو ۽ اسان جي مدد ڪريو. اڳتي هلي هندستان جي ڪميونسٽ پارٽيءَ فيصلو ڪيو تہ مسلمان ڪميونسٽ مسلم ليگ ۾ شامل ٿين ۽ هندو ڪميونسٽ ڪانگريس ۾ شامل ٿين. هاڻي اتي اچي هنن پاڪستان جي حمايت شروع ڪئي ۽ مسلمانن کي هڪ قوم سڏيندي پاڪستان لاءِ سندن گهُر کي جائز قرار ڏنو، هوڏانهن سرگرم ڌر وارا آزاد فوج ۾ هليا ويا. آگسٽ 1942ع ۾ ڪانگريس Quit India جو نعرو هنيو تہ مسلم ليگ چيو Divide and quit ورهايو ۽ هند خالي ڪريو تحريڪ ۾ ڪانگريس جا مکيہ اڳواڻ جيلن ۾ وڌا ويا، تہ پوئتي رهيل ڪارڪنن وري اهنسا کي اورانگهي پرتشدد ڪاروايون ڪيون. هيمون ڪالاڻي سميت.

ڪيرت ٻاٻاڻي پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي تہ مان نوابشاهہ ۾ پوسٽ آفيس جي دٻن ۾ گندرف وجهي آيس. گڏيل پنجاب جي مسلم ليگ جو سيڪريٽري جنرل لطيف دانيال ٿيو، جيڪو ڪميونسٽ هو، اهڙيءَ طرح گڏيل بنگال جي مسلم ليگ جو جوائنٽ سيڪريٽري بہ هڪ ڪميونسٽ هئو.

بمبئي مان ڪميونسٽ پارٽي جي هفتيوار اخبار ”قومي جنگ“ نڪرندي هئي، جنهن جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ ڪامريڊ سبطِ حسن بہ هئو ۽ ٻيا بہ

هئا. اها اخبار شڪارپور ۾ ايندي هئي ۽ مان انهن ڏينهن ۾ مئٽرڪ ۾ پڙهندو هوس، اها اخبار ٻن صفن ۾ وڏي سرخيءَ سان لکندي هئي، آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان. ڪميونسٽن جي انهي اخبار پاڪستان جي ڀرپور حمايت ڪئي. انهن جو چوڻ هئو ته مسلمان هڪ الڳ قوم آهن انهن کي به قومي حق اختياري ملڻ گهرجي.

تاج: ماضيءَ ۾ سنڌي ادبي سنگت مهاڏو اٽڪايو ٻولي جي مسئلي تي ۽ ٻين مسئلن تي به مدبرانه ڪردار ادا ڪيو، هاڻي ادبي سنگت جيڪا پوئتي ٿي آهي ان جا سبب ڪهڙا آهن؟

سرڪي: انهيءَ جو مکيه سبب اهو آهي ته ادبي سنگت کي سياست ۾ ملوث ڪيو ويو، ون يونٽ جي تحريڪ ۾ سنڌي ادبي سنگت کي ملوث ڪرڻ ئي سنڌي ادبي سنگت جي زوال جو سبب آهي.

تاج: توهان جو خيال آهي ته اديب کي ڪنهن سياسي تحريڪ ۾ حصو نه وٺڻ گهرجي؟

سرڪي: جيسين ڪيمپس ۾ آهي تيستائين ان کي سياست ۾ چست ڪردار اختيار نه ڪرڻ گهرجي، نظرياتي طرح هو سياست کي ڀلي تسليم ڪري پر بنيادي ذميواري جي لحاظ کان هو پڙهي ۽ تيار ٿي تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ جڏهن هو عملي زندگيءَ ۾ اچي تڏهن هو سٺو ڪردار ڪري سگهي ٿو. سٺو سياستدان ٿي سگهي ٿو، اهڙي طرح عورتن جون انجمنون آهن، اديب هجي شاگرد هجي، مزدور هجي، هاري هجي، عورت هجي جيڪي به آهن انهن کي پنهنجي پنهنجي دائري اندر رهي ڪم ڪرڻ گهرجي ته ان سان هر مذهب ۽ هر سياسي جماعت جو ڪارڪن گڏ رهي سگهي ٿو، پر جيڪڏهن توهان ان کي سرگرم سياست ۾ آندو ته مزو نه ٿيندو، انهي ڪري مان ان خيال جو آهيان ته سنڌي ادبي سنگت جي جيڪا مرڪزي جماعتي جوڙ جڪ آهي سا غلط آهي، مرڪز نه هجڻ گهرجي. اديب، فنڪار، شاعر، ليکڪ حساس ۽ جذباتي هوندا آهن ۽ هو ڪنهن جي ڪنٽرول ۾ ڪنهن جي زبردستيءَ ۾ ڪنهن جي ماتحتي ۾ رهڻ پسند نه ڪندا آهن. هر اديب هر فنڪار سئو سيڪڙو آزاد هوندو آهي. هو آزادي پسند ڪري ٿو، جنهن کي ٻيا ماڻهو تجريدي سمجهن ٿا، انهي کي هو وڏي ڳالھ سمجهي ٿو.

جهڙي ريت ماءُ پنهنجي اولاد کي پسند ڪري ٿي، سڀ کان وڌيڪ سهڻو سمجهي ٿي، پوءِ ڀلي ڪٽي هو ڪيڏو به ڪوجهو ڪنو ڇو نه هجي. اهڙي ريت هر فنڪار لاءِ پنهنجي تخليق سون آهي، جيڪڏهين ڪو به ماڻهو چوندو ته اها بيڪار آهي ته هو قبول نه ڪندو ۽ ان کي تمام وڏي تخليق سمجهندو. اها جدا

ڳالهہ آهي تہ هو پاڻ چاهيندو تہ سندس تخليق اجان بہ بهتر ٿئي، پر جيڪڏهن ڪو ٻيو ماڻهو راءِ ڏيندو تہ بيڪار آهي تہ هن کي اهنج رسندو.

تاج: هاڻي اچون ٿا ادب تي. سنڌي ڪهاڻي 54 کان 70 تائين لکي ويئي آهي، ان کان پوءِ سنڌي ڪهاڻي مان ڪهاڻي جو عنصر ئي ختم ٿي ويو آهي، ان جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

سرڪي : ان جا ڪارڻ اهي آهن تہ ورهاڱي کان اڳ اسان جي سنڌي سماج ۾ جيڪي ترقي يافتہ ۽ پڙهيل لکيل ماڻهو هئا اهي هاڻي آهن ئي ڪونہ، اهي هليا ويا آهن . انهن کي اسان ڪافر چئي ڪڍي ڇڏيو سين. باقي جيڪي اسان وٽ آهن جيڪي اسان سڀ آهيون ،انهن مٿان فيوڊل ڇاپ لڳل آهي، اسان جي ذهنيت اسان جا رويا، سڀ وڏيرن وارا آهن ۽ اسان جاگيرداراڻي ماحول جا آهيون . اسان وٽ شهري ماحول آهي ئي ڪونہ .اسان جي ذهنيت ئي وڏيرڪي آهي. اسين ڪيڏا بہ پڙهيل لکيل هجون پر گهر جي معاملي ۾ عورتن جي معاملي ۾ اسين اهي ئي وڏيرا آهيون.

تاج: پر ڇا ان ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ جو زوال آيو آهي؟

سرڪي: اسان وٽ تعليم ناهي، سرڪاري انگ اکر ٻڌائين ٿا تہ تعليم 37 سيڪڙو آهي، پرمانسمجهان ٿو تہ اسان وٽ 10 سيڪڙو بہ تعليم ڪانهي، وڏن شهرن جا ماڻهو ڪجهہ اڳتي آهن. جيڪو ماڻهو صحيح ڪري سگهي ٿو ان کي بہ آدمشماري جي انگن اکرن ۾ پڙهيل لکيو وجي ٿو. انهي ڪري خواندگي جي شرح 37 سيڪڙو ٿي ويئي آهي ۽ اهو عالم رهيو تہ حڪومت ۾ اها شرح 09 سيڪڙو ٿي ويندي. ڪو هڪڙو اديب ئي ٻڌايو جيڪو ادب کي پنهنجو پروفيشن بڻائي سگهيو هجي، يا بڻائي سگهي ٿو.

تاج: مون 1954ع کان 1970ع تايئن ادب جي ڳالهہ ڪئي؟

سرڪي: توهان 54 کان پوءِ جي ڳالهہ ڪئي ان ۾ بہ اُهي دوست هئا جن جي تعليم ورهاڱي کان اڳ جي ٿيل هئي، يا روهاڱي کان اڳ جا استاد هئا، يا انهن جا پڙهايل هئا. اهي هليا ويا، جيئن توهان هڪ مشين هلايو، مشين هلائي پوءِ بند ڪريو ان جو مومينٽم Momentum هلائيندو رهندو، اها حالت اسان جي تعليم ۽ ادب سان آهي.

عاجز: پر سائين هڪڙو سبب اهو ناهي تہ سڄي دنيا ۾ جديد سائنس، ڪمپيوٽر ۽ ميڊيا جو جيڪو زور وڌيو آهي ان جي ڪري سڄي دنيا ۾ ڪهاڻي، فڪشن يا ناول لکجڻ جي رفتار اها نہ رهي آهي، جيڪا اڳ هئي. اڄ يورپ ۾ ڪهاڻي جو اهو دور نہ رهيو آهي جيڪو 05 سال اڳ هئو؟

سرڪي: توهان ڏسو جنهن کي فنون لطيفہ يا فائن آرٽس چئون ٿا جنهن ۾ راڳ ۽ رقص بہ اچي وڃن ٿا، اهي سڀ آهن حقيقت ۾ فرصت ۽

سرپرستيءَ سبب. مغل هجن يا ٻيا راجا اهي سڀ انهن جي سرپرستي ڪندا هئا، راڳيندڙ گهراڻا جيڪي به هئا انهن جا هئا. اجا تائين اهي ويچارا روئندا وتن. هاڻي اجا به اليڪٽرانڪ ميڊيا ۾ انهن کي ڪجهه حصو ملي ٿو پر اڳي هو انهن سان لاڳاپيل هوندا هئا.

سڄي دنيا ۾ ويهين صدي ڪان اڳ جيڪي به خون خرابا ٿيا ان کان وڌيڪ خون خرابا ويهين صديءَ ۾ ٿيا آهن. ساڳئي وقت ويهين صديءَ اقتصاديات ۽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ اڳيرائي ڪئي آهي. تبديليون به گهڻيون آيون آهن . گهڙي گهڙيءَ نين تبديلين جي اچڻ ۽ نين ڳالهين متعارف ٿيڻ ڪري ما ڻهن جا اعتقاد ٽٽي پيا آهن. ماڻهو ڪنهن هڪ ڳالهه تي بيهي ئي ڪونه ٿو. هر دفعي هر پنجين ڏهين سال کان پوءِ نئين ڳالهه اچي ٿي ته ماڻهوءَ جو پراڻي ڳالهه تان ويساهه ئي کڄيو وڃي. جاگيرداڻو دور صدين جون صديون هليو. خيال به هڪ جهڙا فلسفا به هڪ جهڙا هاڻي اسان بي چين آهيون، اسان وٽ ڪو پختو يقين ڪونهي. اسان ڏاڍو گهٻرائجي ويا آهيون. هر طرف کان دٻاءَ ايڏا سارا مسئلا انهن هٽي منجهائي وڌو آهي. جڏهن ته اڳي انهن ڳالهين جي خبر ڪانه هئي ڏنو وڃي ته اهو هڪ اهم سوال آهي ته اسان آهستي آهستي زوال ۾ آيا آهيون، يا آهستي آهستي ترقي پيا ڪريون؟ منهنجو پنهنجو خيال آهي ته اسين آهستي آهستي ترقي پيا ڪريون. اڳتي هلي رهيا آهيون. اها حقيقت آهي ته هن ويهين صديءَ ۾ جيڪي وڏيون جنگيون لڳيون آهن دنيا ۾ جيڪي به ايجادون ٿيون آهن، سي سڀ جنگ جي مدد ۾ ٿيون آهن، نه جنگ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿجي؟ مثال جنگ ۾ جيڪي ڦٽجن انهن کي ترت طبي امداد ڪيئن ڏجي، دوائون ان لاءِ ايجاد ٿيون. ٻي جنگِ عظيم 1945ع ۾ ختم ٿي 1991ع ۾ روس ٽٽو، 46 سال سرد جنگ هلندي رهي، سرد جنگ ۾ تمام وڏو نقصان ٿيو. هڪ ته جنگي سرگرمين تي خرچ ٿيو آهي اسٽاروار Star war تي، هٿيارن، ميزائل، ائٽم بمن تي. ٻيو نقصان اهو ٿيو آهي ته آمريڪن ڪيمپ يا ورسي ڪيمپ ٻنهي ۾ جيڪا اقتصادي ۽ صنعتي ترقي ٿي سا به انسان جي ڀلائي لاءِ نه ٿي آهي، اها سڀ هڪ ٻئي جي ضد ۾ ۽ هڪ ٻئي جي نقصان لاءِ ٿي آهي. جنهن جي ڪري اسان کي ايترو ته نقصان پهتو آهي جو سڄي دنيا ۾ جيڪي به سٺي ذهن وارا باشعور دانشور آهن اهي سڀ پريشان ٿي ويا آهن، گهٻرائجي ويا آهن. توهان شيخ اياز کي ئي ڏسو. بار بار توهان ڏسندا ته سيڪنڊ ورلڊ وار ۾ يورپ جا جيڪي بهترين اديب هئا جيڪي ترقي پسند هئا اهي بدلجي ويا، ڦري ويا. انسان جو انسان ذات مان ويساهه نڪري ويو ته ذهن هو ڦري ويا.

عاجز: هڪ خيال آهي ته سوويت يونين جي ٽٽڻ کانپوءِ ترقي پسند تحريڪ سان گڏ ترقي پسند ادب به ڪمزور ٿيو آهي، توهان ڪيئن ٿا سمجهو؟

سرڪي: ترقي پسند ادب مان ويساهه کڃي ويو آهي. مون وٽ ڪجهه عرصو اڳ هڪ دوست آيو ۽ ويهي پئي هٿ متي تي ڏيئي چيائين هي ڇا ٿي ويو! ڳالهه اصل ۾ اها آهي ته اسان سوشلزم کي هڪ عقيدي يا هڪ مذهب طور اختيار ڪيو هئو جيڪو به اسان سان ڪنهن ڳالهه تان اختلاف ڪندو هئو، ته اسان مولويءَ وانگر چوندا هئاسين اهو ڪافر آهي. اهو سامراجي ايجنٽ آهي، اها ڳالهه ئي اسان جي زوال جو سبب بڻي.

عاجز: سنڌي ادبي سنگت لاءِ راءِ آهي ته هن وقت پنهنجو ڪردار اد نه پئي ڪري، يا جنهن مقصد لاءِ سنگت ٺهي هئي ان مقصد لءِ ڪجهه به نه پئي ڪري . ڪجهه دوستن جو خيال آهي ته سنڌ ۾ هڪ نئين ادبي تنظيم جي ضرورت آهي. اوهان سنڌي ادبي سنگت جي باني مان آهيو اوهان جو ڇا خيال آهي؟

سرڪي : منهنجو خيال آهي ته اڄ به سنڌي ادبي سنگت کي ئي فعال ڪرڻ گهرجي، اهو نالو جيڪو هڪ ورثو آهي، سو قائم رهڻ کپي. منهنجو چوڻ اهو آهي ته ڪي دوست اهڙا آهن جيڪي سنگت کي سياسي طور هلائڻ چاهين ٿا، پنهنجي مرضي سان سيڪريٽري ۽ ٻيا عهديدار مقرر ڪرڻ گهرن ٿا ۽ ان جي ڪم ڪار ۾ مداخلت ڪن ٿا، سا صحيح نه آهي. ادبي سنگت جتي به آهي جنهن به شهر ۾ آهي انهي کي سئو سيڪڙو ادبي هجڻ گهرجي. مون کي هڪ دوست چيو ته ان زماني ۾ جڏهن اياز قادري، حفيظ شيخ جي توهان ڳالهه ڪريو ٿا ڪو نئون اديب اچي ويهي ڪا آڪاٽي ڪو نظم پڙهي ۽ اسان جي دوستن کي خبر هجي ته اهو ترقي پسند ناهي ته ان کي روڪيو ويندو هو. ائين نه ٿيڻ گهرجي، برداشت هئڻ کپي.

عاجز: ترقي پسند ۽ رجعت پسند ادب جو جيڪو جهڳڙو هئو توهان ڇا ٿا سمجهو اهو هاڻي ختم ٿي ويو آهي؟

سرڪي: ادب ۾ ترقي پسند ۽ رجعت پسند جو جهڳڙو تڏهن ٿو اچي جڏهن اديب ادب کان وڌيڪ سياست کي اهميت ڏين ٿا. اڄ ڪلهه سنڌ ۾ ترقي پسندي آهي، قوم پرست ترقي پسندن جي وڏي دعويٰ اها آهي ته اسان عوامي ماڻهو آهيون، پورهيت جا نمائندا آهيون، پورهيت معنيٰ غريب عوام. جنهن ڪري ترقي پسندن کي عوام ۽ جمهوريت پسند ٿيڻ گهرجي.

عاجز: توهان چيو ته اوهان کي شيخ اياز ڪميونسٽ پارٽي سان واقفيت ڪرائي، اياز لاءِ خود چيو ويندو آهي ته هو پارٽي سان نه هو ۽ غير ڪميونسٽ هو، اوهان ان کي ڪيئن ڏٺو؟

سرڪي: شيخ اياز ايم اين راءِ جو حامي هو. ايم .اين .راءِ ڪميونسٽ هو، ان جي ريڊيڪل مووومينٽ ڏار هئي، ڇاڪاڻ ته انٽرنيشنل ڪميونسٽ ليگ

۾هو چائنا ۾ بہ نمائندي طور رهيو، اتان جڏهن واپس آيو تہ هن هڪ ڪتاب لکيو.(Unfinished Revolution in China) چين ۾ اڌورو انقلاب، اياز تمام گهٽو پڙهيل ۽ انقلابي سوچ جو مالڪ هو. هن ادب، فن،فلسفي ۽ سياست تي انگريزي ۾ لکيل ڪتاب نہ فقط پڙهيا هئا پر انهن جو باقائده اڀياس ڪيو هو.

منهنجي خيال ۾ جيڪڏهن ورهاڱو نہ ٿئي ها يا سنڌي هندو لڏي نہ وڃن ٿا تہ اياز سچ پچ ڪنهن وڏي منزل تي هجي ها. اياز جنهن رفتار سان اڀريو هو ۽ ادبي توڙي سياسي ميدان ۾ اڳتي وڌيو هو، اهو سلسلو جاري نہ رهيو ۽ ورهاڱي ڪان هڪدم پوءِ ڪراچيءَ ۾ جن هم خيال ۽ ترقي پسند مهاجر دوستن سان سنگت ٿيس سي پاڻ ڪائنس وڏيڪ ذهني طور پريشان ۽ سياسي شڪست جا شڪار هئا. انهن سڀني ڳالهين جي باوجود اياز ڪافي عرصي تائين ترقي پسند، قوم پرست ۽ وطن دوست تحريڪن جو ساٿ ڏنو، اياز جا نثر توڙي نظم ۾ لکيل ڪتاب سنڌي ادب جو قيمتي خزانو آهن ۽ اسان سڀني کي گهرجي تہ ان جي پوري پوري سنڀال ڪريون.

تاج: اسان جو جيڪو ايرنڌڙ نوجوان ليکڪ آهي يا نئين نسل جو ليکڪ آهي ان لاءِ اوهان جو پيغام؟

سرڪي: اسان کي جيڪا وڏ ۾ وڏ ضرورت آهي سا تعليم جي آهي ذهن کي پين سڀني ڳالهين کان الڳ رکي سوچڻ کي آزادي ڏيون، اسان پہ ڇڻا پاڻ ويهون ٿا تہ هڪ ٻئي کي برداشت نٿا ڪريون، اسان کي پنهنجا عيب بہ ثواب نظرايندا آهن ۽ مخالف جا ثواب بہ عيب لڳندا آهن. اهو رويو نہ هجڻ گهرجي، سڀني روين کي گڏ ڪري عدم تشدد (اهسنا) کي پسند ڪريان ٿو، پر خون خرابي وارو انقلاب نہ اهڙو انقلاب اچي ادب ۽ سياست ۾ اهڙن سنجيده ۽ مناسب روين سان جنهن ۾ ڪو بہ فساد نہ هجي

تاج: توهان سمجهو ٿا تہ اهو ممڪن آهي؟

سرڪي: ها ممڪن آهي ،نيلسن منڊيلا 27 سال جيل ڪاٽڻ کانپوءِ بہ عدم تشدد جو رويو اختيار ڪري ٿو، ۽ سوب ماڻي ٿو. اڍائي هزار سالن کان وٺي اسان وٽ اهو رويو رهيو آهي، اسان وٽ گوتم ٻڌ ۽ مهاوير اڍائي هزار سال اڳ اهنسا جي تعليم ڏني. اسان سنڌي امن جي سرزمين جا رهاڪو ۽ لطيف جو پيغام ڪڏهن بہ وساريندڙ رهيا آهيون.

ياد رکڻ گهرجي تہ امن پسندي، نيڪ نيتي ۽ هڪ ٻئي جي سهڪار سان جيڪي انقلابي ۽ سماجي تبديليون اچن ٿيون سي ئي پائدار ثابت ٿين ٿيون. وقت ماٿهو ۾ وڏيون تبديليون آڻي ٿو ۽ سرڪي صاحب ۾ بہ گهڻيون تبديليون آيون آهن، ڇاڪاڻ تہ انساني ذهن ۾ لڳاتار اوسرجي ڪري ڪالهوڻي سوچ مدي خارج بہ ٿي سگهي ٿي تہ خون خرابي وارو يا خون خرابي کان سواءِ

ڪنهن انقلاب جو گس بہ ڀڏائي سگهي ٿو، پر دارومدار حالتن ۾ ماڻهن جي عذاب سهڻ جي سگهہ تي آهي. اسان جي ملڪ جون حالتون جيڪي اسان سنڌين ۾ ٻين ننڍن صوبن جي ماڻهن جي هٿ وس ناهن سرڪي صاحب سان عاجز ۾ اسان جي هي مختصر گفتگو، نئين ٿهي جي ليکڪن کي ماضيءَ جي جهروڪن ۾ جهاتي پارائڻ سان ڪجهہ نہ ڪجهہ پلئہ وجهي سگهي ٿي.

# انٽرويو

## بلوچ صحبت علي ۽ اي رحمان ملڪ

سوال : پنهنجي ننڍپڻ جي باري ۾ ٻڌايو؟

جواب: 5 مارچ 1927ع ۾ شڪارپور شهر جي عطا محمد جي پاڙي ۾ منشي ڪمال الدين سرڪي جيڪو ان وقت شڪارپور ۾ هڪڙي خانگي گرين سيل ڪوآپريٽو سوسائٽي ۾ منشي هيو. خان صاحب گل حسن خان پناڻ خيرپور رياست جو رٽائرڊ نائب وزر شڪارپور ۾ پنهنجي قسم جي پهرئين Co-operative جو بنياد رکيو. منهنجي زندگي جا شروعاتي ست سال ماءُ، پيءُ جي پرورش ۾ نهايت آرام سان گذريا. 1934ع ۾ ستن سالن جي عمر ۾ والد گذاري ويو. ان زماني ۾ مان پهرئين در جي سنڌي ۾ هوس، شڪارپور جي سويدر محلي ۾ ورنيڪيولر اسڪول (نادر واري اسڪول) ۾ چار درجا سنڌي جا پاس ڪري شڪارپور جي خانگي اسڪول نيو ايرا (New Era) ۾ داخلا ورتي. حقيقت ۾ بابا جي گذاري وڃڻ کانپوءِ اسانجي مالي حالت نهايت ڪمزورٿي وئي هئي، چاڪاڻ ته سواءِ هڪ پڪي گهر جي اسان جي بابا ٻي ڪا ٻه ملڪيت نه ڇڏي هئي. وري ٻه شاباس هجي گل حسن خان پناڻ کي جنهن جي سهڪار سان مان 1945ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان مئٽرڪ جو امتحان فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيو. پوءِ مئٽرڪ پاس ڪري شڪارپور جي C&S چيلاسنگهه ۽ سيتلداس ڊگري ڪاليج شڪارپور ۾ ٻه سال سائنس جا 1947ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان پاس ڪري ڪراچي ۾ NED يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي 1947ع ۾ منهنجي تعليم انڪري جاري رهي نه سگهي چاڪاڻ ته پاڪستان ٺهڻ سان جيڪا سياسي سماجي اٿل پٿل ٿي ان ۾ سنڌي شاگردن جي تحريڪ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان سنڌي قوم ۽ سنڌ جي حقن جي جدوجهد شروع ٿي ۽ان ۾ منهنجي پاران ڀهرو ونڻ جي نتيجي ۾ تعليم اڌ ۾ رهجي وئي. 1949ع ۾ انجنئرنگ ڪاليج جي ٻئي سال ۾ مان فيل ٿيس ۽ پڙهڻ ڇڏي ڏنم. انهي وچ ۾ لڳ ڀڳ 1948ع ۾ شيخ اياز جي مون کي پاڪستان ڪميونسٽ پارٽي جي حسن ناصر جي حوالي ڪيو. انهي سلسلي ۾ ڪراچي ۾ انجمن ترقي پسند منصفين جي هفتيوار بيٺڪن ۾ باقائدگيءَ سان شامل ٿيندو هوس. 1949ع ۾ ڪل پاڪستان انجمن ترقي پسند منصفين جي پهرئين ڪانفرنس لاهور ۾ ٿي، جنهن ۾ اردو اديبن شاعرن جهڙوڪ ابراهيم، عارفي جلالي، ظهور نذر ۽ ٻين سان گڏ مان پڻ هڪ سنڌي ترقي پسند اديب جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيو هوس. اتان موٽڻ کانپوءِ ڪراچي ۾ سنڌي اديبن انجمن ترقي پسند مضمنين (سنڌي اديبن) جي

نالي هيٺ جماعت ٺاهي، پنهنجي هفتيوار گڏجاڻي منهنجي ڪمري 74 مٺا رام هاسٽل ۾ باقائدي ٿيندي هئي. ان گڏجاڻي ۾ احسان بدوي ، نياز همايوني، قادر بخش نظاماڻي، عبدالغفور انصاري، ساقي سجاولي، اياز قادري، جمال ابڙو ايندا هئا، جنهن ۾ تنقيدي ورڪشاپ بہ ٿيندي هئي ۽ دوست نثر، نظم پيش ڪندا هئا، جنهن تي باقائدي تنقيد ٿيندي هئي. ان زماني ۾ ڪميونسٽ پارٽي طرفان هڪ هفتيوار اخبار ”صداقت“ جي نالي سان جاري ٿي جنهن جو ايڊيٽر ڪامريڊ قادر بخش نظاماڻي هوءِ. ان جا ٻيا لکندڙ محمد ابراهيم جويو، ابن الياس سومرو، ع. ق. شيخ، اياز قاري، جمال ابڙو، رسول بخش پليجو ۽ ٻيا دوست هئا. هيءَ اخبار بنيادي طرح سياسي قسم جي هئي پر گهٽ ۾ گهٽ چار صفحا سنڌي ادب جي لاءِ بہ مقرر هئا. اسان جو دوست بشير مورياڻي بہ پنهنجي شاعري شروع ڪئي. جمال ابڙي پنهنجون ڪهاڻيون ”پيراڻي“ ۽ ”خميسي جو ڪوٽ“ بہ ان ۾ ڇپرايون.

سوال: پنهنجي دور جي ادبي ماحول جو ۽ اڄ جي ادبي ماحول ۾ توهان ڪي ڪهڙي شئي منفرد لڳي ٿي؟

جواب: ان زماني ۾ ترقي پسند ادب جو زور هو. 1936ع ۾ جڏهن هندستان ۾ انجمن ترقي پسند منصفين جو بنياد پيو تہ ان جو اثر سنڌي اديبن تي بہ پيو. ان دور ۾ سنڌ ۾ گوبند پنجابي، سوڀو گيانچنداڻي، گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ شيخ اياز ترقي پسند نظرئي ۽ سوشلزم جي اثر هيٺ سنڌ ۾ نثر ۽ نظم بہ لکندا هئا. انهن سان گڏوگڏ، ٻيا بہ سنڌي اديب هيا، جهڙوڪ شيخ عبدالرزاق راز ۽ ٻيا جيڪي سوشلسٽ خيالن جا نہ هوندي بہ پنهنجي پنهنجي نموني ۾ سماج جي زنجيرن کي ٽوڙڻ لاءِ رومانوي شاعري ۽ آکاڻيون لکندا هئا. انهيءَ زماني ۾ هڪڙا ٻيا دوست سوشلسٽ پارٽي سان بہ لاڳاپيل هئا، جيڪي ڪميونسٽ خيالن جا نہ هئا. انهن ۾ خاص طور لڇمڻ راجپال ۽ رڪن الدين قاسمي پيش پيش هئا، ۽ هڪ ”سوشلسٽ“ هفتيوار اخبار ڪيندا هئا. پوءِ ورهاڱي جي نتيجي ۾ وچولي طبقي وارا، پڙهيل لکيل، روشن خيال ۽ ترقي پسند، هندو دوست مجبورن ديس ڇڏي پرديسي ٿيا، تہ ڪجھ وقت جي لاءِ هت سنڌ ۾ بہ ماٺار اچي وئي. پر پوءِ اٽڪل 1953ع ڌاري ٻين دوستن اياز قادري، پروفيسر احسان بدوي ۽ مسٽر موتي رام راماڻي سان گڏجي جڏهن سنڌي ادبي سنگت جو بنياد وڌو ويو تہ هڪ نئين پروگرام ۽ هڪ نئين جذبي سان ذري گهٽ غير سياسي ادب جي تخليق ٿي. سنڌي ادبي سنگت جي منشور مطابق سيني سنڌي اديبن جو هڪ گڏيل مورچو، جنهن جو مقصد سنڌي ٻولي ۾ روشن خيالي، سائنسي سوچ ۽ انسان دوستي کي وڌائڻ لاءِ ادب پيدا ڪرڻ هو. ادبي سنگت جي ڪجھ شاخن گڏجي 1956ع ۾ ڪراچي ۾ پهرئين ڪنوينشن

ڪوٺائي، جنهن ۾ پروفيسر اياز قادري کي جنرل سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. اصل ۾ ان زماني جا خاص قسم جا مسئلا هيا. مثال طور ٻاهرين ماڻهن جي آبادڪاري، جن جو علم، ادب، ٻولي، اسان سنڌين کان ٻنهه مختلف ۽ اسان جي مفادن جي بلڪل مخالف هئا انهن جي اچڻ سان 6 جنوري 1948ع تي ڪراچي ۾ سنڌي هندن جي خلاف فساد ٿيا. ان ڪانپوءِ بنگال ۾ ٻولي جي لاءِ تحريڪ شروع ٿي، تہ ان جي حمايت، سنڌي اديبن بہ ڪئي، ڇاڪاڻ تہ انهي ڳالهہ ۾ اسان جي سنڌي ٻولي ۽ ادب جو بہ خطرو محسوس ٿيو، ۽ ان ڪانپوءِ سازش ڪري ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪيائون . اجان بہ اڳتي وڌي سنڌ جو وجود ختم ڪري اولهہ پاڪستان جو هڪڙو ون يونٽ قائم ڪيائون. اهو سياسي ماحول 1948ع کان وٺي 1970ع تائين قائم رهيو. جنهن ۾ سنڌي شاگردن، سنڌي اديبن، هاري ڪارڪنن، سائين جي. ايم. سيد جي جماعت گڏجي هلچل هلائي جيڪا آخر ون يونٽ جي خاتمي تي ختم ٿي. ان سڄي عرصي ۾ انهن سياسي، سماجي تهذيبي، ۽ ادبي مسئلن سنڌي اديبن ۽ شاعرن ۾ هڪ نئون تحرڪ پيدا ڪيو، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي ادب ۾ هڪ نئين قسم جو رجحان پيدا ٿيو ۽ انهي سڄي عرصي جي ادب ۾ سنڌيت ۽ سنڌي قوم جي سڄاڳي، صاف نظر اچي ٿي.

سوال: اهي ڪهڙا ڪارڻ هيا جن اوهان کي لکڻ لاءِ قلم کڻڻ ني مجبور ڪيو؟

جواب:مون وڏي تڪليف ۽ جدوجهد سان تعليم حاصل ڪئي ۽ ان سڄي عرصي ۾ جيڪو مشاهدو ڪيو، جيڪو مطالعو ڪيو يا استادن جيڪو ڪجهہ لکرايو، پڙها يو، ان جي نتيجي ۾ پهرئين ادب پڙهڻ، پوءِ ادب لکڻ جو شوق پيدا ٿيو. انگريزي اسڪول ۾ چار سال فارسي پرهائيءَ ويندي هئي ان جي ڪري فارسي، اردو ۽ سنڌي ادب جو بہ اڀياس ڪيم تہ ڇاڻ تي ۽ لکڻ لاءِ بہ ڪوشش ڪئم. شروع ۾ شاعري جو شوق بہ هيو.شاعري بہ ڪجهہ ڪيم.

مون بہ هڪ ٻہ عزل لکياجن مان هڪ " آوازِسنڌ" ۾55 _1954 ۾ ڇپيو هو.

**ساٿيو آواز ڏيو، آهيو ڪٿي ويڃها اچو،**

**گڏ ٿيو ڪا ڳڻ ڪريو، ڪو پهہ پچائيندا هلو.**

سوال: اوهان ڪهڙين ادبي ۽ سياسي شخصيتن کان متاثر ٿيو؟

جواب : لتي پتي مان سائين جي. ايم. سيد کان سيني کان وڏيڪ متاثر آهيان. سائينءَ سان صحبت بہ گهٽي تي 1948ع کان وٺي پڇاڙي تائين سائينءَ سان ڪچهري رهي. ڪڏهن ڪڏهن ٽيليفون ڪري گهرائيندو هو. حيدر بخش جي وفات تي سائين پاڻ فون ڪئي تہ اچ تہ گڏجي هلون. مون کي ٽن ماڻهن تمام گهڻو پيار ڪيو، شيخ اياز ، اياز قادري ۽ سيد سائين بہ گهڻو پانيو، اجان

۾ مون کي ڪنهن نندي يا وڏي دوست مايوس ڪونہ ڪيو. هر ڪو پاڻ ڏانهن ڇڪيندو آهي، پر ڪنهن بہ ڌوڪو نا هي ڏنو. ڌڪي ڌار نا هي ڪيو.

سوال: توهان جا جيڪي استاد رهيا، انهن جي باري ۾ ڪجهہ ٻڌايو؟

جواب: سنڌي اسڪول جي چوٿين درجي ۾ سائين خير محمد تمام هوشيار ماڻهو هو. انهي گهڻو متاثر ڪيو. نيو ارا ۾ ٽي استاد هيا. جن ڪان آئون گهڻو متاثر هئس. هيڊ ماستر، هاسانند پُرسواڻي، (چڪ جو ويٺل) ٻوچ راڄ (گهوٽڪي جو) ۽ ٽيون ڪيئل داس فاني. ٽئي استاد نهايت ئي هوشيار، هڏ ڏوکي، پيار محبت ڪرڻ وارا هئا. هي ڪائنات هڪ نهايت حيرت واري ڳالهہ آهي، جنهن کي فقط عقل ۽ سائنس جي مدد سان سڃاڻي سگهجي ٿو. باقي سڀ ڏُڪا آهن قرآن ۾ جيترو زور فڪر ۽ عقل تي ڏنو ويو آهي، ڌرتي جي گردش کي، ڏينهن رات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو. عقل جي ڳالهہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ايڪوهين صديءَ، عقل ۽ سائنس جي صدي آهي. انسان جي آجپي جي صدي آهي، روشن خيالي ۽ انساني ڀائپي ۽ برابري جي صدي آهي. هي صدي امن ۽ انصاف جي صدي آهي. هن صديءَ ۾ ئي جهيڙا، فساد، جنگيون هميشہ لاءِ ختم ٿي وينديون.

سوال: سائين جي. ايم.سيد جي سنڌوديش لاءِ ڪيل جدوجهد ۾ اوهان ڪيترو ڀرو ورتو ۽ ڪيتري قدر مطمئن رهيو؟

جواب: سائين جي. ايم. سيد جو سڀ کان وڏو ڪم اهو آهي تہ هُن هن ملڪ ۾ سڀ ڪان پهرئين "قوميت" جو نئون تصور ڏنو. زمين جي مناسبت سان دين ڌرم، رنگ نسل کان مٿانهون ٿي. جنهن کي اسين سيڪيولر تصور چوندا آهيون اهو ڏنو. گهڻي وقت کان هڪ علائقي ۾ رهندڙ ساڳي ٻولي، ساڳي تهذيب، ساڳي جاگرافي رکندڙ هڪ قوم آهيون. ۽ ماڻهن کي ٻين سيني ڳالهين کي ڇڏي ڌرتي جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو. بنگال سان تعلق رکندڙ بنگالي آهن، سنڌ سان تعلق سنڌين جو آهي. سائينءَ جي چوڻ مطابق مذهب جو قوميت سان ڪو بہ تعلق ڪونهي. ان لاءِ مون اڳ ۾ سائينءَ جي سالگرهہ جي موقعي تي چيو هو تہ سائين جي. ايم. سيد اسان کي ٻڌايو تہ "سنڌوديش ڇو ۽ ڇا لاءِ"...؟ هاڻي ان ڳالهہ جي ضرورت آهي تہ اسان پاڻ کان پڇون ۽ ٻين کي ٻڌايون تہ "سنڌو ديش ڪيئن ۽ ڪنهن لاءِ" ان ڳالهہ جي چٽائي ٿيڻ کپي. ان ڳالهہ جو پروگرام ٿيڻ کپي. سنڌي قوم پرست انهيءَ ڪوشش ۾ برابر جدوجهد جاري رکيو اچن ٿا. اسان سيني کي گهر جي تہ ذاتي مفادن کان مٿانهان ٿي، جنهن بہ گروپ يا پارٽيءَ جو پروگرام پسند پوي ان سان شامل ٿيون ۽ ڪم کي اڳتي وڌايون. اجايون رنڊڪون وجهڻ بدران، بهتر آهي تہ گڏجي سنڌ جي مفاد ۾ سنڌ جي لاڳاپيل مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ سنڌ جي حق خود اختياريءَ يا

صوبائي خود مختياريءَ جي لاءِ پاڻ پتوڙڻ گھرجي . فقط ڳالهين ڪرڻ مان ڪجھ بہ نہ ورندو ۽ خاص طرح جيستائين گذريل سالن ۾ جيڪي وهيو واپرايو آهي ان جي چند چاڻ ڪرڻ ضروري آهي ۽ خاص طرح اسان سيني کان جيتريون بہ غلطيون ٿيون آهن، ان جي پوري طرح جاچ ٿيڻ ڪپي، تنقيد ٿيڻ کپي، پر تنقيد، تنقيد جي لاءِ نہ پر تنقيد سنڌ جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ٿيڻ کپي

سوال: سنڌ ۾ ڪيتريون پارٽيون وجود ۾ اچي چڪيون آهن، جڏهن تہ مان سمجهان ٿو تہ ڪابہ پارٽي عوامي مسئلا حل ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ وئي آهي، ان جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟

جواب: مان ائين ڪونہ چوندس تہ پارٽيون ناڪام بڻجي چڪيون آهن، پر ايترو ضرور آهي تہ ڪامياب ڪونہ ٿيون آهن . اجان تائين سنڌي ۾ چوندا آهن تہ "پڳي سان تي پير، جيسين رتو راس ٿئي" ائين چوڻ تہ سنڌ جون سياسي پارٽيون خاص طرح قومپرست پارٽيون، ڪامياب بہ نہ ٿيون آهن، ان کان بهتر آهي تہ اسين پاڻ کان پڇون تہ اسان انهن سان ڪيترو ساٿ ڏنو آهي. سنڌي ڪم جي لاءِ هر وقت ۽ هر هنڌ ضرورت آهي. نئين سياسي جماعت، سنڌ يونائيٽيڊ پارٽي (سنڌ اتحاد پارٽي اجا ڪالھ ئاهي وئي آهي) سني ڳالھ آهي . گذريل چئن مهينن کان لڳاتار جدوجهد ۾ آهن، سڄي سنڌ ۾ هڪ ڪان وڏيڪ پيرا، جدا جدا شهرن ۾ ماڻهن سان ملڻ سان ۽ جنهن نموني ڪم ڪري رهيا آهن، ان مان اميد رکڻ کپي تہ ڪجھ نہ ڪجھ ڪري ڏيکاريندا. منهنجي خيال ۾ تہ هن وقت پاڪستان ۾ ان حوالي سان سنڌ ۾ جيڪا سياسي سماجي هوا لڳي ٿي، ان مان معلوم ٿئي ٿو تہ نہ رڳو، سنڌ اتحاد پارٽي پر سيني قومپرست جماعتن جي لاءِ هڪ وڏي چيلنج آهي ڪين مقابلو ڪرڻو آهي. سنڌ جي ماڻهن جا جيڪي بنيادي مسئلا آهن سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي انهن کي ڪڏهن چٽائي سان ۽ باقائدي نہ سمجهيو ويندو ۽ عام ماڻهن جي اڳيان اهي مسئلا نہ رکيا ويندا تہ مان ڀانيان ٿو تہ ايندڙ هڪ سال ۾ فقط سنڌي سنڌي چوڻ سان، سنڌ جي خودمختياري تہ چا، پر سنڌ جي آجپي ۽ آزاديءَ جون ڳالهيون ڪرڻ سان بہ مقصد حل ڪونہ ٿيندو. انهن کي گهٽي ڪاميابي ڪونہ حاصل ٿيندي. هي 2007ع جو سال نهايت ڏکيو ۽ آزمائش وارو سال آهي، جنهن ۾ سيني دوستن کي سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي مفاد لاءِ گڏجي ڪنهن متفق پروگرام تي عام ماڻهن کي گڏ ڪري عوامي جدوجهد طور اڳتي نہ وڌندا تہ ڪاميابي ڪونہ حاصل ٿيندي.

سوال: بشير قريشي جي امن مارچ/پيغام سنڌ جي قافلي جي جدوجهد چا واقعي سنڌي قوم ۾ شعور پيدا ڪندي؟

جواب: پاڻي پاڻي چوڻ سان اڃ نہ لهندي، نعري سان ڪو بہ مسئلو حل نہ ٿيندو. پاڻ کي خطرو ان ڳالھ جو آهي تہ سنڌي ماڻهو، بيزار ٿيندا ۽ نااميديءَ ۾ هليا ويندا. هر جدوجهد عقل جي بنياد تي هئڻ کپي، سنڌ جي عاشقن کي بہ عقل کان ڪم وٺڻ کپي. جذبات ڪافي ناهي، ڇاڪاڻ تہ عاشقي هميشہ صبر طلب آ، عشق ڪرڻ لاءِ بہ عقل جي ضرورت پوي ٿي ۽ ساڳي وقت دنيا جو ڪو بہ ڪم عقل سان ڪرڻ کپي.

**ترسم بہ ڪعبي نہ رسي اي اعرابي**
**ڪہ راه تو مي روي، مي رود بحراسقتان**

معنيٰ: اي اعرابي عرب تون ڪعبي نہ پهچي سگهندين، ڇو تہ اهو رستو ترڪمانستان ڏي وڃي

يا عقل ري عذاب گهڻا پسنديءَ جندڙي.

سوال: جديد سنڌي ادب جي معيار مان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

جواب: افسوس جي ڳالھ اها آهي تہ سنڌي ادب ۾ رڳو شاعري ئي شاعري پئي نظر اچي، حقيقت ۾ ملڪي سماجي مسئلن تي گهري نظر رکڻ وارا اديب ئي سٺو ۽ عظيم ادب پيدا ڪري سگهن ٿا. گذريل سٺ سالن ۾ سنڌي ۽ سنڌين سان جيڪا ڄٽ ٿي آهي، ان بابت ڪو بہ ڪيڏارو يا سٺو ناول ڪونہ ٿو نظر اچي. اها بہ ڳالھ آهي تہ سنڌي شاعري نہ رڳو گذريل سٺ سالن کان پرگذريل 500 سالن کان قاضي قادن کان وٺي هن مهل تائين احتجاج واري ۽ مزاحمتي شاعري آهي. ڇاڪاڻ تہ قاضي قادن کان وٺي انگريزن جي اچڻ تائين هر دور ۾ فارسي سرڪاري ٻولي هئي، پر اسان جي سڄاڳ ۽ سڄاڻ شاعرن پنهنجي شاعري سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪئي ۽ ايراني توڙي اردو شاعرن جي ابتڙ سنڌي شاعر دربار سان واسطو نہ رکيو. جنهن قوم ۾ صفا اڻپڙهيل ماڻهو 24 ڪلاڪن جي زندگي ۾ پيار ڪري ٿو، پورهيو ڪري ٿو، ناراض ٿئي ٿو، خوش ٿئي ٿو، ڪنهن تي ڏمرجي ٿو انهن جذبن جو اظهار سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ لاءِ ئي ڪافي آهي. پر ضرورت ان ڳالھ جي آهي تہ سنڌي ٻولي ۾ نوان خيال هجن، نون مسئلن کي سمجهڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ جون ڳالهيون هجن، تڏهن سنڌي ٻولي اڳتي وڌي سگهندي.

سوال: عدليہ جي لاءِ وڪيلن جي جدوجهد ڪيتري قدر فائديمند ثابت ٿيندي؟

جواب: پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون دفعو وڪيلن، قانون ۽ قانون جي بالادستي ۽ عدالتن جي آزاديءَ جي مسئلي کي گڏجي کنيو آهي ۽ گذريل ٽن هفتن کان سڄي پاڪستان ۾ ننڍن وڏن شهرن ۾ ڪاميابي سان اڳتي وڌي رهيا آهن، اميد آهي تہ اهڙي طرح پاڪستان جون سيئي سياسي جماعتون بہ ان

مسئلي کي ۽ ان کان سواءِ پاڪستان جي ٻين مسئلن کي ۽ خاص طور جمهوريت جي مسئلي کي گڏجي حل ڪنديون. هي سال اليڪشن جو سال آهي ۽ اميد ته مخالفت ۾ وينل ٻيون ننڍيون وڏيون پارٽيون گڏجي پاڪستان ۾ جمهوريت کي هڪ ڀيرو ٻيهر موقعو ڏينديون.

سوال: توهان ڪهڙي ڪتاب کان متاثر ٿيا؟

جواب: مون کي سڀ کان وڌيڪ جنهن ڪتاب متاثر ڪيو اهو مون ترجمو ڪيو آهي "نيٺ ڇاڪجي"، ٽالسٽاءِ جو ناول آهي.

What then must we do?

سوال: ڪهڙن شاعرن توهان کي متاثر ڪيو؟

جواب: شاعرن ۾: حافظ شيرازي، اردو ۾ غالب ۽ فيض ۽ سنڌي ۾ لطيف ۽ شيخ اياز.

سوال: توهان جيئن ته سنڌي ادبي سنگت جي بنيادي فائونڊرس مان آهيو، تنهنڪري سنڌي ادبي سنگت کي فعال رکڻ لاءِ توهان ڪهڙا مشورا ڏيندا؟

جواب: هن صديءَ ۾ مذهب جو موت، ان سان مطمئن نه آهيون. هي صدي مذهب جو موت ناهي. حقيقت ۾ مذهب جي ضرورت ڪانهي، ڇاڪاڻ ته سٺي ستري ٿيڻ لاءِ ڪنهن به مذهب جي ضرورت ناهي. مذهبي خيال، عقيدا، پئي کي مجبور نه ڪري سگهيا آهن.

**ان پر نه ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين،**
**دغا تنهنجي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،**
**منهن ۾ مسلمان، اندر آزر آهئين،**
**ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر م ڪوٺاءِ،**
**هندو هڏ م آهئين، جڻيو توم ڄڳاءِ،**
**تلڪ تنين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين.**

جيڪو پنهنجي عقيدي سان سچو آهي، اهو ئي مومن آهي.

سوال: توهان جي ڪا خوبصورت پسند؟

جواب: هر سهڻي صورت پسند اچي ٿي. پر فقط صورت نه سيرت به. سيرت به ايتري ضروري آهي، جيتري صورت ڇو ته صورت فاني آ، سيرت باقي آ. شادي کان اڳ ۾ عشق ڪرڻ کان ضروري آهي ته شادي ڪانپوءِ عشق ڪجي جيڪا توهان جي دوست آ، توهان سان 24 ڪلاڪ گڏ آ ڏک سک ۾ گڏ آهي.

**تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا**

# انٽرويو

## عبدالرحمان پليجو

سوال: سرڪي صاحب پهريائين پنهنجن متن مائٽن ڳوٺ راڄ جي ڳالهه ڪريو؟

سرڪي: منهنجو ڏاڏو ٺل (جيڪب آباد) جي سرڪين مان هو. هو ٻهراڙيءَ جو هڪ اڻ پڙهيل ماڻهو هو. ٺل جو پاسو ڇڏي اچي شڪارپور ۾ رهيو، اتي منهنجو پيءُ سنڌي فائينل پاس ڪري ڪلارڪ ٿيو ۽ منشي ڪمال الدين سڏبو هو. ڪيس لکڻ پڙهڻ راڳ ۽ ساز جو گهڻو شوق هو. هارمونيم سٺو وڄائيندو هو. پوءِ مولوي عبدالڪريم چشتيءَ جي صحبت ۾ خلافت تحريڪ ۾ سرگرميءَ سان حصو ورتائين. هندستاني مسلمانن خلافت تحريڪ جي اثر هيٺ هندستان ڇڏي ڪنهن ويجهي اسلامي ملڪ ۾ هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ريل گاڏيون ڀري وڃي افغانستان ۾ پهتا هئا. بابو بہ نوڪري ڇڏي زندگيءَ جي سموري ميڙي چونڊي، پنهنجي ٻن اڻ پڙهيل پورهيت ڀائرن جي حوالي ڪري، ڪابل هليو ويو. اتان جڏهن موٽيو تہ وري انگريز سرڪار جي نوڪري نہ ڪيائين.

سوال: پنهنجي ننڍپڻ، ابتدائي تعليم ۽ مطالعي وارن ڏينهن جون ڪي يادگيريون ٻڌايو؟

سرڪي: 1934ع ۾ بابو وفات ڪري ويو. ان وقت آئون پهريون درجو سنڌي پڙهندو هئس. انگريزي تعليم مون "نيو ايرا اسڪول" ۾ ورتي اتي ڪيئل داس فاني مشهور سنڌي شاعر منهنجو استاد هو. ان مان ڏاڍو متاثر ٿيس. فانيءَ مون کي انسان دوستي ۽ هڪجهڙائيءَ جا اصول سيکاريا. شاعريءَ جو علم عروض سيکاريو، ادبي مطالعي جو شوق پيدا ڪيو، مون کي اڄ بہ فانيءَ جا ڏنل مثال ياد آهن: "هڪ ماڻهو ڏهن ڪمرن ۾ رهي ٿو تہ ڏهہ ماڻهو هڪ ڪمري ۾ رهن ٿا. هڪ ماڻهو کي اوڍڻ لاءِ سو وڳا آهن تہ سو ماڻهن کي هڪ وڳو بہ ناهي." اسان جي نصاب تي بہ ٿالستاءِ جون آکاڻيون رکيل هيون اهي پڙهي ادب پڙهڻ جو شيق وڌيو.

شڪارپور ۾ جماڻي حال ۽ ڪرشنا لائبريءَ ۾ آئون گهڻو ڪري روزانو ويندو هئس. اتي سڄي هندستان جون اخبارون ۽ رسالا ايندا هئا . بولچند راجپال جو ماهوار رسالو "سنڌو" خاص ڪري پڙهندو هئس ۽ ٻيو جيٺمل پرسرام جو "روح رهاڻ" رسالو. انهن ۾ عبدالڪريم گدائي حيدر بخش جتوئي، برڪت علي آزاد، هري دلگير، گوبند مالهي ۽ لطف الله بدوي (جيڪو ان وقت بدويءَ بدران پاڻ کي جوڳي سڏائيندو هو) لکندا هئا. ڪرشنا لائبريريءَ ۾

نائيٿ ڪلاسن ۾ هندي پڙهائيندڙ سوشلسٽ خيالن جو هڪ مزدور ڪارڪن غلام محمد نالي هو، جنهن کي "بام" سڏيندا هئا. ان جي صحبت ۾ مون "قومي جنگ" اخبار ۽ اقباليات جي مطالعي ۾ دلچسپي ورتي.

سوال: توهان مئٽرڪ پاس ڪئي ان وقت ۾ ان کانپوءِ توهان ڪهڙن نظرين کان متاثر هئا. منهنجو مطلب آهي ڪهڙي ذهنيت رکندا هئا؟

سرڪي: آئون ان وقت مسلم ليگي خيالن جو هئس ۽ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو سرگرم ڪارڪن هئس، 1946ع ۾ ان جو جنرل سيڪريٽري ٿيس. شيخ اياز سان بہ منهنجي پهرين ملاقات شڪارپور ۾ 1945ع ۾ ٿي هئي. ان وقت ۾ آئون مئٽرڪ پاس ڪري ڪاليج ۾ داخل ٿيو هوس ۽ هو "ڊي جي ڪاليج ڪراچي" ۾ پڙهندو هو ۽ شيخ مبارڪ علي اياز سڏبو هو. شڪارپور ۽ ڪراچيءَ ۾ ڊبيٽس ۾ سرگرمي سان حصو وٺندو هو. سنڌي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ روانيءَ سان علمي ادبي معيار جون تقريرون ڪندو هو. هو اقبال کان گهڻو متاثر هو. شاعري بہ شروع ڪئي هئائين. سندس شعر ماهوار "سنڌو" ۽ ڊي جي ڪاليج مسيلينيءَ ۾ ڇپيا هئا.

سوال: سنڌي ادب جي ترقي لاءِ ڪهڙا اُپاءَ وٺي سگهجن ٿا، ان ڏس ۾ توهان وٽ ڪي رٿون آهن؟

سرڪي: ادب جي ترقيءَ لاءِ اديب جو مالي پريشانين کان آجو هجڻ ضروري آهي. اسان وٽ جيستائين باقاعدي ۽ ڪُل وقتي (پروفيشنل) ڪم ڪندڙ ليکڪ پيدا نہ ٿيندا، تيستائين نہ ادب پيدا ٿيندو نہ ان کي عام ڪري سگهبو. اها ٻي ڳالھ آهي تہ بکن ڏکن ۽ جلاوطنين ۾ بہ اديبن عظيم ادب پيدا ڪيو آهي.

سوال: توهان جي انهن ڳالهين ۾ ڪافي تضاد آهي. مونجهارو آهي؟

سرڪي: ٺيڪ آهي، پر عظيم اديب لاءِ ضروري ناهي تہ هرو ڀرو هو ڏکيو بکيو رهي ۽ ڦاٽل ڪپڙا پائي رستن تي آوارا هلندي ادب تخليق ڪري.

سوال: سنڌي ادب جي واڌ ويجھ لاءِ ڪهڙا اپاءَ وٺجن؟ ان لاءِ ڪي رٿون...؟

سرڪي: ها، سنڌي ادب جي واڌ ويجھ لاءِ ڪي سهڪاري سوسائٽيون يا ڇپائي جا ادارا قائم ڪجن، جيئن هر اديب ۽ شاعر لاءِ اهو ضروري نہ هجي تہ ادب جي تخليق بہ ڪري ۽ ان کي عوام تائين پهچائڻ لاءِ ڇپائي جو بار بہ مٿس هجي. هر اديب ۽ شاعر کي سندس تخليق جو مناسب معاوضو ملڻ گهرجي، جيئن گهٽ ۾ گهٽ سندس بنيادي ضرورتون پوريون ٿين. آزاد ۽ سڌريل ملڪن ۾ اديبن وٽ پنهنجون لائبريريون هونديون آهن. ڪارڪن هوندا آهن، سيڪريٽري هوندا آهن. سموريون سهولتون هونديون آهن. تنهن ڪري هو پورو ڌيان ادب کي ڏيندا

آهن. روسي اديب شولوخوف تہ ڪافي مالدار ماڻهو هو جو ڪيس پنهنجو هوائي جهاز بہ هو.

سوال: اهي سهڪاري ادارا ڪيئن قائم ٿين ۽ ڪير ڪري؟

سرڪي: اهو ڪم اديبن ۽ ادب دوست سرنديءَ وارن ماڻهن جي ڳڏيل ڪوشش سان ٿي سگهي ٿو.

سوال: سنڌي ادب ۽ سنڌي صحافت ۾ توهان ڪيترو حصو ورتو آهي؟

جواب: 1950ع ۾ ترقي پسند ساٿين جي رٿ ۽ سهڪار سان اسان ڪراچيءَ مان هفتيوار "صداقت" جاري ڪئي. آئون ان جو انچارج هئس، سنڌ جا هندو ترقي پسند ساٿي تحريڪ جي نالي ۾ مخصوص ڪيل پريس ۽ جاءِ وغيره وڪڻي ان جا پئسا فنڊ جي صورت ۾ ڇڏي ويا. جن مان اها اخبار ڪڍيسين. قادر بخش نظاماڻي ايڊيٽر ۽ رسول بخش پليجو اسسٽنٽ ايڊيٽر طور ان ۾ ڪم ڪندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪراچي جي اڳوڻي اخبار روزانہ نئين سنڌ، هفتيوار صبح سنڌ نوابشاهہ، ٿماهي مهراڻ ۽ ماهوار سوجهرو ۾ بہ آئون لکندو هئس.

سوال: صداقت ڪيترو وقت هلائي سگهيا؟ ان جو سنڌي ادب ۾ ڪهڙو ڪردار رهيو؟

سرڪي: صداقت اخبار، سنڌ ۾ سياسي شعور ۽ ترقي پسند ادب جي پيڙهہ جو پٿر هئي، جنهن ڪي اڳتي هلي سنڌي ادبي سنگت وڏيڪ ترقي وٺائي. صداقت اخبار اٽڪل 10_12 مهينا ڪن باقاعدگيءَ سان نڪتي. صداقت ۾ ترقي پسند ادب ڪانسواءِ ايٽم بم ۽ جنگ جي خلاف زوردار نموني مضمون ڇپبا هئا. امن لاءِ بين الاقوامي اپيل تي صحيحن جي مهم ۾ تمام گهڻن ماڻهن حصو ورتو. جيڪا مهم هتي ان اخبار هلائي .اديبن مان محمد ابراهيم جويو، ع. ق. شيخ، رسول بخش پليجو، جمال ابڙو، ابن حيات پنهور ۽ ڪيترائي ٻيا ان ۾ لکندا هئا. جمال ابڙي جون پهريون ۽ بهترين ڪهاڻيون "پيراڻي" ۽ "خميسي جو ڪوٽ" صداقت ۾ ئي ڇپيون. شيخ اياز جي شاعريءَ تي پهريون ڀيرو ڀرپور نموني تبصرا صداقت ۾ ئي ڇپيا، جيڪي رسول بخش پليجي لکيا هئا.

سوال: ورهاڱي کان پوءِ اڄ تائين سنڌي ادب ڪهڙن دورن مان گذريو آهي؟

سرڪي: ورهاڱي جي دور کان 1955_1956 واري دور تائين سنڌي ادب جا مکيہ موضوع طبقاتي ڪشمڪش ۽ ظالم سماج هئا. ون يونٽ قائم ٿيڻ کانپوءِ هڪ ٻيو دور شروع ٿيو، جنهن ۾ سنڌي قوميت، سنڌي ٻولي ۽ ڪلچر جو بچاءُ خاص موضوع بڻجي ويا. عالمي برادري ۽ غير طبقاتي جدوجهد جا نظريا

ڪجھ مانا ٿي ويا. سنڌي ادب جو سمورو زور قوم پرستيءَ تي مبني رهيو. ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ سنڌي ادب انتشار جو شڪار ٿيو. سنڌين وٽ اجتماعي مقصديت نہ رهي ۽ انفرادي ڪوششون جاري ٿيون. جنس ۽ فراريت سنڌي ادب ۾ جاءِ ورتي.

سوال: هاڻوڪي هلندڙ دور جي سنڌي ادب لاءِ ڇا ٿا چئو؟

سرڪي: تعليم سان گڏ مطالعو بہ وڌيو آهي. افسانې ۽ شاعريءَ ۾ نوان نوان تجربا ٿيا آهن. 1981 کي ساهت سال ڪري ملهايو ويو. اها سٺي ۽ خوشيءَ جهڙي ڳالھ آهي. سنڌي ادبي سنگتون بہ سال ٻن کان وري سرگرم ٿيون آهن. اسان هڪ دفعو وري ترقي پسند مقصد واري ادب ڏانهن وڃون پيا. سيڪيولرازم، انسان دوستي ۽ انسان پرستي جا خيال وري بہ زور وٺي رهيا آهن. پنجن ڏهن سالن ۾ ملڪ ۾ جيڪي وهيو واپريو آهي، اسان جيڪي لاهيون چاڙهيون ڏٺيون آهن. ان کان سنڌي ادب گهڻو ڪجھ پرايو آهي. عوامي تحريڪ کان اديب متاثر ٿئي ٿو ۽ عوامي تحريڪن کي پاڻ بہ متاثر ڪري ٿو. جيستائين عوامي تحريڪون ناهن تہ اديب وٽ فقط غم جانان آهي ۽ تحريڪن وڌڻ کانپوءِ ان وٽ غم جانان سان گڏ غم دوران يعني سڄي جهان جو غم بہ پيدا ٿي وڃي ٿو. انهي تي مون کي پنهنجو هڪ شعر ٿو ياد اچي.

پنهنجو غم پيارن جو غم يا عام جي اهنجن جو غم،
غم مڙوئي غم جو ٿيو، غم کي مٽائيندا هلو.
ساٿيو آواز ڏيو، آهيو ڪٿي ويجها اچو،
گڏ ٿيو ڪا ڳڻ ڪيو، ڪو پھ پچائيندا هلو.

سوال: جديد بين الاقوامي معياري ادب جي مقابلي ۾ توهان کي هاڻوڪي دور جي سنڌي شاعري ۽ ادب ڪيئن ٿو لڳي؟

سرڪي: اسان وٽ ڇپائيءَ ۽ دنيا جي اڳيان پاڻ کي پيش ڪرڻ جا وسيلا ناهن نہ تہ اسان جو ادب بين اقوامي معيار جهڙو آهي. هن وقت سڄي پاڪستان ۾ اردو سميت سيني ٻولين ۾ جيڪو ادب لکجي ٿو، ان ۾ سنڌي ادب وڌيڪ جاندار آهي. بامقصد ۽ عوامي امنگن جو نمائندو ادب آهي ۽ ان جو مستقبل شاندار آهي.

سوال: توهان جي نظر ۾ شاھ لطيف کانپوءِ هن وقت جو سيني کان وڏو سنڌي شاعر ڪهڙو آهي؟

سرڪي: زنده سنڌي شاعرن ۾ شيخ ايازسڀ کان وڏو شاعر آهي پر ٻيا ٻه مون کي وڻندا آهن تنوير، شمشير، نارائڻ شيام، فتاح ملڪ، نياز همايوني، گدائي، استاد بخاري، بردو سنڌي، امداد، تاج بلوچ ۽ محمد خان مجيدي.

سوال: انهن کانسواءِ توهان جا ٻيا ڪي پسنديده سنڌي توڙي غير سنڌي اديب ۽ شاعر؟

سرڪي: سنڌي اديبن ۾ رسول بخش پليجو، جمال ابڙو، امر جليل، نسيم کرل، حيدر بخش جتوئي، ڊاڪٽر نجم عباسي، گوبند مالهي، اردوءَ ۾ غالب ۽ فيض، فارسي ۾ عمر خيام ۽ حافظ شيرازي.

روسي اديبن ۾ ٽالسٽاءِ ۽ گورڪي، فرينچ اديبن ۾ مون کي موپسان ۽ بالزاڪ متاثر ڪيو. آمريڪي اديبن ۾ جان اسٽينبيڪ، هيمنگ وي ۽ شاعر والٽ وٽمئن وڻندا اٿم.

سوال: نظم ۽ نثر ۾ پنهنجا ڪي پسنديده ڪتاب ٻڌايو؟

سرڪي: شاهه جو رسالو، اياز جو پونر پري آڪاس، ديوان غالب، عمر خيام جون رباعيون ۽ نثر ۾ ٽالسٽاءِ جون آڪاڻيون، منٽو جو سياه حاشئي، ڪرشن چندر جو "جب کيت جاڳي"، انگريزي ۾ شيڪسپيئر جو جوليس سيزر، سياسي ادب ۾ ڪارل مارڪس جو "ڪميونسٽ پڌرنامو" پر مان اڄ ڏينهن تائين مارڪس جو ڪتاب "داس ڪئپيٽل" سڄو نه پڙهي سگهيو آهيان.

سوال: ڪهڙا ڪهڙا ٻاهريان شهر گهميا آهيو؟

سرڪي: ٽوڪيو، بئنڪاڪ، هانگ ڪانگ، منيلا، سنگاپور ۽ بمبئي.

سوال: توهان انجنيئرنگ پڙهي رهيا هئا ۽ اڄ بجاءِ انجنيئر هئڻ جي وڪيل آهيو ان جا ڪارڻ؟

سرڪي: ملڪ اندر سياسي ۽ سماجي تبديلين سبب ۽ ڪجهه ترقي پسند سياسي ۽ ادبي جماعتن ۾ سرگرم ٿيڻ ڪري مون انجنيئرنگ پڙهڻ ڇڏي ڏني. اهو منهنجي زندگي جو هڪ هنگامي دور هو. 1951 ۾ آئون موٽي شڪارپور ويس ۽ اتي بي. اي ۾ داخلا ورتم. نيو ايرا هاءِ اسڪول ۾ ماستري به ڪندو هئس. شام جو روزانو لکي در تي هڪ حجام دوست جمال الدين منگي (علي احمد بروهي جي مشهور ڪردار عثمان حجم جي ياءُ) وٽ ويهندو هئس، جيڪو اڻ پڙهيل هوندي به ڏيهي پرڏيهي سياست ۽ ادب ۾ گهڻي دلچسپي ڏيکاريندو هو. شڪارپور ۾ ٻه سال رهيس، گهڻو ڪري اهو تنهائيءَ جو دور هو. انهيءَ عرصي دوران مون اهو محسوس ڪيو ته جاگيردار ۽ وڏيرا شاهي واري ماحول ۾ پنهنجو جياپو جنجال ٿيندو. تنهن ڪري بي. اي (سنڌي آنرز ۾) پاس ڪري ڪراچي پهچي آيس. هتي 193 روپيا پگهار تي ڇهه مهينا ڪڏي مدرسي ۾

ماستري ڪيم، پوءِ اسلاميہ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرر ٿيس. اها ليڪچراري وڪالت پاس ڪري وڪيل ٿيڻ بعد 1967ع تائين جاري رهي.

سوال: بمبئي ۾ ڪهڙن سنڌي دوستن سان ملڻ ٿيو؟ اهي اتي ڇا پيا ڪن؟

سرڪي: سندريءَ ۽ اتم سان مليس، موهن ڪلپنا، هري .موٽواڻي، ڪونج جو ايڊيٽر ۽ آڳاٽو ترقي پسند ڪهاڻيڪار گوبند پنجابي (جيڪو پاڻ کي هتي گووند بلوچ سڏائيندو هو.) انهن سان بہ ملڻ ٿيو. انهن ڪانسواءِ پروفيسر رام پنجواڻي، گوبند مالهي، موتيرام راموواڻي، پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي، جيٺانند لالواڻي ۽ سندس زال شيلا سان بہ مليس. اهي ٻئي حيدرآباد سنڌ مان "پارت جيون" ۽ "راج فلمستان" رسالا ڪيندا هئا ۽ اهي هاڻي بمبئي مان ڪين ٿا. لال پشپ جيڪو اسان جي علي بابا وانگر انفراديت پسند آهي ۽ واسديو نرمل (اسٽيج ڊرامہ جو ڊائريڪٽر) انهن سيني سان ڏاڍيون قربائتيون ڪچهريون ٿيون. ماسٽر چندر ۽ پٽس مهيش چندر سان بہ مليس. مهيش سنو ڳائڻو آهي، هندي (اردو) فلمن ۾ پلي بيڪ گانا ڳائي پيو. ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي گهر سردار جعفري ۽ خواجہ احمد عباس سان بہ ملاقات ٿي (اتي ڪرشن چندر گهڻو ياد پيو) نارائڻ شيام ۽ تيرٿ وسنت دهليءَ ۾ آهن. هري دلگير آديپور ڪڇ ۾ آهي ۽ منهنجو استاد ڪيئل داس فاني ڀوپال ۾ آهي. انهي سان نہ ملي سگهيس. مون سان گڏ منهنجي گهر واري بہ هئي.

سوال: اتي جي سنڌي ڀائرن جي ڪهڙي حالت آهي، هتي جي مقابلي ۾ ڪهڙو نمايان ذهني يا معاشي فرق محسوس ٿيو؟

سرڪي: اتي جا سنڌي اڃا تائين ذهني طورمطمئن ناهن. بمبئي جا سنڌي اتي گجراتين ۽ مرهٽن جي وچ ۾ پئي گهليا. پوءِ گجرات صوبو الڳ ٿيو. گجراتين وجي گجرات وسائيو ۽ بمبئي مرهٽن کي ملي. اهي بہ اتي جي سنڌين سان نفرت ڪن ٿا. هتي سنڌ ۾ هندو سيٺيون ڏاڍي فراخدلي سان ڪائيندا کپائيندا، جايون اڏائيندا ۽ جائداد ناهيندا هئا، پر ورهاڱي جي لڏپلاڻ ڪان پوءِ انهن کي اهي سموريون شيون ڪم نہ آيون. جن وٽ روڪ پئسو، سون، هيرا جواهر هئا سي ڪجهہ سولائيءَ سان آباد ٿي ويا. اهو ئي سبب آهي جو هاڻي اتي جا سنڌي روز مرهہ جي شاهہ خرچين بدران پئسا پيا ميڙين.

سوال: بمبئي جي فلمي دنيا ۾ هن وقت ڪهڙا سنڌي آهن؟

سرڪي: فلمي مسخرو آسراڻي ۽ ٻيو سڀ جنهن "شعلي" فلم ٺاهي آهي اهو بہ سنڌي آهي ۽ چيني سپاهي ملاڻي جي ڪٽنب مان آهي. هانگل اصلي ڪشميري آهي. پر سنڌ ۾ گهڻو وقت رهيو هو.

سوال: هتان ڪان لڏي ويل سنڌين جي مقابلي ۾ هتي لڏي آيل ماڻهن جي حالت يا سوچ ۾ ڪهڙو فرق ٿا سمجهو؟

سرڪي: هتان لڏي ويل سنڌي اتي پنهنجو ڪو بہ تحفظ محسوس نٿا ڪن. ذهني طور تي وڪريل آهن. انهن جي مقابلي ۾ اتان لڏي هتي آيل ماڻهو اردو ڳالهائيندڙ ۽ ڪراچي ۾ سندن وڏي تعداد ۾ آباد ٿيڻ سبب ۽ سرڪاري سرپرستي هئڻ ڪري پاڻ کي وڌيڪ محفوظ ۽ ٽائينڪا سمجهن ٿا.

سوال: بمبئي جي سماجي زندگي جي باري ۾ پنهنجا ذاتي مشاهدا ٻڌايو؟

سرڪي: اتي سياسي آزادي آهي، باقي سماجي ڦرلٽ، ڪامورا شاهي جا ڪرتوت، بدمعاشي ٻنهي ملڪن ۾ ساڳي آهي. غريبي ۽ سادگي تمام گهڻي آهي. کاڌي پيتي جي شين ۾ دوائن ۾ ملاوت ڪونهي، ڏهن ڏينهن ۾ اسان بمبئي جي رستن تي هڪ بہ جپاني يا ٻي ڪا بہ غير ملڪي گاڏي نہ ڏٺي. سڀ گاڏيون اتي جون ٺهيل آهن. ڪنهن بہ وقت ڪنهن بہ هنڌ هڪ ٽيڪسيءَ کي هٿ ڏيو تہ چار بيهي رهنديون. ميٽر کان وڌيڪ هڪ پئسو بہ نہ وٺن. سنڌي سڀ روزگار سان پنهنجي گهرن ۾ خوش آهن. اتي اسڪول، ڪاليج ۽ اسپتالون، ڌرم شالائون ٺهرائي وڏو نالو ڪيو اٿن.

سوال: شاديءَ ڪانپوءِ توهان جي خيالن، نظريي ۽ مقصد لاءِ جذبن ۾ ڪا گهٽتائي آئي يا ان ۾ واڌارو ٿيو؟

سرڪي: شادي ڪان ڪجھ اڳ مون پنهنجون سياسي ۽ ادبي سرگرميون گهٽو گهٽائي ڇڏيون هيون. ان لاءِ مان پنهنجي وچولي طبقي جي فطري ڪمزورين کي جوابدار سمجهان ٿو. انهي سال مون ٽالسٽاءِ جو ڪتاب پڙهيو ۽ پوءِ ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، اهو ڪتاب ”نيٺ ڇا ڪجي؟“ جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو. سڄي نديي ڪنڌ هند و پاڪ ۾ اهو ڪتاب فقط سنڌي ٻوليءَ ۾ ڇپيو آهي. مون اڄ تائين انهيءَ ڪتاب کي پنهنجي زندگيءَ جي رهنما اصولن طور ڪتب آندو آهي.

سوال: توهان جي گهرواري شمس بہ لکندي آهي. ڇا هن توهان کان متاثر ٿي لکيو آهي؟

سرڪي: شاديءَ کان اڳ هن اردو ادب ۾ ايم .اي پاس ڪئي هئي. اردو ۾ افسانا ۽ مضمون لکندي هئي. ايم.اي جي امتحان ۾ هن ”شاھ لطيف ۽ اردو جا صوفي شاعر“ جي عنوان سان مقالو لکيو هو. شمس ۽ مان گهرو ذميوارين سبب هاڻي لکڻ گهٽائي ڇڏيو آهي. شمس روح رهاڻ، نئين زندگي ۽ سوجهرو ۾ لکندي هئي. ٽي وي جي ادبي مذاڪرن ۾ بہ حصو ورتو اٿس.

سوال: توهان جي گھرو زندگي ڪيئن ٿي گذري؟ خيالن ۽ نظرين ۾ اختلاف تان ڪو جهيڙو يا تڪرار ٿئي؟

سرڪي: گهر ۾ ڪو تڪرار ڪو نہ ڪريون. لبرل آهيون. مذهبي لاڙن جي باوجود مان شمس کي انسان دوست ۽ آزاد طبيعت سمجهان ٿو. گهرو معاملن ۾ اسين هڪ ٻئي سان سهڪار سان 53 سال خير خوبي سان گڏ گذاري چڪا آهيون ۽ پنهنجو گهر پنهنجي جنت، قائم ڪئي اٿئون.

# انٽرويو

## امتياز دانش

(اديبن ۽ دانشورن کي گهرجي تہ انسان دوستي، روشن خيالي، سائنسي ۽ سيڪيولر سوچ کي ذهن ۾ رکي ادب سرجين)

س: سائين! سنڌي ادبي سنگت تازو گولڊن جوبلي ملهائڻ جو اعلان ڪيو آهي. سنگت جي باني ميمبر هئڻ ناتي ان سچي سفر کي توهان ڪيئن ڏٺو؟

ج: اهو سٺو عمل آهي پر گولڊن جوبلي 1956ع کان شمار ڪئي وڃي تي 1956ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پهريون ڀيرو سنڌ جي سورهن شهرن جي ادبي شاخن جو گڏيل ڪنوينشن ڪوٺايو ويو هو، تنهن ڪري برابر هن کي گولڊن جوبلي چئجي، 50 سال پورا ٿي ويا آهن. ڪنوينشن کان ٿي سال اڳ ۾ ڪراچي ۾ سنگت جي آفيس قائم ڪئي وئي هئي، جنهن ۾ پروفيسر مرحوم اياز قادري، مرحوم احسان بدوي ۽ موتي رام راماواڻي مون سان گڏ هئا. موتيرام پوءِ هندستان هليو ويو ۽ اتي گذاري ويو. هن کي سنڌي ادب سان گهرو لڳاءُ هو. 1956ع ۾ جيڪو ڪنوينشن ٿيو ۽ جيڪو پڌرنامو تيار ڪيو ويو هو، اهو اسان تنهي تيار ڪيو هو. شروع ۾ مان انجمن ترقي پسند مصنفين سان لاڳاپيل رهيس، جنهن بابت چيو ٿو وڃي تہ اها 1936ع ۾ قائم ٿي ۽ 1986ع ۾ ان جي گولڊن جوبلي ملهائي وئي. 1949ع ۾ پاڪستان ۾ پهريون دفعو ان جي لاهور ۾ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي. ان ۾ شرڪت لاءِ هتان اسان 19 ليکڪ ويا هئاسين اتان موٽڻ کانپوءِ منهنجي ذهن ۾ خيال آيو تہ ڪراچيءَ ۾ ڪوڙ سارا سنڌي ليکڪ رهن ٿا ۽ انهن جو ادب سان گهرو لڳاءُ بہ آهي بهتر ٿيندو تہ سنڌي ليکڪن جي اهڙي انجمن ٺاهي وڃي. پوءِ اسان سال کن لاءِ هتي انجمن ترقي پسند مصنفين سنڌي جي نالي سان ٺاهي سين. ان جون گڏجاڻيون هر هفتي مينارام هاسٽل ۾ ٿينديون هيون. پوءِ مان ڪن مجبورين ڪري تعليم اڌ ۾ ڇڏي ٻن سالن لاءِ 1951ع ۾ شڪارپور موٽي ويس. انهيءَ عرصي دوران اتان ڪاليج مان بي. اي آنرس پاس ڪيم. مون اتي اسڪول ۾ ماستري پڻ ڪئي. 1953ع ۾ مان وري ڪراچي موٽي آيس. پوءِ دوستن سان صلاح مشورو ڪري سنڌي ادبي سنگت ٺاهي سين. اسان باقاعدي سنگت جون گڏجاڻيون ڪندا هئاسين ۽ اهي بلڪل انهيءَ نموني ڪوٺايون وينديون هيون، جنهن نموني انجمن ترقي پسند مصنفين وارا ڪوٺائيندا هئا. هڪڙي سينئر ليکڪ کي وقتي طور صدارت ڏني ويندي هئي، جيڪو بہ پنهنجي لکڻي پڙهندو هو انهيءَ تي تنقيد ٿيندي هئي. سڀ

برداشت ۽ سگهڻ واري نموني. مون کي هڪڙو واقعو ياد ٿو اچي تہ هڪ ڀيري پروفيسر احسان بدوي پنهنجي تخليق پڙهي، ان تي رشيد ڀٽي تنقيد ڪئي تہ ڪيس اها ڳالهہ نہ وڻي، گڏجاڻي ختم ٿيڻ تي ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ هن مونکي چيو تہ، "هي اسان سان ظلم آهي، جن کي اسين صبح جو ڪاليج ۾ ادب سيکاريون اهي شام جو اسان تي تنقيد ڪن. اها بي عزتي آهي" ان تي مون کيس جواب ڏنو تہ، "اها بي عزتي ناهي ڪو بہ عقل ڪل ناهي. اسان کي اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ عقل اسان تي ٿو ختم ٿئي يا وري اسان وڏا اديب آهيون. اها راءِ جي آزادي آهي، تنقيد جو مطلب اهو آهي تہ ٻيو ماڻهو تنقيد ڪري ان کان بهتر آهي تہ اسان پنهنجو پاڻ تي پاڻ تنقيد ڪريون، جيڪو تنقيد ڪري ٿو اهو نہ سمجهڻ گهرجي تہ اهو ماڻهو ايئن رهجي ويندو. اهو ماڻهو سياڻي وڏو اديب بہ ٿي سگهي ٿو ۽ اهو اتان ئي سکندو ۽ جيڪڏهن اسان هن جي سکڻ جا دروازا بند ڪري ڇڏينداسين تہ پوءِ سنگت جو مطلب ڇا نيو؟" اهڙي طرح اسان سنگت کي مثبت طريقي سان هلايوسين. ترقي پسند لفظ بابت ان زماني ۾ ۽ اڄ بہ چيو ٿو وڃي تہ ترقي پسند معنيٰ ڪاڇي ڏر وارا، ڪميونسٽ، طبقاتي جدوجهد ڪندڙ ۽ سوشلسٽ. پر مان چوان ٿو تہ ان جي رڳو اها معنيٰ نہ هئڻ کپي. ترقي پسند جي معنيٰ ان تائين محدود نہ ڪجي. ترقي پسند جي اها بہ معنيٰ آهي تہ اسان جي لکڻين جا ڪردار تقدير آڏو جهڪيل نہ هجن تدبير سان پنهنجي تقدير بدلائڻ لاءِ جاکوڙين . اهڙا ڪردار تخليق ڪيون جيڪي حالتن جو مقابلو ڪن. هر دور جا پنهنجا مسئلا، نظريا، فلسفا ۽ شريعتون هجن ٿيون. انهن مسئلن کي انساني ڀلائيءَ لاءِ حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. وقت گذرڻ سان جڏهن کي نوان لاڙا يا خيال پيدا ٿين تہ انهن جي حل لاءِ نوان نظريا هئڻ گهرجن. نوان طريقا اختيار ڪجن. نئين شريعت ۽ طريقت هئڻ گهرجي. ان حوالي سان آءٌ چوان ٿو تہ هر اديب پنهنجي ڪردارن ذريعي پاڻ کي پروجيڪٽ ڪري ٿو. پاڻ کي ڪهڙي جي روپ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو. سوال اهو آهي تہ هو پاڻ کان ڇا ٿو ڪرائڻ چاهي؟ آيا معاشري جي ظالم قوتن کان شڪست کائي مات ڪري ڪنڌ وڄي ويهي ٿو رهي يا ڪي اهڙيون تدبيرون ٿو ڪري جيئن ڪين شڪست ڏئي اڳتي نڪري وڃي. منهنجي خيال ۾ اهائي ترقي پسندي آهي. سنگت سنڌي ٻولي ڳالهائيندڙ سنڌي اديبن ۽ ادب دوستن جو هڪڙو تمام ڪشادو ۽ گڏيل محاذ آهي. اسان تاريخ ۾ ڏٺو آهي تہ قومن جي سڃاڻپ ٻوليءَ سان ٿئي ٿي. بنگلاديش ۾ بنگالي قوميت جي جيڪا تحريڪ هلي ان جي شروعات پڻ ٻولي ئي هئي، پر جيئن چوندا آهن تہ " قوم ٿي زندهہ رهي پر جي زبان زندهہ رهي،" ٻيون سڀ ڳالهيون، لٽو، ڪپڙو، کاڌو پيتو وغيره ڀلي تبديل ڪري ڇڏيون پر جي اسان ٻولي قائم رکون ٿا تہ اها اسان جي سڃاڻپ آهي.

س: اڄ ڏينهن تائين سنڌي ادبي سنگت سان لاڳاپيل هئڻ ڪري توهان جي خيال ۾ ان جون اوليتون ڪهڙيون هئڻ گهرجن؟

ج: سنڌي ادبي سنگت جو سڀ کان پهريون ڪم سنڌي ٻوليءَ ۾ معياري، صحتمند ۽ ترقي پسند ادب پيدا ڪرڻ هئڻ گهرجي. سنگت جي ڪارڪنن ۽ ٻين ليکڪن جي لکڻين ۾ خيالن سان گڏ ادب جون گهرجون به پوريون هئڻ گهرجن. ڇاڪاڻ ته ڪڏهن ڪڏهن ڪيترائي دوست خيال ته نوان ڏين ٿا پر شاعري، آکاڻي ۽ ناول جي گهرجن تي گهربل ڌيان نه ٿا ڏين. جيڪڏهن سٺو مال آهي ته اهو رومال ۾ هئڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته ادب جو ظاهري ڏيک به اوترو ضروري آهي جيترو ان جي ٻولي، خيال ۽ ادبيت ضروري آهي. جڏهن سنگت جو بنياد وڌو ويو هو، تڏهن انهيءَ جا ڪي اصول هئا. اهي هي هئا ته سنگت پاران جيڪو ادب سرجيو ويندو، ان ۾ تازگي، نوان خيال، انسان دوستي ۽ روشن خيالي هوندي. ان ۾ پاڻ کي ۽ سماج کي اڳتي وٺي وڃڻ جون ڳالهيون ٿيل هونديون. جيئن چيو ويندو آهي ته ادب انساني زندگي جو آئينو آهي، تيئن ان کي واقعي زندگيءَ جو آئينو هئڻ گهرجي. جنهن ماحول، معاشري ۽ ملڪ ۾ اديب رهي ٿو سڀ کان پهرين ان ماحول، معاشري ۽ ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهن جي مسئلن کان متاثر ٿئي ٿو ۽ انهن کي حل ڪرڻ جو سندس ذهن ۾ خيال پيدا ٿئي ٿو، پوءِ انهن جي مسئلن کي پنهنجي تخليقن ۾ پيش ڪري ٿو. اديب جو ڪم ادب پيدا ڪرڻ آهي. اديب جو ڪم سياست يا وري ڪو ٻيو ڪم ڪرڻ ناهي.

س: توهان س .ا. س جي باني ڪارن مان آهيو ڇا ان جو هاڻوڪو ڪردار اطمينان جوڳو آهي؟

ج: اسين ڏاڍي ڏکي دور مان گذريا آهيون ڪو وقت هو جڏهن "سنڌ" لفظ لکڻ تي بندش هئي 1955 ـ56 ۾ ڪراچي يونيورسٽي وارن سنڊيڪيٽ ۾ هڪڙو ٺهراءُ پاس ڪيو ته آئينده بي .اي جي امتحانن ۾ جاگرافي، تاريخ، فلسفي، اقتصاديات وغيره جي مضمونن جا جواب اردو ۽ انگريزي ۾ لکيا وڃن، سنڌي ۾ نه. شروع ڪان وٺي، جڏهن ڪراچي سنڌ کان الڳ ڪيائون. ان ڪانپوءِ ون يونٽ ٺهڻ جون تياريون شروع ٿيون ۽ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ٻولي کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ان دوران سنڌ تڪليفن مان گذرندي رهي. ماضي جي تناظر ۾ ڏسڻ سان خبر پوندي ته سنگت جو هاڻوڪو ڪردار اطمينان جوڳو آهي يا نه؟ مان پاڻيان ٿو ته اسين تڪليفن مان گذري پوءِ هتي پهتا آهيون. اڄ به اديب آهن، سنگت آهي ۽ سنڌي ۾ ادب سرجيو وڃي ٿو. سڄي پاڪستان ۾ سنڌي ٻولي ۾ جيڪو ادب لکيو پيو وڃي اهو ڪافي بهتر آهي. ان ۾ پنهنجي ڌرتي جون حقيقتون بيان ٿيل آهن. ايترو اردو وارن ۾ ناهي. انهن وٽ رڳو ماضي

جا داستان آهن. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي جڏهن ون يونٽ خلاف تحريڪ هلائي تہ ڪيس ڪيترن ئي دوستن چيو تہ توهان هاري پارٽي جي لاءِ ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو. طبقاتي جدوجهد ڪرڻ ڇڏي ڏني. ان تي هن ڪين وراڻيو تہ سنڌ زنده رهندي تہ اسان طبقاتي جدوجهد ڪنداسين. اسان جو پهريون ڪم هي آهي. ان زماني ۾ اديبن ون يونٽ جي تمام گهڻي مخالفت ڪئي. شيخ اياز جي سٺي شاعري پڻ ان زماني جي آهي. ان دور ۾ سٺيون ڪهاڻيون لکيون ويون سٺا اديب پيدا ٿيا. سندن لکڻيون تمام بهترين هيون. ان دور جا اديب نج اديب هئا. سندن لکڻين ۾ ادب هيو. سندن لکڻين ۾ سياست هئي ۽ وقت جون گهرجون بہ هيون. هنن اديبن پاڻ کي زنده ثابت ڪيو. 1970ع ۾ ون يونٽ ٽٽڻ ڪانپوءِ عام طور تي چيو ويجي ٿو تہ سنڌي ادب ۽ سياست ۾ ماٺار اچي وئي ڪو مقصد ۽ واضح پروگرام نہ رهيو. نہ سياست ۾ ۽ نہ ئي وري ادب ۾. ان ڪان پوءِ ڏسجي ٿو تہ قومپرست بہ گهڻا ٿي پيا. گروپ بہ گهڻا ٿي پيا. پيپلز پارٽي وجود ۾ آئي. ڪيترائي ڪاهي ڏر وارا ان ۾ شامل ٿي ويا. جن چاهيو پئي تہ سنگت کي ڪنهن سياسي نظرئي ڪنهن سياسي جماعت جي ماتحت هلايو وڃي. منهنجي خيال ۾ اهو سٺو سنوڻ نہ هو.

س: توهان جي خيال ۾ سنڌ جا سڀ کان اهم مسئلا ڪهڙا آهن ۽ انهن جي حل لاءِ سنڌي اديبن ۽ دانشورن جو ڪهڙو ڪردار هئڻ گهرجي؟

ج: منهنجي خيال ۾ هن وقت سنڌ جوسڀ کان وڏو مسئلو آهي سنڌ جي حقن جي حاصلات. جن مان مک ٽي حق آهن.

1) سياسي حق: معنيٰ سنڌ کي سياسي خود مختياري ڏيارڻ. سنڌ جي حڪومت ۾ سنڌي ماڻهن جي اڪثريت هئڻ گهرجي. اقتدار سنڌي ماڻهن جي حوالي هجي.

2) اقتصادي حق: سنڌ جي سرزمين تي جيڪي بہ زمين هيٺ يا مٿي وسيلا آهن. آبادي جا ذريعا آهن. يا وري محصول آهن. نوڪريون آهن اهي سڀ سنڌين جا حق آهن ۽ ڪين ملڻ کپن.

3) ثقافتي حق: ثقافتي حق تڏهن حاصل ٿي سگهن ٿا. جڏهن سنڌ جي خودمختياري ملندي. سنڌ جي سياست توڙي سنڌ جي وسيلن تي سنڌين جي حڪومت هوندي. تڏهن ئي سنڌي ماڻهو پنهنجا اقتصادي ۽ ثقافتي حق قائم ڪري سگهندا. انهن کي پنهنجا مسئلا حل ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيش نہ ايندي. اڄ ڪلهہ پاڪستان ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. هڪڙا وفاق پرست جيڪي گهڻو ڪري اسٽيبلشمينٽ ۽ وڏي صوبي سان واسطو رکن ٿا. اهي چاهين ٿا تہ پاڪستان مضبوط ٿئي ۽ مضبوط پاڪستان ۾ ئي سنڌين ۽ ٻين قومن کي حق حاصل ٿي سگهن ٿا. منهنجي خيال ۾ اها ڳالهہ صحيح ناهي. اهو استحصال

پسند جو خيال آهي. مضبوط مرڪز جي حساب سان مضبوط پاڪستان نہ ٿو ٿي سگهي. ايئن پاڪستان ڪمزور ٿيندو. پاڪستان مضبوط تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن فيڊريشن يا وفاق ۾ شامل يونٽن يا رياستن کي پنهنجا حق ملن. جيڪڏهن صوبا برابري جي حساب سان پاڻ ۾ گڏ رهڻ جو معاهدو ڪندا ۽ هڪ ٻئي جي حقن کي محفوظ رکي سياست ڪندا، حڪومت ۾ سيني کي شريڪ ڪيو ويندو ۽ سيني صوبن جي ماڻهن جي پنهنجن صوبن جي قدرتي وسيلن تي مالڪي تسليم ڪئي ويندي تہ پاڪستان مضبوط ٿي سگهندو، جن جي هٿن ۾ اقتدار آهي ۽ انهيءَ کي ماڻهو پسند ڪن. ان ڪري مضبوط مرڪز جي خيال سان حڪومت هلائيندا تہ پوءِ ان جا ڱرا نتيجا نڪرندا. اديبن کي پنهنجي عوام جو انجنيئر چيو ويندو آهي، اهي پنهنجي عوام جي جذبن جي ترجماني ۽ رهنمائي ڪن ٿا. انهي ڪري انهن مسئلن جي حل لاءِ اديبن ۽ دانشورن کي گهرجي تہ هو پنهنجي ٻولي ۽ انسان دوستي، روشن خيالي، سائنسي ۽ سيڪيولر سوچ کي ذهن ۾ رکي ادب سرجين.

نوٽ: هي انٽرويو سندس لاڏاڻي کان ڪجهہ ڏينهن پهريون ورتو ويو، جيڪو روزانہ عوامي آواز ۾ ڇپيو ۽ ان جي آڊيو ڪيسٽ ليکڪ وٽ محفوظ آهي.

# سنڌ ۾ 1857ع واري آزادي جي جنگ

(ڪامياب بغاوت کي انقلاب چئبو آهي، ۽ ناڪامياب انقلاب کي بغاوت _ "باري" مرحوم)

اڄ کان پورا هڪ سئو ورهيہ اڳ، هندستان ۾ آزادي جي جنگ جي باھ ڀڙڪي اٿي؛ انگريزن کي هندستان مان تڙي ڪڍڻ لاءِ اهائي آخري هٿيار بند لڙائي هئي. عالم ۽ تاريخدان گهڻي وقت کان ويچاريندا رهيا آهن تہ 1857ع واري آزادي جي جنگ رڳو هندستاني سپاهين طرفان هئي يا ان ۾ عام ماڻهن بہ اونري دلچسپي ورتي؛ پر تاريخ جي فتوا اهائي آهي تہ اها آزادي جي جنگ فقط سپاهين جي فساد تائين محدود نہ هئي. ان وقت بہ هندستان توڙي انگلنڊ جي ڪن حلقن جو اهو رايو هو جيئن لنڊن جي اخباري دنيا ۾، 1 آگسٽ 1857ع تي ڇپيل هڪ ايڊيٽوريل جي هيٺ ڄاڻايل ٽڪري مان معلوم ٿئي ٿو.

"جيڪڏهن رڳو سپاهي ناراض آهن ۽ عام ماڻهو اسان سان ٻڌل آهن، تہ پوءِ هند سرڪار ور ور ڪري يورپي فوجن ۽ ٻيءَ مدد لاءِ اسان کي ايترو ڇو ٿي تنگ ڪري؟ جيڪڏهن هندستاني عوام جون همدرديون اسان سان آهن جنهن جي خاطري سرڪار ۽ ڪمپنيءَ جا ڊائريڪٽر وقت بوقت اسان کي ڏيندا رهيا آهن تہ پوءِ هند سرڪار هندستاني ماڻهن منجهان ئي اهڙا ڏهہ لشڪر ٺاهي سگهي ٿي!"

ان ڳالھ کان ڪوبہ انڪار نہ ڪري سگهندو تہ هندستان جو ڪوبہ صوبو انهيءَ "ازادي جي جنگ" جي باھ کان آجو نہ هو، تنهن ڪري سنڌ ۾ ٿيل ان وقت جي واقعن کي دهرائڻ اميد تہ تاريخي ۽ علمي لحاظ کان مفيد ۽ دلچسپ ثابت ٿيندو.

2 جون 1857ع تي "بامبي ٽائيمس" اخبار ۾ آزادي جي جنگ جي ترت سبب بابت ڇپيل خبر تہ "ڪارتوسن ۾ ڇربي استعمال ٿيل هئي" بہ ڪا من - گهڙت معلوم نٿي ٿئي، ڇاڪاڻ تہ خود برطانوي ايوان عام ۾ ڪن ذميدار ۽ باخبر شخصن ان ڳالھ جو اقرار ڪيو هو تہ برابر دم دم ۾ نهيل ڪارتوسن ۾ ڪجھ ڇربي ڪم آندي ويئي هئي؛ ۽ جڏهن هڪ "هلڪيءَ ذات" واري خلاصيءَ، هڪ برهمڻ سپاهيءَ کان پيئڻ لاءِ پاڻيءَ ڍڪ گهريو، تڏهن برهمڻ جي انڪار تي خلاصيءَ هڪدم جواب ڏنس تہ "اهو ذات پات جو پيد ياو باقي ڀ ٿي ڏينهن آهي، ڇاڪاڻ تہ جلدئي تون بہ ڍڳي جي ڇربي لڳل ڪارتوس ڪم آڻيندين!"

هندستاني سپاهين تہ اڳي ئي گهٽ پگهارن ۽ انگريز سامراج جي حفاظت لاءِ جيڪي بيشمار ڊيوٽيون مٿن مڙهيون ويئون هيون، تن جي خلاف ڪرڪڻ ۽ ڪنجهڻ شروع ڪري ڏنو هو. ڍڳي يا سوئر جي چربيءَ لڳل ڪارتوسن جو تہ پوءِ رڳو هڪ بهانو بڻجي ويو.

گهٽ پگهارون، مناسب اجوري ڪان سواءِ سمنڊ پار نوڪريون، ۽ آخر ۾ هندستاني ماڻهن جي دين ڌرم سان دل ڏکوئيندڙ هٿ چراند! اهي ڳالهيون آخر ڪيستائين برداشت ٿِي ٿي سگهيون؟

خلاصيءَ جي ٺوڪڻ تي برهمڻ تہ ٺري برف ٿي ويو، پر پنهنجي همراهہ برهمڻ ڪان اها خبر ٻڌي، پاسي ۾ بيٺل هڪ مسلمان سپاهي بہ في الحال وسامي ويو. اوچتوئي، هندستاني سپاهيءَ جي دل ۽ دماغ ۾ اها ڳالهہ اچي ويٺي تہ انگريز سرڪار هاڻي اڻ سڌيءَ طرح هندستانين کي ڪرستان بڻائڻ شروع ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ پادرين طرفان سندن مذهب بدلائڻ جا سڌا طريقا ڪامياب ڪونہ ٿيا آهن. هندستاني سپاهي، انگريز سرڪار جي اها هلت هاڻي وڌيڪ وقت برداشت نٿي ڪري سگهيو، پر جيستائين بغاوت لاءِ ڪا سوچيل سمجهيل اسڪيم تيار ٿئي، تيستائين هو ڪر ي بہ ڇا ٿي سگهيو؟ فوجين جي ناراضپي جي خبر تہ اختياريءَ وارن جي ڌيان تي اچي چڪي هئي، پر پانئجي ٿو تہ انهيءَ ناراضپي مان ايرندڙ بغاوت جي امڪانن ڪان اڳ هو پوريءَ طرح آگاهہ ڪونہ هئا، ورنہ فتح ڳڙهہ جا آفيسر، فيبروري 1857ع واري هيٺ ذڪر ڪيل هڪ مختصر پر عبرت آموز واقعي ڪان ايترو پريشان نہ ٿين ها.

”گذريل مهيني، يعني فيبروريءَ جي پوئين ڏينهن صبح جو فتح ڳڙهہ جا سڀ آفيسرَ ڏاڍو پريشان پئي نظر آيا. هڪ ٺاڻي ڪان ٻئي ٺاڻي ڏانهن اٽڪل بہ انچ قطر وارا ننڍڙا ڦلڪا پئي پهتا. چون ٿا تہ بہ چار ڏينهن اڳ هڪ شام جو، ڪانپور جي چوڪيدار، فتح ڳڙهہ جي چوڪيدار ڏانهن اهڙي قسم جو هڪ ڦلڪو هن هدايت سان موڪليو تہ هو بہ ان جهڙا ٻارهن ڦلڪا پچائي، بہ پاڻ وٽ رکي، ۽ باقي ڏهہ پنهنجن پنجن پروارن چوڪيدارن ڏانهن، ساڳيءَ ئي هدايت سان موڪلي ڏي. حڪم جي تعميل ٿي وئي، ۽ ٿوري ئي وقت اندر هر طرف ڦلڪا ئي ڦلڪا پئي ڊوڙندا نظر آيا. اهو طوفان اجا ڪونہ ڍرو ٿيو آهي!“ (اخبار فرينڊ آف انڊيا)

سيني ائين ٿي سمجهيو تہ ڪٿي نہ ڪٿي ڪا خرابي ضرور آهي، ۽ اجهو ٿي ڪا آفت اچي. ”ڦلڪن“ جي ذڪر ڪان پوءِ، ساڳيءَ اخبار نهايت سمجهہ ڀريو سوال پڇيو آهي ”ڇا هاڻي ڪوئي ممڻ مچڻ وارو آهي؟ يا ائين ئي ڳالهہ آئي وئي! ڇا، هي ڦلڪا ڪنهن بغاوت جي باهہ جو سبب ٿيندا؟ يا رڳو ڪنهن پيٽ جي تڪليف جي نشاني آهن!“ پر هندستان جي غير ملڪي حاڪمن کي هنن سوالن

تي سنجيدگيءَ سان غور ڪرڻ جي مهلت ملي ئي ملي، تنهن ڪان اڳ ئي سندن خلاف بغاوت جي باهه ڀڙڪي اُٿي.

سنڌي کي انگريز سامراج جي قبضي ۾ آئي چوڏهن سال مس گذريا هئا. سنڌ جي ٽالپر اميرن کان، بنا ڪنهن واجبي ۽ مناسب سبب جي، سندن حڪومت کسي سنڌ کي بہ برٽش انڊيا سان ملائڻ ڪري متان ڪو ائين سمجهي تہ ڀئي هند بغاوت جو ڀڏي سنڌي عوام بہ نئينءَ حڪومت سان مقابلي ڪرڻ لاءِ اُٿي ڪڙو ٿيو هوندو. حقيقت ۾ ان وقت سنڌ ۾ ڪنهن خاص قسم جي باغيانہ سرگرمين جو نشان نٿو ملي. ميرن جي صاحبيءَ وئي کو گهٽو وقت ڪونہ گذريو هو، ۽ انگريز سامراج سنڌ مٿان پنهنجي فوجي گرفت کي ٿورو بہ ڍرو ڪرڻ مصلحت واري ڳالهہ نٿي سمجهي. ٻئي پاسي، عام ماڻهن نئين حڪومت جي غلط ڪارين جو اجا ڪو خاص تجربو ڪونہ ڏٺو هو. نہ فقط ايترو، پر ڏاريءَ حڪومت پنهنجي تازه دم فاتح فوج هٿان ملڪ ۾ ظاهري امن امان ۽ قاعدي قانون کي سختيءَ سان بحال ڪري ورتو هو، ۽ پنهنجي سياسي توڙي تجارتي مفاد جي حفاظت خاطر ملڪ جي آبادگار، دستڪار، توڙي واپاريءَ کي نہ رڳو ڪنهن بہ قسم جي تڪليف ڪانہ ٿي ڏني، پر پاڻ انهن جي هر طرح همت افزائي ٿي ڪئي. مطلب تہ سنڌ جي نئينءَ سماجي زندگيءَ اجا مس مس محڪوم ۽ غلام دور ۾ قدم رکيو هو، ۽ ان جي براين ڀلاين کان اجا سنڌ جا ماڻهو بنهہ بيخبر هئا. انهيءَ صورتحال ۾، سنڌ ۾، حڪومت خواهہ عام ماڻهن کي ڪنهن خاص قسم جي وڳوڙ جو ڀئو ڀولو ڪونہ هو.

بغاوت جي پهرين خبر سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر کي، 18 مئي تي، انگلنڊ کان موڪل تان موٽندي، ڪراچي بندر تي قدم رکڻ سان ئي، هڪ فوجيءَ هٿان هڪڙي خط رستي ملي. اهو خط، ڪراچي ۾ رهندڙ سنڌ ريلوي آفيسر مسٽر نيول وارن (Neville Warren) ڏانهن، تاريخ 13 مئي، لاهور مان لکيو ويو هو، جنهن ۾ کيس بغاوت جو اطلاع ڏنل هو.

فريئر صاحب جي سوانح حيات لکندڙ مسٽر مارٽينين (Martinc an) چوي ٿو تہ "فريئر صاحب خط پڙهڻ سان ئي حالتن جي نزاڪت کي پروڙي ورتو، ۽ مناسب فوجي قدم کڻڻ ۾ هڪ منٽ بہ دير نہ ڪيائين. هن اهو قدم رڳو پنهنجي صوبي سنڌ کي بچائڻ لاءِ ڪونہ کنيو، پر سندس اهو قدم ساري هندستان کي انهيءَ آفت مان آجي ڪرڻ لاءِ هڪ اثرائتو امدادي قدم هو."

سي ڪان پهرين پنجاب کي فوجي مدد جي ضرورت هئي. بنگال مان تہ، جهڙيون حالتون هيون، پنجاب ڪنهن بہ قسم جي مدد جي اميد رکي نٿي سگهيو. تنهن ڪري، سنڌ پهچندي ئي، سنڌ جي ڪمشنر، ڪراچيءَ ۾ ڪمانڊنگ جنرل سان پنجاب ڏانهن فوجن موڪلڻ لاءِ گفتگو شروع ڪئي. ان وقت سنڌ ۾

رهيل فوج صوبائي ضرورتن لاءِ ئي ڪافي ڪانہ هئي. ايران تي فوجي چڙهاين سبب بہ سنڌ جي فوجي طاقت ۾ گهٽي ڪتر اڳي چڪي هئي. اهڙي وقت ۾ فوجي طاقت کي وڌيڪ ڪمزور ڪرڻ نهايت نازڪ معاملو هو، جنهن ڪري ڪمانڊنگ جنرل پنجاب ڏانهن فوجن موڪلڻ ۾ آناڪاني پئي ڪئي، پر ڪمشنر مڙئي دل بڌايس ۽ ڪيس پنهنجي صوبي ۾ مڪمل امن امان ۽ خير سلامتيءَ جي خاطري ڏنائين. ڪمشنر صاحب اعلي فوجي عملدار اڳيان سموريون حقيقتون کولي رکيون ۽ ڪين پنهنجي راين جي صداقت جو قائل ڪري ورتائين. چي، عام ماڻهو هينئر وڌيڪ سڪيا ستايا آهن ۽ حڪومت جو چرخو بہ اڳي ڪان سنو هلي رهيو آهي. نهايت تدبر ۽ ڏاهپ ڪان ڪم ونندي، سنڌ ۾ ڪنهن بہ ملڪي روايت جي مخالفت يا انحرافي اسان ڪانہ ڪئي آهي، ۽ نہ ئي وري ڪو اهڙو اٿوٽندڙ يا دل ڏڪوئيندڙ انتظامي قدم ئي کنيو ويو آهي، جنهن مان ڪنهن کي شڪايت ڪرڻ جو موقعو ملي، پاڻ، پنهنجي وت آهر، عام ماڻهن جي مفاد لاءِ جيڪي ڪجھ اسان ڪان ٿي سگهيو آهي، سو ڪيو ويو آهي. انهيءَ صورت ۾ اسين ائين سمجهڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ عام ماڻهو انگريزن جي حڪومت هيٺ راضي ۽ خاموش رهندا! ان طرح، ڪراچيءَ ۾ رهندڙ ڪمانڊنگ جنرل پنجاب ڏانهن فوجي مدد موڪلڻ لاءِ تيار ٿيو، ۽ فورا سنڌو دريائي ٻيڙي (Indus Flotilla) رستي ساڍا پنج سئو فوجي ملتان ڏانهن روانا ڪيائين. سچ پچ تہ سنڌ جي هنن اعلي عملدارن اهو اوائلي قدم ڪڻي پنهنجي جرات ۽ همت جو ثبوت ڏنو. ورنہ ان وقت ٿوري گڙبڙ ئي سنڌ ۾ انگريز حڪومت جي بنياد کي لوڏي ڇڏي ها. ڪرنل هٽ (Col. Hut) کي ٻي يورپ ريجمينٽ جي نوي ماڻهن کي خاص تربيت ڏيڻ لاءِ چيو ويو، ۽ سنڌ ۾ فوجي حالتن جي نزاڪت کي خيال ۾ رکي، ڪمشنر صاحب ايران ڏانهن چڙهائي ڪري ويل فوجن جي عملدارن، سرجيمس آئو ٽرام ۽ جنرل جان جيڪب، ڏانهن بہ هندستان ۾ فوجي بغاوت جو اطلاع موڪليو، ۽ ڪين نازڪ صورتحال جي بچاءَ لاءِ ترت سنڌ ڏانهن فوجن واپس موڪلڻ لاءِ چيو.

سر بارٽل فريئر پنجاب ڏانهن فوجون ئي مس موڪليون هيون تہ ٻئي هڪ مسئلي کي منهن ڏيڻو پيس. حالتن جي بگڙجڻ سبب، پنجاب ۽ ڪلڪتي جي وچ ۾ سنئين سڌي آمد رفت بند ٿي ويئي هئي. ان جي بدران، هاٽي ٽپال ۽ ٻيءَ آمد رفت لاءِ پنجاب کان ڪراچي، ڪراچيءَ کان بمبئي، ۽ بمبئيءَ کان ڪلڪتي وارو رستو ئي کليل هو، جو پڻ ايترو سلامتيءَ وارو نہ هو. جنهن تي ڪو دائمي ڀروسو رکي سگهجي ها. سر بارٽل فريئر هڪدم وڌيڪ ننڍي ۽ زياده سلامتيءَ واري رستي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ترت ئي پنجاب کان، بهاولپور ۽ جوڌ پور ڏانهن، ملتان واري رستي کان، ۽ آگري ڏانهن نصير آباد واريءَ واٽ کان، ڪاغذ پٽ موڪلي ڏنائين. جوڌ پور کان عمرڪوٽ تائين هڪ

ٻيو رستو جاري ڪيائين. نصيرآباد ۾ حالتن بگڙجڻ سبب، انهيءَ واٽ کي ڏيسا (Desha) سان ڳنڍي، سلامتيءَ واري ٻي لائين بہ جوڙي ورتائين. انهيءَ بندوبست جي ڪري پنجاب وارين لڪيرن هن کي سنڌ ۾ اچڻو ڪونہ ٿي پيو، پر جوڌ پور واري رستي کان سڌو آگري ڏانهن وڃي ٿي سگهيون. سنڌ جي ٿرپال عمرڪوٽ کان آگري ۽ ڪلڪتي ڏانهن، ۽ بارمير کان جوڌپور ڏانهن موڪلي ٿي ويئي. جيتوڻيڪ ٿرپال جي انهن نون رستن کي استعمال ۾ آڻڻ ڪو سولو ڪم ڪونہ هو، تنهن هوندي بہ اها ٻي واٽ مهيني کن ۾ رتجي راس ٿي، ۽ عمل ۾ اچڻ لڳي — (سنڌ قاصد، جون 1857ع). آمدرفت جي هن نئين رستي کي رٿ مان اُڪرڻو ٿي پيو، پر انهيءَ تڪليف کي ضلعي جي ڪليڪٽر ليفٽيننٽ "تروٽ"، سولائيءَ سان منهن ڏيئي ورتو. سنڌ جي ڪمشنر 19 جون تي بمبئيءَ جي گورنر ڏانهن هڪ رپورٽ ۾ لکيو تہ "ليفٽيننٽ تروٽ، سخت گرميءَ جي هوندي بہ، پنهنجي مقامي اثر رسوخ جي ڪري، ٻن انسپيڪٽرن جي مدد سان بارمير تائين لائين جوڙائي ورتي آهي، ۽ اُميد آهي تہ جوڌپور واري لائين بہ هن کان اڳ ۾ تيار ٿي چڪي هوندي."

اهڙين حالتن ۾، جيئن هاڻي ٿيندو آهي، تيئن تڏهن بہ، بغاوت جي ٿوريءَ ڪڙڪ پوڻ سان ئي، پريس تي سخت سنسر شپ لڳي وئي، ۽ اخبارن تي پهرا ٻيهي ويا. پهريائين هند سرڪار هر صوبي جي ڏيهي ٻولين جي مکيہ مترجم (Chief Oriental translator) کي ملڪ جي ٻولين ۾ شايع ٿيندڙ اخبارن جا سياسي مضمون انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري موڪلڻ جو حڪم ڪيو، پوءِ وري سيني اخبارن کي غير تصديق شده ۽ سنسني خيز خبرن شايع ڪرڻ خلاف سخت قدم کڻڻ جي فيصلي کان آگاهہ ڪيو ويو. ٻين هنڌن وانگر، سنڌ ۾ بہ بغاوت جي خبرن کي شد مد سان پڌي شايع ڪيو ويو. مثال طور، ڪراچيءَ جي انگريزي اخبار "سنڌ قاصد"، جون 1857ع ۾، ٻہ دفعا حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ بغاوت جي افواهن جي خبر ڏني.

"جون ٽا تہ حيدرآباد ۾ ڪيترن فوجين کي بغاوت جي ناڪام ڪوشش ڪندي گرفتار ڪيو ويو آهي، ۽ هينئر هو پنهنجي مٿان پاڻ آندل مصيبت جي انجام جو انتظار ڪري رهيا آهن. ٻڌون ٿا تہ بنگال مان شڪي حالت ۾ هتي پهتل ڇهن ماڻهن کي بہ گرفتار ڪيو ويو آهي، ۽ جلدئي مٿن قاعدي جي ڪاروائي ڪئي ويندي. ان سلسلي ۾، ملتان ڏانهن موڪليل سپاهين مان ڪي سپاهي حيدرآباد ۾ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ روڪيا ويا آهن. شڪارپور ۾ سخت هراس ۽ دپ ڇانيل آهي."

("سنڌ قاصد"، 10_18 جون، 1857ع)

"افواهن تي ضابطي رکڻ لاءِ" اخبارن تي سنسر شپ لڳائڻ خلاف، ٻين اخبارن سان گڏ ڪراچيءَ جي هن ائنگلو — انڊين اخبار "سنڌ قاصد" ٻه گهڻو ڪجهه لکيو، ۽ اخبارن جي آزادي بحال ڪرائڻ لاءِ گهڻي قلمي جدوجهد ڪئي. پر تڏهن تڪڙ ۾ ٺهيل هن نئين "اخباري سيفٽي ائڪٽ" ۾ ڪي اهڙيون ته سختيون رکيل هيون، جو سمجهدار ۾ سمجهدار اخبار نويس به هن "ڪاري قانون" کان نه بچي سگهيا.

انهن سيني خبردارين هوندي به، يورپي ماڻهن جي قتل ۽ خون خرابيءَ جون خبرون عام ماڻهن تائين پهچنديون رهيون، جنهن ڪري هتان جي انگريزن ۾ خاص ڪري گهڻي بيچيني پيدا ٿي. ان بيچينيءَ کي دور ڪرڻ ۽ وقت سر پنهنجي هم قوم ڀائرن جي ڪجهه مالي امداد ڪرڻ خاطر، 29 جون 1857ع تي، سر بارٽل فريئر سنڌ جي ڪمشنر جي صدارت هيٺ ڪراچي ۾ رهندڙ سيني يورپي ماڻهن جي عيوضين جي هڪ ميٽنگ ٿي ٿي، جنهن ۾ فريئر صاحب، بغاوت جو سرسري جائزو وٺندي، کين خاطري ڏياري ته سنڌ صوبي اندر ڪنهن خاص قسم جي گڙ بڙ ٿيڻ جو امڪان ڪونه هو. ان ميٽنگ ۾ اٽڪل ٽي هزار چندو به گڏ ٿيو ۽ جيڪي يورپي ملڪ ۾ بغاوت جو شڪار ٿيا هئا، تن سان همدرديءَ جو اظهار به ڪيو ويو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ به ڪراچيءَ جهڙن ٻين خاص مرڪزن ۾ اهڙي نموني جا چندا گڏ ٿيا، ۽ انگريز سرڪار جي ڪاميابيءَ لاءِ يورپي لوڪن جي ميٽنگن ۾ دعائون گهريون ويون. 4 سيپٽمبر 1857ع، سرڪاري طور، "ٻاجهه لاءِ ٻاڏائڻ" جو ڏينهن مقرر ٿيو، ۽ ان ڏينهن سڀ سرڪاري آفيسون بند رهيون.

بغاوت جي سلسلي ۾ وقت بوقت جيڪي به مسئلا پيدا ٿي ٿيا، تن سيني کي سنڌ جي ڪمشنر فريئر صاحب مڙس ٿي منهن ڏنو. مثال طور، جڏهن سرجيمس آئوٽرام ۽ جنرل جان جيڪب، جي ان وقت انگريزي فوجن سان گڏ ايراني نار ۾ هئا، تن سان لکپڙهه ڪيائين، ته انهن وقت جي نزاڪت کي محسوس ڪندي، ترت ئي سنڌ ڏانهن ڪجهه فوجي جٿا موڪلي ڏنا. هيڏانهن سر بارٽل فريئر کي ايترو جلد فوجي مدد ملڻ جي ڪابه اميد ڪانه هئي، تنهن ڪري هن نڪي پنهنجي پرڳڻي ۾ انهن جي رهائڻ جو ڪو بلو ڪيو هو، ۽ نه وري کين پنجاب ڏانهن موڪلڻ جو ئي ڪو بندوبست رکيو هئائين. اهڙيءَ طرح، ترت ئي سڄيءَ ڪراچيءَ ۾ چوڌاري فوجي جٿا ڇانئجي ويا، ۽ اجا ئي وڌيڪ جٿن مٿان پيا جٿا هر روز ايندا رهيا. نتيجو هي نڪتو، جو ڪراچي بارود ۽ ٻئي فوجي سيڌي سامان سان ڏٽجي پئي. وري آمد رفت جا اهڙا ڪارگر وسيلا ڪين هئا، جو انهيءَ سموري سامان سڙي ۽ فوجن کي پنجاب ڏانهن موڪلي، ڪراچيءَ ۾ وڌيڪ فوجن ۽ سامان لاءِ گنجائش پيدا ڪري سگهجي ها.

نيٺ، سر بارٽل فريئر ڪراچيءَ کان ملتان تائين، سنڌونديءَ جي ٻيڙن واريءَ آمد رفت سان گڏ، اُٺن جا قافلا سنيرائي موڪليا، جن کي پنج سئو ميلن جو مفاصلو ڏهن ڏينهن ۾ طي ڪرڻو هو. انهيءَ ڪم جي پورائيءَ لاءِ، اُٺن جي بيهڻ لاءِ ويهن ويهن ڪوهن جي پنڌ تي ٿاڪ ٺاهيا ويا، جن مان هر هڪ تي سائيڪو ڪِن تاز دم اُٺ مهيا ڪيا ويا هئا. ان طرح ويهين پنجويهن ڪوهن تي تازن توانن اُٺن جون قطارون موجود هئڻ ڪري، بار برادريءَ ۾ جلدائي ۽ سهولت پيدا ٿي پيئي، هر هڪ اُٺ تي سراسري 320 پائونڊ بار لڏيل هو، جنهن ڪري پنجاب ڏانهن گهربل ماڻهو ۽ ضروري جنگي سامان جي مدد موڪلڻ سولي ٿي پئي. سيپٽمبر جي شروعات ۾، اُٺن جي پهرين قطار ڪراچيءَ کان ٽي سو ٽن فوجي اسباب ڪٺي پنجاب پهچي ويئي، بر برادريءَ جي هن نئين ذريعي جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪرنل هٽ ذميدار هو، جنهن ڪراچيءَ جي هڪ پٺاڻ مراد خان سان سودو ڪ ي، اٺن جو گهربل انداز حاصل ڪيو.

ڪجهه وقت کان پوءِ جڏهن پنجاب کي وڌيڪ فوجي مدد موڪلڻ جو مسئلو پيدا ٿيو، تہ فريئر صاحب فورن ٻن بلوچ پلٽڻن جي وڌيڪ ڀرتيءَ جو حڪم ڏنو. انهن پلٽڻن کي رگو نالي ۾ بلوچي سڏيو ويو، پر حقيقت ۾ سپاهي سمورا سنڌي ڀرتي ڪيا ويا. اهي ٻئي ريجمنٽون، ڪئپٽن هيوٽ جي نظرداريءَ هيٺ شڪارپور ۾ منظم ڪيون ويون. هن صاحب تازو لاڙڪاڻي جي ڊپٽي ڪليڪٽريءَ تان استعيفا ڏني هئي، چاڪاڻ تہ شهري ذميواريون سندس سڀاءُ کي پسند نٿي آيون. ان کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾ ڪئپٽن جانسن جي هٿ هيٺ هڪ بلوچ بٽالين بہ تيار ڪئي ويئي.

انهن فوجي ڀرتين، توڙي سپاهين جي سکيا ۽ انهن لاءِ گهوڙا ميسر ڪري ڏيڻ ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي بااثر شخصن، انگريز سرڪار سان وفاداري ڏيکارڻ لاءِ گهڻي مدد ڪئي. ڪراچيءَ جي مراد خان پٺاڻ، جنهن جو ذڪر اڳيئي اچي چڪو آهي، ننهن سرڪار سان سچائيءَ جي ثابتي ڏيندي، ڪراچيءَ ۾، توبخاني جي سکيا وندڙ نوي ماڻهن جي سواريءَ لاءِ گهوڙن جي آڇ ڪئي. سيٺ نائون مل هوتچند ڀوجواٽيءَ بہ پاڻمرادو آڇ ڪئي تہ هو آفريڪا مان ٽي هزار جاننا ۽ سچار ماڻهو مدد ۾ ڏيئي سگهندو، بشرطيڪ سرڪار انهن کي هندستان تائين پهچائڻ جو انتظام ڪري.

مٿين مڙني ڪوشش کان سواءِ، اها ضرورت پڻ محسوس ڪئي ويئي تہ هٿيارن ۽ بارود جي وڪري توڙي ڪن ٻين فوجي سامانن جي ٻاهر روانگيءَ تي بندش وڌي وڃي. انهيءَ خيال کان، جولاءِ 1857ع ۾، سنڌ جي ڪمشنر هڪ عام پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن جي ذريعي سڄيءَ سنڌ ۾ آتشبار هٿيارن، بارود ۽ فوجي اسباب جي ملڪي ماڻهن وٽ وڪري تي مڪمل بندش وڌي ويئي.

سموري علائقي ۾ شيهي، گندڪ، شوري — هر قسم جي بارود ۽ ٻئي جنگي سامان جي چرپر تي پڻ مڪمل بندش وڌي ويئي

جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن يورپي لوڪن کي سنڌ ۾ رهيل هندستاني فوجين جي وفاداريءَ ۾ شڪ پوندو ويو. ڪيترن يورپي شهر واسين، ڪمشنر صاحب ڏانهن هڪ درخواست موڪلي ڪانئس هٿيار گهريا تہ جيئن هو ڪنهن بہ گڙ ٻڙ پيدا ٿيڻ وقت پنهنجو بچاءُ پاڻ بہ ڪري سگهن. فريئر صاحب ڪين گهٽوئي سمجهايو تہ ايتري هراس ۽ ڊپ ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي، ۽ پبلڪ جي ماڻهن کي هٿياربند ڪرڻ سان پاڻ هراس وڌندو، پر ڪراچيءَ جا يورپي ۽ خود پارسي بہ سارو وقت ڊڄندا رهيا. فريئر صاحب، 29 آگسٽ 1857ع تي، بمبئي جي گورنر ڏانهن هڪ رپورٽ ۾ لکي ٿو :

”سانجهيءَ کان پوءِ، پارسين ۽ انگريز ڪلارڪن جي گهرن پرسان لنگهڻ خطري کان خالي نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ هو هٿياربند رهن ٿا ۽ ڪنهن بہ وقت هراس وچان حملي ڪرڻ کان نہ گسندا.“

غير ملڪي باشندن کي آٿت ڏيڻ لاءِ، فريئر صاحب سنڌ جي سيني آفيسرن ڏانهن خاص هدايتون موڪليون تہ هو پنهنجي حدن اندر پوري جاچ ڪري انهن .سيني شڪي ماڻهن کي حوالات ۾ رکن، جيڪي هندستان جي ٻين علائقن مان لکي سنڌ ۾ گڙ ٻڙ پيدا ڪرڻ لاءِ آيا هجن. ان ڪانسواءِ، فريئر صاحب مقامي اخبارن ۾ شايع ٿيندڙ مضمونن تي بہ ڪرڙي نظر رکڻ لاءِ ڪين هدايت ڪئي

يورپي باشندن جا انومان ۽ انديشا بہ هرو پرو غلط ڪونہ هئا، ڇاڪاڻ تہ شڪارپور، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ برابر گڙ ٻڙ جا ڪي واقعا ٿيا هئا - ۽ ”باغين جي سازش“ اٽپوري ٿي سهي، پر سيپٽمبر 1857ع ۾ نيٺ عمل ۾ آئي. سر بارٽل فريئر جي سوانح حيات لکندڙ جو چوڻ آهي تہ

”سنڌ ۾ باغين جي سازش، جيتريقدر سندن رٿيل منصوبي جو تعلق آهي، اهائي هئي تہ پهريائين حيدرآباد جي قلعي تي قبضو ڪجي، ۽ پوءِ دهليءَ وانگر حيدرآباد کي مرڪز بڻائي، ڪراچي، شڪارپور، جيڪب آباد ۽ ملتان وغيره ۾ هڪ ئي وقت حملا شروع ڪري ڏجن.“

ان وقت فريئر صاحب جي ڪمان هيٺ مشڪل سان پنج سئو انگريز سولجر هئا، جن ۾ بيمار وغيره ۽ ساري صوبي لاءِ تازا ڀرتي ڪيل يورپي رنگروٽ بہ شامل هئا - گويا انهن مڙني مان رڳو ساڍا ٽي سئو ڪم وارا ماڻهو هئا.

رٿا موجب پهريائين حيدرآباد ۾ گوڙ ٿيڻو هو، پر اختياريءَ وارن کي بروقت اطلاع مليو، جنهن ڪري بچاءُ ٿي ويو.

برگيڊيئر مارس (Morris) کي جڏهن خبر پئي تہ بارود خاني ۾ ڪا سازش سٽجي رهي آهي، تڏهن هڪدم بارودخاني جي سيني سپاهين جي پريڊ جو حڪم ڏنائين؛ چڪاس ڪان پوءِ سيني ڪان هٿيار ڪسي قلعي ڏانهن موڪليا ويا، جتي شهر جا يورپي باشندا اڳيئي تڙ تڪڙ ۾ پهچي چڪا هئا. قلعي جا ديسي محافظ هٽائي، انهن جي جاءِ تي يورپي نگهبان رکيا ويا، ۽ هڪ انگريز انجنيئر هٿان قلعي جي ضروري مرمت ڪرائي، قلعي جي مڪمل حفاظت جو باقاعدي بندوبست ڪيو ويو. هاڻي خطري جو ڪوبہ امڪان ڪونہ هو. اختياريءَ وارن حالتن کي اهڙي تہ ڦڙتائيءَ سان سنڀالي ورتو، جو خود "باغين" کي بہ حيرت وٺي وئي. ڪمشنر کي خاص ماڻهوءَ هٿ، سڀ خبر موڪلي وئي. خبر ملندي ئي سر بارٽل، ڪرنل هٽ(Col: Hut) کي اڌ رات جو ننڊ مان اٿاري فورن حيدرآباد ڏانهن فوجي مدد موڪلڻ لاءِ چيو.

حيدرآباد ۾ پنجن ماڻهن کي باغيانہ سرگرمين سبب گرفتار ڪري حوالات ۾ رکيو ويو، جن ۾ هڪ حوالدار، هڪ نيزيباز، ۽ باقي ٽي بارود خاني جا سپاهي هئا. ڪورٽ مارشل ڪري، سيني کي بغاوت جي الزام ۾ چالان ڪيو ويو، ۽ سيني کي ڏوهي ثابت ڪري، حوالدار کي توب جي منهن ۾ ڏئي مارڻ، ۽ باقي چئن کي عمر — قيد جي سزا ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ٻئي ڏينهن، حيدرآباد جي ساري فوج، حوالدار کي توب جي منهن ۾ ڏيڻ لاءِ، پريڊ جي ميدان تي ڪٺي ٿي. ان واقعي کي اخبار"سنڌ قاصد" هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي:

"حوالدار توب جي منهن کي پٺي ڏئي بيٺو. توبچي تيار ٿيو، ۽ آرڊر ملڻ تي هڪدم بارود کي باهہ ڏنائين. حوالدار تہ پرزا پرزا ٿي هوا ۾ هوا ٿي ويو، پر سندس ڪرنگهي جي هڪ ٽڪر، اُن تي وينل ڊپٽي ڪليڪٽر کي ذري گهٽ ڪيرائي وڌو هو."

ٻئي ڏينهن اندر ڇهہ ٻيا "باغي" بہ سزاياب ٿيا، ۽ انهن جو انت بہ اهڙو ٿيو.

ڪراچيءَ ۾ رکيل هندستاني سپاهين جي ايڪيهين نمبر ريجمينٽ جي وفاداريءَ ۾ بہ ڪجهہ وقت ڪان مڙئي شڪ هو؛ چاڪاڻ تہ هن ريجمينٽ ۾ ڪي بنگالي سپاهي بہ هئا. انهيءَ شڪ جي بہ تيرهين سيپٽمبر آچر رات پڪ ٿي، جڏهن يارهين بجي مهل ميجر مئگريگر (Major. Macgregor) کي هڪ سپاهيءَ ۽ ٻن برهمڻ آفيسرن ڪان الڳ الڳ پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ سندس ڪمان هيٺ ريجمينٽ ۾ بدلي چانيل آهي، ۽ ٺيڪ ٻي بجي رات جو، يعني فقط ٽن ڪلاڪن ڪان پوءِ "گڙ ٻڙ" ٿيڻي آهي. هڪ ماڻهوءَ تہ ڪيس سازش جا تفصيل بہ ٻڌايا، چي، 21 — ريجمينٽ مان هڪ ماڻهو، 14 — ريجمينٽ ڏانهن، ۽ ٻيو مسلمان سپاهين ڏانهن سندن مدد وٺڻ لاءِ ويٺا آهن، ۽ رٿا موجب 21 —

ريجمينٽ کي "خزاني" تي قبضو ڪري حيدرآباد ڏانهن وڌڻو آهي، وقت نهايت تنگ هو، ۽ پريشان ٿيڻ سان ڪو حالتون سڌرڻ ڪونه ها. ميجر مئگريگر هڪدم تيار ٿي ويو، ۽ برگيڊ اختياريءَ وارن کي سموري خبر چار ڏياري موڪليائين. هڪ منٽ به دير ڪرڻ کان سواءِ، سيئي يورپي فوجي اچي ڪٺا ٿيا ۽ هڪدم گڏ پڙ واريءَ جاءِ ڏانهن روانا ٿيا. هن موقعي تي يورپي فوجين نهايت ڦڙتائيءَ ۽ هوشياريءَ سان پنهنجي آفيسرن جو ساٿ ڏنو.

سڀ کان پهريائين، ڪرنل هٽ (Col. Hut) 21 -- ريجمينٽ جي پريڊ واري ميدان تي پهتو ۽ پهچڻ سان پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويو. جلدئي سڀ تياريون مڪمل ٿي ويون ۽ 21 – ريجمينٽ کي پريڊ – ميدان ۾ گڏ ٿيڻ جو حڪم ڏنو ويو. پهريائين ته سپاهين ڪجهه نٽايو، پر پوءِ مڙئي يورپي فوجن جي طاقت ڏسي دهلجي ويا، ۽ باقاعدي قطارون ٺاهي فوجي انتظام هيٺ نهي بيٺا. پهريائين سندن حاضري ورتي ويئي، ۽ پوءِ ميجر مئگريگر جي مختصر خطاب کان پوءِ کين هٿيار واپس ڪرڻ لاءِ چيو ويو. بنا ڪنهن هٻڪ جي حڪم جي تعميل ٿي ويئي، ۽ يورپي سپاهين کي هٿيارن جي سنڀال لاءِ رکيو ويو. 21 -- ريجمينٽ جي سپاهين کي بي هٿيار ڪرڻ کان پوءِ، سندن ڪوٺين جي تلاشي ورتي ويئي، جتان سواءِ ٿورين ترارين جي ٻيو ڪجهه ڪين مليو -- البت ڪسيل بندوقن مان چاليهارو ڪن پريل نظر آيون. آخر ۾ سڀ هٿيار گاڏين ۾ گڏ ڪري، يورپي فوجين جي نظرداريءَ هيٺ بارودخاني ڏانهن موڪليا ويا، ۽ 21 ريجمينٽ جي سيني سپاهين کي سندن ڪوارٽرن ڏانهن روانو ڪيو ويو. چئين بجي تائين سارو معاملو طي ٿي ويو.

جنهن وقت 21ريجمينٽ بي هٿيار ٿي رهي هئي، 14 ريجمينٽ کي به ان جي الڳ ميدنا تي گڏ ٿيڻ جو حڪم مليو، پر ان کي بي هٿيار ڪونه ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته ان جي خلاف ڪا شڪايت ڪانه هئي، ۽ آفيسرن کي به انهن سپاهين جي وفاداريءَ جي پڪ هئي. البت، 21 ريجمينٽ سان نبرڻ تائين ڪين روڪيو ويو، ۽ پوءِ ڪين به پنهنجن ڪوارٽرن ڏانهن موڪليو ويو. 14 ريجمينٽ ۾ آفيسرن کي پوءِ به پورو پروسو رهيو، ۽ ڪين يورپي سپاهين سان گڏ پهري خواهه ٻيءَ ڊيوٽيءَ تي باقاعدي رکيو ويو. باقي 21 ريجمينٽ جي سپاهين کي "ڪنڊيم" (Condemn) سمجهي، ڪين اردلي ڪري رکڻ به پسند نه ڪ ائون!

ان رات ڪمشنر ۽ ميجر گولڊ سمٿ ڪلفٽن تي لٿل هئا. ٻي بجي رات جهڙي اويلي وقت، سندن بنگلي ڏانهن ايندڙ گهوڙي جي ٽاپ -- ٽاپ ٻڌڻ ۾ آئي، ۽ ان مهل ئي ڪئپٽن جان اسٽون ڪين 21 ريجمينٽ جي رٿيل منصوبي جي خبر ڏني. سر فريئر پوءِ ميجر گولڊ سمٿ ۽ ڪئپٽن جان اسٽون سان گڏ هڪدم شهر ڏانهن آيو ۽ حالتن کي تسلي بخش ۽ مڪمل ضابطي هيٺ ڏٺائين. ان ساري

معاملي کي اهڙيءَ نہ سنيءَ تدبير سان نباهيو ويو، جو عام شهري مزي سان ستا رهيا ۽ کين صبح تائين گڙ ٻڙ جي کا لکائي ڪانہ پيئي.

جيتوڻيڪ 21 ريجمينٽ جي رٿيل منصوبي کي ڪاميابيءَ سان ناڪام بنايو ويو، تڏهن بہ يورپي باشندا سخت بيچين هئا، کين تسلي ڏيڻ ۽ سندن مال، جان ۽ عزت جي حفاظت لاءِ ضروري هو تہ ڪي مناسب قدم کنيا وڃن. صدر ايراضيءَ جي سيني مکيہ رستن تي آمدرفت ۽ امن امان لاءِ باقاعدي پيادا توڙي گهڙيسوار سپاهي بيهاريا ويا. هڪ وڏي هال ۾ ڪيمپ هڻي، ڪيترن فوجي آفيسرن جا ٻار ٻچا اُتي رهايا ويا ۽ وقت بوقت کين هنگامي حالتن کان واقف پئي ڪيو ويو. حالتن ۾ ٿاپر اچڻ ڪري يورپي شهرين ۽ يورپي فوجين کي بہ دلجاءِ ٿي، ۽ حڪومت ۾ سندن اعتماد قائم ٿيو.

يورپي فوجن جي ٻار هلڪي ڪرڻ لاءِ” عام يورپي شهرين مان بہ، ميجر گولڊ سمٿ ۽ ڪئپٽن جان اسٽون جي نگرانيءَ ۾ جوانمردن جو هڪ مددگار جٿو ٺاهيو ويو، جو رات جي وقت ڪيمپ تي پهرو ڏيڻ لڳو. ڪراچيءَ جي هن مددگار جٿي جوڙڻ وقت، سر بارٽل فريئر پنهنجي سرڪاري اعلان ۾ چوي ٿو:

”في الحال ڪنهن بہ عيالدار کي پنهنجيون خدمتون نہ آڇڻ گهرجن، ڇاڪاڻ تہ هن نازڪ موقعي تي اهڙي ماڻهوءَ کي گهر اندر رهي پنهنجي ڪٽنب جي سنڀال ڪرڻ گهرجي“

”سنڌ قاصد“ اخبار، انهيءَ ”جوانن جي جٿي“ جو ذڪر ڪندي لکي ٿي:

”ڪراچي والنٽيئر گارڊ“، 7 آڪٽوبر 1857ع اربع ڏينهن شام جو، عام (يورپي) پبلڪ اڳيان پنهنجو پهريون مظاهرو ڪيو، جوانن جا ڪرتب ۽ ڦڙتائيءَ جا ٻيا فوجي قواعد ڏسي، عام شهري گهڻو خوش ٿيا ۽ سندن بهادريءَ خواهہ قومي همدرديءَ جون دليون جانيون داد ڏيڻ لڳا.

ان مظاهري کان پوءِ بہ رضاڪارن گهڻي تربيت حاصل ڪئي، جنهن جو مکيہ سبب سارجنٽ هال (Sergeant Hall) جي اٽڪ محنت ۽ قابل استادي هئي پر، آڪٽوبر جي پوين ڏينهن ۾ ئي، ڪمشنر صاحب سندن وڌيڪ ضرورت نہ سمجهي، ۽ سندن مهرباني مڃيندي کي ڇڙوڇڙ ٿيڻ (Disband) لاءِ چيو.

ڪراچيءَ جي يورپي باشندن کي هٿيارڏيڻ، رضاڪارن جي جٿي جوڙڻ ۽ وفادار فوجين کي هر وقت تيار رکڻ ڪانسواءِ ”اختياريءَ وارن، آئيندي ڪنهن بہ هنگامي حالت وقت يورپي باشندن کي پناهہ ڏيڻ لاءِ“ بارود خاني جي جڳهہ مخصوص ڪئي انهن سيني ڳالهين يورپي ماڻهن جي بيچينيءَ کي

گھٽيءَ حد تائين دور ڪيو، ۽ سرڪار ۾ ۽ عام حالتن جي سلسلي ۾ اعتماد وري بحال ٿيو.

جيتوڻيڪ 14 سيپٽمبر جي صبح جو، ٽن ڪلاڪن اندر ئي حالتن تي پوريءَ ريت ضابطو رکيو ويو هو، ۽ ان ڪان پوءِ بي ڪابه اهڙي هنگامي حالت ڪانه پيدا ٿي هئي، پر تڏهن به اختياريءَ وارن کي 21 – ريجمينٽ جي انهن پنجويهن ڄڻن کي اجا گرفتار ڪرڻو هو، جيڪي ان رات پريڊ – ميدان تي غيرحاضر هئا. ڪراچي پوليس جا ڏيڍ سئو ڄڻا ۽ فوج جون چار ڪمپنيون جڏهن انهن پنجويهن ڄڻن پوٺتان چڙهيون ويون، تڏهن هفتي جي اندر ڪي پڪڙيا، ۽ ڪن جي باري ۾ پوريون حقيقتون ۽ پار پتا معلوم ٿي ويا.

ڇهه ڄڻا ته 14 تاريخ صبح جو ئي پريل بندوقن سان پڪڙيا ويا، ۽ ڇئن ڄڻن کي ساڳئي ڏينهن شام جو ڪيمپ باهران گرفتار ڪيو ويو. ٽن ڏينهن ڪان پوءِ، حب نديءَ جي پرسان يارهن ڄڻن ٻين کي به هٿ ڪيو ويو. 18 تاريخ، باقي چار ڄڻا به مليا، پر انهن مان ٽي ڄڻا ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندي بروقت پوليس هٿان مارجي ويا. انهن سپني فسادين جو مکيه اڳواڻ حوالدار رامدين پانڊي ۽ سندس به ساٿي اجا روپوش هئا. آخر انهن کي به 20 تاريخ پڪڙيو ويو. رامدين پانڊي ۽ سندس به ساٿي، ڪوارٽر چڙهي اُنن جي تلاش ۾ نڪتا هئا، ۽ ان پاڙي ڪري ٽنڊي احمد (محمد؟) خان ڏانهن رخ رکيائون. پوليس کي پنهنجي پوٺتان ڏسي، جتن رامدين ۽ سندس ساٿين کي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي صلاح ڏني ـ ۽ آخر ڪين پوليس اچي ٻڌي سوگهو ڪيو.

هاڻي جڏهن سپ فسادي گرفتار ٿي آيا، تڏهن هر ڪنهن هنن سندن سزا بابت بحث ٿيڻ لڳا. سپني کي اهائي اميد هئي ته انهن فسادين جي سزا جو فيصلو ترت ٿيندو، ڇاڪاڻ ته سندن ڏوهه ثابت ٿيڻ ۾ دير نه لڳندي.

آخر 16 ـ 17 سيپٽمبر تي يورپي عملدارن جي هڪ ڪورٽ مارشل، ڏهن ڄڻن تي هيٺين الزامن هيٺ ڪيس هلائڻ لاءِ ڪٺي ٿي:

(1) 13 تاريخ رات جو پنهنجي ريجمينٽ مان هٿيارن سوڌو ڀڄي وڃڻ، ۽ پوليس هٿان پڪڙجي اچڻ تائين واپس نه ورڻ؛

(2) هٿيارن سوڌو پڪڙجڻ، ۽ پوليس جو مقابلو ڪرڻ.

ڪورٽ مارشل جي پهرئين ڏينهن ئي يورپي باشندن کي پڪ هئي ته "غدارن" کي گوليءَ سان اُڏايو ويندو، ڇاڪاڻ ته صبح جو انجنيئرن کي موجوده جنرل پوسٽ آفيس پرسان وڏي ميدان تي اٺن ڏهن ڄڻن کي هڪ ئي وقت لٽڪائڻ لاءِ ڦاسين ٺاهڻ جو حڪم مليو هو. انهيءَ تي حشام ماڻهن جا اچي ڪٺا ٿيا، پر جڏهن ٻڌائون ته ڪورٽ اجا سپني جو فيصلو ڪونه ڪيو آهي ۽ ٻئي ڏينهن به ويهندي، تڏهن سپيئي جيئن آيا هئا تيئن ٽڙي پکڙي ويا. شهر ۾

گهٽيون ئي چميگويون ٿيڻ لڳيون - ۽ ڪن تہ ائين بہ پئي سمجهيو تہ "سرڪار باغين کي سزا ڏيڻ کان گهبرائي ٿي، ۽ شايد وري ڪا نئين آفت اچڻ واري آهي" ان خوف ۽ هراس ڪري ڪيمپ ۾ ڪيترن يورپينن کي رات جو ننڊ نہ آئي — پر رات سک سان گذري ۽ ڪنهن بہ قسم جي بي آراميءَ جو واقعو ڪونہ ٿيو.

17 تاريخ بہ سيني کي ڏاڍو انتظار رهيو، پر شام جو جڏهن سيني فسادين جي موت جي سزا جو اعلان ٿيو، تڏهن مس وڃي يورپي باشندن کي پيٽ ۾ ساهہ پيو.

17 تاريخ شام جو، پوسٽ آفيس واري ميدان تي سيني فوجن جي پريڊ ٿيڻي هئي. فوجين جي پهچڻ کان اڳ ئي سارو ميدان عام ماڻهن سان پرجي ويو، جن کي پوءِ هٽائي پر پرو بيهاريو ويو — يورپي لوڪن کي البت ميدان ۾ نمايان جڳهہ تي ويهڻ جي اجازت ڏني ويئي. ڏهہ ئي "فسادي"، فوجي پهري هيٺ ميدان ۾ آندا ويا.

"قاسين جي پليٽ فارم آڏو باقاعدي فوجي پهرو بيهاريو ويو، ۽ توبون تيار ڪري بيهاريون ويون. يورپي گارڊ جي سنڀال هيٺ آيل قيدي، جڏهن قاسين جي پليٽ فارم تي سلامتيءَ سان پهتا، تڏهن برگيڊ — ميجر ڪئپٽن ليڪيءَ (Leaky) صاف ۽ بلند آواز ۾ تهمتون ۽ ڪورٽ مارشل جي فتوا پڙهي ٻڌائي، جنهن کي وري ميجر گولڊ سمٿ نهايت صفائيءَ سان ترجمو ڪري ٻڌايو.

"ستن ڄڻن کي ڦاسيءَ جي سزا، ۽ ٽن ڄڻن کي توبن سان اُڏائي مارڻ جو فيصلو ٻڌايو ويو. پهريائين پوين ٽن ڄڻن کي ڦاسيءَ واري پليٽ فارم جي ساڄي پاسي پر پرو ڪڍي بهاريو ويو، ۽ ستن کي ڏاڪڻ تان چاڙهي، سندن هٿ پوئتان ٻڌي، تختن تي بيهاريائون. پوءِ سيني جي ڳچين ۾ رسيون وڌيون ويون، ۽ اکيون ٻڌڻ کانسواءِ ئي سندن پيرن هيٺان تختا ڪڍيا ويا - ۽ اهڙيءَ طرح هي "بدمعاش" عدم آباد ڏانهن اُماٽيا ويا". —("سنڌ قاصد")

موت اچڻ ۾ ويرم ئي نہ ڪئي؛ هڪ ڄڻي کان سواءِ ٻيو ڪو ڦٿڪيو بہ ڪين. عام ماڻهن جي دلين ۾ ٿورو ڪي گهڻو ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏڏڪو ضرور پيدا ٿيو، پر يورپي باشندن جي منهن تي اطمينان جا آثار بکي رهيا هئا. ڇاڪاڻ تہ هنن جي خيال موجب "بدمعاش فسادين" کي سندن گناهن جي پوري سزا ملي هئي.

باقي رهيل ٽن ڄڻن کي بہ — جن پنهنجن ساٿين کي ڦاسيءَ جي تختن تي مرندي ڏٺو — کليل ميدان ۾ آندو ويو، جتي سڀ يورپي خواه ديسي سپاهي باقاعدي قطارون ٻڌي بيٺا هئا. ايتري ۾، ٽي توبون بہ اڳيان آنديون ويون، ۽ انهن جا منهن کولي، ٽنهي ڄڻن کي ڏڪا ڏيئي، توبن جي منهن ۾ پنيرو ڪري بيهاروي ويو. ميجر بليڪ جي اشاري جي دير هئي — توبچين بارود کي تيلي

ڏني ۽ هڪ ٻئي پنيان ٽيئي "باغي" ٽڪرا ٽڪرا تي اُڏامي ويا. ڀنگين ٿنهي جي جسمن جا ٽڪرا ميڙي، ٿوري پنڌ تي کڏ کوٽي، پوري ڇڏيا، ان کان پوءِ، ڦاسيءَ جي تختن تي لٽڪندڙ لاشن کي ٻ، "مٺل ڪتن" وانگر ٽڪر ٽڪر ڪري، ساڳئي نموني ۾ پوريو ويو.

هاڻي هر ڪنهن ريجمينٽ کي پنهنجي ٻئرڪ ڏانهن واپس وڃڻ جو حڪم مليو، ۽ اهڙيءَ طرح هن هيتبناڪ واقعي جي پڄاڻي ٿي

هن کان پوءِ سنڌ ۾ هر ڪورٽ مارشل هندستان آفيسر هلائيندا هئا، ۽ "سنڌ قاصد" جو چوڻ مطابق، "اهي آفيسر، انگريز آفيسرن جي بنسبت، باغين جي سخت خلاف هئا." پنجن ڪانسواءِ باقي سيني کي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ويو، ۽ انهن پنجن کي سمنڊ پار عمر — قيد جي سزا ڏني ويئي. باغين جي مکيہ سردار رامدين پانڊي کي 23 سيپٽمبر تي توب اڳيان بيهاري اڏايو ويو، ۽ جلاوطن قيدين کي سخت پهري هيٺ "سوسن" (Chusan) رستي بمبئيءَ موڪلڻ لاءِ بندر ڏانهن وٺي ويا.

جنهن وقت ڪرنل حوالدار رامدين پانڊي کي ڪراچيءَ ۾ توب سان اُڏايو پئي ويو، ان وقت هوڏانهن شڪارپور ۾ سخت وڳوڙ جون حالتون هيون: هڪ رات اتان جي فوجين ٽاڻي تان بندقون کڻي، چوڏاري مورچا ٻڌي، هوائي فائر شروع ڪري ڏنا. پوليس جيتوڻيڪ اتي موجود هئي، پر باغي فوجين جي عجيب جنگي انداز ۾ هر طرف فائر ڪرڻ سبب ڪجهہ نٿي ڪري سگهي. صبح جو چئين بجي مشڪل سان جڏهن گهوڙيسوار پوليس اچي باغين تي حملو ڪيو، تڏهن وڃي سپاهين سندن بندوقون ڦريون، ۽ ڪيترن کي ٻڌي سوگهو ڪيو. باغين مان ٻ اُڦت مري ويا، ۽ هڪ جمعدار سخت زخمي ٿيو. گهوڙيسوار ٻ انهيءَ چڪريءَ ۾ ٿي آفيسر وڃايا. جمعدار کان پڇا تي معلوم ٿيو تہ اڌ رات جو شڪارپور جي فوجين (Artillery) سان گهوڙيسوار فوجي (Cavalry) ٻ مليا هئا، جي گڏجي پنهنجي ٺهيل پروگرام موجب وڳوڙ پيدا ڪن ها، پر ڪليڪٽر ڪرنل استورڊ (Col: Steward) ۽ پوليس عملدار ڪرنل مانٽگومريءَ جي فوري قدم ۽ بلوچي سوارن جي دليرانہ حملي سندن سازش کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو. اڌ رات جو بندوقن جي ٺڪائڻ، يورپي باشندن کي ڏاڍو ڊيڄاري ڇڏيو، ۽ هو خوف ۽ هراس وچان مقامي جيل ڏانهن پناهہ وٺڻ لاءِ ڀڄي ويا. 23 سيپٽمبر تي، خيرپور جي والي علي مراد جي پٽ جي ماڻهن پنجويهن فسادين کي پڪڙي آندو، جيڪي ڪين انگريز سرڪار خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائي رهيا هئا.

شڪارپور مان ڪن باغي فوجين جي ڀڄي اچڻ ڪري، 23 تاريخ رات جو سکر ڪيمپ ۾ ٻ ڪجهہ گڙ ٻڙ ٿيڻ لڳي. گهوڙيسوار پوليس ساري رات ٻاهر

چڪر ڏيندي رهي ۽ صبح جو هڪ ڇٽو پڪڙي آندائون. معلوم پئي ٿيو ته ان جا بيا همراه درياهه ٽپي پار پهچي ويا. 24 سيپٽمبر تي صبح جو سوير، سکر مان شاهي فوج جو هڪ دستو به شڪارپور روانو ڪيو ويو.

9_10 آڪٽوبر تي هڪ ڪورٽ مارشل، گولندزيءَ (Golundazee) جي ڇهن سپاهين ۽ 16 -- ريجمينٽ جي هڪ صوبيدار ۽ هڪ حوالدار کي شڪارپور ۾ بغاوت ڪرڻ جي الزام هيٺ موت جي سزا ٻڌائي. 10 آڪٽوبر تي، عام فوجين جي حاضريءَ ۾، گولندزيءَ جي ڇهن ماڻهن کي توبن جي منهن ۾ بيهاري اُڏايو ويو ۽ صوبيدار ۽ حوالدار کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ماريو ويو.

آڪٽوبر جي 16 تاريخ، ملتان جي اخبارن مان نانا صاحب جي گرفتاريءَ ۽ دهليءَ جي بادشاهه جي موت جي هيئين خبر معلوم ٿيڻ تي، سنڌ ۾ به 1857ع جي بغاوت جي پڄاڻي ٿي:

پڪيءَ طرح معلوم ٿيو آهي ته دهليءَ جو بادشاهه مري چڪو آهي ۽ نانا صاحب کي ميرٺ جي پسگردائيءَ ۾ پڪڙيو ويو آهي.

اول نمبر جي شيطان ۽ غدار نانا صاحب کي ڪرنل فرڪهر (Farqyhar) ۽ هڪ بهادر سنڌي بلوچ گرفتار ڪيو آهي، ۽ دهليءَ جي بادشاهه کي گولي هڻي ماريو ويو آهي. غدارن سان ائين ئي ڪرڻ جڳائي!

ٽماهي "مهراڻ" 1 _2 _ 1957ع تان ورتل مترجم نورالدين سرڪي

# 1940ع جي ٺهراءُ بابت بحث

23 مارچ 1940 تي لاهور ۾ آل انڊيا مسلم ليگ طرفان هندستان جي سياسي/آئيني مسئلي جي نبيري لاءِ هڪ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو جيڪو بنگال جي وڏي وزير مولوي اي. ڪي. فضل الحق پيش ڪيو ۽ يو پي اسيمبلي ميمبر چوڌري خليق الزمان جي تائيد ۽ ٻارنهن ٻين اڳواڻن جي پٺڀرائي سان يڪراءُ پاس ٿيو. ان ٺهراءُ کي پاڪستان ٺهراءُ چيو وڃي ٿو جيتوڻيڪ ان ۾ ڪٿي به پاڪستان لفظ لکيل نه آهي.

لاهور ٺهراءُ ۾ ڄاڻايل آهي ته هندستان ۾ ڪابه اهڙي آئيني رٿ ڪم نه ڪري سگهندي ۽ نه وري مسلمانن کي قبول پوندي جيستائين اها رٿ هيٺ ڄاڻايل بنيادي اصولن تي ٻڌل نه هوندي.

"جاگرافي طور مسلم گهڻائي وارا لاڳيتا صوبا ڪجهه ضروري ڦير ڦار سان اهڙي نموني آزاد رياستن طور گڏيا وڃن جيئن هندستان جي اتر اولهه ۽ اوڀر وارا علائقا ۽ انهن ۾ شامل ٿيندڙ صوبا پنهنجي جاءِ تي خودمختيار ۽ آزاد هجن."

ان ٺهراءُ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽي کي چيو ويو ته اهڙي رٿ تيار ڪري جنهن موجب مٿي ڄاڻايل علائقن کي بچاءُ، پرڏيهي معاملن، اچ وڃ، ڪسٽم ۽ ٻين ضروري ڪاتن جا اختيار ڏنا وڃن.

23 مارچ 1940ع تي لاهور ٺهراءُ پاس ڪري 1941ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ پنهنجي مدراس واري گڏجاڻي ۾ مسلم ليگ جي متن ۽ مقصدن ۾ به ضروري ڦير ڦار ڪئي جنهن موجب هڪ دفعو وري ورجايو ويو ته هندستان جي اتر اولهه ۽ اوڀر وارا مسلم گهڻائي وارا صوبا ضروري ڦير ڦار سان پوري طرح آزاد علائقا ٺاهيا ويندا ۽ انهن ۾ شريڪ ٿيندڙ صوبا وري پنهنجي جاءِ تي آزاد ۽ خودمختيار هوندا. هي ٺهراءُ لياقت علي خان پيش ڪيو ۽ حاجي عبدالستار سيٺ جي تائيد ۽ مدراس، بلوچستان، دهلي ۽ بنگال جي ليگي اڳواڻن جي پٺڀرائي سان پاس ٿيو.

لاهور ٺهراءُ کي نظر ۾ رکي 3 مارچ 1943ع تي سنڌ اسيمبلي ۾ سائين جي. ايم. سيد هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو. جيڪو گهڻي بحث مباحثي کانپوءِ 60 ميمبر مان 27 ميمبرن جي حاضري ۽ 24 جي گهڻائي سان پاس ٿيو. ياد رهي ته ان وقت سنڌ اسيمبلي جا ڪانگريس ميمبر هڙتائي جيل ۾ هئا. سنڌ اسيمبلي جي ڪارروائي مان معلوم ٿئي ٿو ته ان ٺهراءُ جي مخالفن جي اعتراض

تي ڳالهائيندي شيخ عبدالمجيد سنڌي صاحب زور ڏيئي ٻڌايو ته جهڙي طرح سويت روس جي آئين ۾ شامل ڪابه رياست جڏهن چاهي سويت يونين کان جدا ٿي سگهي ٿي اهڙي طرح پاڪستان ۾ شريڪ ٿيندڙ صوبا پڻ آزاد ۽ خودمختيار ٿي سگهندا.

ياد رکڻ گهرجي ته هندستان جي مسلم گهڻائي وارن صوبن جا ليگي اڳواڻ جهڙوڪ مولوي فضل الحق (بنگال) سڪندر حيات خان (پنجاب) ۽ جي ايم سيد (سنڌ) شروع کان ان خيال جا هئا ته مسلم گهڻائي وارن صوبن مان هر هڪ صوبي جي پنهنجي الڳ قوميت تهذيب تاريخ جاگرافي ۽ ٻولي آهي ۽ انهي حساب سان اهو ضروري هو ته رٿيل پاڪستان جا، نه رڳو اتر اوڀر، ۽ اتر اولهه وارا علائقا آزاد ۽ خودمختيار هجن پر انهن ۾ علائقن ۾ شامل صوبا پڻ اهڙي طرح آزاد ۽ خودمختيار هجڻ گهرجن، پر جن دوستن تاريخ ۽ خاص طرح مسلم ليگ جي تاريخ جو گهرو اڀياس ڪيو آهي، انهن جو چوڻ آهي ته مسلم ليگ ۾ شروع کان ئي يو پي ۽ بهار جا اڳواڻ هندستاني مسلمانن کي تهذيب تاريخ ۽ ٻولي جي حوالي سان هڪ الڳ قوم ڪري سمجهندا هئا. ڪي ڄاڻو ته اهو به چون ٿا ته لاهور واري اجلاس ۾ 23 مارچ تي ٺهراءُ پاس ڪرڻ کان هڪ ڏينهن اڳ 22 مارچ تي جڏهن مسلم ليگ جي سبجيڪٽس ڪميٽي ان ٺهراءُ تي غور ڪري رهي هئي تڏهن جناح، لياقت علي، چوڌري خليق الزمان ۽ ٻين يو پي، بهار سان واسطو رکندڙ ليگي اڳواڻن مسلم قوم ۽ قومي زبان اردو جي حق ۾ گهڻو پاڻ پتوڙيو ۽ جوش ڏيکاريو پر مسلم ليگ جي گهڻائي وارن صوبن جي قومپرست ليگي اڳواڻن پنهنجي ڳالهه مڃائي ورتي. لاهور ٺهراءُ جيئن اڄ آهي تيئن پاس ٿيو.

پوءِ جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي ڪانگريس پارٽي جي گرم ڌر سڀاش چندر بوس جي اڳواڻيءَ ۾ جرمني، اٽلي ۽ جپان جي مدد سان هندستان کي آزاد ڪرڻ لاءِ هند فوج ٺاهي ۽ ٻي پاسي گانڌي، پٽيل، آزاد ۽ نهرو جي ڪانگريس پارٽي ان ڳالهه تي زور ڀريو ته انگريز سرڪار هندستان جي آزادي جو هاڻي باقاعدي واعدو ڪري ته سندس لڙائي ۾ مدد ڪبي. انگريز سرڪار جڏهن ڪانگريس جي اها ڳالهه نه مڃي ته آل انڊيا ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽي مولانا آزاد جي صدارت ۾ 8 آگسٽ 1942ع تي "هندستان ڇڏي وڃو" جو ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ اهڙي طرح ڪانگريس جي اڳواڻن جي گرفتارين کانپوءِ ساري هندستان ۾ ڇڙ ته ڀنيور کي باهه لڳي وئي ۽ مار ڌاڙ ۽ تشدد جون سرگرميون شروع ٿي ويون. جنهن ڪري انگريز بهادر به لاچار مسلم ليگ طرف مائل ٿيو ۽ مسلم ليگ وري پنهنجي طرفان انگريز سرڪار کي چيو ته "ورهايو ۽ ملڪ ڇڏيو." ان زماني ۾ ٻي خاص ڳالهه سويت يونين طرفان جيڪا ٿي اها به خاص ڌيان لهڻي

سيپٽمبر 1939ع تي جڏهن ٻي مهاياري لڙائي شروع ٿي تڏهن چون ٿا
تہ نازي جرمني ۽ سويت يونين جو پاڻ ۾ هڪٻئي خلاف جنگ نہ ڪرڻ جو
عهدنامو ٿيل هو ۽ انهي ڪري ئي سويت سرڪار ان وقت اعلان ڪيو تہ هي جنگ
سامراجي ملڪن جي پاڻ ۾ ٻينڪن لاءِ آهي ۽ ان جنگ ۾ ڪميونسٽن کي ڪنهن
بہ طرح پري رهڻ گهرجي پر پوءِ جڏهن سن 1941 ۾ نازي جرمني سويت يونين
خلاف اڳرائي ڪري نئون محاذ کوليو تہ سويت يونين بہ پڌرو ڪيو تہ هيءَ جنگ
هاڻي قومي ۽ عوامي صورت اختيار ڪري چڪي آهي ۽ ڪميونسٽ پارٽيون هر
ملڪ ۾ انگريز ۽ ان جي اتحادين جي مدد ڪن. ان نئين صورتحال ۾ هندستان
جي ڪميونسٽ پارٽي جي هدايتن تي هندستان ڪميونسٽ پارٽيءَ جا مک
مسلمان ميمبر هڪدم مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿي نہ رڳو انگريز سرڪار جي هر طرح
فوجي ڀرتين سميت مدد ڪرڻ لڳا پر خبر ناهي ڪهڙي حساب سان هندستاني
مسلمانن جي خودمختياري جي پٺڀرائي پڻ ڪيائون ۽ پنهنجي اخبارن ۽ رسالن
۾ اهو لکڻ لڳا تہ آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان. منهنجي خيال ۾ مسلم ليگي ۽
ڪميونسٽ پارٽي جي مدد ۽ انگريز سرڪار جي تائيد سان ئي 1946ع جي
چوندن ۾ مسلم ليگ ڪامياب ٿي ۽ پاڪستان وجود ۾ آيو.

حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪيان ذري،
لڳي ماٺ مرن ڪي، ڏونگر پون ڏري،
وڃن وڻ ٻري، اوير اُيري ڪين ڪي،

شاهہ

# جڏهن ون يونٽ ٽٽو

ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ سنڌ جي ماڻهن خاص طور وچولي طبقي پاڪستان تحريڪ ۾ حصو ورتو، اهو بہ صحيح آهي تہ سائين جي .ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ايوب کهڙي ۽ ٻين ڪيترن سياستدانن مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان ۽ سنڌي شاگردن ملسم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي جهنڊي هيٺ پاڪستان ٺاهڻ لاءِ جدو جهد ڪئي ۽ قربانيون بہ ڏنيون . اصل ۾ سنڌ جي باشعور سياستدانن 1940ع ۾ پاس ٿيل لاهور ٺهراءَ ۾ چٽي طرح ٻڌايو هو تہ پاڪستان ۾ شريڪ ٿيندڙ سڀ صوبا آزاد ۽ خودمختيار هوندا. اپريل 1943ع ۾ سنڌ اسيمبلي ۾ جيڪو ٺهراءُ پاس ٿيو هو ان جي اپياس مان بہ واضح طور معلوم ٿئي ٿو تہ هندستان جي مسلم گهڻائي وارن صوبن تي ٻڌل پاڪستان جي حمايت ٿيل هئي، پر ان وقت بہ مقصد اهو ئي هو تہ مسلم گهڻائي وارا صوبا آزاد ۽ خودمختيار رهندا .ان حد تائين جو شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ صاف طور چيو هو تہ جهڙي طرح سوويت (روس) جي دستور ۾ هر هڪ علائقي، رياست کي الڳ ٿيڻ جو حق مليل آهي اهڙي طرح پاڪستان جي صوبن کي بہ خودمختياري جو اهرو حق حاصل رهندو، پر پوءِ جڏهن 1946ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ چونڊن ۾ چونڊجي آيل صوبائي مرڪزي ميمبرن جي دهلي ۾ گڏجاڻي ڪوٺائي ۽ لاهور ٺهراءُ ۾ ڪنهن بہ قسم جي ڦير ڦار ڪرڻ ڪانسواءِ هڪ نئون ٺهراءُ پاس ڪيو تہ پاڪستان ۾ شامل صوبا خودمختيار ۽ آزاد رياستون نہ پر هڪ پاڪستان هوندو، تہ شڪ شهبا پيدا ٿيا ۽ ڪجهہ بنگالي مسلم ليگين سان گڏ سنڌ جا مسلم ليگي بہ خاص طور تي سائين جي ايم سيد ۽ سندس ساٿي ان ڳالهہ تي سوچڻ لاءِ مجبور ٿيا تہ اهڙي ملڪ ۾ سنڌ جا مفاد محفوظ نہ رهي سگهندا، ياد رکڻ گهرجي تہ انهيءَ 1946 واري صوبائي اليڪشن ۾ اها ڳالهہ ظاهر ٿي چڪي هئي تہ جناح جي مسلم ليگ هر قيمت تي پيرن جاگيردارن، سرمائيدارن ۽ سرڪاري ڪامورن جي مدد ۽ غير جمهوري طريقن سان مسلم ليگ جي سرڪاري اميدوارن کي کٽرائي پاڪستان جي حق ۾ ووٽ وٺڻ ٿي چاهيو. ان سلسلي ۾ سائي جي، ايم سيد جي ڪوشش باوجود سرڪاري مسلم ليگ جا اميدوار کٽي آيا پر پوءِ بہ سنڌ اسيمبلي ۾ مسلم ليگ پنهنجو ڪارهنوار ڪاميابي سان نہ پٽي هلائي سگهي، آخر انگريز گورنر کي سنڌ اسيمبلي ٽوڙڻي پئي ۽ سنڌ جون چونڊون هڪ دفعو ٻيهر ٿيون . هاڻي مسلم ليگ علي ڳڙهہ ۽ هندستان جي ٻين شهرن مان پنهنجا ننڍا وڏا ليڊر خاص

ڪري علي ڳڙهہ جا شاگرد مولانا عبدالقدوس بهاري ۽ مولانا عبدالحامد بدايوني سميت گهرائي سنڌ ۾ هر طرح جون ڏانڌليون ڪري گهٽائيءَ سان چونڊون ڪٽيون ۽ خاص طرح جي. ايم. سيد کي هارايو، ڇاڪاڻ تہ ان وقت جناح سائين جي. ايم. سيد جي چونڊ کي انا جو مسئلو بڻايو هو ۽ ڪنهن بہ قيمت تي اليڪشن کٽڻ جو اعلان ڪيو هو. پوءِ سائين جي. ايم. سيد جڏهن اليڪشن پٽيشن ۾ قاضي محمد اڪبر جي ڪاميابي کي چئلينج ڪيو تہ 1949ع ۾ اليڪشن ٽربيونل جي فيصلي ۾ اهو چٽي طرح ثابت ٿيو تہ انهيءَ چونڊ ۾ وڏي پئماني تي ڏانڌلي ٿي هئي جو پير الاهي بخش هڪ قانوندان هوندي بہ هڪ ڪان وڏيڪ جاين تي پنهنجو ووٽ داخل ڪيو، نتيجي ۾ قاضي محمد اڪبر ۽ پير الاهي بخش 6 سالن ڪاءِ نا اهل ڪيا ويا. 14 آگسٽ 1947 ع ۾ جڏهن هندستان جو ورهاڱو ٿيو ۽ محمد جناح گورنر جنرل جو عهدو سنڀالي پاڪستان جو اعلان ڪيو تہ سنڌ جووڏو وزير خان بهادر محمد ايوب کهڙو ۽ گورنر سر غلام حسين مقرر ٿيا. سنڌ جي باشعور سياسي ڪارڪنن هاڻي محسوس ڪيو تہ جناح پاڪستان لاءِ چونڊون کٽڻ جي سلسلي ۾ غريب غربو تہ ٺهيو پر وچولي طبقي کي بہ نظر انداز ڪري وڏيرن جاگيردارن ۽ شاهوڪار ماڻهن کي اميدوار بيهاريو ۽ اعلان ڪيائين تہ مسلم ليگ جيڪڏهن بجلي جي ٿنڀي کي بہ ٽڪيٽ ڏئي تہ ان کي بہ ڪامياب ڪيو وڃي. عام طرح چيو وڃي ٿو تہ سنڌ ۾ سياسي سجاڳيءَ جي پهرين لهر ون يونٽ جي مخالفت ۾ ايري ۽ لڳ ڀڳ 10 سالن جي جاکوڙ ڪان پوءِ سنڌ جي قومپرست ۽ وطن دوست سياستدانن، شاگردن ۽ اديبن جي مدد سان سال 1970 ۾ ون يونٽ ختم ڪرايو پر منهنجي نظر ۾ پاڪستان ٺهڻ جي چئن مهينن اندر سنڌي قومپرستي ۽ سنڌ جي حقن لاءِ پهريون پيرو ساڀين مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي شاگردن باقائدي جاکوڙ شروع ڪري ڏني ٿيو هيئن جو ڪراچي جي سنڌ مدرسة الا سلام جي احاطي ۾ 1943 ع ۾ قائم ٿيل سنڌ مسلم ڪاليج جو پرنسپال پروفيسر ڊاڪٽر امير حسن صديقي علي ڳڙهہ مان گهرايو ۽ هاڻي پاڪستان ٺهي وڃڻ ڪانپوءِ جڏهن هندستان جي علي ڳڙهہ ۽ ٻين علائقن مان مهاجر بنا روڪ ٽوڪ جي اچڻ لڳا، تہ ٻين ڳالهين کان سواءِ اسان جي پروفيسر امير حسن صديقي بہ سنڌ ملسم ڪاليج ۾ بي قائدي ڀرتيون شروع ڪري ڏنيون. جنهن تي ڪن سنڌي استادن اعتراض ڪيو ۽ نتيجي ۾ ان وقت ڪراچي ۾ رهندڙ سنڌي شاگردن مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي اڳواڻي هيٺ باقائدي تحريڪ هلائي سنڌ مدرسي جو گهيراءُ ڪيو نيٺ هڪ هفتي اندر پرنسپال مجبور ٿي استعيفيٰ ڏني ۽ ڪاليج ڇڏي ويو. ان ڪانپوءِ 6 جنوري 1948ع تي جڏهن ڪراچي ۾ سنڌي واپارين ۽ دوڪاندارن جي باقائدي ڦرلٽ ڪئي وئي ۽ ڪيترا سنڌي سک ۽ ٻيا شهري هندو قتل ڪيا

ويا، تہ ان موقعي تي بہ سنڌي ماڻهن خاص طور سياسي ۽ شاگرد تنظيمن ڀرپور احتجاج ڪيو. ان ڪانپوءِ جلد ئي جڏهن فيبروري ڏاري جناح ڍاڪا ۽ سلهٽ ۾ تقريرن دوران اعلان ڪيو تہ پاڪستان جي سرڪاري ٻولي اردو ۽ فقط اردو ٿيندي تہ ان بنگالي شاگردن سخت احتجاج ڪندي مخالفت ڪئي تہ موٽ ۾ سنڌ جي سمجهدار سياسي ڪارڪنن ۽ شاگردن بنگالي زبان جي حمايت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيا . اهو سلسلو اڃا جاري هو تہ وڏي چراند شروع ڪري ڏني وئي ۽ هڪ نئون راڳ آلاپڻ شروع ڪيائون. تہ ڪراچي کي سنڌ کان الڳ ڪري مرڪزي سرڪار جي هٿ هيٺ ڪمشنر جي حوالي ڪيو وڃي . هن ڳالھ تي بہ سنڌي شاگردن ۽ سياستدانن ۽ خاص طور سائين جي. ايم. سيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي ان سياسي سرگرميءَ ۾ وڏو حصو ورتو ۽ پوءِ جڏهن ون يونٽ جو رينگٽ شروع ٿيو تڏهن بہ ڪراچي ڪانسواءِ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ بہ سنڌي ادبي سنگت ۽ شاگرد تنظيمن طرفان باقائدي تحريڪ هلائي وئي .

اهڙي دوکي دولا ب ۽ غير جمهوري توڙي سرڪاري دٻاءُ هيٺ جڏهن حيدر آباد ۾ سنڌ اسيمبلي جو اجلاس ڪوٺائي ون يونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ۽ سنڌ جي وجود،سنڌي ٻولي، سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت جي خلاف سازش ڪامياب ٿي تہ سنڌ ۾هڪ ڀيرو ٻيهر سياسي سرگرمي شروع ٿي . جنهن کي ون يونٽ جي خلاف تحريڪ چئجي ٿو ۽ ان تحريڪ ۾ ئي سنڌي شاگردن، اديبن ۽ سنڌ جي سياسي ڪارڪنن سائين جي. ايم. سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد جي اڳواڻي ۾ پنهنجي سياسي، سماجي اقتصادي ۽ ثقافتي حقن لاءِ هڪ ڀرپور جنگ جوٽي ۽ نيٺ ون يونٽ ٽٽو ۽ سنڌ هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجي نالي سان سڃاڻڻ لڳي . انهن ڏهن سالن جي سياسي تحريڪ کي سنڌ جي سياست جي ٻي لهر چوڻ گهرجي.

هاڻي جولاءِ 1977ع کان ضياءَ الحق جي آمريت هيٺ جڏهن پاڪستان جي ٻين علائقن سان گڏ اسان جي سنڌ جا سياسي ۽ جمهوري حق پائمال ڪيا ويا تہ پيپلز پارٽي سميت ٻين سڀني جمهوري ۽ ترقي پسند جماعتن هڪ تحريڪ جو بنياد رکيو، جنهن کي جمهوريت جي بحالي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، هن تحريڪ ۾جيتوڻيڪ سڀني صوبن جا سياسي اڳواڻ شامل هئا ۽ پاڪستان جي سڀني صوبن ۾ جمهوريت کي بحال ڪرڻ جو پروگرام هيو پر معلوم ٿيو تہ فقط سنڌ اندر ئي اها تحريڪ باقائدي هلي ۽ گهڻي حد تائين ڪامياب ٿي . ان سلسلي ۾ ايترو چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجون شڪايتون هيون ۽ ٻين ننڍن صوبن جي ڀيٽ ۾ خاص طور بلوچستان جي نسبت سنڌ ۾ پڙهيل ڳڙهيل باشعور سنڌي طبقو موجود هو، جنهن ان

تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو، ان ڪري ئي ان سياسي ايار ڪي سنڌ جي سياست ۾ ٽين لهر ڪوٺڻ گهرجي

حقيقت ۾ نہ سنڌ ستل آهي ۽ نہ وري سنڌي ماڻهو پنهنجي حقن کان غافل آهن، پرافسوس رڳو ان ڳالهہ جو آهي تہ سنڌي سماج ۾ وچولي طبقي اجا پنهنجي جاءِ نہ ناهي آهي، منهنجي نظر ۾ ان جا خاص سبب تعليم جو نہ هجڻ ۽ سنڌ جي زراعت کي نہ سنڀالڻ توڙي صوبائي حڪومتن طرفان نظر انداز ڪرڻ سبب سنڌ جي اٽڪل 70 سيڪڙو آبادگار طبقي جو ڪمزور ٿيڻ آهي. ٻي ڳالهہ تہ سائين جي. ايم. سيد اسان کي اهو برابر ٻڌايو تہ سنڌو ديش ڇو ۽ ڇالاءِ نهڻ کپي؟ پر اسان جا قومپرست اڳواڻ اجا تائين اهو نہ معلوم ڪري سگهيا آهن تہ سنڌو ديش ڪيئن ۽ ڪنهن لاءِ ناهيو وڃي. نتيجي ۾ اسان جا قومپرست دوست اجا سوڌو تحريڪون تہ هلائين ٿا، جلسا جلوس ۽ ڌرڻا بہ لڳائين ٿا، پر ڪو باقائدي سياسي پروگرام نہ ڏئي سگهيا آهن ۽ نہ وري ڪڏهن اهو سوچيو يا سمجهيو اٿائون تہ اڄ جي دنيا ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ جمهوري طريقي سان عام ماڻهن جي مدد وٺي اسيمبليءَ ۾ وڃڻ ضروري آهي. اهو ئي سبب آهي جو هر ڀيري جڏهن اسان جي وجود تي وار ٿئي ٿو ، اسان جي قومي وسيلن تي قبضا ڪيا وڃن ٿا ۽ جمهوري حق کسي اسان کي اڳتي وڌڻ کان روڪيو وڃي ٿو.پوءِ ئي اسان سجاڳ ٿيون ٿا، تحريڪون هلايون ٿا، رستن تي نڪري اچون ٿا ۽ جذباتي تقريرون ڪري عام ماڻهن کي ڪفن سرسان ٻڌي ٻاهر نڪرڻ ۽ جدوجهد ڪرڻ لاءِ چئون ٿا. گذريل ڪجهہ سالن کان ڀاڻي جي سلسلي ۾ جڏهن سنڌو درياءَ تي وڏا ڊيم ٺاهڻ جا سانباها ڪيا ويا آهن ۽جمهوري طريقين کي ڇڏي ڏنڊي جي زور تي اعلان ڪيا وڃن ٿا تہ پنجاب جي مرضي ڪانسواءِ پاڪستان ۾ ڪا بہ حڪومت نہ هلي سگهندي ۽ اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ ٽن صوبائي اسيمبلين ۾ پاس ٿيل ٺهرائن جي ڪا بہ حيثت ناهي ۽ سنڌن پنهنجي خواب خيال ۾ ايندڙ ملڪي مفادن خاطر ڪين جيئن وٽندو تيئن ڪندا ۽ سنڌو درياءَ تي سنڌ کان ٻاهر مٿين علائقن ۾ بند ضرور ٻڌبا، ڊيم ضرور ٺهندا ۽ جرنيلن جي زمين جي آبادي لاءِ گريٽر ٿل ڪئنال ضرور ٺهندو ۽ اهو سڀ سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي فائدي لاءِ آهي ۽ ائين بہ چيو وڃي ٿو تہ ٻي صورت ۾ سنڌ سڪي ريگستان ٿي ويندي. چونڊا آهن تہ گڏيل مفاد ۾ ۽ گڏيل دشمن جي خلاف ماڻهو متحد ٿي ويندا آهن ۽ اسان ڏسون پيا تہ اڄ ڀاڻي جي سلسلي ۾ سنڌي ماڻهن جي زندگي جي بچاءَ لاءِ سڀ سياسي اڳواڻ، مذهبي غير مذهبي وفاق پرست توڙي قومپرست،حڪومتي نمائندا توڙي مخالفت ۾ ويهندڙ اسيمبلي ميمبر نہ فقط سنڌ اندر پر سنڌ کان ٻاهر رهندڙ ۽ پنجاب سان واسطو رکندڙ اڳواڻ ڀڻ معاملي ۾ سنڌين جا ساٿاري آهن ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ڪالا باغ ڊيم جنهن کي

سبزباغ طور پيش ڪيو وڃي ٿو سو شايد ڪجهہ سالن لاءِ نہ ٿهي پر سنڌي سياست جي هي چوٽين لهر مائي نہ ٿيڻ گهرجي ۽ هاڻي اهو ضروري ٿي پيو آهي تہ سنڌي ساڃاهہ وندن کي گهرجي تہ سنڌ جا سياسي حق ۽ سنڌ جي خودمختياري ۽ ٻيا جمهوري حق حاصل ڪرڻ لاءِ باقائدي پروگرام ٺاهين. جيئن اهو معاملو اتي ختم نہ ٿئي پر باقائدي جاري رهي ۽ سنڌ جي خوشحالي لاءِ سنڌ ۾ رهندڙ سيني ماڻهن جيڪي سنڌ ڌرتي کي پنهنجي جيئڻ مرڻ جي جاءِ سمجهن ٿا سنڌ جي حفاظت ۽ بقا لاءِ هميشہ سجاڳ ۽ هوشمند رهن.

لهرن لڪ لباس، پاڻي پسڻ هيڪڙو
اونهي تنهن عميق جي، واري چڏ وماس
جت ناهہ نهايت نينهن جي، ڪوءِ ات پنهنجي ڪاس
تڙن جي تلاش، لاهہ تہ لعلن لڳ ٿئين

شاهہ

# ايم آر ڊي ۽ وڏي سرڪار جا فرشتا

ايم. آر. ڊي ۾ پ. پ تہ ھين ڪان اڳري ئي ھئي پر ھيون جمھوريت پسند توڙي ذوالفقار علي ڀٽو خلاف تحريڪ ھلائيندڙ پارٽيون پڻ ان ۾ شامل ھيون. 1983ع ڌاري جڏھن پاڪستان مزدور ڪسان پارٽي جو تڏھوڪو چيئرمين فتحياب علي خان مون کي 70 ڪلفٽن تي بيگم نصرت ڀٽو سان ملائڻ لاءِ وٺي ويو ھو ۽ اُتي فتحياب منھنجو تعارف ڪرائيندي چيو ھو تہ "ھي پاڪستان مزدورڪسان پارٽي جو سينيئر وائيس چيئرمين آھي" اُن گڏجاڻي کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو ھو ۽ فتحياب بہ مون کي ٻڌايو ھو تہ "ايم آر ڊي ۾ وڏي سرڪارجا فرشتا شامل ٿي ويا آھن، تنھن دور جا سياسي حلقا - پاڪستان مسلم ليگ خواجہ خيرالدين گروپ جي سربراھ خواجہ خيرالدين ۽ تحريڪ استقلال جي نمائندي مشير پيش امام ۽ 1947ع کان ڪاٻي ڌر سان لاڳاپيل ھجڻ جي دعويٰ ڪندڙ عابد زبيري، جنھن کي آءُ ذاتي طور تي سڃاڻيندو ھوس، تي ايجنسين لاءِ ڪم ڪرڻ جو شڪ ڏيکاريندا رھيا ھئا." فتحياب مون کي ٻڌايو ھو تہ "ھتي ڪير عوامي ماڻھو آھي ۽ ڪير ايجنسين جو. مون کي سڀ خبر آھي ۽ تون ماٺ ڪري رڳو ڏسندو رھہ تہ ھن سياسي ميدان ۾ ڇا پيو وھي واپري." اُن عرصي ۾ جيڪي بہ گڏجاڻيون ٿيون پئي ۽ سياسي طور تي جيڪو ڪجھہ وَھيو واپريو پئي، اُن بابت بيگم نصرت ڀٽو جي مکيہ ماڻھو طور غلام مصطفيٰ جتوئي ھيو. تڏھن اھي بہ افواھہ ھئا تہ فوجي آمر جنرل ضياءَ پ پ جي اھم ليڊرن کي اھو نياپو موڪليو ھو تہ جيڪڏھن ڀٽو خاندان کي پ پ مان ڪڍيو وڃي تہ غلام مصطفيٰ جتوئي کي اقتدار ڏيڻ لاءِ تيار آھي. تڏھن سياسي حلقن جو اھو چوڻ ھو تہ غلام مصطفيٰ جتوئي ان ڳالھہ تي راضي بہ ٿي ويو ھو پر بيگم نصرت ڀٽو جي دٻاءُ جي ڪري ھن ائين نہ ڪيو.

اُن عرصي ۾ سياسي طور تي ٿيندڙ تبديلين، ڳالھين ۽ عملن مان اھو واضح پئي لڳو تہ غير ملڪي سفارتڪار توڙي پاڪستان جي سياست ۾ دلچسپي وٺندڙ غير ملڪي ڌريون، جن جون ملاقاتون اسان جي سياسي ليڊرن سان ٿينديون رھنديون ھيون اُھي اسان جي ليڊرن کي پنھنجي سگھہ جو مظاھرو ڪرڻ جو چونديون ھيون. سندن چوڻ ھوندو ھو تہ "اوھان پنھنجي طاقت جو مظاھرو ڪري ڏيکاريو تہ اسين توھان کي جنرل ضياءَ کان جمھوري حق حڪومت جو اختيار ڏياريندا سين" پر نتيجو اھوئي ٿيو جو Show of forceبدران Show Down ٿيو.

ايم آر ڊي جي جدوجهد دوران اهي ڳالهيون بہ هر ڪنهن محسوس ڪري ورتيون هيون تہ اُن ۾ ڌوهاري ماڻهو بہ شامل ٿي ويا آهن ۽ ڊاڙيل فيڪٽر بہ مدد جي نالي تي تحريڪ ۾ اچي پناهہ ورتي هئي. مغربي قوتون جنرل ضياءَ جي حمايت ۾ هيون ڇو تہ سوويت يونين افغانستان جي رستي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هو ۽ ضياءَ مغربي قوتن جي مفادن جي چوڪيداري ڪندي افغانستان ۾ مداخلت ڪري رهيو هو. جنهن جي ڪري مغربي قوتن جي آشيرواد جنرل ضياءَ جي حمايت تہ ڪئي پئي پر اُهي پاڪستان جي عوامي جدوجهد ڪان بہ انڪار نہ پئي ڪري سگهيا ۽ ضياءَ جي حڪومت بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي مغربي قوتن جي آشيرواد سان هلندي رهي هئي.

ايم آر ڊي دوران رتوڇاڻ رڳو سنڌ ۾ ٿيڻ جو هڪ سبب اهو هو تہ پنجابي حڪمرانن سنڌين جي هڪ ليڊر ذوالفقار ڀٽي کي تختہ اقتدارکان تختہ دار تائين رسايو هو، جنهن جي ڪري سنڌي قوم ۾ مرڪز، اسلام آباد، اسٽيبلشمينٽ ۽ پنجاب جي خلاف نفرت پيدا ٿي پئي هئي ۽ ٻيو ڪارڻ اهو هو تہ پنجاب شروع ڪان وٺي سنڌ جي حقن تي راتاها هڻندو رهيو آهي. رتوڇاڻ جا سبب معلوم ڪرڻ تي اسان کي اهو بہ پتو پوي ٿو تہ سنڌي عوام آمرن جي ٽولي کان بيزار پڻ ٿي چڪو هو، جنهن جي ڪري ايم آر ڊي جهڙي تحريڪ سنڌ ۾ انتهائي شدت سان اُڀري آئي. توڙي جو اسٽيبلشمينٽ محمد خان جوڻيجي کي ذوالفقار علي ڀٽو جي متبادل طور سامهون آندو هو پر سنڌي عوام اُن کي قبول نہ ڪيو هو ڇو تہ محمد خان جوڻيجي ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي سياست ۾ ڏينهن ۽ رات جو فرق هو.

ايم آر ڊي جي تحريڪ جڏهن شدت اختيار ڪئي ۽ ان جو، جيڪو شديد رد عمل سامهون آيو ان خود ايم آر ڊي جي ليڊرن کي وائڙو ڪري ڇڏيو. ڇو تہ پرتشدد جدوجهد اُنهن جي تحريڪ جو حصو نہ هئي پر اُن تحريڪ جڏهن پرتشدد روپ ورتو تہ حڪمرانن سان گڏ ايم آر ڊي جا اڳواڻ اُهو سمجهہ ويا تہ تحريڪ هاڻي اُنهن جي هٿن ڪان نڪري عوام جي هٿ وس اچي وئي آهي. جنهن کي روڪڻ لاءِ حڪومت وٽ فقط هڪ ئي طريقو هيو جيڪو اُنهيءَ استعمال ڪيو، يعني طاقت استعمال ڪرڻ وارو طريقو.

ان بعد 1988ع ڌاري روسي فوج جڏهن افغانستان مان نڪري وئي تہ مغربي قوتن ضياءَ کان افغانستان ۾ پاڪستان جي مداخلت بند ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ۽ گڏوگڏ جنيوا ناهہ تي صحيح ڪرڻ جي پڻ گهر ڪئي پر ضياءَ مغربي قوتن کي جواب ڏئي ڇڏيو. جنهن بعد محمد خان جوڻيجي ملڪ جي سمورن سياستدانن جي هڪ گول ميز ڪانفرنس گهرائي ۽ جنيوا ناهہ تي صحيح ڪرڻ بابت ووٽنگ ڪرائي تہ اڪثريت ناهہ تي صحيح ڪرڻ جي حمايت ڪئي. جنهن

بعد پاڪستان جو هڪ وزير زين نوراني جنيوا وچي ٿاهہ تي صحيحيون بہ ڪري آيو هو. پر اُن جي باوجود ضياءَ افغانستان ۾ مداخلت بند نہ ڪئي، جنهن تي مغربي طاقتون ڪانئس ناراض ٿيون.

ان ڪان اڳ ايم آر ڊي تحريڪ جي شدت کي محسوس ڪندي هڪ آمريڪي صحافي سليگ هيريسن مون وٽ آيو هو ۽ ان مون کي چيو تہ عوامي تحريڪ، جنهن ايم آر ڊي تحريڪ کي هاءِ جيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جا بہ ماڻهو وٺي اچ تہ آءٌ ڪانئن ايم آر ڊي تحريڪ جي سلسلي ۾ معلومات وٺان .سليگ هيريسن مون کان پڇيو هو تہ ايم آر ڊي تحريڪ رڳو سنڌ ۾ ئي شدت چو ماڻي آهي؟ تڏهن بہ مون کيس اهوئي ٻڌايو هو تہ "جيتوڻيڪ ايم آر ڊي جي پروگرام ۾ پُرتشدد ڪارروايون شامل ناهن پر اها تحريڪ هاڻي آپي کان ٻاهر نڪري وئي آهي. جنهن جي ڪري نہ رڳو حڪومت پر تحريڪ جا اڳواڻ پاڻ وائڙا ٿي ويا آهن تہ آخر اُهي ڇا ڪن؟" جيتوڻيڪ اها تحريڪ عوامي سطح تائين پهچي چڪي هئي پر اها ڳالهہ تحريڪ دوران ئي سيني کي معلوم ٿي چڪي هئي تہ تحريڪ ۾ وڏي سرڪار جا فرشتا شامل ٿي چڪا هئا. ايم آر ڊي جي قيادت کي پڻ اُن ڳالهہ جي خبر هئي پر اُن باوجود ڇاجي ڪري اُنهن ماڻهن کي تحريڪ جو حصو رهڻ ڏنو ويو؟ اُن سوال جو جواب ڏاڍو ڏکيو آهي. جڏهن بينظير پنو لنڊن کان موٽي پاڪستان آئي تہ اُن جي سربراهي ۾ گڏجاڻيون ٿينديون هيون جنهن ۾ غوث بخش بزنجو، مولانا فضل الرحمان، شير باز مزاري، معراج محمد خان، محمود اچڪزئي ۽ ٻيا شرڪت ڪندا هئا ۽ اُن وقت رائو رشيد بينظير جو خاص ماڻهو هوندو هو. بينظير ان کان سواءِ ٻئي ڪنهن تي بہ اعتبار نہ ڪندي هئي ۽ تڏهن بينظير بہ اڪثر اهوئي چوندي هئي تہ "اسان سان ڪجهہ اهڙا ماڻهو گڏ آهن، جن کي اها خبر آهي تہ حڪومت ۾ ڇا پيو وهي واپاري." ان عرصي ۾ پ پ پاران لانگ مارچ جو اعلان ڪيو ويو تہ حڪومتي مسلم ليگ بہ لانگ مارچ جو اعلان ڪيو پر ڪنهن امڪاني گڙٻڙ جي سبب حڪومتي ليگ پنهنجي لانگ مارچ جو اعلان واپس ورتو اُن عرصي ۾ پ پ وارن لياري ۾ هڪ وڏو جلوس پڻ ڪڍيو هو. جنهن ۾ بينظير تي حملو پڻ ٿيو هو. اُن بعد ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ مانار اچي وئي هئي. سوين ماڻهو گرفتار ٿيا. بينظير جلسا جلوس ڪرڻ ايستائين جو گڏجاڻي ڪرڻ جي موڊ ۾ بہ نہ هئي . ايم آر ڊي بابت هڪ سياسي ڪارڪن جي حيثيت ۾ آءٌ اهو چوندس تہ اها هڪ سگهاري سياسي تحريڪ هئي ، جنهن جو مقصد سياسي حڪومت جي بحالي هو. پر اُن ڪان اڳ سياسي ڌريون پاڻ ئي فوج کان اهو مطالبو ڪنديون رهيون هيون تہ توهان کي ذوالفقار علي ڀٽو تي ويساهہ نہ ڪرڻ گهرجي ۽ توهان ئي اچي اقتدار سنڀاليو. اُنهن ۾ نہ رڳو اصغر خان پر ٻيا بہ اهڙا ليڊر هئا جن جو اسٽيبلشمينٽ کان اهو

مطالبو هو تہ اها سياسي سرشتي جو حصو بڻجي. پر تنهن باوجود ذوالفقار علي ڀٽي ۽ فوج ۾ ناهہ ٿيو هو. جنهن جو مسودو جماعت اسلامي وارا اهو چئي کڻي ويا هئا تہ آهي اُن کي پڙهي پوءِ ان تي صحيحيون ڪندا پر اُنهن اهو مسودو عين وقت تي گم ڪري ڇڏيو ويو . ايم آر ڊي واري جدوجهد صرف سنڌ اندر ئي شديد ٿيڻ واري ڳالهہ بابت اهوبہ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ هيٺئين وچولي طبقي جي اڪثريت آهي . اهڙي شدت سان اُها تحريڪ بلوچستان ۾ بہ ڀي سگهي پئي پر اها عالم آشڪار ڳالهہ آهي تہ رات و رات بلوچ اڳواڻ عطاءُ الله مينگل جي ياءُ مهرالله کي سڌاري جي نالي ۾ پيجارو، پئسا بنگلا ڏنا ويا. تنهن دور ۾ اسٽيبلشمينٽ انگريزن جي اُن اصول تي عمل ڪري رهي هئي تہ پنجاب کي حڪمراني ۽ پٺاڻن کي پئسا ڏيو، بلوچن سان دوستي ڪريو ۽ سنڌين کي موچڙا هڻو. 1940 ـ 1942ع ۾ هڪ انگريز انٽيليجنس عملدار ڪتاب لکيو هو جنهن ۾ هن چاڻايو هو تہ: "اسان کي اهو حڪم ٿيل هو تہ سنڌي ماڻهن کي فوج ۾ ڀرتي ناهي ڪرڻو."

هي مواد افيئر کي ڏنل سنڌس انٽرويو جو متن آهي.

# شاهہ عنايت شهيد

سنڌ جو ناميارو صوفي، شاهہ عنايت شهيد، سنڌ جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکي ٿو. هيءُ مانجهي مڙس، صوفي باصفا، علم ۽ عمل جو صاحب، سترهين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ۾ پيدا ٿيو ۽ علم ۽ فضل جي تلاش ۾، هندستان جي مختلف شهرن مان ٿيندو پنهنجي اباڻي ملڪ سنڌ جي لاڙ واري حصي ۾ ميرپور بٺوري جي پرسان جهوڪ شريف ۾ اچي آباد ٿيو.

شاهہ عنايت شهيد جنهن کي ڪيترا تاريخدان "سنڌ جو منصور" بہ ڪوٺين ٿا، هڪ باڪمال شخص، عالم، فاضل، شاعر، سماج سڌارڪ، سچو سورهيہ ۽ پنهنجي وقت جو وڏو انقلابي ٿي گذريو آهي. هي اُهو زمانو هو جڏهن يورپي قومون بهتر سماجي، سياسي توڙي فوجي انتظامن سان، هندستان جي سرزمين تي سوداگرن جي شڪل ۾ داخل ٿي چڪيون هيون ۽ آهستي آهستي هتان جي سياست ۾ بہ دلچسپي وٺي رهيون هيون.

سن 1707ع ۾ اورنگزيب عالمگير جي اکين بند ٿيڻ سان، مغل سلطنت جو زوال شروع ٿيو ۽ ان جي نتيجي ۾ هندستان جي هر علائقي اندر مرڪز کان الڳ ٿيڻ جو رجحان زور وٺڻ لڳو ۽ هندستاني قومن جي زبردستيءَ جي دوستي بہ دم ٽوڙڻ لڳي. زوال جي دور ۾ هميشہ حڪومتي مشينري ڪمزور ٿي پوندي آهي ۽ هر شخص ، توڙي جماعت کي ان ڪمزوري مان ناجائز فائدي وٺڻ جو موقعو ملندو آهي. شاهہ شهيد جي زماني ۾ بہ دهليءَ ۾ مغل سلطنت جي ڪمزور ٿيڻ سان، سنڌ ۾ سندن نائب ۽ ناظم بہ شينهن ٿي پيا ۽ پنهنجي هلائڻ لڳا. عام ماڻهن جي ڏک سک ۽ خير عافيت سان ڄڻ تہ سرڪاري ڪارندن جو ڪو واسطو ئي ڪونہ هو.

شاهہ شهيد اڄ کان اٽڪل پوڻا ٽي سئو سال اڳ پنهنجن دوستن ۽ فقيرن جي هڪ اهڙي ڀائپي ۽ برادريءَ جو بنياد رکيو، جنهن جو مثال گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي تاريخ ۾ نٿو ملي. چون ٿا تہ سندس برادريءَ ۾ ننڍ وڏائي بالڪل ڪانہ هئي ۽ اقتصادي طور " گڏيل کيتي" جي رواج تي هلندا هئا. جيڪي پوکيندا ۽ ڪمائيندا هئا سو گڏجي ونڊي ورهائي کائيندا هئا. پاڻ پنهنجي لاءِ بنيادي ضرورتن کانسواءِ وڌيڪ پيو ڪجهہ ڪونہ رکندا هئا ۽ سموري گڏيل ڪمائي فقيرن ۽ هارين ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. ظاهر آهي تہ اها هلت اوسي پاسي جي وڏيرن ۽ جاگيردارن کي پسند ڪانہ پئي ۽ سندن ننڊ حرام ٿي وئي. اهوئي سبب آهي جو مغلن طرفان نئي ۾ مقرر ٿيل ناظم کي سندن پاڙيسري جاگيردارن، پنهنجو هم خيال بڻائي شاهہ شهيد خلاف هڪ وڏو منصوبو سٽيو ۽ آخر پنهنجي مڪروه سازش ۾ ڪامياب ٿيا.

شاهہ عنايت هڪ نهايت امن پسند ۽ انسان دوست بزرگ هو. سندس اڪثر وقت عبادت ۽ پنهنجن دوستن جي عملي توڙي اخلاقي سڌاري ۾ گذرندو هو. آسپاس وارين زمينن جي پوک ۽ آباديءَ تي سندس جماعتين جو گذران پيو ٿيندو هو. اڳ مغل حڪومت ڪانئن سمورا محصول معاف ڪري ڇڏيا هئا، پر هينئر ٺٽي جي نئين ناظم، نواب اعظم خان، پروارن زميندارن جي چرچ تي، پنهنجي ليکي، دهليءَ مان موڪل وٺڻ ڪانسواءِ، اهو فرمان جاري ڪيو تہ شاهہ عنايت ۽ ان فقيرن جي زمينن تان محصول ۽ ٻيا سرڪاري لوازما وصول ڪيا وڃن. شاهہ عنايت، جنهن ڪي پنهنجي عوامي اصولن ۽ دوستن تي پورو پورو ڀروسو هو ۽ جنهن ڪنهن بہ ظلم اڳيان ڪنڌ جهڪائڻ ڪونہ سکيو هو، تنهن ان حڪم قبول ڪرڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ هر مصيبت جي مقابلي لاءِ ڪمر ڪشي بيٺو.

آخر ڳالهہ ان حد تي وڃي پهتي جو ٺٽي جي ناظم، ڪنهن نہ ڪنهن طرح، ڪوڙيون سچيون رپورٽون دهليءَ موڪلي مرڪز کي ان ڳالهہ تي مڃائي ورتو تہ شاهہ عنايت ۽ سندس ساٿين کي ختم ڪجي ۽ ان طرح فقيرن جي مخالف پيرن، زميندارن ۽ انهن جي چاپلوسي چاڙتن کي وجهہ ملي ويو ۽ هو فقيرن تي هڪ وڏي حملي جي تياريءَ ۾ لڳي ويا.

آخر اهو ڏينهن بہ اچي ويو جڏهن شاهہ عنايت کي شهادت جو پيالو پيئڻو پيو. چون ٿا تہ ان لاءِ سرڪاري ڪارندن کي نہ رڳو جهوڪ شريف کي سانده چار مهينا گهيرو ڪرڻو پيو پر جڏهن شاهہ عنايت ۽ سندس ساٿين جي همت ۽ خوني جنگ جو تاب نہ جهلي سگهيا، تڏهن دوکي ۽ فريب سان، قرآن جو واسطو وجهي، وڏا واعدا ۽ شرط شروط ڪري، شاهہ عنايت کي نواب اعظم خان وٽ گهرائي، قيد ڪري، قتل ڪرايو ويو.

شهادت کان اڳ شاهہ عنايت ۽ اعظم خان جي وچ ۾ جيڪا نظرياتي ڏي وٺ ٿي ۽ سوال جواب هليا. سي نہ رڳو دلچسپ آهن پر شاهہ عنايت جي علميت، بردباري، تدبر ۽ سماجي ساڃاهہ جي پڻ ثابتي ڏين ٿا. شاهہ عنايت سيني سوالن جا جواب گهڻو ڪري حافظ شيرازي ۽ ٻين فارسي شاعرن جي زبان ۾ ڏنا آهن.

شاهہ عنايت سنڌ جو هڪ سچو سورهيہ ۽ انسان دوست صوفي هو ۽ ضروري آهي تہ سندس ياد کي وري وري تازو ڪجي.

**مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿيا نہ مات،**
**هوندا سي حيات جيئڻا اڳي جي جئا.**

(هفتيوار "صبح سنڌ" ڪراچي جولاءِ 1970ع، سائين مدد علي سنڌي جي ٿورن سان)

# سنڌ سان اهڙي جند جڙي

(قاضي فيض محمد جي ياد)

فارسي جو هڪ مشهور شعر آهي

**تازه خواهي داشتن گر داغ هائي سينہ را**
**گاهي گاهي باز خوان اين قصئہ پارينہ را**

ترجمو:
”دل جي داغن کي جيڪڏهن تازو رکڻ چاهيو ٿا تہ وساريل ڳالهين کي ڪڏهن ڪڏهن ياد ڪندا رهو“ يا جيئن سنڌ جي شهزادي شاعر مير عبدالحسين سانگي چيو آهي،

**گذري ويا سي زمانا ياد پيا**
**وسري جي ويا سي فسانا ياد پيا.**

چوندا آهن تہ جنهن قوم تاريخ کي وساري ڇڏيو ان قوم کي تاريخ بہ ياد نہ رکندي، اصل ۾ تاريخ، ماضي، حال ۽ مستقبل جي هڪٻئي سان لاڳيتي گفتگو جو نالو آهي ۽ اها ڳالهہ ٻولهہ ڪٿي بہ ٽٽڻ نہ گهرجي.

ڪالهہ کي ياد رکڻ ۽ سياڻي بابت سوچڻ ضروري آهي پر جيڪو قدم کڻجي سو اڄ لاءِ.

سنڌ ڌرتي اسان جي جيجل ماءُ بہ ويهين صدي جي شروع ۾ ڪي اهڙيون هستيون پيدا ڪيون جيڪي تاريخ جو اڻ وسرندڙ باب آهن ۽ اسان انهن تي جيترو ناز ڪريون سو ٿورو آهي.

الهہ بخش سومرو 1900ع (شڪارپور)، حيدر بخش جتوئي 1901ع (بکو ديرو) جي ايم سيد 1904ع (سن) ۽ قاضي فيض محمد 1908ع (هالاڻي) ۾ پيدا ٿيا.

سنڌ جا اهي چارئي سچڻ پنهنجي اڻٿڪ ڪوشش، عوام دوستي، آزاد خيالي ۽ روشن ضميري جي ڪري مشهور آهن ۽ ڪين سنڌ جي آجپي جا بي خوف سپاهي بہ چئي سگهجي ٿو. الهہ بخش سومري جون سرگرميون گهڻو تڻو سياسي ۽ ڪنهن حد تائين سماجي سڌاري تائين محدود نظر اچن ٿيون، باقي حيدر بخش جتوئي، جي ايم سيد ۽ قاضي فيض محمد هر ڳالهہ ۾ اڳرا ۽ سياست سان گڏ علم، ادب، تاريخ، مذهب توڻي سماجي، سڌارن لاءِ هر وقت تيار ۽ سرگرم نظر اچن ٿا.

قاضي فيض محمد 23 نومبر 1908ع تي نوابشاهه ضلعي جي قديم شهر هالاڻي ۾ جنم ورتو. 1935ع ۾ بي ايس سي ۽ 1940ع ۾ ايل ايل بي پاس ڪري نوابشاهه ۾ وڪالت شروع ڪيائين پر ڪيس نند پڻ کان ئي ڪا سياست جي هورا ڪورا لڳل هئي ۽ ننڍي هوندي ئي پنهنجي اسڪولي شاگردن سان گڏ 1919ع ۾ خلافت ۽ پڻ ڪانگريسي تحريڪن ۾ مشغول ٿي ويو. پوءِ 1928ع ۾ جڏهن هندستان ۾ آئيني سڌارن لاءِ انگريز بهادر سائمن ڪميشن موڪلي ۽ هند سنڌ جي سياستدانن ان جو بائيڪاٽ ڪيو ته نوجوان قاضي فيض محمد به پڊعيدن اسٽيشن تي ان ريل پاهران پڻ سان گڏ "سائمن واپس وڃ" جا نعرا هڻندي نظر اچي ٿو جنهن ۾ سائمن سفر ڪري رهيو هو. 1933ع ۾ وري ڪراچي ۾ بي ايس سي پڙهندي خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ 1942ع ۾ انگريز سامراج جي مهرباني سان بنگال ۾ موتمار ڏڪار پيو ته قاضي صاحب رضاڪار ٿي اوڏانهن اسهيو ۽ سماجي سهائتا ۾ ڀرپور حصو ورتائين.

مئي 1942ع ۾ جي ايم سيد سنڌ مسلم ليگ جو صدر ٿيو ۽ ليگ کي عام ماڻهن جي سطح تي ڪٺي آيو ته قاضي به 1943ع ۾ جوان جذبن سان سنڌي ماڻهن جي خدمت لاءِ مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿيو ۽ 1948ع تائين پنهنجي وت آهر ڪم ڪندو رهيو. انهي وچ ۾ ڏسجي ٿو ته قاضي صاحب تي به هندستان جي ورهاڱي جا پويان پاچا پوڻ لڳا ۽ نتيجي ۾ سنڌي ماڻهن ۽ خاص ڪري لڏي ويندڙ هندن جي زمين تي پوک ڪندڙ هارين جو جيڪو نقصان ٿيو ان جو اندازو قاضي صاحب چڱي طرح لڳايو ۽ هاڻي هو هاري ڪميٽي ۾ شريڪ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ٻي سال يعني 1949ع ۾ جڏهن جي ايم سيد اليڪشن پٽيشن ڪٽي ۽ قاضي محمد اڪبر سان گڏ پير الاهي بخش به ڇهن سالن لاءِ نااهل ٿيو ته ان وقت مسلم ليگ جي صدر محمد ايوب کهڙي پنهنجي سالي عبداللطيف پنهور کي چونڊرائڻ چاهيو. ان سلسلي ۾ عبداللطيف پنهور لاءِ آساني پيدا ڪرڻ ۽ ميدان صاف ڪرائڻ لاءِ مخالف اميدوارن مان آخوند شفيع محمد وڪيل کي هڪ ڏينهن اڳ گرفتار ڪرايو ويو، حيدر بخش جتوئي نامزدگي ڪاغذ ڀرڻ لاءِ ڪليڪٽر جي آفيس آيو ته در تان ئي ڪيس پڪڙي ڪنهن ڏورانهين هنڌ ڇڏيو ويو، پير الاهي بخش جي بالغ پٽ شاهنواز کي نابالغ چئي سندس ڪاغذ رد ڪيا ويا ۽ تاج صحرائي جو ڪاغذ وري ان بهاني قبول نه ٿيو ته هو تاج محمد ميمڻ نه ،جيڪو سندس اصلي قانوني ۽ سرٽيفڪيٽ ۾ جاٽايل نالو هو، پر جيئن عالم مشهور هو، هو تاج صحرائي هو. پاڪستان ٺهڻ سان اها ڀرين پيار ڀرين سوڪڙين مان هڪ هئي، جيڪا جناح جي مسلم ليگ سنڌ کي ڏني ۽ ان ڳالهه تي اسان جي محترم قاضي فيض محمد سخت اعتراض ڪيو ۽ احتجاج ڪندي مسلم ليگ تان استعيفيٰ ڏني. پوءِ 1951ع ۾ قاضي صاحب سنڌ هاري ڪميٽي

جو صدر چونڊيو ويو ۽ اٽڪل ٻه سال پوءِ 53/1952ع ڌاري جڏهن ميان افتخار الدين آزاد پاڪستان پارٽي ٺاهي ته سنگت جي صلاح سان قاضي صاحب به سنڌ جي حقن لاءِ آزاد پاڪستان پارٽي ۾ شامل ٿيو.

1954ع ۾ وري سنڌ جي خلاف هڪ نئين سازش سٽجڻ لڳي ۽ سنڌ جي وجود، سنڌ جي تاريخ، تهذيب، تعليم توڙي علم ادب کي نقصان پهچائڻ ۽ ڊاڪٽر سر محمد اقبال جي خواب جي تعبير لاءِ اولهه پاڪستان جي چئني صوبن کي ملائي ون يونٽ ٺاهڻ جي تياري ٿيڻ لڳي جنهن لاءِ سموري سنڌ ميدان ۾ نڪري آئي. ان احتجاج ۽ مهاڏي ۾ جي ايم سيد، حيدر بخش جتوئي ۽ قاضي فيض محمد جي سياسي سپاهين ۾ سنڌي اديب ۽ شاگرد پيش پيش هئا.اهو چوڻ ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته اهو ون يونٽ مخالفت وارو دور ئي سنڌ جي سياست جو سونهري دور ليکيو وڃي ٿو. ان دور ۾ ئي شيخ اياز کي سنڌ جو آواز سڏيو ويو ۽ ڪيترا ٻيا اديب ۽ شاگرد توڙي نوجوان سياسي ڪارڪن پڇي راس ٿيا. اسان جو قاضي فيض محمد به پوئتي نه رهيو ڇاڪاڻ ته سندس سدا سجاڳ ۽ بي چين روح ڪٿي ٿو ڪيس آرام ڪرڻ ڏي ۽ آڪٽوبر 1954ع کان وٺي جو ون يونٽ ٽوڙڻ لاءِ سنڌ جو طوفاني دورو شروع ڪيائين ته ڪڏهن ريل ۾ ڪڏهن جيل ۾ ڇواٽي تيستائين سڪ جو ساهه نه کنيائين جيستائين 1970ع ۾ ون يونٽ ٽٽو ۽ سنڌ وري بحال ٿي

انهي وچ ۾ قاضي صاحب هڪ دفعو وري 1955ع ۾ کهڙي صاحب جي عتاب هيٺ آيو جڏهن سانگهڙ مان صوبائي اسيمبلي جي اميدوار کهڙي صاحب جي مخالفت ۾ قاضي صاحب نامينيشن ڪاغذ ڀرڻ جو ارادو ڪيو ۽ سرڪار سڳوري جي فرشتن ڪيس ڪنيي ڪنهن ڏورانهين هنڌ وڃي ڇڏيو جتان وقت اندر موٽي ڪاغذ ڀري پيش ڪرڻ جو ڪوبه امڪان باقي نه رهيو.

1956ع وري بنگالي قومپرست پائرن جي همدردي ۾ قاضي صاحب عوامي ليگ ۾ شريڪ ٿيو ۽ ڪيس سنڌ لاءِ پارٽي جو جنرل سيڪريٽري ڪيو ويو، پر جڏهن ڏٺائين ته هر قوم کي پنهنجا قومي مفاد وڌيڪ پيارا آهن ۽ وزيراعظم حسين شهيد سهروردي به سنڌين سان ڪيل واعدي تان ڦري ون يونٽ جي حمايت ۾ بيان ڏيڻ لڳو ته قاضي صاحب جهڙو غيرتمند سنڌي به پنهنجي قومي مفادن خاطر عوامي ليگ کي ڇڏي آيو ۽ هڪ دفعو وري سنڌي هارين جي حقن لاءِ جدوجهد ۾ جنبي ويو. ياد رهي ته 1970ع جي عام چونڊن کان اڳ ۾ قاضي فيض محمد هڪ دفعو وري شيخ مجيب الرحمان جي قيادت ۾ عوامي ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ پارٽي جو سينيئر نائب صدر مقرر ٿيو. مولانا حسرت موهاني جو شعر آهي ته:

**هي مشق سخن جاري چڪي ڪي مشقت ڀي**
**اڪ طرح تماشہ هي حسرت ڪي طبيعت ڀي**

اسان جو قاضي فيض محمد صاحب بہ نرالي طبيعت جو مالڪ هو سياست سان گڏ سماجي سڌارڪ، ڪڏهن علم ادب جون محفلون خاص ڪري سنڌي ادبي سنگت ۾ نوجوانن سان گڏ تہ ڪڏهن وري راڳ رنگ سو بہ گهڻو ڪري ڪلاسيڪي، شاهہ عبداللطيف وانگر راڳ کي روح جي غذا سمجهندو هو.

سائنس جو شاگرد هئڻ ڪري انسان ۽ ڪائنات تي گهري نظر رکندو هو. اعليٰ تعليم ادب ۽ سائنس جو گهرو مطالعو علامہ آءِ آءِ قاضي سان قرب ۾ عقيدتمند، وڪيل هجڻ جي ناتي عام ماڻهن خاص ڪري غريب طبقي جي هارين نارين جي ڏک سور جي ڄاڻ ۽ انهن سان ٿيندڙ زميندارِي ظلمن جي مشاهدي قاضي فيض محمد جي ذهن ۽ ضمير کي سدائين صاف سٿرو رکيو، منهنجي خيال ۾ قاضي صاحب هڪ سڄاڳ ۽ سڄاڻ سنڌي ۽ سنڌ جي آزادي جي بي خوف سپاهي طور هميشہ ياد رهندو.

هڪ انگريزي دانشور جي قول مطابق:

Man does not die, till he is for gotten ۽ انهي حساب سان قاضي فيض محمد بہ ڪڏهن مرندو.

هالن وارو خليفو گل بہ اهوئي ٻڌائي ٿو تہ:

**مٺا جي محبت ۾ ماريا نہ موت،**
**وتن حال جيئرا فنا ڪيا نہ فوت،**

مان پنهنجي وت آهر قاضي فيض محمد جي صفت ڪي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر سمجهان ٿو تہ قاضي صاحب جو حق پوري طرح ادا نہ ڪري سگهيو آهيان. مان ائين بہ نہ چوندس تہ قاضي صاحب جهڙو پٽ وري ڪا ماءُ نہ ڄڻيندي ڇاڪاڻ جو ٻج ڪوٽي ڪانهي.

# بي موت مرن تا پروانا!

(ڪامريڊ غلام محمد بامَ کي ڀيٽ)

اها مئي 1943ع جي هڪ خوشگوار شام هئي جڏهن ڪامريڊ غلام محمد "بامَ" سان منهنجي پهرين ملاقات ٿي. غلام محمد پنهنجي پوڙهي پيءُ سان گڏ صدر شڪارپور ۾ هڪ مسواڙي دڪان ۾ رهندو هو، ٻئي ڄڻا ڊڪاٽڪو ڪم ڪري پنهنجو پيٽ پاليندا هئا.

هي پورهيت پيءُ، پٽ اصل پنجاب جا رهواسي هئا پر ڪنهن خانگي اڻبڻت سبب اچي شڪارپور ۾ ڏيرو ڄمايو هئائون. غلام محمد هڪ جانٺو ۽ قداور نوجوان هو پر هڪ پورهيت ڪان وڌيڪ سمجهدار ۽ شعور وارو ڏسڻ ۾ ايندو هو. پنجابي، اردو، سنڌي ۽ هندي ٻوليون لکي پڙهي ۽ رواني سان ڳالهائي سگهندو هو. خبر ناهي سياسي سمجهه سوچ پنهنجي اباڻي ڏيهه مان ڪٺي آيو هو يا شڪارپور ۾ ڪنهن سياسي استاد ڪان پرائي هئائين!

شڪارپور "سنڌ جو ٽيون نمبر وڏو شهر" بہ ان وقت سنڌ ۽ هند جي ٻين سجاڳ شهرن وانگر سياست جي وڪڙ ۾ هو. مهاڀاري لڙائي هلي رهي هئي، نازي جرمني جو هٽلر ۽ سندس حواري اٽليءَ جو مسوليني اولهه توڙي اوڀر ۾ ڪاهيندا، شهرن جا شهر تباهه ڪندا يورپ، آفريڪا توڙي ايشيا ۾ اڳتي وڌي رهيا هئا.

پهرئين مهاڀاري لڙائي وقت انگريز سرڪار، سياسي ۽ آئيني سڌارن جي وعدن تي هندستان مان ڪانگريس جي سهڪار سان چوڏهن، پندرنهن لک جوان فوج ۾ ڀرتي ڪري ورتا هئا، انهن ڀرتي ٿيل هندستاني فوجين ۾ بنگال جو ايرنڊڙ انقلابي ۽ باغي شاعر قاضي نذرالاسلام بہ هو جنهن جا وڏا بهار مان لڏي بنگال ۾ اچي آباد ٿيا هئا. اهوئي سبب آهي جو نذرل جي بنگالي ٻولي ۾ ڪيترا اردو ۽ فارسي لفظ گڏيل آهن ۽ سندس ڪلامَ اتر هندستان جي علائقي ۾ مشهور ۽ مقبول ٿيو.

پهرين مهاڀاري لڙائي وقت انگريز سرڪار طرفان ڀرپور فوجي ۽ مالي مدد جي موٽ ۾ ڪانگريس صاف صاف چيو تہ هندستاني عوام کان پڇڻ ڪانسواءِ اسان جي ملڪ کي لڙائي ۾ ڇو گهليو ويو ۽ ٻيو تہ جيڪڏهن اڄ خاطري ڏني وڃي تہ لڙائي کٽڻ کان پوءِ اسان کي آزادي ملندي تہ پوءِ ڀرپور مدد ۽ سهڪار ڪنداسين. سرڪار بهادر کي اها ڳالهه ڪانہ وڻي، پر سن 1941ع جي وچ ڌاري جڏهن نازي اڳواڻ هٽلر سوشلسٽ اسٽالن سان جنگ نہ ڪرڻ جو ناهه

ٽوڙي لڙائي جو رخ سوويت روس ڏانهن موڙيو تہ سوشلسٽ روس بہ پنهنجي بچاءُ ۾ قومي جنگ جو نعرو هڻي ميدان ۾ ٽپي پيو. اهڙي طرح اتحادين جي بہ دل وڌي، سندن ساهہ ۾ ساهہ پيو. ياد رکڻ گهرجي تہ جيستائين ڪامريڊ اسٽالن جو نازي ڊڪٽيٽر هٽلر"هڪ قدم اڳتي وڌائي بہ قدم پنتي هٽائي" چواڻي انهي ساڳي سامراجي جنگ کي قومي جنگ جو اعلان ۽ انگريز سرڪار سان ڀرپور سهڪار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ڀرپائين تہ انگريز سرڪار کي هندستاني ڪامريڊن تي اعتبار ڪونہ آيو، پر وڏي جانچ جونچ ۽ پڪ ڪرڻ ڪانپوءِ ڪميونسٽ تان بندش هٽائي وئي. پارٽي جا ليڊر ۽ سرگرم ڪارڪن جيلن مان ٻاهر نڪتا ۽ مهاڀاري جنگ ۾ باقاعدي انگريز سرڪار جي مدد ڪرڻ ۾ جنبي ويا. انهي سلسلي ۾ ممبئي مان هڪ هفتيوار اردو اخبار جاري ڪئي وئي ۽ ان جا ايڊيٽر هئا ناليوارا اديب ۽ شاعر سيد سڳورا سجاد ظهير، سبط حسن ۽ علي سردار جعفري. ڪميونسٽ پارٽي جي اها هفتيوار اخبار "قومي جنگ" پوءِ شڪارپور ۾ اچڻ لڳي ۽ منهنجي دوست ڪامريڊ غلام محمد ٻام اسان جي پهرين ملاقات ۾ ئي مون کي اها اخبار تاڪيد سان پڙهڻ لاءِ ڏني.

مان ان وقت نيو ايرا (Era) اسڪول ۾ ڇهون درجو انگريزي پڙهندو هئس جنهن کي پري مئٽرڪ بہ چوندا هئا ۽ جنهن کي اڄڪلهہ جي نصاب ۾ نائون ڪلاس چيو وڃي ٿو.

منهنجي استادن خاص طور هيڊ ماستر هاسانند پرسواڻي ۽ سنڌي پڙهائيندڙ ڪيئلداس فاني جي مهرباني سان مان ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن پڙهڻ جي شوق پٺيان روزانو ٻن ٽن لائبريرن ۾ ضرور ويندو هئس.

شڪارپور ۾ ان وقت ٽي لائبريريون مشهور هيون هڪ جماڻي هال واري لائبريري، ٻي جڳناٿ ۽ ٽين ڪرشنا منڊل. ورهاڱي ڪانپوءِ دادوائي واري ڪرشنا منڊل لائبريري بنهہ بند ٿي وئي. وچ شهر ۾ وڏي روڊ تي وڏي جماڻي هال لائبريري تي ميونسپالٽي وارن قبضو ڪري پنهنجيون آفيسون کوليون ۽ جڳناٿ لائبريري پڻ ڪافي سالن تائين بند رهڻ ڪانپوءِ سنڌ سرڪار جي ثقافت کاتي جي مدد سان اڄڪلهہ قادر بخش بيدل لائبريري طور نوجوانن جي رهبري ڪري رهي آهي.

مان پوءِ روزانو شام جو سج لٿي ڪانپوءِ ڪرشنا منڊل لائبريري ۾ وڃڻ لڳس ڇاڪاڻ تہ ٻين لائبريرين جي ڀيٽ ۾ اها لائبريري منهنجي گهر کي ويجهي هئي ۽ رات جو دير تائين کليل رهندي هئي ٻين سنڌي ۽ انگريزي اخبارن سان گڏ هاڻي ڪميونسٽ پارٽي جي اخبار قومي جنگ بہ پڙهندو هئس ۽ ڪامريڊ غلام محمد سان ڪچهري بہ ٿيندي هئي.

قومي جنگ اخبار ۾ هڪ خاص ڳالهه جنهن گهڻو ڌيان ڇڪايو سا اها هئي تہ مهاڀاري لڙائي ۾ انگريز سرڪار جي مدد ڪرڻ سان گڏ نہ جاٺان چو هندستان جي ڪميونسٽ پارٽي پاڪستان جي حمايت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ مسلم ليگ جي حساب سان هندستان جي مسلمانن کي بہ هڪ قوم چئي قومي خود اختياري جو حق ڏنو ۽ انهي سلسلي ۾ هر پرچي ۾ ٻن صفحن تي ڦهليل وڏي سرخي سان لکيو ويو. هر پرچي ۾ آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان جو نعرو لکيو ويو.

اسان جو دوست ڪامريڊ غلام محمد بام تمام جوشيلو، گهڻو پڙهندڙ ۽ سياسي ڳالهہ ٻولهہ خاص ڪري تقرير ۾ ڏاڍو پڙ هو. ڪرشنا منڊل لائبريري ۾ تہ شام جو باقاعدي ايندو ئي هو ۽ ڪميونسٽ پارٽي جو اردو ۽ سنڌي لٽريچر ورهائيندو هو پرڪيٽرن هندو شاگردن کي هندي لکڻ پڙهڻ بہ سيکاريندو هو. ڪامريڊ غلام محمد بام بابت مون کي خبر نہ آهي تہ شڪارپور ۾ ڪهڙن سياسي خاص ڪري ڪاپي ڌر جي ڪميونسٽ ڪارڪنن سان لاڳاپيل هو پر ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي سان خاصي عقيدت هئس ۽ ان زماني سنڌ جي جنهن بہ شهر ۾ هاري پارٽي جا جلسا ٿيندا هئا ڪامريڊ غلام محمد بام انهن ۾ برابر شريڪ ٿيندو هو ۽ پنهنجي گرجدار آواز ۾ هر هڪ جي ذهن ضمير کي ڇهندڙ تقرير ڪندو هو. غلام محمد بام جي خاص ڳالهہ اها هئي تہ هو پنهنجي تقرير ۾ اقبال لاهوري جا سوشلسٽ خيال وارا شعر ضرور ٻڌائيندو هو.

ڪامريڊ غلام محمد کي سندس گرجدار جوشيلي ۽ جذباتي تقريرن ڪري ئي بام (Bomb) يعني بم گولي جو لقب مليل هو ۽ کيس عام طور اسين ۽ ٻيا سڀ ساٿي غلام محمد بام ئي سڏيندا هئاسين.

هتي هڪ ڳالهہ ڪندو هلان تہ 1946ع وارو سال هاري ڪاميٽي جي ڪاميابي جو سال ليکيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ تہ ان سان نوابشاهہ جو ڪليڪٽر پراڻو ICS آفيسر مسعود کدر پوش ۽ پاڻ کي هارين جو همدرد سڏائيندڙ ڪليو ڪلايو هندو زميندارن کي دٻائي هاري ڪانفرنسون ڪرائي اڌو اڌ بٽائي سان گڏ ڪڏهن ڪڏهن سندن زمينداري حصو بہ ڪٽائي ڇڏيندو هو. لڇمڻ ڪومل پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکي ٿو تہ سندس زميندار پيءُ کي انهي کدر پوش ڪليڪٽر ئي دٻائي هيسائي جيل ۾ وجهائي آخر سنڌ مان ٻارن ٻچن سميت جلاوطن ڪيو. اهو چوڻ ۾ بلڪل وڌاءُ نہ ٿيندو تہ هارين جي همدرد ڪليڪٽر مسعود کدر پوش سندس خيال مطابق هاري هلچل کي پاڪستان تحريڪ سان وڏي ڪاميابي سان ملائي ڇڏيو اڄ آءُ پاڻ ان ڳالهہ جو اعتراف ڪريان ٿو تہ مئي 1945ع کان جولاءِ 1947ع تائين سنڌ جي هيٺين وچولي طبقي سان واسطو رکندڙ ٻين دوستن وانگر مان پاڻ انهي لهر ۾ لڙهي ويس ۽ ان وقت جي سامراجي چالاڪين

ڪان اڻ واقف هجڻ ڪري سنڌ ۾ رهندڙ شاهوڪار هندن ۽ غريب مسلمانن جي فرق کي مٽائڻ جو حل پاڪستان تحريڪ ۾ ئي سمجهيو. جيڪا حقيقت ۾ اسان سيني جي وڏي ڀل هئي ۽ جنهن جي تلافي اڄ ڏينهن تائين نہ ڪري سگهيا آهيون.

انهن ئي ڏينهن ۾ هاري ڪاميٽي جي جلسن ۾ نوابشاهہ ضلعي دوڙ ۽ سرهاري ڳوٺن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ ڪامريڊ جمال الدين بخاري جي اڳواڻي هيٺ ڪامريڊ غلام محمد بام بہ پنهنجا جوهر ۽ جلوا ڏيکاريا ۽ سنڌ ۾ طبقاتي جدوجهد کي انهي طريقي سان اڳتي وڌائڻ ضروري سمجهيو.

ورهاڱي جي نتيجي ۾ آگسٽ 1947ع کانپوءِ سياسي سرگرمين ۾ اوچتو ابتو ڦيرو اچي ويو، نہ رڳو سياسي پر سماجي ۽ اقتصادي اٿل پٿل اچي وئي. اسان جو ڪامريڊ غلام محمد بام ويڳاڻو ٿي ويو، وري بہ شاباس هجي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي کي جنهن ڪيس سنڀالي ورتو ۽ حيدرآباد واري هاري آفيس ۾ سندس رهائش ۽ کاڌي پيتي جو بندوبست ڪيائين. سياسي سرگرمين خاص طور هاري مزدور تحريڪ ۾ ماٺار اچڻ سبب غلام محمد بام کي وري وارهہ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي هڪ همدرد رفيق حڪيم دين محمد وٽ رهڻو پيو جتي غلام محمد بام دل تي وڏو پٿر رکي ٿوري گهڻي حڪمت سکيو ۽ حڪيم دين محمد جو هٿ ونڊائڻ سان گڏ پنهنجو بہ جهڙو تهڙو قوت گذران ڪرڻ لڳو پر غلام محمد جهڙي جوشيلي جوان ۽ سرگرم سياسي ڪارڪن کي اتي بہ آرام نہ آيو. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ هاري آفيس حيدرآباد موٽي آيو جتان هڪ ٻئي همدرد ٽالپر زميندار سان گڏجي نوابشاهہ ويو ۽ سندس زمين جي ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ جهوپڙي اڏي زندگي جا باقي ڏينهن خاموشي سان گذارڻ لڳو. لڳو ائين ٿي تہ هاڻي ڪامريڊ غلام محمد بام بنهہ ٿڪجي، چور چور ٿي پيو هو ۽ اهڙي طرح پنهنجي سيني يارن دوستن کان وسري وڃائجي ويو هو.

آخري دفعو ڪامريڊ غلام محمد بام مون کي ڪلهوڙا ڪالوني حيدر آباد ۾ 21 مئي 1970ع تي ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي جي جنازي ۾ مليو هيو، جتي اسان سيني سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ۽ ٻين ڪيترن دوستن سان گڏ جنازي نماز پڙهي ۽ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي کي الوداع ڪري موٽياسين. ڪامريڊ غلام محمد بام مون سان وڏي قرب سان ڀاڪر پائي مليو پر ڪنهن بہ قسم جي سياسي گفتگو ڪانہ ڪيائين ۽ سندس آلين اکين مان اداسي ۽ اٻاڻڪائي صاف نظر اچي رهي هئي.

ان کانپوءِ غلام محمد بام کي مون وري نہ ڏٺو تان جو ڊسمبر 1971ع جي هڪ صبح جو مان سکر ۾ ليوڪس پارڪ پرسان امير حسين جتوئي وڪيل

جي آفيس ۾ هران وينو ان جي وڏي ياءُ مشهور هاري اڳواڻ ڪامريڊ نذير حسين جتوئي جلالي سان ڪچهري ڪري رهيو هئس تہ اسان جي شاعر دوست نياز همايوني اچي ٻڌايو تہ ڪامريڊ غلام محمد بام رات جي وقت ڀاڻ ڪي باهہ ڏئي جهڳي سميت ساڙي ڇڏيو.

**آگ تي ابتداءِ عشق مين هم**
**هوگئي خاڪ، انتها يہ هي**

ڇا رومان پسند انقلابي، سپنن ڪي ساڀيان سمجهندڙ ديوانا عاشق، عقل کان وڌيڪ جذبات کان ڪم وٺندڙ ديش ڀڳت، اڪيون ڀوڻي ايمان آڻيندڙ اسان جا دلبر دوست ائين برباد ٿيندا رهندا؟

"افيئر" مان ورتل

# شڪار پور جون ڪي ڳالهيون

سن 1945 کان اڳ ۾ شڪار پور جي جيڪا زندگي هئي، اها تہ هينئر خواب خيال آهي. ڪو زمانو هو جو شڪار پور ۾ بجلي ڪانہ هئي، گهٽين ۾ فانوس ٻرندا هئا. ننڍن ٿنين ۾ فانوس لڳل هوندا هئا. روزانو شام جو ميونپل جو ماڻهو ايندو هو، شيشا صاف ڪري تيل وجهي، ٻاري هليو ويندو هو. ٻي صفائي ڏاڍي هوندي هئي. ڇڻڪار ڪرڻ جون گاڏيون اينديون هي، جيڪي ٻاهرين رستن تي روزانو ڇڻڪار ڪنديون هيون.

شڪار پور جو شهر باغن کان مشهور هوندو هو. سنڌواهہ شڪار پور جي عظمت جي نشاني هئي. هن وقت مان پانيان ٿو تہ سنڌ واهہ تي ڪابہ آرام گاهہ ناهي. هڪ زماني ۾ اونهاري جي ڏيهن ۾ لکيدر کان سنڌ واهہ تائين هڪ بس هلندي هئي. آچر جي ڏينهن يا ڪنهن بہ موڪل جي ڏينهن سنڌ واهہ تي ميلا لڳندا هئا. اتي باقاعدي جايون ٺهيل هونديون هيون. پوين ڏينهن ۾ هڪري مسلمان خاندان، حاجي محمد سليمان ميمڻ، جنهن جو ڪپڙي جو دوڪان هوندو هوانهن مسجد ۽ جاءِ ٺهرائي هئي، جتي مسلمان ويهندا هئا.

اتي ڏاڪڻيون ٺهيل هيون ۽ پردو لڳل هوندو هو جو اتي عورتون تڙ ڪنديون هيون. ان کان سواءِ شڪار پور جي خاص ڳالهہ ٻڍا آشرم هو. جنهنجو تصور اسان جي اڄ ڪلهہ جي دوستن کي شايد نہ اچي، پر گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو ٻڍا آشرم مونکي ياد آهي. لکي در تي جتي سائينءَ جو اوتارو آهي، ان جي پرئين در کان اسانجي نيو ارا اسڪول جي جو مينيجر مسٽر مينگهراج رهندو هو. ان جي گهر جي پرسان آنرابل علي بخش جو گهر بہ آهي. اتي هڪ ٻڍا آشرم هوندو هو. ان ٻڍا آشرم ۾ گهڻو ڪري شهر جا ٻڍا ماڻهو، جن کي اولاد سنڀالي نہ سگهندو هو، يا گهرن ۾ خوش نہ رهندا هئا يا جيڪي لاوارث هوندا، انهن کي آڻي رهائيندا هئا. انهن جي روزانو صبح کان شام تائين خدمت ٿيندي هئي. جيڪڏهن سياري جا ڏينهن هجن تہ انهن کي اس ۾ ويهاري تيل مالش ڪندا هئا، پوءِ ڪن ماني ڪارائيندا هئا.

ان زماني ۾ شڪار پور ۾ گهٽ ۾گهٽ ست انگهريزي اسڪول هئا. هڪڙو گورنمينٽ هاءِ اسڪول،ٻيو هوپفل اڪيڊمي، ٽيون نيو ارا اسڪول جنهن کي هاڻي قاضي حبيب الله هاءِ اسڪول چئجي ٿو. ان اسڪول جون بہ برانچز هيون. هڪڙي لکي در تي ٻي هوپفل اڪيڊميءَ جي پرسان جنهن ۾ ڪجهہ ڏينهن لاءِ آرضي طرح ڊپٽي ڪمشنر جي آفيس هوندي هئي. لکي در واري برانچ ۾ ٽي درجا پڙهايا ويندا هئا. باقي چوٿون ۽ پنجو درجو ٻئي پاسي هوندو هو. هڪڙو

اسڪول پريتم ڏرم سڀا جي نالي هوندو هو. اهو منفرد قسم جو اسڪول هوندو هو.جتي هندو ڌرم جي پرچار سان گڏ وگڏ هنري تعليم تي زور ڏنو ويندو هو. هندو نوجوانن کي ان لاءِ تيار ڪندا هئا ته جيئن تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ سرڪاري نوڪري ڪرڻ بجاء پنهنجي ڌنڌي سان لڳن. شڪار پور ۾ جيڪي واپاري مانهو هوندا هئا، اهي هن اسڪول مان تعليم پرائي چڪا هوندا هئا. انهن اسڪولن کان سواءِ پوسٽ آفيس جي پرسان هڪ گرلس اسڪول پڻ هوندو هو.جنهنجو سرپرست پروفيسر شيوا رام ڦيرواڻي هوندو هو. ان اسڪول هلائڻ ۾ سندس وڏي مدد هوندي هئي ڊاڪٽر ليلا رام ڦيرواڻي به سندس ڀاءُ هو."هڪ رات" جي سري سان سندس ڪتاب به هوندو هو. ٻئي ڀائر سماجي ڪارڪن هئا.

انهن اسڪولن جي تعليم سان گڏ شڪار پور شهر ۾ لئبريرين جو چار وچايل هوند و هو.لئبريرين ۾ ڪتاب ۽ رسالا سنڌ ۽ هند جي مختلف شهرن کان ايندا هئا. وڏي ۾ وڏي لئبريري جماڻي هال ۾ هوندي هئي. هيٺ هال هوندو هو. ريڊنگ روم هوندي هئي. ان لئبريريءَ ۾ هر قسم جا ڪتاب ۽ رسالا ۽ روزانو اخبارون به ايندڙيون هيون. ڪتاب گهر کڻي وڃڻ لاءِ ملندا هئا باقي اخبارون ۽ رسالا اتي وٺي پڙهبا هئا. ان کان سواءِ دادوائي روڊ تي شيوا منڊلي لئبريري هوندي هئي. اسان کي پڙهڻ جو شوق استادن ڏياريو. خاص ڪري سائين ڪيئل داس فاني بيگراڻي جيڪو هاڻي ڀوپال ۾ رهي ٿو.(پر هاڻ هن جهان ۾ ناهي) ٻه ٽي سال ٿيا هن سان هندوستان ۾ ملاقات ڪري آيو هوس. فاني صاحب ڪلاس ۾ شاعري به سيکاريندو هو. هو شيخ اياز جو به استاد هو. شيخ اياز مون کان ٽي سال سينئر هو.اسان کي استادن جي طرفان هدايت هوندي هئي ته جيترو ٿي سگهي پڙهو. اسان کي پڙهڻ جو شوق ان حد تائين ٿيو ته صبح جو سوير شڪپل تي هڪڙو حڪيم هوندو هو، هو اخبارون گهرائيندو هو، اسان اتي پنج ڏهه منٽ کن ويهي اخباري سُرخيون پڙهي پوءِ اسڪول ويندا هئاسون .سام جو راند ڪيڏڻ لاءِ وڃڻ کان اڳ جماڻي هال ۾ ضرور ترسڻو پوندو هو. راند تان موٽي دائودي روڊ تي شيوا منڊلي لئبريريءَ ۾ باقاعدگيءَ سان ڪلاڪ کن اخبارون پڙهي پوءِ گهر ويندا هئاسون. اهڙيءَ طرح مطلعي جو شوق، جيڪو استادن جي همٿ افزائيءَ سان پيو، ان مان اسان گهڻو ڪجهه سکياسون.ماسترچندرجي هڪ مشهور غزل جي مصرع آهي: "باغ ۾ گلڙا گهڻا، ڪنهن کي ڏسي ڪنهن کي ڏسان" اهڙي طرح هن شهر جو ڳالهيون گهڻيون آهن، کهڙيون چئي کهڙيون چوان.

# جل تہ جوت ٿئي

..... ۽ جڏهن روشني تي تڏهن اوندهہ الوپ ٿي وئي ۽ جوت مان جوت جلي ۽ لاٽ ٻرندي رهي، ٻرندي رهي، ٻرندي رهي......

ڀٽائيءَ جو بيت آهي:

**نوري ۽ ناري، جوڳيئڙا جهان ۾،**
**ٻري جن ٻاري، آئون نہ جيئندي ان ري.**

اهڙن جوڳيئڙن مان، جن کان سواءِ اسان جيڪر جي نہ سگهون، ويٽنام جو انقلابي اڳواڻ، ڊاڪٽر هوچي منهہ بہ هو جنهن جو اصل نالو تہ ڪجهہ ٻيو هو پر پاڻ لڪائڻ لاءِ ظاهر بدران باطن کان ڪم ورتائين ۽ پنهنجو نالو رکيائين هوچي منهہ. جنهن جو سؤلي سنڌي ۾ مطلب آهي تہ جيڪو جلي جوت ڏئي.

چون ٿا تہ هوچي منهہ دراصل، جپانين جي اڱرائين خلاف، چين واري چيانگ ڪائي شيڪ جي مدد ۾ ويو هو.

چيانگ ڪائي شيڪ جو نالو ٻڌي هوچي منهہ تي ناراض نہ ٿجو چاڪاڻ تہ چيانگ جهڙا بورزوا قوم پرست ۽ نقلي ترقي پسند هميشه وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن، عوام جي درد ۾ "شهر جي قاضيءَ" وانگر مچندا رهندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح گهڻي وقت تائين عام ماڻهن کي بيوقوف بڻائي پنهنجا مطلب سڌا ڪندا رهندا آهن.

هوچي منهہ پوءِ گهڻائي ڪشٽ ڪاٽيا، قيد ۽ بند جون مصيبتون سئيون پر جيئڻ تہ هن مانجهي مڙس پنهنجي زندگي انقلاب کي ارپي ڇڏي هئي، سو سچ سان سچو رهيو، نظرين تي ڪڏهن بہ سودي بازي نہ ڪيائين ۽ لڳاتار محنت ڪندو رهيو، جدوجهد ڪندو رهيو ۽ عام ماڻهن جي مدد سان وڏي ۾ وڏن سياسي مسئلن سان منهن ڏيندو رهيو.

هوچي منهہ جي وڏي خوبي اها ليکي ويندي آهي تہ هن شخص اڄ جي ٻن مکيہ پر مخالف مسئلن يعني سوشلزم ۽ قومي جدوجهد کي نهايت سهڻي ۽ سمجهہ ڀرئي طريقي تي نڀايو ۽ اتان جي عوام دوست ڪارڪنن کي يڪمشت رکي، کين علمي توڙي عملي ميدانن ۾ روز مره جي جدوجهد ۽ تنقيد — خود تنقيد جي مدد سان، سڀ منزلون لتاڙي آخر ڪاميابي سان همڪنار ڪيو. اتفاق سان، مائوزي تنگ وانگر هوچي منهہ بہ شاعر هو ۽ سندس شعرن جو مجموعو "جيل جي ڊائري" جي نالي سان مشهور آهي   جي:

- جيل جا دروازا منهنجو جسم تہ بند ڪري سگهن ٿا پر منهنجي روح کي ڪير روڪي سگهندو؟
- موکي توهان ڪٿي بہ قيد ڪريو، منهنجي ملڪ ۽ ملڪي ماڻهن کان ڪيترو بہ پري ڪٽي وجو پر منهنجو روح ۽ منهنجو انقلابي نظريو، گلاب جي خوشبوءِ وانگر هر جڳهہ هبڪار ڏيندو رهندو.
- شاعر کي رڳو شعر چوڻو نہ آهي ۽ نہ وري فنڪار کي فقط فن سان واسطو رکڻو آهي پر کين عملي طرح بہ عوام جي مدد ڪرڻي آهي.

.... ۽ اهڙي طرح ازل کان ابد تائين، روشني جا ترورا اسان جي اڳواٽي ڪندا رهن ٿا. سچ ۽ سونهن جو سوجهرو، اسان جو ايمان تازو ڪندو رهي ٿو. هوچي منهہ جهڙا حر پاڻ ڀاري، ڀين کي ڀڪائيندا رهن ٿا. جوت مان جوت جلندي رهي ٿي، لاٽ ٻرندي رهي ٿي، ٻرندي رهي ٿي ۽ جيستائين هن دل ڏتاريندڙ ڌرتيءَ تي انسان جو وجود قائم آهي تيستائين جوت جلندي رهندي. لاٽ ٻرندي رهندي ۽ انسان جو ايمان هر دم تازو ۽ توانو ٿيندو رهندو.

## هڪ حاڪم هڪ شاعر

چون ٿا تہ هڪ دفعي تيمورلنگ جي دربار لڳي پئي هئي سڀ "باادب باملاحظہ هوشيار" تي وينا هئا. مجال آهي جو ڪو گستاخي ڪري يا ٻڙڪ ٻاهر ڪڍي. ايتري ۾ تيمور جي نظر هڪ شاعر تي وڃي پئي.

پڇيائين: "منهنجو ملهہ ڪيترو؟"

جواب مليو: "اڍائي دينار!"

چي: "اڍائي دينار تہ رڳو منهنجي منڊيءَ جي ٽڪ لهي؟"

شاعر وراڻيو: "قيمت بہ تہ انهيءَ ٽڪ جي ڪٿي اٿم. باقي تون تہ اسان جهڙو آدمي آهين، مٽيءَ جو پتلو آهين!!"

تيمور جا ٿپ ئي ٿري پيا. اهڙو ڪچي جهڙي پت ـ ڳالهہ اصل ۾ هيئن آهي تہ غالب بہ جيستائين وظيفو نہ ورتو هو ۽ پاڻ کي آزاد سمجهندو هو تيستائين نہ ڪنهنجي خوشامد ڪيائين نہ ڪنهنجا ٿورا مڃيائين ۽ نہ ئي وري اندر جي آواز کي دٻائي ذهن ۽ ضمير جي ابتڙ ڪا ڳالهہ چيائين. غالب تہ حقيقت ۾ پنهنجي اباڻي ۽ خانداني پيشي سپاهگيري تي ناز ڪندو هو ۽ شاعريءَ کي ڪڏهن بہ عزت جو ذريعو نہ سمجهندو هو. سندس لفظن ۾:

ما نہ بوديم بدين مرتبہ راضي غالب،
شعر خود خواهش اين ڪرد کہ گردد فن ما.

جيڪڏهن فنڪار فن سان سچو آهي، آدرش تي اٽل ۽ اندر جي آئيني ۾ پاڻ پسي سگهي ٿو تہ پوءِ ڪوئي سبب نہ آهي جو فن ڪيس عزت نہ بخشي ۽ سدا حيات نہ بڻائي.

## ڪالھ اڄ ۽ سڀاڻ

ڪالھ جيڪا گذري وئي، اڄ جيڪا گذري پئي ۽ سڀاڻ جيڪا گذري ويندي، هڪ ئي پل هڪ ئي گهڙيءَ جا الڳ الڳ روپ آهن ۽ هر دفعي نوان نوان گهاؤ پيا وجهن!

ڪالھ جيڪا گذري وئي سا نہ منهنجي هئي نہ تنهنجي، ۽ نہ ئي وري اسان جهڙن عام ماڻهن جي هئي. اسان کي ڪهڙي خبر تہ خوشي ڇا ٿيندي آهي، آزادي ڪهڙي پکي جو نالو آهي ۽ ترقي ڪيئن ڪجي!

**سُکن ڪهڙي سار، تہ اُنا مينهن ملير ۾**

ڪالھ بہ اُن وقت اڄ هئي ۽ جيڪا اڄ آهي سا سڀاڻ ڪالھ ٿيندي ۽ اهڙي طرح سڀاڻ جي عاقبت بہ اها ئي ٿيڻي آهي.

پاڻ جنهن جاءِ تي ۽ جنهن وقت ۾ پيدا ٿيا آهيون اهي بہ ئي اونداها آهن ۽ اهڙا اونها انگڙ ونگڙ ۽ ابتا سبتا آهن جو ڪالھ، اڄ ۽ سڀاڻ ۾ ڪوبہ فرق يا ڦير نظر نٿو اچي ۽ اجوڪي سائنس جو اهو مڃيل ۽ آزمايل اصول تہ جيڪو ڪالھ هو سو اڄ نہ آهي ۽ جيڪو اڄ آهي سو سڀاڻ نہ هوندو ۽ اهڙي طرح وري سڀاڻ بہ بدلجي ويندي، سو گهٽ ۾ گهٽ اسان لاءِ صحيح نہ آهي!

**گر تو نہ مي پسندي، تغيير ڪن قضارا**

اسان وٽ اڄ بہ موهن جي دڙي وارو هر هلي ٿو، وچولي دور واري وهم پرستي عام آهي، ترقي ڪيل تہ خير چوايون بہ نٿا پر ترقي ڪندڙ صورت ۾ بہ اهو حال اٿئون جو هڪ قدم اڳتي ٿو هلي تہ ٻہ قدم پنهنجو پاڻ پٺتي ڪڇيو وڃن. زرعي ملڪ هوندي بہ خود ان اُپائيندڙ کي ٻہ ويلا ماني نصيب نہ آهي ۽ هيڏانهن شهرن ۾، اجگر جيڏين مشينن جي منهن ۾ وري مزدور اهڙو ڦاٿو پيو آهي جو ڦٽڪي بہ نٿو سگهي.

ڪالھ جيڪا گذري وئي، اڄ جيڪا گذري پئي ۽ سڀاڻ جيڪا گذري ويندي، هڪ ئي پل، هڪ ئي گهڙيءَ جا ساڳيا روپ آهن ۽ سدائين ساڳيا گهاؤ پيا وجهن! ڪٿي آهين اڙي او روشني اوروشني من جي؟

# سوريءَ جا سينگار

هي پوسات، هي ٻاٽ اونداها هي ذهن ۽ ضمير کي زهر پياريندڙ ماحول!! نيڪي بدي جي جنگ ۾، سچ ڪوڙ جي ويڙهاند ۾، ڇا اسان فقط تماشبين ٿي رهجي ويندا سين؟ ڇا، اسان جو پنهنجو ڪو ڪردار ڪونهي؟ ڇا اسان جي ڪا تاريخي ذميواري ڪانهي؟

ڪالهه جنهن کي گهاٽي ۾ پيڙيائون، اڄ جنهن کي زنجيرن ۾ جڪڙي هن جي زبان بند ڪئي اٿائون، ۽ سياڻي جنهن کي گوليءَ سان اڏائيندا. ڇا، اهي سوريءَ جا سينگار، تنهنجا منهنجا اسان سيني جا يار نه آهن؟ هڪ ئي انساني جسم جا عضوا نه آهن.

مطلبي خود غرض، ڪير پياڪ، ڪتي ڪاڻ وارا مجنون ته هميشه محفوظ ئي رهيا آهن، نه سندن جان کي جوکو ۽ نه وري ڪين ٻي کا تڪليف پهچي ٿي. اٽلو پيا ٻين کي نصيحتون ڪندا!!

چي ـ وفاداري ڪتي جي صفت آهي، اخلاق، ڪمزور جو بچاءُ آهي ۽ اصول پرستي، احمق جوا يمان!

هن ويهين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ به، جڏهن انساني ذهن ذري گهٽ سڀ زنجير ٽوڙي ڇڏيا آهن ۽ آدم زاد پنهنجي عقل ۽ ايمان جي سهاري، ڪيئي پل صراطون پار ڪري چڪو آهي، اسان جيڪڏهن اڃا تائين وچولي دور ۾ ڦاٿا پيا آهيون، اونده ۾ ٽاڪوڙا پيا هڻون، نفسا نفسي ۾ گرفتار آهيون ۽ پنهنجي ٿوري نفعي لاءِ ٻين جو گهڻو نقصان پيا ڪيون، ته پوءِ اسان ڇڱا ڪيئن چئباسين؟ انسان ذات جي عظيم ميراث جا حقدار ڪيئن ٿينداسين؟

چون ٿا ته منصور حلاج کي سنگسار ڪرڻ لاءِ جڏهن وچ ميدان تي آڻي بيهاريائون ۽ چئني طرفن کان ان تي پٿر وسڻ لڳا ته منصور خاموش بيٺو رهيو ۽ ڪجهه به نه ڪڇيائين پر جڏهن سندس دوست شبليءَ رڳو رسم پوري ڪرڻ لاءِ هن ڏانهن پٿر بدران هڪ گل ڪٽي اڇلايو ته منصور کان رهيو نه ٿيو ۽ روئي ڏنائين. چي:

ٻين کي منهنجي ڏوهه ثواب جي ڪهڙي خبر؟ تون ته منهنجو دوست آهين ۽ توکي پليءَ پت جاڻ آهي ته مون جا چيو ۽ هنن جا سمجهيو. ان ڳالهه کي اڄ صديون گذريون. انهيءَ سڏ جو پڙاڏو اسان تائين به پهتو ۽ آيتن جو درجو به حاصل ڪيائين. هڪڙي شاعر ته منصور ثانيءَ جو لقب به حاصل ڪيو.

پر: چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ فرق آهي!

۽: جي رهڻيءَ رهيو نہ سپرين تہ ڪهڻيءَ ڪبو ڪوھ؟

سچ چوڻ جي ڪنهن کي سگھہ آهي؟ "تون بہ صحيح آهين، هو بہ نيڪ آهي!" نہ دوست کي آسرو نہ دشمن کي ڀؤ! هرڪو لڳٽي پندي ٽيو پيو گهمي، جنهن جي ور چڙهيو، تنهنجو ئي پير، جنهن جو کائيندو، تنهن جو ڳائيندو، ۽ هر ايرندڙ سج کي سلام ڪندو!

هن ٻوساٽ ۾، هن ٻاٽ اونداھ ۾، هن ذهن ۽ ضمير کي زهر پيارينڌڙ ماحول ۾، نيڪي بدي جي جنگ ۾، سچ ڪوڙ جي ويڙهاند ۾، جيڪڏهن هزار اعلانن مان رڳو هڪڙو اعلان بہ للڪار بڻجي پوي - جيڪڏهن هزار منصورن مان رڳو هڪڙو همراھ بہ صحيح وقت تي صحيح ڳالھ چئي ڏئي، جلي جوت ڏئي، ٻاٽ ٻري ٻين کي ٻهڪائي - تہ جيڪر، هڪ دفعو وري ايمان تازو ٿي پوي، ۽ انسان جي عظمت ۾ ويساھ وڌي وڃي.

# انسان ۽ آزادي

انسان سڀ ياٺر آهن. انسان سڀ برابر آهن. قدرت جون نعمتون سڀني لاءِ آهن. انسان آزاد ڄمي ٿو - پوءِ هر طرف هٿڪڙيون ڇو؟ هاڻ انسان، عقل ۽ علم سان، سڀ ڏک ڏور ڪندو - ڪائنات جي ذري ذري کي قبضي ۾ ڪندو - بر، بحر ۽ بي انت آسمانن تي، بادشاهي ماڻيندو - ڀائپي، برابري ۽ آزادي.

انساني سماج ۾، صنعتي انقلاب، سچ پچ وڏو ڦيرو آڻي ڇڏيو. گهٽ ۾ گهٽ، صدين کان ستل انسان کان هڪ اهڙو ڇرڪ ڀرايائين، جنهن جو پڙاڏو، اڄا تائين سندس ڪنن ۾ پُري رهيو آ هي.

مادي ترقي، اندر، ٻاهر جو آرام. هر طرف اڳتي وڌڻ جا امنگ. هزارن خواهشن جي پورائي جا انسنا، عرش تي پهچڻ جا آسرا، اڏام ٺي اڏام — "جهنم آهي دنيا، تنهن کي مان، جنت بڻائيندس"

علم وڌيو، تعليم وڌي - ادب ۽ تهذيب رنگ ڄمايو، سائنس پڻ پنهنجو ڪمال ڏيکاريو، انسان هڪ دفعو وري، وڏي حوصلي، جوش ۽ جولان سان، جياپي جي جدوجهد ۾ جنبي ويو - انساني ضرورتن جا اڻ ميا انبار، آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ اڏاوتون، قدرت کي قيد ڪرڻ جون ڪوششون، عرش تان فرش تي ڪريل آدميءَ کي ستن آسمانن جي سير ڪرائڻ جا سانبا ها!! مطلب تہ "وڃايل وٺ" کي وري هٿ ڪرڻ جا ارادا - پر اهي سڀ اڌ ۾ رهجي ويا.

علم سان، بي عملي وڌي، ايجادن جي اٿاهہ ساگر وڏيڪ حيران ڪري ڇڏيو. ڪائنات جي ڪنڊ ڪڙڇ ڳوليندي، پنهنجو پاڻ بہ وڃائي ويٺاسين - هوند ۾ اٿهوند، ڏيئي جي پٺ ۾ اوندهہ.

آدم زاد، اڄ وري ڇو واٽي تي بيٺو آهي - حيران، پريشان، غمن ۾ غلطان - سج اڄ بہ روشن آهي، چنڊ اڄ بہ چمڪي ٿو. ڪائنات جو ذرو ذرو ٻهڪي پيو - هيءَ پنيرڪي جي بهاري، هيءَ شام جو شفق، هيءَ ستارن جي سيج، هيءَ سهائي راتڙي - هي ساز، هي آواز ۽ هيءَ دلنواز ڌرتي - قدرت جون سڀ نعمتون، هڪيون تڪيون حاضر آهن. ڌرتيءَ ماءُ، اڄ بہ اهائي جيجل -جيءَ ۾ جاءِ ڏيندڙ، پاڻ اربيندڙ، ٻلهار ويندڙ، سدا حيات، سدا بهار، سرسبز ۽ شاداب آهي - پر ڪٿي آهن اهي سپوت - سچ ۽ سونهن جا ساڪي، جن هزارن سالن جا سور، لحظي ۾ لاهڻ جو فيصلو ڪيو هو، جيڪي گڏجي گذارڻ جو اهو دور شروع ڪرڻ وارا هئا جنهن ۾، تنهنجو منهنجو جهيڙو نہ رهندو. منهنجو نفعو

تنهنجو نقصان نہ ٿيندو. هڪڙي جو سک، سون کي ڏک نہ ڏيندو. سڀ سکيا هوندا. سڀ سلامت رهندا. سر سبز ۽ شاداب.

ڇا اڄوڪي ڏينهن لاءِ سقراط زهر پيتو هو، عيسيٰ صليب تي چڙهيو هو، مخدوم بلاول گهاڻي ۾ پيڙيو هو.... ۽ هزارين لکين، بي نانءِ بهادر، ڏاڍ، ڏمر ڏهڪاءَ خلاف وڙهندي قربان ٿيا هئا؟

ڪهڙي خبر تہ اڄ وري ڪنهن تيز طوفان جون تياريون ٿي رهيون هجن. پردي پٺيان، ڪنهن نئين ناٽڪ جي مشڪ ٿي رهي هجي... قدرت جي ڪُک مان، ڪنهن امر انسان جي جمڻ جو بندوبست ٿيندو هجي. ڪاري ڪاري ٻاٽ کي ختم ڪري، هر طرف روشني ئي روشني پکيڙڻ لاءِ.

# جوئي آهيان سوئي آهيان

**هڪ وساريل ورق**

هڪڙي شاعرجي بي وقتي موت تي سندس غمگين پوڙهي پيءُ، ان جا سيئي قلمي مسودا ۽ شعرن جا ڪتاب ڪٺي باهه ۾ اڇلايا ۽ روئي چوڻ لڳو، ” سڙي مرو بد بخت ڪاغذؤ! توهان جي ڪري منهنجو جوان پٽ، وقت کان اڳ مري ويو.“
ڪاغذ تہ خير سڀ سڙي ڀسم ٿي ويا، پر ان شاعر جو ڪلام اڄ بہ تازو آهي ۽ ڳائجي پيو، هڪڙو لفظ بہ ماڻهن کان نہ وسريو آهي. چاڪاڻ تہ، سندس سٽ سٽ ۾ نہ رڳو سونهن سمايل هئي، انهن ۾ سچ بہ اوترو ئي سمايل هئو.
مان جو ئي آهيان سوئي آهيان.
”جيئن تہ هر ڳالهہ جو سولو هجڻ ڏکيو آهي تيئن آدميءَ کي انسان ٿيڻ لاءِ بہ گهڻو ڪجهہ گهرجي ٿو.“
” مان هندو آهيان“
”مان مسلمان آهيان“
”مان انقلابي آهيان“
” مان قوم پرست آهيان“
”مان عوامي آهيان“
”مان سڀ ڪجهہ آهيان“
”مان ڪجهہ بہ نہ آهيان“
”مان جوئي آهيان سوئي آهيان“
شايد اڃان انسان نہ ٿيو آهيان.

هر ڪنهن کي پنهنجو عقيدو پيارو آهي نند پڻ ڪان حيئن ڪيس نپايو وڃي ٿو هو ائين ڪري ٿو اڪيون پوري پڙهي ٿو، پٽ وٺي هلي ٿو، سڏ ۾ سڏ ڏئي ٿو ۽ بنا سوچڻ سمجهڻ جي، ڪنهن خاص محدود دائري اندر گهاٽي جي ڏاند وانگر هلندو رهي ٿو، هلندو رهي ٿو ۽ هلندو رهي ٿو.

**مندي ماڪوڙي ٺوهہ ۾ پيئي ڪچي اُيا**

**هڪ حاڪم هڪ فنڪار**

چون ٿا ڪنهن سمي هڪ ڏاهي حاڪم پنهنجي ملڪ ۾ شاعرن تي بندش وجهي ڇڏي ۽ کين شعر بازيءَ کان منع ڪيائين. وزيرن مشيرن جڏهن ان حڪم جي حڪمت معلوم ڪئي تہ کين ٻڌايائين تہ اصلي شاعر دل جليا ، ديوانا ۽ سچ سونهن جا ساڪي هوندا هوندا تہ بنا ڊپ ڊاءَ جي لکندا رهندا ۽ قلم سان پنهنجو

ناتو نيائيندا رهندا پر ڪوڙا ڪُپتيا ڪوي مجبور ٿي مات ڪري ويهي رهندا ۽ اهڙيءَ طرح نہ رڳو عام ماڻهن کي پر خود کي بہ ٺڳڻ کان پرهيز ڪندا آهن.
پوءِ پڇيائونس تہ پلا فلاٽي شاعر جا ڪاڳر درياءَ داخل ڇو ڪريوَ؟
جواب ڏنائين تہ سچي شاعري ڪڏهن بہ ناس نہ ٿيندي ۽ نہ وري ان کي درياءُ ئي ڪڏهن ٻوڙي سگهندو. پر جيڪڏهن ڪاڳر ئي ڪاڳر آهن تہ پوءِ سندن پڇاڻي ائين ئي ٿيڻ گهرجي. انهيءَ شاعر لاءِ بهتر آهي تہ وڃي ڪو ٻيو ڌنڌو ڌاڙي ڪري ۽ اجايو وقت نہ وڃائي.

## خليل جبران جو افسوس

افسوس آهي انهن ماڻهن تي ، جيڪي عقيدن سان اٽيل، پر ايمان کان عاري آهن

جيڪي پائڻ لاءِ ڪپڙو، کائڻ لاءِ ماني ۽ رهڻ لاءِ گهر تہ گهرن ٿا،
پر پاڻ ڪک پجي پيٽو ڪرڻ لاءِ بہ تيار ن آهن،
افسوس آهي انهن ماڻهن تي،
جيڪي بشنيءَ کي بهادر، مداريءَ کي مجاهد ۽ اڳرائي ڪندڙ کي پنهنجو اڳواڻ سمجهن ٿا،
جيڪي ننڊ ۾ انڪار ڪري سگهن ٿا،
پر جاڳندي هر وقت حاضر سائين ڪندا رهن ٿا،
جيڪي رڳو روئي ڄاڻن، ڏاڏن پڙ ڏاڏن جا ڪارناما بيان ڪندا رهن، ۽ ڪانيءَ هيٺان ڪنڌ اچڻ مهل ئي ٻاڪاري سگهن،
افسوس آهي انهن ماڻهن تي،
جيڪي هر نئين حاڪم کي اکين تي رکن ٿا،
سندس دهلن دمامن سان آجيان ڪن ٿا،
۽ لهڻ مهل ڪيس ڪنگهن بہ نہ ٿا،
افسوس آهي انهن ماڻن تي،
جيڪي هر روز رڙهندا رهن ٿا،
ٽڪرا ٽيل آهن ۽ ٽڪرو پاڻ کي پهاڙ سمجهي ٿو.
افسوس آهي انهن ماڻهن تي،
جن جا سياستدان لومڙيءَ جيان چالاڪ،
دانشور مسخرا ، مداري ۽ فنڪار هجن جي فقط نقل ڪري ڄاڻن،
افسوس آهي انهن ماڻهن تي،
جن جا اڳواڻ زبان هوندي بہ بي زبان آهن،
۽ جن جا جوان اڃان ٻنڌڻن ۾ ٻڌل آهن.

# پيغام

سنڌ ديس جا سپوتو!

اوهان کي سنڌ مبارڪ هجي! عوام جي آواز هٽي هنڌ ڪيو، ۽ ملڪ ماروئڙن کي موتي مليو، اميد ته نئين جوڙجڪ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي ٻه سنڌس حق پلئه پوندو.

اوهان چاڻو ٿا ته علم ۽ ادب، واندڪائيءَ جي وندر يا عياشيءَ جا وسيلا نه، پر بهتر ۽ ڀرپور زندگي گذارڻ جا مناسب ۽ معقول طريقا آهن، جن جي مدد سان انساني سماج کي گهربل منزل ڏانهن وڌي وڃي سگهجي ٿو.

اوهان شاگرد ئي ملڪي مسئلن کي دل جي گهرائي ۽ دماغ جي روشنيءَ سان پليءَ پٽ سمجهي سگهو ٿا ۽ اسان جي ملڪ ۾ صدين کان ترسيل هڪ ذهني انقلاب جي اڳواٽي ڪرڻ جون صلاحيتون رکو ٿا.

ايشيا ۽ آفريڪا جي تازو آزاد ٿيل توڙي آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ عام ماڻهن جي ضرورتن کان پڻ اوهان واقف آهيو ۽ ويهين صديءَ جي هن پوئين اڌ ۾ انسان جنهن آزاد ۽ خوشحال زندگيءَ جي اڏاوت ڪري رهيو آهي، ان ۾ اوهان کي پاڻ ملهائڻو آهي ۽ آئيندي جون واڳون سنڀالڻيون آهن.

قومي ۽ بين الاقوامي ڪشمڪش ۾ لاڪيٽي لال جي هيٺين ڳالهه هر وقت ڌيان ۾ رکندا.

**سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،**

**دوستا تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.**

ڪراچي 27 فيبروري 1970

(نوٽ: سنڌ ادبي سوسائٽيءَ ڪراچي يونيورسٽيءَ پاران مارچ 1970 ۾ ڇپرايل سووينيئر سوجهرو لاءِ لکيل پيغام.)

# سالڪ جو سفر

## شيام ڪمار

عظيم السيشين ڊراما نگار ارڪمن چواڻي، " ليکڪ کي سڀ کان اول، پاڻ کي ، پنهنجي من کي آنندميہ ڪرڻ لاءِ لکڻ جڳائي . لکڻ وقت اِها هورا ڪورا تہ، منهنجو لکيو ڪنهن جي خوشي جو ڪارڻ بڻبو، يا ڪنهن ٻئي جي ناخوشي جو سبب ثابت ٿيندو، بي سود ۽ اجائي آهي."

ساڳئي طور فرانسسي ادب جي ليجنڊ گستاوُ فلوبيئر پڻ اهڙي قسم جي راءِ ظاهر ڪندي چيو هو، " اگر اوهين سچ پچ "ادب" سان سنيہ رکو ٿا تہ سڀ کان اول پنهنجي "ذات" لاءِ لکو، ۽ ڪلاسيڪي ساهت جو گهوڙهو اڀياس ڪريو...."

نورالدين سرڪي جينوٽيڪ شاعر ڪين هو پر سندس وجود ۾ شاعري موجزن هئي، هو اگرچہ مصور ڪين هو پر سندس ذات سهڻن چٽن ، موهيندڙ چٽرن، ۽ دلڪش نظارن سان ٽمٽار هئي ـ ۽ متي چاٽايل اصول ۾ اٽل وشواس هئس..

مشهور ڏاهي ، فيلسوف ۽ انسان دوست البرٽ شويٽزر جي ضرب المثل چوڻي، " فن پنهنجي جاءِ تي نہ مصوري آهي، نہ شاعري، ۽ نہ ئي سنگيت ، پر تخليق جو اهو املھ عمل آهي جنهن اندر اهي ٽيئي ڏيک هڪ ٻئي جا ساٿ ڏٺي هوندا آهن." تي سرڪي جو ويساھ ۽ ايمان هوندو هيو . اهڙي فنڪار جي روح اندر ان، " ٽمورتي" جو هردم ، هر جاءِ واسو رهي ٿو.

هن جينوٽيڪ گهٽ لکيو پر واھ جو لکيو. سندس لکڻي يا ترجمو ڪيل گرنٿ ، ٻولي جي لحاظ کان سليس، سلوڻا، ۽ سيبائتا ڪتي سگهجن ٿا. انهن نثري صورتن ۾ شاعري جهڙي موهيندڙ ـ ۽ پاڻ ڏانهن ڇڪيندڙ رواني جون مڏر لهرون چڱيءَ پر پرجهي سگهجن ٿيون . مون کان هيل تائين ٽالسٽائي جي ڪتاب What is to be done جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيل گرنٿ " نيٺ ڇا ڪجي" ڪين وسريو آهي ان ڏس ۾ وچڙيل دوست برڪت علي آزاد جو پرنس ڪرو پاٽڪن جي ڪتاب جو ترجمو " نوجوانن ڏانهن " بہ ذهن جي پردي تي الائجي ڪتان چُوھ مان نروار ٿيو آهي.

اڻويهين صدي جي جڳ پرسڌ فرانسسي شاعر چارلس بادليئر جيڪو "ٻئي دور" واري رومانوي تحريڪ جي سرمور خالقن مان هيو ۽ شاعري ۾ ابهام، weirdness، علامتي رخ ۽ روپ جو موجد ليکبو آهي تنهن ادب جي ميدان ۾ ايڊگرايلن پو کي فرينچ زبان ۾ الٿو ڪري وڏو نانءُ ڪمايو. ڪيترن

حلقن ۾ اڄ سوڍو سندس عظمت جو ڪارڻ ان لاجواب "اُلٽو" سبب ڄاتو وڃي ٿو!

ان کان علاوه ماضي جي، ڳُجهن ۽ ظاهر، پيچرن جا ناميارا ليکڪ ۽ محقق "ايڊورڊ فٽز جيرالڊ" ۽ "سر رچرڊ برٽن" بہ پنهنجين اصلوڪي لکيتن بجاءِ فارسي،۽ عربي، سنسڪرت جي ڪلاسيڪي شاهڪارن: "عمرخيام جون رباعيون ۽ الف ليلوي داستان(Arabian Nights)، باغ جنت(Perfumed Garden) ڪام شاستر (KamaSutra) جي انگريزي الٽو سبب سموري ادبي جهان ۾ امرتا ماڻي چڪا آهن.

پراچين يُگ (سن 284 ق م) ۾ "ليويئس اينڊرونيڪس" هومر جي جڳ پرسڌ جنگ نامي "اوڊيسي" جو لاطيني (Latin) زبان ۾ ترجمو ڪري "لاطيني ادب" جي بنياد وجهڻ جو ڀاڳي ٿيو هو! ان ڪارڻ لاطيني سنسار ۾ امر ٿي ويو!!

ان بعد "ايلزبيٿي دور" هيٺ سرٿامس نارٿ يوناني دانشور، ليکڪ پلوٽارڪ جي مشهور ڪتاب زندگيون (Lives) جو انگريزي زبان ۾ ترجمو ڪيو هو ؛ جنهن کان شيڪسپيئر گهڻو متاثر ٿيو هو، ۽ پنهنجي رومانوي رچنائن (ڊرامن) جو مواد ڪيس ان مان حاصل ٿيندو رهيو هو!

يادون وجهہ ملنديئي ڪنڊن، پاسن، سوڙهن لنگهن، درزن مان جهاتي پائڻ لاءِ بي تاب نظرينديون آهن! سرڪي سونهن جو شيدائي هيو، جيون ديوندر ستيارٿي جيان لوڪ رس ڳولها ، شاهہ سائين جي الوهي راڳ جيان "روحن" کي شانتي جي امر دائري ۾ آڻي يڪجا ڪرڻ جي جتن ۾ ، ۽ سينٽ فرانسس آف اسيسي وانگر انسان جي شيوا ۾ ارپڻ ڪرڻ ۾ سڦل ڪرڻ جو ڪانکي هيو. ان جاکوڙ ۾ ڪيتري سڦلتا حاصل ٿيس ؟ اها ڪٿ سوڀيو گيانچنداڻي ۽ محمد ابراهيم جويو ڪري سگهن ٿا .

سندس شروعاتي جيون، چاليهن واري ڏهاڪي کان سياست ۽ دانشوراڻا pursuits سان شروع ٿيو هيو. هي اُهو دور هو جيڪو اڄوڪي بي ترس، بي عمل، بي قدر، ۽ بي ايمان جڳ کان يڪسر نرالو ۽ منفرد هو. جنهن يُگ ۾ انسان ساڳئي وقت شاعر، اديب، فيلسوف، ودوان، سياست دان، سماج سيوڪ وغيره هوندو هو ۽ سرڪي جي ذات اندر پڻ اِهي ڀڳڻا گڻ جهجهي انداز ۾ موجود هئا. هُن جي سچ جيان شفيق، پيار، خلوص ۽ آدميت جي امرتا سان جهنجهيل جوت گهٽنئي جسمن کي اُجاريو ، ۽ اڪيچار روحن کي سر سبز بڻايو

سرڪي جو يوگدان، خاص طور، سنڌي تهذيب جي سينڌ سنوارڻ جي ڏس ۾ ساراهہ جوڳو رهيو آهي. هن جو ترقي پسند تحريڪ سان جهونو لاڳاپو، ڪاڀي ڏر سان چاليهن واري ڏهاڪي جي آخري سالن کان اڻ ٽٽ سنبنڌ، پنجاهہ

جي ڏهاڪي کان سنڌي ادبي سنگت ، ۽ سنڌي ٻولي کي سرڪاري زبان جو درجو ڏيارڻ جي ڏسا ۾ اڻ ٿڪ جدوجهد، جنهن دوران اينٽي ون يونٽ تحريڪ ۾ ڀرپور ڀاڱ وٺڻ بہ شامل آهي. هن سموري هلچل ۾ هو اڪثر زير زمين ۽ قسمت جي ياوري سبب ڪڏهن ٻِرَ کان ٻاهر نڪري لاڳيتي جاکوڙ ڪندو پئي رهيو. سندس اهو گڻ ڪيس ٻين دانشورن کان مٿيري حيثيت ڏياري ٿو.

سرڪي جو، سياسي دشا ۾، هيٺئين طبقي (هاري، مزدور) ، هيٺئين وچولي طبقي ـ ۽ ٿورڙو وچولي طبقي تي چگيرڙو اثر هيو، چو جو هن عام انسان جي ڏينهون ڏينهن پوٽي ٿيندڙ دردشا کي نہ صرف گهرائي سان محسوس ڪيو بلڪ ان کي پنهنجي ذات جو بہ اڻ ٽٽ حصو بڻايو هو. پونجي پتي ۽ مٿيون طبقو ان ”انساني“ قدر کان وانجهيل هيو ـ ڇاڪاڻ جو ان ڪلاس ۾ ملاوٽ، پاکنڊ ۽ ڪپٽ پريل ٿئي ٿو.

هن ڏاهي دوست جي جينيس هر وقت جهرٽي جيان ”وهڪ“ ۾ محسوس ٿيندي هئم. فن جو ”ڪارج“ ڪنهن خاص نڪتي ذريعي آفاقيت سان روشناس ڪرائڻ ۾ موجود رهي ٿو، هن يار جو ان ڪلئي تي ڀرپور ويساهہ هيو!

يادن جي جهروڪي مان سورهين صدي جو فرانس پنهنجي آب ۽ تاب سان ايرندو ڏيکاري پيو ڏئي. پنجن نامور اديبن پاران(Pleiades) پليئڊ نالي ادبي تحريڪ جو آغاز ڪيو ويو هو، جنهن جو مقصد ڪلاسيڪيت ڏانهن اتهاسڪ موٽ جي ترغيب ڏيڻ هيو. ان جي ٽن صدين بعد (اڻويهين صدي) پليئڊ کان متاثر ٿي ادب ۾ رومانوي تحريڪ جي شروعات ڪيئي ويئي جن ۾ وڪٽر هيوگو ، بالزاڪ، اليگزينڊر ڊوما، جارج سئنڊ جهڙن جڳ مشهور اديبن پاڻ موکيو هو. ان تحريڪ نہ صرف پليئڊ کان پريرڻا ورتي بلڪ ان اندر اقداري تبديلي آڻيندي ڪلاسيڪيت جي آخري دور جي ادبي تخليقن ۽ ان اندر موجود فني خامين ۽ موادي اوڻاين دور ڪرڻ لاءِ انقلابي عزم سان شروعات ڪيئي.

نورالدين سرڪي بہ پنهنجي هم اثر دانشورن، قلمڪارن جي گڏيل جدوجهد، جانفشاني ۽ سهائتا سان سنڌي ادب جي ڪلاسيڪل ورثي (جيڪو شاهہ لطيف، سچل، سامي، شاهہ عنايت، بيدل، بيڪس ۽ ٻين ناميارن ۽ ڀڳتن تخليقڪارن کان پلئہ پيو هو) کي جرڪائي دنيا آڏو نہ صرف پيش ڪري پنهنجو فرض نڀايو هو بلڪ پنهنجي وطن جي سيني صحتمند روائتن کي نين تقاضائن ۽ لاڙن پٽاندڙ ترقي پسند ۽ انسان دوست قدرن سان جوڙڻ لاءِ وڏو اُدم ۽ جدوجهد ڪئي، جنهن لاءِ کيس سنڌي ادبي سنگت، انجمن ترقي پسند مصنفين وغيره جا پليٽ فارم لاڳيتو ڪيترين ڏهاين کان استعمال ڪرڻا پيا .. ۽ انهن تحريڪن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ انيڪ مشڪلون ۽ ڏولاوا بہ ڏسڻا پيا!

سرڪي دنيا جي گهرائي اندر مسلسل لياڪا پائيندو رهيو .. جنهن سندس مشاهدي، آزمودي ۽ تجربي کي گهڻ پاسائي انداز ۾ مائيدار بڻايو. ابتدائي تعليم ۽ تجربو شڪارپور جهڙي خوبصورت ۽ سيپتڪ آستان اندر حاصل ڪيس، اَن بعد ڪراچي شهر جي مهذب زندگي ۽ اوچي معياري سڪيا مان پنهنجي تجربي کي وڌيڪ مٺيادار بنايائين. ان شهر جي ادبي، ثقافتي، تنظيمي، سياسي ۽ پنگتي سرگرمين ۾ عملي حصو ونئي ملڪي هلچل جنهن ۾ آزادي جي تحريڪ، عورتن جي اُنتي لاءِ اٿاريل آندولن ۽ انساني برابري جي ڏس ۾ ڏيهي، خواه پرديهي جدوجهد وغيره ۾ پاڻ موڪيندي ڪداچت ڪين ڪيہايائين. دنيا جي مختلف ڏيهن، اوير اولهہ جي الڳ الڳ ملڪن اندر، رنگا رنگ ڪلچر جو اپياس ۽ انيو ڪندي يانت يانت جي نظرين (مذهبي خواه سماجي وغيره) جو ڳوڙهو مطالعو ڪيائين - ۽ ايئن پنهنجي تجربي کي ڳردار بڻائيندو رهيو - ۽ ان سموري جاکوڙ بعد، ۽ اُتم، حشوڪيولراماٽي، ڪيرت ، سوپي وغيره جهڙن هم عصر دانشور سرجڻهارن جي سنگت ۽ سهيوڳ سان سندس جيون جي " آدرش" جنم ورتو ۽ ڪيس نئون بلوان ۽ انسان دوست "رخ" عطا ڪيو . "مارڪسواد"جي متن ۾ پنهنجي اٽل وشواس کي عملي ميدان ۾ ڪڏي پرکيائين. ان ڪندن پکڙيل راهہ تي هلندي انيڪ ڏولاون، تڪليفن - ۽ پيڙائن کي خوشي خوشي ڳلي لڳائي پنهنجي ڳات اوچو رکيائين. هينئر "مارڪسواد " سندس اندر جو آواز ۽ ضرورت بڻجي پيو هو. هن آڏو، ابتدا ۾ ، "مارڪسواد " جي مذر واٽي ، عمل ۽ نظرئي جي الڳ الڳ نال سان شروع تي هئي جيڪا اڳتي هلي هم آهنگ بڻجي ويئي. اهو سندس اُملهہ اثاثو ۽ مٺيادار ميراث هئي - ۽ آهي!

مونکي لڳندو هو تہ سرڪي، ڪجهہ پوئين ڏهائين کان، موجوده دور جي بي حس ۽ بي جان "جان" جو گهائل هو. ان حالت سان (Compromise)ڪندي سندس هنيانءُ هجندو هو، آتما تي ضربون لڳنديون رهنديون هئس. گهٽي پاڳي، سندس آس پاس ماٺهو "ڪوري ڪاغذن" جيان پاسندا هئس: سوچ، ڪردار، ۽ عمل کان عاري!

چوگرد ڦهليل اڻ ڪٿ پراسرار "پوڳٽا" جيڪا هن پيانڪ اُڏوهي ڪاڏل غير- روحاني عهد جي علامت بڻجي چڪي آهي؛ جنهن ۾ هرطرف ڏڦيڙ، نااتفاقي،عدم سهن شڪتي، هنسا وغيره راوڻ جيان ڏهيسري ٿيندي پئي وڃي ان حالت ۾ سرڪي پنهنجي فڪري جيون جو سفر طئي ڪندي انسان ذات جي "نرواڻ" لاءِ "عمل ۽ سوچ " جي سنگم جي جوت روشن ڪرڻ جو لاڳيتو اُدم ڪندو رهيو!

ڏاهپ ۽ ادب جي وچ ۾ بٽايل ريکا (Borderline)کي پنهنجي اڻ ٽڪ اُدم، محنت، ڏات ۽ اڏيت چيتنا سان مٽائڻ واري آتما کي جينئس (Genius)چئجي تہ وڌاءُ ڪين ليکبو. سرڪي ادب جي ساڃھ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو، ليڪن "اديب" جي حيثيت واري صف ۾ گهٽ سرسيرو هيو. پر "ڏاهپ" جي ديوي جو منجهس دائمي واسو هو، انڪري اِها ريکا نہ مٽائڻ جي باوجود جينئس جي "چھاءُ" جي سڳنڌ سان هبڪاريل يقيني طور هيو.

ڪيس مذهبي فرقابندي، سياسي ڌڙي بندي، نسلي مت ڀيد، ۽ فني ۽ ادبي صف بندي ڪڏهن راس نہ آئي. اِهي سڀ ريڪائون صحتمند سماجي اوسر، انساني عظمت، ۽ تخليقي عمل جي راھ جا ڳورا پٿر، ۽ هاڃيڪار عنصر ياسندا هئس. نئين نسل اندر وڌندڙ ماده پرستي، "مثبت سوچ" جي ڏيواليپڻي، انساني قدرن جي جهڪي ٿيندڙ جوت منجهس "ڪُن" جهري ڪيفيت پيدا ڪندي رهندي هئي، ڇو جو اِهي اوگڻ سچ، خلوص ۽ سونهن جا ويري ٿين ٿا، ۽ بي انصافي، تشدد، ۽ ڪوڙ جا پانهن ٻيلي!

سرڪي سونهن جو پر ستار هيو، اياز جيان جسماني واسنا جي ترپتي لاءِ (Flesh) جي "سڳنڌ ۽ سنگيت" سان ڀڙ ڪندن، پاسن، لاهين، چاڙهين، منديندڙ ونگن، طلسمي ڏنگن جو ڪانکي ڪين هيو.

هتڙي منهنجي من تي سترهين صدي عيسوي جي فرانس جا بہ جينئس سرجڻهار جيڪس بوسوئي(Jacques Bossuet) (1627) ۽ موٿي فينيلون (Motha Fenelon) (1661) هري آيا آهن. پهريون سونهن پرئي ادب جي رچنا ۽ ڏاهپ جي مثالي نڪتن جي تخليق جي لحاظ کان اُتمتا جو پتلو هيو، پر اخلاقي پستي، ۽ ڪردار جي بٽانس ۾ بڌل ڪمزورين سببان حيواني (Bestial) طبيعت جو مالڪ هو! ان جي ڀيٽ ۾ فينيلون جو رچنائون نہ صرف آفاقيت ۽ اتم انساني قدرن سان ٽمٽار هيون بلڪ سندس ذاتي چريتر انگريز فيلسوف برڪلي (Berkley) جي چوڻي جيان، " آسماني ڇت هيٺيان سيني انساني وصفن ۽ خوبين سان سينگاريل" هيو!

اياز ۽ سرڪي جي وجود اندر هنن ٻنهي عظيم انسانن جون آتمائون، اتفاقي طور، ڪيئن نہ ڏڙڪنديون پسي سگهجن ٿيون!

فن متعلق سندس رويو هميشہ هاڪاري، تعميري، ۽ صوفياڻو، پڳتي سوچ جي قريب تر رهيو آهي. سنديس نظر ۾ هر تخليق : شاعري، ادب، سنگيت، سنگتراشي، چترڪاري، نرت ڪلا بلڪ انساني "وجود" جو "گيان ۽ ڪرم" يوڳي عمل بہ تخليق جي دائري ۾ سموئجي سگهن ٿا.......... انهن سڀني "عملي" صورتن کي هڪبئي سان سهڪار ڪرڻ جڳائي . گوناگون تخليقي ڏسائن

ڏانهن active لاڙي سندس ڪردار ۾ اڇرجدائڪ شڪتي اتپن ڪري ڇڏي هئي

سرڪي جي ذات، سندس حياتي جي پوين ڏهاڪن ۾، پنهنجي آدرشن جي اندر جن جي شڪتي اڻ ڪٽ ٿئي ٿي .. وڌندي ۽ ويجهندي رهي سندس ڪلپنا جي شڪتي پڻ ٻڙ جي وڻ جيان بلوغت اختيار ڪندي چوڌس اُسرندي رهي. سندس جيون هڪ ساڃهه پريل ، فراخ دل ۽ فراخ نظر ڏاهي جيان گذريو. هر رنگ روپ ڌرم ۽ مسلڪ سان جڙيل انسان، سياست ادب جا ڪانڪي، سماج سيوڪ وغيره ونس، گهٽو ڪري، هر وقت ايندا رهندا هئا. گهرجائن جي بہ اٿاٽ ڪين هوندي هئي. سيڪو سندس ذات ۽ بات جون سُرڪيون پريندو رهندو هو. ڪيلاش پتي جيان سندس دائمي استان پيراڊائيز بلڊنگ جي پهرين منزل هو جتان سونهن، ساپيا، ڏاهپ ۽ فن جي اجهل لاٽ درياهہ جي نرمل مائيٽي وهڪري وانگيان وهندي رهندي هئي. هو انهن ڏهاڙن ۾ پنهنجي ذات اندر انجمن جيان لڳندو هو، ۽ منجهس تنظيمي صلاحيتون، وقت جيان، اڻ لکي طور وڌنديون ۽ ڦهلجنديون ڏيکاري ڏينديون هيون. اهو سمورو "مهان ڪرم" سندس گيان، ڌيان، ۽ اڻ ٽڪ تپسيا جي نتيجي مان اتپن ٿيو هو .. منهنجي لکيت جي انداز کي هرگز ڌرمي معنيٰ نہ ڏني وڃي.

انساني سوچ جو "سنسار" بنيادي طور، پهريائين ديني ۽ مابعدالطبيعاتي درجن، ۽ وقت جي اڻ مٽي ور وڪڙ پلائيندڙ، گپت ۽ پڌري پيچرن تان ڊگهو، اڻانگو ۽ ٿڪائيندڙ سفر جهاڳيندي هينئر فطرت جي صاف شفاف سندر موهيندڙ لايدائڪ "ڏيک" ۽ انساني ذهن ۽ جسم جي ساڻس سياوڪ، بنيادي، ازلي ڳانڍاپي جي رشتي جي گهري مشاهدي ۽ درجابندي تي اچي رسيو آهي! ان "سنسار" جي هن جنڪشن تي رسائي وڏن ٻليدانن، جاکوڙ، ۽ رت ولوڙ بعد ممڪن ٿي سگهي آهي!

سرڪي پنهنجي اوائلي عمر کان ان جاکوڙ، ٻليدان، ۽ رت ولوڙ جو هڪ عمدو مثال آهي. بدقسمتي سان ڪيترا ماڻهو اڻ ڳڻين ڏاکڙن بعد اهڙي Achievements کان منهن موڙي، ويرتا جي گهٽتائي سبب يا آپ سوارٿيپڻي جي ڏڪاريل خواهش ڪارڻ ٻيهر ان ور وڪڙ، گپت ۽ ٻوساٽيندڙ ا نام گفائن ڏانهن ڏِڪجي ترڪي پون ٿا . يا هينئن چئي سگهجي ٿو تہ گهٽو ڪري، هتڙي ئي موجوده جنم ۾ - چهري تي نقاب اوڍي يا بنا نقاب جي —ماڻهو "موت" ۽ "جنم جنمانتر" (Transmigration) جي سوڙهي ۽ اڻ — وسهندڙ "چڪر" ۾ داخل ٿيڻ کان سواءِ ، "پنر جنم" (Re_incarnation) جي سڪ ۽ دک جي پوڳٽا پوڳيندا ڏيکاري ڏيندا رهن ٿا! شيخ اياز، غلام رباني ۽ فتاح ملڪ، ان ناڪاري عمل جا ڏکوئيندڙ مثال آهن. ٻيءَ سٽ ۾ سرڪي، تنوير

عباسي، نهرو، نراد چوڌري، حيدر بخش جتوئي ۽ نواب اڪبر بگٽي وغيره اسان آڏو سرخرو بيٺل ڏيکاري ڏين ٿا!

سرڪي جي مهانتا سندس ڇڏين لکڻين کان وڌيڪ سندس اُتم سوچ، ۽ اُن جي عملي پهلو ۾ موجود آهي جيڪو پنجاهه واري ڏهاڪي کان شروع ٿي آئنده جي ٽن چئن ڏهاڪن تائين جوين ۾ رهيو. ان بعد ويندڙ وير جيان ان ۾ آهستہ روي ايندي رهي جنهن جا انيڪ سبب آهن، جنهن جي وچور ۾ وڃڻ مناسب ڪونهي.

پنهنجي چوگرد ڦهليل .. سنڌ جي حوالي سان .. سماجي رشتن جي تاڃي پيٽي جي گهري ڇاڻ، ڪلاسيڪي ۽ جديد .. ڏيهي خواهہ پرڏيهي ... ادب جو گيان، ان جي ڇنڊ ڇاڻ، فن جي Charms جو ادراڪ منجهس جهجهو هيو.

هتڙي سندس حيات جي خاڪي جي بجاءِ "ذات" جي تخليقي سفر جو چتر پيش ڪرڻ چاهيان ٿو. سرڪي پنهنجي "دور" جي ڪک مان پيدا ٿيو هو. سندس روح مدهوش ڪندڙ سڳنڌ سان پُر رومان لاءِ سڪندو رهيو، پر، پلئہ ڇا پيس؟ بن ۾ اڪيلو پٽڪندڙ يوگي وارو "يوگ" ۽ " آتما "!! انڪري سندس زندگي جو ڊرامو، " تخليقي مواد " کان وڌيڪ وزني ۽ معتبر آهي. متي چاڻايل " منفر دور" ۽ سندس "بي مثال ذهن" ڪيس هُنَ ۽ هِنَ زما: ي جي "ڏاهن" جي سدا ٻهہ ٻهہ انڊلٽ سان اڻ ٽٽ ناتي ۾ پوئي ڇڏيو هو: گوبند مالهي، جي ايم سيد، سجاد ظهير، حشو ڪيولراماڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز، حيدر بخش جتوئي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، امام علي نازش، ڊاڪٽر رحمان علي هاشمي، اديب الحسن رضوي، انيس هاشمي، رضا ڪاظم، هري دلگير، جمال الدين بخاري، جمال ابڙو، سوپوگيانچنداڻي، محمد ابراهيم جويو، محمود علي قصوري، عابد حسن منٽو، "اُتم"، عينشي وديارٿي، مونس، دراب پٽيل، پوهومل، حفيظ شيخ وغيره.

سنديس حيثيت جي باري ۾ پنهنجي اظهاريل راءِ ڪي وڌاءُ انڪري ڪين چوائڻ پسند ڪندس جو ساڻس منهنجو ذاتي تعلق .. ادب، نظريہ ۽ سياست .. جي حوالي سان پنجاهه واري ڏهاڪي جي آخري ورهين کان شروع ٿيو هو.

__ سن 1956.57ع ۾ مان ڪراچي آيل هيس. سنڌي ادبي سنگت جي حوالي سان آءُ ان ادبي تنظيم جو سڪر اندرجوائنٽ سيڪريٽري ۽ رشيد ڀٽي سيڪريٽري هوندا هئا سون. پوهومل ۽ حفيظ شيخ سان اڳيئي سنبنڌ جڙيل هيو. پوهوءَ ڪيس منهنجي سلسلي ۾ اڳ ئي آگاهه ڪيو هوندو .. ۽ شايد ساڳي ئي ڏينهن صدر ۾ پيراڊائيز سينيما پرسان South China ريسٽورنٽ ۾ مانجهاندي تي

اِن ٽمورتي(پوهو، سرڪي، حفيظ) سان نہ صرف "خيالن" جي اڪت ڏي وٺ ٿي بلڪ اڻ ٽٽ ياري Comradeship جو آغاز ٿيو.

يم دوت جو تخم ڪيني، حسد، نفرت ۽ نسلي برتري جي "ڪريل" اونهاين مان اُپريو هوندو انڪري اهڙا نفيس، پياريريا ۽ آفاقي سنگم مُور ڪين وٽنيس. وقت جي اڻ گهڙيل ۽ بي انت "تيشٽن" تي اِها اصلي، خالص ۽ سوپيا ۾ رتل ٽمورتي هڪبئي کان وڇڙندي رهي!

اِهو زندگي جو سڀ کان وڏو الميو آهي. ان کان بہ وڏو الميو اِهو آهي تہ غير خالص، غير حقيقي، ۽ زمين جي جڙن کان وانجهيل ٽمورتيون "امرتا" ماڻين ٿيون!

سرڪي جي بي وقتائتي وڇوڙي جي پرچاڻي لاءِ آءُ ۽ منهنجي پتني جڏهن سندس گهر ويا سون تہ هن جي نياڻي پريل آواز ۾ مون کان پڇيو هو،

" انڪل، اوهان يقيني طور "پنرجنم"(Reincarnation) ۾ وشواس رکندا هوندوَ، مون کي ٻڌائي سگهندوَ تہ بابا هن وقت ڪهڙي حالت يا صورت ۾ هوندو؟ "

مون ڪيس دلداري ڏيندي وراڻيو هو، "مان "جنم چڪر" جي متي ۾ قطعي وشواس ڪين رکندو آهيان. البتہ تنهنجو پتا، هڪ "ڪرم ۽ گيان يوگي" انسان هو. اهڙا انسان امرتا ماڻيندا آهن. هو هر وقت تنهنجي ۽ سيني جي آڏو پنهنجي "اُتم آدرشن" ۾ زنده جاويد رهندو!"

سرڪي هڪ نرم خُو (Slow motion) ، دريا جي هلڪي رواني جيان آهستگي سان گفتگو ۾ يقين رکندڙ انسان هيو جنهن جي ڪنارن تي مڌر سُرن جو گمان ٿيندو هو. مون سندس لهجي، آواز، ۽انداز ۾ فتاح ربانيءَ سوپي جي آبشاري، يا جهرڻي جهڙي وچندڙ تندي، تيزي ۽ بلندي ڪڏهن ڪون ڏٺي!

ڪڏهن ايئن گمان ٿيندو هو تہ شايد خدا ڪيس جوڙڻ وقت صنف نازڪ جي قطار شامل ڪرڻ بجاءِ، الاجي ڪهڙي پورُ ۾ اچي اوچتو ٻيءَ مخالف ڌر جي صف ڏانهن ڌڪي ڇڏيو هوندو!

اگر پنرجنم ۾ وشواس ڪيو وڃي، جيئن مغرب جي ٻن مشهور ڪتابن Confessions of Adger Cassy ۽ Story of Bridy Murphy ۾ ڄاڻايو ويو آهي ، تہ گوسوامي گيتاداس نتاسنگهوي چواڻي جيڪو اڳوڻن جنمن جي ڄاڻ رکڻ جو دعويدار آهي- سرڪي اڳوڻي جنم ۾ نرم گفتار، شاهاڻي رفتار، اُجري ڪردار رِکندڙ سيبتي، ٻاجهاري ۽ سباجهڙي سندر ناري هوندي هئي جنهن جا نوراني پاڇاوان سندس موجوده هن عصري جنم ۾ چٽائي سان ٻکندا ڏيکاربا هئا!

پاڪستان اندر پنجاهه واري ڏهاڪي کان اڄ تائين سول ۽ فوجي ڳانڍاپي جي بڇڙاين هن ڌرتي جي اڪثر روشن ۽ سگهارن ذهنن کي موقعہ پرستي جي دنيا ڏانهن ڇڪيندي ناڪاري، عوام دشمن ۽ "ڌرتي ماءُ" سان بيوفائي واري سياست اختيار ڪرڻ جي ترغيب ڏني آهي، جنهن جي نتيجي ۾ سچ، سونهن، چڱائي ۽ ايمان جي سوالن جي اهميت ٻئي، بلڪ ٽئين درجي تي وڃي رسي آهي.

مٿي ڄاڻايل "بحراني دور" اندر ڳاڻ ڳٽيا ذهن جهڙوڪ محمد ابراهيم جويو، جي ايم سيد، سوڀو گيانچنداڻي(پر هينئر نہ چو جو "عوامي ڪوس" جي ڪانڪي ڊڪٽيٽر پرويز مشرف کان، سندس اسلام آباد ۽ ڪوئٽہ ۾ "فٽ" ٿيل "ادبي چاڙتن" جي سهائتا ذريعي "ناٽي جي ٿيلهي" بطور انعام حاصل ڪري پنهنجو "قد" گهٽائي پاڻ کي لوئي ڇڏيو اٿس. هتڙي مونکي فرانس جو ناميارو شاعر ۽ ليکڪ پيري بيرانگر(Pierre Baranger_ 1780) هنيانءُ تي هري آيو آهي. هو پنهنجي باغيانا نظمن ڪارڻ ڪيئي ڀيرا، ڪامريڊ سوڀي جيان، جيل ياترائون ۽ يوڳٽائون ڀوڳي چڪو هو. هن جي وجود ۾ موجود "باغي آتما" کي زير ڪرڻ خاطر "آرنيلسٽ" حڪمران گهراڻي کيس گهٽيئي انعام اڪرام آڇيا پر هُنَ پُر وقار انداز ۾ ٺڏي ڇڏيا. ان کان علاوه اسيمبلي ۾ چونڊجڻ بعد ان سيٽ تان بہ، ڪردار جي آلودگي کان بچڻ خاطر، استعيفا ڏيئي ڇڏيائين.. ۽ ڪنڌ نہ نمايائين. جولائي ۾ تبديلي دوران نئين بادشاهت،ان بعد ٻيو دفعو وجود ۾ آيل شهنشاهيت طرفان پيش ٿيندڙ سڀني اعزازن، انعامن کي، ڳاٽ اوچو ڪري، ٺڏيندو رهيو.. تانجو سن 1857 ۾، ڪسم پرسي جي حالت ۾، وڃي موت سان همڪنار ٿيو! سندس شهرت لازوال لکڻين ۽ لاثاني مضبوط ڪردار سببان، فرانس کان ٻاهرڻ يعني سموري يورپ ۾ مشڪ جيان ڦهلجي چڪي هئي! هيءُ نہ ماضي بعيد جو واقعو آهي ليڪن ماضي قريب ۾ فرانس جي جڳ پرسڌ فلسفي، اديب ۽ دانشور جين پال سارتر پڻ "اصول" کي سامهون رکندي ادب جو وڏو انعام"نوبل پرائز" ٺڪرائي ڇڏيو هو. ان ناچڱي ڳالهہ تي گهرو سوچيندي هتڙي مونکي فرانس جو اوڻويهين صدي جي آخري پُرشور اڌ وارو ادبي دور من تي هري آيو آهي.

ان زماني جي ادبي ڪهڪشان ۾ جارج سئنڊ، ايوان ترگنيف، گستاوءُفلوبيئر، ٿيوفائل گاتيئر، ايڊمنڊ گانڪور، وڪٽرهيوگو، مارسيل پرائوسٽ، پال بورگيٽ، لي ڪانٽي لزٽي، اسٽيفن ملارمي، اناطول فرانس، سينٽ بوئي، بادليئر، جيولس لماتري، رينان، ايم ٽين، پال ورلين، ڪوپي، انفئسي ڊوڊي پنهنجي نوراني روشني سان انسان ذات ۾ علم، ادب ۽ تهذيب جي جوت ڦهلائي رهيا هئا. ان ڪهڪشان جي پريت لڙي ۾ عظيم ايملي زولا ۽ منفرد،

اذيت، ۽ راجا اندر جهڙي ڏيا ۾ رتل، مهان ڪهاڻيڪار گاوڏي موپسان پڻ گيان، ڏيان ۽ مريادا جي جوت جون لاٽون سموري سنسار اندر ڦهلائيندا رهيا هئا.

انهن پُر آشوب ڏينهن ۾ فرانس جي ادبي اڪيڊمي عظيم "زولا" کي "ڪراس آف ليجن آف آنر" جي اعزاز ڏيڻ کان انڪري انڪار ڪيو هو ڇو جو هن نيم سرڪاري رسالي "ريويو ڊي ڊيو مانڊيس" اندر پنهنجون لکڻيون ڪڏهن ڪين ڇپايون هيون، ايڪڊمي جي "سرڪاري ٺپي"، وارن عملدارن سان ميل جول ڪين رکيو هو، ۽ اُڏوهي ڪاڌل سماج جي سرڪاري ڪامورن کان هميشه پاڻ کي دور رکندو رهيو هو، ان ڪارڻ اهو اعزاز هڪ "نرڪائو" اديب کي ڏيئي نوازيو ويو هوا! موپسان جي "باغي روح" کان اهو ڪتو عمل سنو نہ ويو ۽ هن هڪ بيان ذريعي احتجاج ڪندي اظهاريو، "هيءَ ڪذي حرڪت اعزاز جي بي حرمتي جي برابر آهي، "اِهو ڪيڏو نہ نيچ عمل آهي" ان بيان ۾ وڌيڪ اضافو ڪندي ڇاڻايو هئائين، "مان جيستائين حيات آهيان "ريويو ڊي ڊيومانڊيس" ۾ ڪڏاچت ڪين لکندس، مان ايڪڊمي جي ميمبري ڪڏهن قبول ڪين ڪندس ۽ اگر ڪنهن وقت، ان اعزاز جي آڇ ٿي تہ اها ڪدا چت قبول نہ ڪندس"

ان بعد بہ پيرا ڪيس اهو اعزاز آڇيو ويو پر، هن فلوبيئر ۽ زولا جي آدرشن جو مثال قائم ڪندي ان کي ٺڏي ڇڏيو هوا!

پاڪستان جي "ايڪڊمي آف ليٽرس"بہ فرانس واري اڳوڻي ايڪڊمي جو (Proto_ type)آهي . هتڙي فرق اهو آهي جو سنڌ ۾ ڪامريڊ (سوبوگيانچنداڻي) ۽ بلوچستان ۾ عبدالله جان جمالديني کي ايڪڊمي جي سانچي ۾ فٽ ڪرڻ لاءِ نهايت فينسٽائي سان سندن ڪنڌون، پاسا،قد ڪاٺ ٺيڪ ڪري ۽ پر ڪٽي (Trim) ڪري ٺپي ٺوڪي قالب مان ٻاهر ڪڍيو ويو هوا! اعزاز ملڻ کان پوءِ (Man from outer space) وانگر عجيب مخلوق بڻجي چڪا هئا!

جنهن جا هٿ ڌرتي جي ڏڱن ،۽ ان جي اولاد جي "معصوم" رت سان لال هجن ، انهن نردئي هٿن مان "اعزاز" قبول ڪرڻ ڪيڏو نہ ڳرو انياءُ آهي پنهنجي"آدرش"سان، پنهنجي"نظرئي" سان، زمين جي دکي انسانن (Wretched of the earth) سان، جن سان ورهين کان ڪمٽمينٽ رهي هجي - ۽ آخر ۾ پنهنجي جنني "ماتر يومي" سان! هتڙي مون کي نواب اڪبر بگٽي ياد اچي پيو، جنهن کي جڏهن کان چاڻ پيئي تہ حميده کهڙو - ورهين کان سندس گهري دوست ۽ روشن فڪر خاتون - مٿي ڇاڻايل "نردئي هٿن" هيٺ وزارت قبول ڪيئي هئي- ان وقت ئي ساڻس سمورا ناتا ۽ رشتا ٽوڙيندي دير ڪين ڪيائين ، ۽ مرڻ گهڙي تائين پنهنجي "پرنگيا" جو پالن ڪندو رهيو!!)، ۽

نورالدين سرڪي وغيره اهڙا اُتم انسان آهن جن تي متي ذڪر ڪيل ڪَٽُ ڪين چڙهي سگهي.. ڪنول جيان نرليپ رهيا آهن.

هڪ لڳا گستاوءِفلوبيئر موپسان جي ماءُ "لوري" کي دانشور جي فرضن تي ويچاريندي لکيو هو، "هن سنسار ۾ سڀ کان اوچو "ڪرم" پنهنجي آتما جي بلندي ۾ سمايل آهي. سچي دانشور جو فرض آهي تہ هو پاڻ کي سماجي، سياسي بجڙاين کان "ڪنول" جيان نرليپ رکي."

ادب ۾ ترقي پسندي، ۽ غير ترقي پسندي ( مان رجعت پسندي ڪين چوندس، جيئن اڪثر اظهاريو ويندو آهي) جي وچ ۾ ڪديل "ڪلپنائي سَندو" لڇمڻ ريکا جيئن گهرو، چٽو، ۽ مستحڪم ڪونهي؛ ۽ نہ وري انهن جي دِرميان ڪا No man's land آهي. انڪري بعض اوقات حدون اورانگهڻ ۾ لڳا ئي ڪين پوي!

ان سموري خيال آرائي جي باوجود ادب جي انهن پنهي روين، تحريڪن، ۽ لاڙن وچ ۾ "پڪي ياري" ڪڏهن ڪين جُڙي ۽ جنمي سگهي، بلڪ صاف، چٽو ۽ غير ترديدي antagonism ، رامائٽي ڏهيسر جيان، هر سميءِ موجود رهيو آهي.

مونکي هتي فرانس جي اٺويهين صدي جي "رومانوي ادبي تحريڪ" جو پيو دور ياد اچي رهيو آهي جنهن جو سرمور ناميارو شاعر ۽ اديب ٿيوفائل گاتيئر ۽ پيا هئا. ان تحريڪ پي "سهڻي" ادبي شاخ جو بنياد وڌو جنهن کي Parnassian School يا تحريڪ ڪوٺيو ويو. ان اسڪول جي فڪر جا پانڌيئڙا، يا "بي پَريا" اُڏام پريندڙ سرجڻهار شاعري ۾ content بجاءِ هيئت جا هيراڪ هئا، ۽ "ادب برائي ادب"جي لاڙي جا باني مباني بہ هئا.

ان تحريڪ ۽ اُن جي دلچسپ، دلڪش، ۽ وچتر شاخن مان نثر، خاص طور نظم جي پاڳ ۾ ڪيئي ناليرا فنڪار هڪپئي پٺيان ايندا رهيا جن جي "منفرد" "چرڪائيندڙ" ۽ "وسميءَ" ۾ وجهندڙ رچنائن، ادب جي دنيا ۾ "ڪُن"، "گجگوڙ"، ۽ "لاوا" جهڙي اُٿل پُٿل پيدا ڪيئي جنهن جا current۽ under_current اڄ ڏينهن تائين محسوس ڪري سگهجن ٿا.

اِهي سرجڻهار،عام طور،شاعري جي ذريعي ڪنهن قسم جي پيغام، جذبي جي اظهار، يا مقصديت جي پرچار جي بلڪل خلاف هئا. ڪين"فن" اندر اهڙي رَوش اختيار ڪرڻ کان سخت چڙ ۽ نفرت هئي. سندن زور اسلوب جي چرڪائيندڙ صورت گري، لفظن کي الڳ، وچتر، ۽ اڏيت معنائن جا وستر پهرائڻ، ۽ اظهار جي مروج، موسيقي جي طور طريقن جي پيمانن کي پيچي پورا ڪري نت نين راهن جي تعمير وسيلي انهن مان پنهنجا پنهنجا الڳ پيچرا، گس، ۽ ڏڳ ناهڻ جي تجربن اندر پوشيده هو!

فنڪارن جي ان وڏي سَٽَ ۾ فرانس جا چار عظيم ”روماني“ شاعر: چارلس بادليئر، پال ورلين، آرٿر ريمبو، ۽ استيفن ملارمي، منهنجي راءِ مطابق، سڀ کان اُتاهين جڳهہ والارين ٿا. دنيا جي ادب ۾ ابهام، علامت نگاري، اُلٽي گنگا وهائڻ، ڊاڊاازم، سريئلسٽ وغيره لاڙن، روين، ۽ پيمانن جو نہ صرف تعارف بلڪ لاڳو ڪرائڻ جي جس جا بہ اهي ”چارئي يار“ ڀاڳي آهن.

هنن جي اصلوڪي ”عرق ريزي“ پنن تي اوتڻ بجاءِ مان منجهن جذب ٿيڻ جو جتن ڪندي، سندن رخ، انداز، سوچ اپنائيندي، ڪجهہ ”شيون“ جوڙي پيش ڪرڻ جو ساهس ڪيان ٿو:

ملارمي جي ڪاري مَسُ
اُڀ تي اُڏري لغڙ اُڏائي
ڀڄاري ڪان ڀاڻ ڀڄائي
ڀلا ڪائي گيت پيو ڳائي
ملارمي جي ڪاري مَسُ

ٿاٿاري جي ٽڪ ٽڪ تي
ورلين وينو راڳ سٽائي
ڏوڙ ڏئي جيان ڇائي ڀائي
رڻ جي اُس ۾ ڀاڻ ڀڄائي

ٻوڊ ۾ ٻرجي بادليئر يارو
طوفانن جي ٻي طوفاني ۾
ٻيڙيون ڪيهي، جهانجهہ وڄائي
ڪپڙا لاهي گيت پيو ڳائي

آب ۽ داٽو
من ويڳاٽو
ڳنڍ ۾ ناهي ڪوئي ناٽو
هاءِ حياتي ريمبو ڪاٽو
ورلين ڪري ڪيسان ماٽو
ملارمي آساٽو ساٽو
آب ۽ داٽو
من ويڳاٽو

ريمبو رُلو راهه ۾
ورلين ڪاڏي گولي
وهائي پنهنجو رت
پريائين چُسڪي مَڌ جي

اِجها، اِها آهي غير - ترقي پسندي!

نورالدين سرڪيءَ حفيظ شيخ کي اِها رومانيت، "پرناسِيئن تحريڪ" يا ان جا گونج ۽ شاخون، غير - ترقي پسندي ڪڏهن ڪين آئڙيون. اِهو ئي ڪارڻ هو جو ميراجي، ن.م راشد جي روح پرورلئه، تال، موسيقي -- ۽ لفظن جي نڪور سونهن سان سرچي ڪين سگهيا. ايڊگرايلن پو ۽ محمد حسن عسڪري جي پراسرار اونهائي، ۽ ا- پار جاڻ بـ پانءِ ڪين پئي.

شاهه، سچل، سامي جي الوهي سونهن، ا-پار بي باڪي، ۽ ويدانت ۾ سمايل انساني واس جي سڳنڌ، ساڃهه، ۽ سواد جون سرڪيون پريندي ۽ پرائيندي جيون جو سفر، خوشي خوشي طئه ڪندا رهيا.

اهوئي سبب هو جو سندن (حفيظ ۽ سرڪي) منفرد اسلوب، ۽ اثرائتي چوٽي ۾ خوبصورتي، بي ساختگي، نرملتا، ۽ من کي ڇهندڙ سادگي، مينهن - ڦڙن جيان، پاڻ ڏي ڇڪيندڙ هئي، - ۽ ان کان علاوه ان اندر سدا موجود "چتائي" پڙهندڙ ۽ ٻڌندڙ لاءِ ڪداچت تڪائيندڙ ڪين هوندي هئي!

# سامي سِڄ وڙاءَ.......

## سراج

مرحوم نورالدين سرڪيءَ سان ايترو ويجهو رهيو آهيان جو اهو ياد ئي نٿو اچي تہ هن سان ڪڏهن ڏيٺ ويٺ ٿي. البت ايترو ياد پوي ٿو تہ اسان جي ملاقات، ڪافي آڳاٽي آهي ۽ وڪالت شروع ڪرڻ کان گهڻو اڳ سنڌي ادب جي حوالي سان ٿي هئي. هي اهو زمانو آهي جڏهن آءُ سنڌي ادبي بورڊ سان واڳيل هئس ۽ اسان ٻنهي جو پيارو دوست، محمد ابراهيم جويو، ادبي بورڊ جو سيڪريٽري هو ۽ آءٌ سندس ماتحت اسسٽنٽ سيڪريٽري هوس.

ابراهيم جويو سنڌي ادب جو هڪڙو وڏو نالو تہ آهي ئي، پر هن جي هڪ ٻي سڃاڻپ ڪابي ڌر جي حوالي سان بہ آهي. هو نہ رڳو هڪ بنيادي مارڪسسٽ لڏي سان لاڳاپيل ڪارڪن هو، پر ايم اين راءُ جي پوئلڳ پانڊيئڙن مان بہ هڪ اهم عقيدتمند هو. منهنجو هن سان ڳانڍاپو سنڌي ادب، مارڪسزم ۽ رائيسٽ طرف لاڙو ۽ رجحان هئڻ جي ڪري هو. ان وقت (1955 کان شروع ٿيندڙ ڏهن سالن جي عرصي ۾) جن لينِنسٽ ۽ خاص ڪري مارڪسسٽ لڏي ۾ سوڀو گيانچنداڻي، پوهومل، موتيرام، جمال ڇديقي، شيخ اياز، رشيد ڀٽي، نورالدين سرڪي وغيره شامل هئا. (بدقسمتيءَ سان هن وقت ان لڏي جا فقط ٻہ ماڻهو ابراهيم جويو ۽ سوڀو گيانچنداڻي زنده آهن، شل اجا ڪجھ سال اسان جو ساٿ نہ ڇڏين!)

ابراهيم جوئي سان منهنجي ۽ سرڪي صاحب جي گهري دوستي هئي. ادبي گڏجاڻين ۾ سرڪي مرحوم سان ملاقاتون ٿينديون هيون ۽ هن مون کي سندس علم ۽ ڪمٽمينٽ (commitment)متاثر ڪيو. هن جو ادبي تحريرن، شعر، ڪهاڻي يا مضمونن تي تبصرو ۽ تنقيد ايتري تيز ۽ گهري نظر واري هوندي هئي جو مون جهڙو سيڪڙاٽ، اعتبار کان وڌيڪ متاثر ٿئي تہ عجب نہ ٿيڻ گهرجي.

اهڙي هڪڙي گڏجاڻيءَ ۾ سنڌ جي ڪلاسي ڪي ادب ۽ شاعري تي محفل ۾ سرڪي صاحب ڀٽائيءَ جو هيٺيون بيت پڙهيو:

مون ڪي مون پريَن، ٻڌي وڏو ٻار ۾،
اُيا ايئن چون، مَڇُڻ پاند پُسائين!

ان تي وڏو بحث ٿيو. جڏهن سرڪي صاحب جو وارو آيو تڏهن هن چيو تہ سنڌ تي تصوف جو جمالياتي اثر ايترو گهرو ۽ گهڻ پاسائون آهي جو ان کي

عالمي انسان دوستيءَ کان الڳ رکي نٿو سگهجي. هن اِڳتي وڌندي چيو تہ اهو ساڳيو شعر فارسي شاعرن مختلف رنگن ۾ چيو آهي مثلاً:

**در قعر دريا، تخته بندم کردئي!**
**بازمي گوئي، دامن تر مَ کُن، هشار باش!**

(تو دريا جي سير ۾، تختي سان ٻڌي، مونکي وجهي ڇڏيو آهي. مٿان وري اهو حڪم بہ ڏنو اٿئي تہ پلاند يا دامن آلو نہ ٿئي، هشار ٿي!)

ان هڪڙي مثال منجهان ڏِسو تہ هن جو مطالعو ڪيڏو نہ وسيع هو.

ادبي بورڊ جي ”مهراڻ“ رسالي لاءِ جويي صاحب ۽ مون ڪوششون ڪيون تہ سنڌي عورتون بہ اديب هجڻ جي حوالي سان مهراڻ لاءِ لکن. ان سلسلي ۾ هن جمال صديقي جي همشيره ادي شمس کي لکڻ تي آماده ڪيو ۽ هن ڪيتريون خوبصورت ڪهاڻيون لکي ڏيڪاريون. ابراهيم جويي هڪڙي ٻي ڪاوش اها ڪئي تہ هن ادي شمس جو سرڪي صاحب سان رشتو طئي ڪرايو. جڏهن هنن جي شادي ٿي، تڏهن ڄاڃين ۾ مان بہ شامل هوس!

اڄ سرڪي صاحب کي مرحوم لکندي قلم ڪنبي رهيو آهي. هاءِ ڪورٽ بار ۾ تقريبا روزانو ملڻ ٿيندو هو، ۽ پوءِ ٿڪن مٿان ٿڪ هوندا هئا. فوجداري قانون (Criminal Law) جو هو وڏو ڄاڻو هو پر ڪوشش ڪندو هو تہ بار روم ۾ قانون بدران ادبي گفتگو ٿيندي رهي. سنڌ جي نئين ٽهيءَ جا اديب هن سان ملڻ لاءِ ايندا هئا ۽ هو ڪين سٺيون صلاحون ڏيندو هو.

هن پنهنجي پُٽ، شهاب سرڪيءَ کي سٺي قانوني تربيت ڏني ۽ شهاب پاڻ بہ هڪ سٺي محنتي وڪيل طور نالو ڪمايو آهي. پر سرڪي صاحب سيني کي اُداس ڪري هليو ويو!

**اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنوارين**
**آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين**
**جي جيءَ کي جيارين، لاهوتي لڏي ويا.**
**جوڳيءَ تي جڙاءَ، نسوروئي نينهن جو،**
**پتنگن جيان پيدا ٿيو، سامي سچ وڙاءَ،**
**آيو ڪاڪ تڙاءَ، ڪنوارين ڪکوريو**

شاهہ لطيف

26 اپريل 2008

# ادب دوست

## حميد سنڌي

سنڌ جي سرزمين عجيب آهي!.. هتي سر نسريا ئي نہ آهن تہ ماڻهن جي پوک مالک لڻڻ شروع ڪئي، هيل چيت ڪتي هک ڪري ڇڏيائين. منهنجو ياڻيجو عامر عزيز، عمر ڪا 38 _39 سال، ڪمپيوٽر جو استاد ۽ ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق، شاعريءَ سان بہ شغف – نہ ٻڌايائين، نہ وري سندس امڙ چواڻي تہ ساڻس بہ ڪي ويهي احوال ڪيائين (هاڻ ايڊمنسٽريٽر هاسٽلز) ڏينهن رات رڌل رهيو ۽ هک ڏينهن لله توهار ڪٽي ڪيائين. پويان معصومڙا ٽي ٻار، ماءُ ۽ گهر واري ڇڏي روانو ٿي ويو! مان تہ عامر جو ڄم بہ سنيران، منهنجن هٿن ۾ وڏو ٿيو. علم جو شوق ايترو جو ٻڌن ڪن تہ ڊگريون هيس. مون کي صدمو اهڙو آيو جو جيڪا شيءِ ڪٿان سا هت مان ڇڏائجي وڃي! هت اچا پيا ڏکن ڳالهائڻ چچرجي وڃي! هوڏانهن ماڻهن جي پوک وڃي لڻبي. سرڪي سنڌ جو هک بهادر، پڪو پختو ماڻهو، ڦُٽجڻ جهڙو تہ هو ئي ڪونہ. رشيد ڀٽي وارن جي فڪري قبيلي جو ماڻهو، جيئن رشيد هر ييري ملڪ الموت کي آڱونو ڏئي پڇي ايندو هو. نورالدين سچو ڏينهن ڪلڻ وارو ماڻهو، ٽي سگهي ٿو ملائڪ ايندا هجنس ۽ هيءُ کين ڪلندي ٽاري ڇڏيندو هجي، يا اسان يارن جي ڪچهريءَ ۾ ويهي گهومتي ڏئي ايندو هجي "يارحميد! ڪاٽي آن، ويهہ يلا، لنچ ۾ چا هلندو ، برياني يا ڇڪن بروسٽ، يلا ڪٽي ڇڪن روسٽ ٽا ڪائون" نورالدين جي آدرياءُ اها ٽي ۽ پوءِ آرڊر موڪلي ڏيندو. هاڻ هلندي ڪچهري. ڪيترائي سندس چاهيندڙ ۽ ڪتابن جا عاشق سندس علم جي بحر مان نڪتا چڱڻ لاءِ حيران پريشان ويٺا هوندا هئا. ڪيس ۽ مون کي پريشان ڪرڻ لاءِ هوندو هو اسان جو يار "سليم ٻوڙو" اسان جون رڙيون، پر نورالدين سڪون سان ڳالهائيندو ۽ چوندو، "هيءُ سمجهڻ واري ڳالهہ پاڻهي ٻڌندؤ ۽ سمجهندؤ ٻي ڳالهہ ڪي ٻرت بہ نہ ڪندو." پوءِ وڏا ٺهڪ ڏئي ڳالهہ کي اڳتي وڌائيندو ويندو، "يلا حيدرآباد جي ڏي خبر...." مون سان مخاطب ٿيندو. ائين ڪيئن ڳالهيون چرنديون ويندیون. هيءُ آهي ڪامريڊ نورالدين سرڪي اصل ويٺل علم ۽ ادب جي ديس شڪارپور جو. سندس گهر واري شمس صديقي بہ شڪارپور جي صديقي خاندان جو هک وڏو حصو هئي. ٻئي گڏيا تہ ٻوليءَ ۽ علم ادب جو جبل ٻڻجي پيا. منهنجي آڏو اهو نظارو ٿو اچي، جڏهن ٻئي پهرين "جشن روح رهاڻ" ۾ شريک ٿيڻ لاءِ ڪراچيءَ کان اچي سهڙيا. هاڻ شمس اسٽيج تي افساني جي نشست جي صدر طور ويٺي ۽ صدارتي ٻول ٻوليائين تہ محفل گل و گلزار ٿي پيئي. هوڏانهن

نورالدين ويچارو پنهنجي نندڙي کي کنيو پيو هال ۾ ڦري. سندس ڪن ۾ من محفل ۾ هجي. وري جو محفل ۾ اياز آيو ته نندڙي سندس هنج ۾ سمهي پيئي. پر ٻنهي اياز کي ويني ٻڌو. "هيءَ سئن نه ڏيندي چين..." سرڪي قديم جڳ کان سنڌي ٻولي ۽ ادب سان پاڻ کي سلهاڙيل رکيو. سنڌي ادبي سنگت جي انهن بنياد وجهندڙن مان هڪ هيو جن ادب لاءِ پاڻ موکيو. تاوز جڏهن سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد شاخ وارن ڪيس پيئا ڏيڻ لاءِ چئن پنجن ڇڻن جي ميڙ ۾ عقيدت جا گل آڇيا ته سنگت جا نسل در نسل ڪيترا پراڻا اسان پارا ميمبر ۽ ڪجھ ٻيا ويجھو ئي وينا هياسين. هاڻ اُنهن کي سڏڻ کان لاچار ئي وياسون هاڻ ته سرڪي ۽ ڪجھ اهڙن دوستن کي سڏ ي ميڙاڪو ڪوٺائڻ ڪيڏو نه ڏور ٿو پانيان. اُنهن سڏن کان هنن پري ڪري ڇڏيو. سنگت جو اهو تعزيتي ميڙ ڪيڏو نه اوپرو هو! اسان "بزم روح رهاڻ" جو تعزيتي ميڙ ڪري ڇڏيو. ادا نورالدين! تون اسان کان ڏور ناهين. مان تنهنجي تعزيت تي نه اچي سگهيس. جو منهنجي گهر ۾ پنهنجي سڳي ياڻيجي جي ميت کي ڪاڌي ڪيون ها. شهاب! ....... ادي شمس!...... اسين ڪيئن ٿا پنهنجي نورالدين کي وساري سگهون. نورالدين علم و ادب ۽ ڪتابن جو مينار! ڪيس خراج عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ هڪ ڪتاب لکڻ جو هڪ اعلان ڪافي نه آهي، پر ڪوڙ ڪتاب ٻه ٿورا هوندا. نورالدين جي ياد ۾ ڪيترائي ميڙ ڪوٺائجن ته ٻه ٿورا آهن. رڳو اُهي خلوص دل سان هجن (ته ماهي مهراڻ جي ٿورن سان)

# منهنجو فڪري استاد

## عبدالحڪيم ارشد

زندگي ۾ مون جن ساڃاهه وند شخصيتن کان ڪجهه سکيو، پرايو ۽ شعور حاصل ڪيو آهي، تن ۾ نورالدين سرڪي صاحب جو نالو نشانبر آهي، ادب، سياست، انقلابي جدوجهد ۾ منهنجي ترقي پسند نظريي جي تشڪيل، تربيت ۽ تعمير ۾ سرڪي صاحب سان لڳاتار ڪچهرين ۽ ادبي سنگت جي حوالي سان گڏجي ڪم ڪرڻ دوران مون ان کان فڪري ۽ عملي ڏاهپ جا ڪي اهڙا گر، سياڻپ جا ڪي اهڙا سبق سکيا آهن، جن منهنجي جذباتي ۽ ابهري مزاج کي متانت ۽ سنجيدگي ڏانهن مائل ڪري زندگي ۽ ان جي مسئلن ڏانهن سوچڻ لاءِ منهنجي سوچن جي رخ کي مثبت ۽ تعميري راهن ڏانهن موڙڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. عبيدالله سنڌي وٽان اسان کي طبقاتي انقلاب جو شعور مليو، سائين جي ايم سيد وٽان سنڌيت جي ساڃاهه ملي، ته سرڪي ۽ قاضي فيض محمد مرحوم جي درسگاهن مان شعور ۽ ساڃاهه کي پنهنجي منطقي نتيجي تائين پهچائڻ جي لاءِ سائنسي ۽ فلسفيانه طرز - فڪر اختيار ڪرڻ جي فڪري تربيت ٿي. اڄ جڏهن پنهنجي فڪري ارتقا جي مختلف مرحلن، موڙن ۽ پرپيچ راهن تي طئي ڪيل سفر تي نظر دوڙايان ٿو ۽ هي سٽون لکڻ وقت جناب نورالدين سرڪي جي سنجيده، بيحد متين ۽ بردبار شخصيت کي پنهنجي تصور ۾ آڻيان پيو، ته ان جي انتهائي اڻ ڳڻين احسانن سبب نهايت محبت ۽ عقيدت وچان منهنجو ڪنڌ ان آڏو جهڪي وڃي ٿو ۽ اڄ نهايت ادب ۽ تعظيم سان پنهنجي هن محسن استاد کي دل جي سچي عقيدت سان سلام عقيدت پيش ڪندي ڪيس سنڌس جنم ڏينهن جون واڌايون پيش ڪيان ٿو.

شايد 1945ع جو دور هو، جڏهن شاعري جي شوق ۽ گل محمد چنه مرحوم جي صحبت ۽ سنگت ۾ مون نوابشاهه ادبي سنگت جو ميمبرشپ فارم پريو هو. اياز قادري مرحوم ان وقت سنڌي ادبي سنگت سنڌ جو سيڪريٽري جنرل ۽ نورالدين سرڪي مرڪزي ڪميٽي جو ميمبر ۽ پايان ٿو ته خزانچي هوندو هو.

انهن ئي ڏينهن ۾ جمعيت الشعراء سنڌ جي ڏنل هڪ طرح مصرع: ”اي جوانو جانبازؤ وک وڌائيندا هلو“ تي سرڪي صاحب جو پهريون غزل نوابشاهه مان نڪرندڙ هفتيوار ”آوازِ سنڌ“ ۾ ڇپيو هو. مون کي هاڻ ان جا شعر ياد نٿا اچن، مون پنهنجو پهريون غزل سرڪي صاحب جي ان غزل جي تتبع ۾ ساڳي طرح مصرع تي لکيو هو، جيڪو مون پهريون پيرو سنڌي اديب سنگت نواب شاهه

جي گڏجاڻيءَ ۾ تنقيد لاءِ پيش ڪيو هو. مون ڪي پنهنجي ان غزل جو هڪ شعر اڄ بہ ياد آهي:

**جيئن اٿي جهومي وري اڄ پنهنجي ڪائنات**
**زندگي جي ساز تي سي گيت ڳائيندا هلو.**

هي حوالو مون انهي لاءِ پيش ڪيو آهي تہ منهنجي شاعراڻي ذات جو پهريون محرڪ سرڪي صاحب جو اهو پهريون غزل ئي بڻيو هو.

سرڪي صاحب سان منهنجي غائبانہ واقفيت بہ سنڌي ادبي سنگت جي حوالي سان ٿي هئي تہ روبرو واقفيت بہ سنڌي ادبي سنگت جي حوالي سان ٿي. جڏهن 1964ع ۾ اسان سندس آفيس 17 اورنگزيب مارڪيٽ ۾ سنڌي ادبي سنگت جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي هئي، سنڌي زبان جو مشهور ترقي پسند شاعر، اديب ۽ ماهنامہ "سوجهرو" جو چيف ايڊيٽر مان وارو تاج بلوچ صاحب اسان جي برانچ جو سيڪريٽري هوندو هو ۽ نورالدين سرڪي، امرجليل، اقبال جتوئي، اشوڪ ڪمار گنگواڻي، ٺاڪر شرما، ميان گلزار سومرو، سيد نثار علي شاهہ ۽ مان ان ادبي سنگت جي ڪاروباري ڪميٽيءَ جا ميمبر هئاسين. سن 1964ع کان 1967ع تائين آءٌ سنگت جي ڪاروباري ڪميٽي جو ميمبر هوس، بلڪ 1967ع ۾ سيڪريٽري بہ ٿي رهيس، انهن ٽن سالن ۾ مون سرڪي صاحب کان گفتگو ۽ ان جي خاموش طرزِ عمل کان تمام گهڻو حاصل ڪيو. سواءِسرڪاري موڪلن جي مون کي ياد ناهي تہ ڪو بہ اهڙو ڏينهن نہ گذريو هوندو جڏهن مان اين جي وي هاءِ اسڪول مان نڪري "موڪل بعد" سڌو اورنگزيب مارڪيٽ سرڪي صاحب وٽ نہ آيو هوندس. انهن ٽن سالن ۾ مون کي منهنجي فڪري استاد "لينزم" ماؤزيتنگ، گورڪي، چيخوف، شولو خوف، سجاد ظهير جو ڪتاب روشنائي،علي سردار جعفري جو ترقي پسند ادب، مجنون گور کپوري ۽ ٻين ترقي پسند ۽ انقلابين جا ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏنا. مطالعي بعد اسين انهن تي گفتگو بہ ڪندا هئاسين. انهن مان مليل انقلابي شعور کي ادبي سنگت جي مختصر ۽ بظاهر مائيٽي ۽ محدود عملي ميدان تي ڪيئن آزمائجي، مون پنهنجي فڪري استاد کان اها حڪمت عملي سکي، پروڙي ۽ پنهنجي وس آهر تجربي ۾ آندي. زندگي جي سمورن شعبن جي مقابلي ۾ مان سمجهان ٿو تہ اديبن کي ترقي پسند شعوري نظريي ۾ پلٽائي، انهن کي آرگنائيز ڪرڻ هڪ انقلابي ڪارڪن لاءِ نهايت ڪٺن ۽ مشڪل عمل آهي. هن تجربي ۾ مون اهو سکيو تہ اديب ۽ مولوي طبقو نهايت انا پرست طبقو ٿيندو آهي. هي اهڙا رڪ ۽ فولاد آهن، جن کي رجائي، ايڪتا ، نظرياتي ۽ عملي وحدت ۾ سموئڻ نهايت مشڪل ڪم هو، پر آءٌ دعوا سان چوان ٿو تہ اها سرڪي صاحب جي ڏاهپ، سنجيدگي ۽ نظريي سان ڪمٽمينٽ هئي، جو 17 اورنگزيب مارڪيٽ واري

ادبي سنگت هزار اندروني خلفشار، ٻاهرين مخالفتن ۽ سياسي ناموافقتن جي باوجود خالقدنه هال ۾ سن 1966ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي ڪانفرنس ڪوٺائڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي. ان وقت اسان سڀني جون دليون هڪ ئي جذبي سان هم آهنگ هونديون هيون. اسان سڀئي ذاتي انانيت کان مٿي ڪجهه هڪ مقصد جي تڪميل لاءِ هٿ هٿ ۾ ملائي، هڪ ئي روح ۽ هڪ ئي جذبي سان اڳتي وڌندا رهياسين. اڄ سنڌ جو اهو ڪهڙو شهر آهي جتي سنڌي ادبي سنگت موجود ناهي. هن سڄي جدوجهد ۾ سرڪي ڪڏهن به پنهنجي راءِ ڪاروباري ڪميٽي تي مسلط نه ڪئي ۽ نه وري ايڏو سينئر هوندي به پاڻ کي مٿيرو بنايو، بلڪل نه.

سرڪي صاحب جي زندگيءَ ۾ مون کي وڏ ماٺهيائي ڪڏهن به نظر نه آئي 1964ع کان اڄ تائين مون هميشه ان کي پرعزم ۽ هڪ جهڙو ڏٺو. ايوب خان کان پرويز مشرف تائين هر دؤر ۾ جڏهن به آءٌ ساڻس مليو آهيان، سندس پيشانيءَ تي مون ڪڏهن به مايوسي، همت شڪني ۽ حالات سبب دلشڪستگي جون ريکائون نه ڏٺيون آهن. هو هڪ اهڙو پروفيسر آهي، جيڪو پنهنجي بلند علمي مرتبي، انقلابي عملي جدوجهد جي باوجود نوجوانن جي ذهني سطح تي هيٺ لهي، سندن تربيت ڪري ٿو. اوهين حيران ٿي ويندؤ ته عمر جي هن اسٽيج تي هئڻ جي باوجود، وڪالت جي مصروف پيشي سان تعلق هوندي به، هر روز ڪيترا ڪلاڪ مطالعو ڪري ٿو. انگريزي لٽريچر، سنڌي ڪتاب، فارسي شاعري به سندس زيرِ مطالع رهن ٿا.

ذاتي زندگي هجي، يا سندس آفيس جي اسٽاف سان سندس سياءُ هجي، يا سندس دوستن سان رويو، مون هميشه کيس جمهوري مزاج جو حامل ڏٺو ۽ محسوس ڪيو آهي. هو بلڪل معتدل مزاج وارو انسان آهي. سياست ۾ ٻاهران تبديلي يا انقلاب جي بجاءِ سماج جي اندروني تغير جو قائل آهي. هو جمهوريت ۽ جمهوري ادارن جي استحڪام جو قائل آهي. هو سماجي تبديلي جو طويل، صبر آزما ۽ هينان کان مٿي تائين علم، شعور، منظم پلاننگ ۽ منصوبه بندي واري حڪمت عملي سان خاموش سماجي تبديلي جو خواهشمند آهي. هو هميشه چوندو آهي ته انقلاب ٻاهران مسلط نه ٿيندو آهي، اها ته انارڪزم ۽ فرسٽريشن آهي. انقلاب لاءِ اهي اندروني حالتون پيدا ڪرڻيون پونديون، جيڪي پنهنجي اندروني اپار جي بنياد تي انقلاب جو منطقي نتيجو پيدا ڪن. سياست يا انقلابي هلچل ۾ هو ڊاڙ، ٻٽاڪ ۽ چسي نعري بازي کي پسند نه ڪندو آهي.

محمد ابراهيم جويو سندس قريبي دوست آهي. جويو صاحب جڏهن سرڪي صاحب وٽ آفيس ۾ ايندو آهي ته آءٌ خاموش نگاهن سان ٻنهي ڏانهن نهايت حيرت سان تڪيندو رهندو آهيان. مون کي خبر آهي ته اهي ٻئي زندگي

جي مادي نظريي جا قائل آهن، پر منهنجو ويساهہ وڏي ويندو آهي انهي ڳالهہ تي تہ جنهن ڏينهن خدا روحن کي خلقي کو الستي عهد ورتو هو، ان ڏينهن ان جاءِ تي اهي ٻئي روح هڪ ٻئي جي بلڪل پرسان ۽ بنا وٿي جي هوندا. خدا کي تہ خبر ناهي هنن جي روحن ڪهڙو جواب ڏنو پر هڪ ٻئي سان ساٿ نڀائڻ جو الستي عهد ۽ پيمان ضرور ڪيو هوندائون. ٻئي شخصيتون بيحد پيارويون، ماکي ۽ مصري کان مٺڙيون ۽ انسان ذات لاءِ سراپا محبت آهن. سنڌ ڌرتي جا هي روشن ضمير، روشن خيال ۽ انسان دوست انسان، زندگيءَ جي راهہ تي روشنيءَ جون مجسم علامتون آهن. روشني هميشہ اوندهہ ۽ انڌوڪار جي دشمن رهي آهي. جهالت، عقيدي پرستي، انسان ذات ۾ مختلف متڀيد، مذهب، طبقن، جاگرافين ۽ ٻين اضافي نسبتن جي بنياد تي انسانن ۾ تفريق ۽ انسان ذات جي وچ ۾ تقسيم در تقسيم، مظلوم قومن تي ظالمن، استحصالين، پرمارن ۽ غاصب قومن جي ظلم، انياءُ، بالادستي ، سندن تهذيب، ڪلچر، ٻولي، پيداواري وسيلن تي قبضو ڪري، انهن کي غلامي جي زنجيرن، ڳٽن ۽ پنجوڙن ۾ پابند ڪرڻ وارن پاپين جي پاپ نگر ۾ هميشہ هنن ساڃاهہ وندن انتهائي جرئت، حوصلي، پامردي، ثابت قدمي، اتساهہ ۽ ويساهہ سان انقلابي فڪر، شعور، سماجي تبديلي جي ساڃاهہ جون قنديلون ۽ مشعلون جرڪايون آهن. ذميداري ۽ جوابداري جي سچي احساس سان هنن اسان تائين صداقت جي امانت منتقل ڪئي آهي. اڄ سنڌ ۾ انقلابي سجاڳي ۽ جاڳرتا جي جيڪا لهر اپريل آهي، سنڌي قوم جي موجوده نسل ۾ آچپي، مزاحمت ۽ انسان دوستي جي جيڪا آرزو، امنگ ۽ احساس اسان کي نظر اچي ٿو، سو اهڙن انقلابي، ترقي پسند دانشور جي ڏاهپ ۽ جدوجهد جو نتيجو آهي. هنن اسان کي سکاريو آهي تہ سڄي دنيا هڪ عالمگير برادري آهي. قومون، مذهب، مملڪتون، جاگرافي سرحدون، مختلف انسانن ۾ سچاٽپ جا نالا آهن. نہ تہ سيني جي دلين جي رڳن ۽ شريانن ۾ ڊوڙندڙ رت ۽ دلين جي ڌڙڪڻ ساڳي آهي. سيني کي پاڻ ۾ امن، آشتي، پيار ۽ محبت سان رهڻ گهرجي . جنگ ۽ جدل، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ فطرت انسانيءَ جي خلاف شيطاني منصوبو آهي. زندگيءَ جو عظيم مقصد انسان ذات ۾ صلح ڪل، ايڪتا ۽ محبت قائم ڪرڻ آهي. ظلم سان پنهنجي پنهنجي حال ۽ حيثيت آهر مهاڏو اٽڪائي، دنيا تي ڇانيل شر، فساد، دهشت ۽ جنگ جا ڪارا ڪارا ڪڪر هٽائي، هن دوزخ بڻيل ڌرتي کي امن ۽ آشتي جي جنت بنائڻ لاءِ اسان مان هر هڪ کي پنهنجو پنهنجو ڪردار پنهنجي وس ۽ پهچ، قلم، علم ۽ عمل جي ذريعي ادا ڪرڻ گهرجي.

نورالدين سرڪي ۽ ان جي حوالي سان ابراهيم جويي جو نانءُ زبان قلم تي آيو آهي تہ آءٌ پرپور اتساهہ سان فقط ايترو چوندس تہ سنڌ ڌرتي جي هنن

مهان ذاهن اسان جي ذهنن ۽ ضميرن ۾ نئين سوچ، فڪر ۽ شعور جي جيڪا چڪي لڳائي آهي، سا ضرور هڪ ڏينهن پنهنجي انوکي مهڪار سان سڄي سنسار کي مهڪائيندي. سنڌ نڌ مان نيڻ مهتي جاڳي آهي. سنڌ مان هڪ نئين سنڌ اڀارڻ لاءِ اسان کي علم، فڪر، سائنسي شعور، ٽيڪنيڪل ترقي سان هلندڙ دؤر جي روح جي تقاضائن سان هم آهنگ ٿيڻو پوندو. جنهن لاءِ وقت گهڻو، ميدان ڊگهو ۽ وسيع، سخت محنت ۽ جاکوڙ جي ضرورت آهي.

نوٽ: هي مضمون روزانه عوامي آواز ڪراچيءَ ۾ سرڪي صاحب جي جنم ڏينهن جي حوالي سان ڇپيو هو. اسان سندن ٿورن سان ڇاپيون ٿا. ستار.

# وڳر کان وڇڙيل

## غلام رباني آگرو

نورالدين سرڪي ،سنڌ جي تاريخي شهر شڪارپور ۾ ڄائو. روزانه "ڊان" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل خبر موجب سندس عمر اسي ورهيه ٿي، انهيءَ حساب سان سن 1927ع ۾ ڄائو هو. اسڪولي تعليم شڪارپور ۾ ورتائين، ڪاليجي تعليم لاءِ ڪراچيءَ آيو، جتي گذر سفر لاءِ نوڪري به ڪندو هو ۽ تعليم به جاري رکيائين. "ايم اي" سان گڏ "لا" جي ڊگري به ورتائين، پر وڪالت ڪجھ عرصو پوءِ شروع ڪيائين. سالن جا سال اسلاميه ڪاليج ۾ ليڪچرار طور پڙهائيندو رهيو.

ماڻهوءَ جي نفسيات ٺاهڻ ۾ نسلي اثر وڌيڪ اهم آهي يا ماحول جو اثر، اهو متنازعه مسئلو آهي. اسان جي اڳوڻن عالمن مان ابن خلدون، هاڻوڪي دور جي مشرقي عالمن مان ابوالڪلام آزاد ۽ مغربي عالمن مان آلبرٽ آئنسٽائن انهيءَ راءِ جا هئا، ته "ماڻهو جيڪي ڪجھ آهي، سو پنهنجي ماحول موجب آهي" جيڪڏهن انهيءَ ڳالھ کي ڪسوٽي قرار ڏيو ته پوءِ نورالدين سرڪيءَ جي شخصيت کي شڪارپور شهر جي پس منظر ۾ به ڏسڻو پوندو.

شڪارپور جي شهر کي سنڌ جي تاريخ ۽ ثقافت ۾ خاص اهميت حاصل آهي. ڪنهن زماني ۾ مکيه تجارتي مرڪز هو. روس مان واپاري قافلا بخارا ۽ تاشقند مان ٿيندا، افغانستان ٽپي اچي شڪارپور ۾ منزل انداز ٿيندا هئا. ايران ۽ عراق مان واپاري قافلا بولان لڪ ٽپي ايندا هئا. هندستان جا واپاري قافلا اوير کان ايندا هئا. اسان وٽ اتر ۾ ملتان ۽ ڏکڻ ۾ حيدرآباد مکيه مارڪيٽ هئا. ملتان جو مال درياھ مان ٻيڙين رستي ايندو هو ۽ حيدرآباد جو خشڪيءَ رستي قافلن وسيلي. خشڪيءَ وارن قافلن ۾ اُٺن تي مال ڪٽي ايندا هئا. انهن قافلن جي هڪ سٺي تصوير سکر ايئرپورٽ جي عمارت ۾ ڏسي سگهجي ٿي. پاسي ۾ بار - بردار ٻيڙين جي تصوير به ٺاهي اٿن . جيڪي واپاري وکر ڪٽي، درياھ رستي اچي رهيون آهن. نيٺ واپاري ٻوليءَ ۾ چئبو ته "شهر جو وڏو چلتو هو." ايڏي اهم تجارتي مرڪز هئڻ ڪري شڪارپور گهڻين ئي ثقافتن جو سنگم ٿي پيو.

شڪارپور اهو اوڄ ۽ اقبال پورين به صدين ماڻيو. انگريزن جي حڪومت شروع ٿيڻ کان پوءِ به شڪارپور جي وڏي لئه هئي برطانوي دؤر ۾ ڇپيل گزيٽيئرن ۾ لکيل آهي ته"سٺي ۾ سٺيون ۽ مهانگيون لعلون يا برما ۾ ملنديون هيون يا وري شڪارپور ۾."

❊

انگريزَ اسان ماڻهن کان گهڻو وڌيڪ سياڻا هئا. مڻ جيترن گورن پنهنجي عقل ۽ لٺ باني سان هندستان جي ڪروڙين ماڻهن کي سَتي ڪُتي مٿن لڳ ڀڳ ٻه صديون حڪومت ڪئي.

سنڌ جي فاتح سر چارلس نيپئر جي عقابي اکين کان نڪي ته شڪارپور مخفي هئي ۽ نه وري حيدرآباد، ليڪن هن سوچي سمجهي، پنهنجيءَ حڪومت جي گاديءَ لاءِ مهاڻن جي هڪ ڳوٺڙي جو انتخاب ڪيو، سو هن ڪري جو سمنڊ جي ڪناري تي هو ۽ وڏو ساموندي بندر ٺيڻ لاءِ موزون هو. ان ڳوٺ کي ڪولاچي ڪوٺيندا هئا. ڪولاچي سنڌ جي هڪ ذات آهي. سندن ڳوٺڙا ميرپورخاص کان ڪجهه مفاصلي تي آهن. مثلاً ٽنڊو ڪولاچي، تعلقي ڪنڊياري، نوشهري فيروز ضلعي ۾، اسان جي ڳوٺ آگرن کان ميل ڪن تي به ڪولاچين جو ڳوٺ آهي.

لسانيات جو ڪو ماهر مثلاً اسان جو ڊاڪٽرغلام علي الانا ٻڌائي سگهندو، ته ائين ڇو آهي ته صوتي اثرات جي سبب ڪري، يا ٻئي ڪنهن ڪارڻ ڪري، "لام" جو اُچار بدلجي "ر" جي شڪل وٺي ٿو. ڪولاچيءَ مان ڪراچي ڇو ٿيو؟ "بوٽ بيسن" وٽ اڄ به"مائي ڪولاچي روڊ" جو بورڊ انهيءَ حقيقت جي ثابتي آهي ته ڪراچيءَ جو اصلوڪو نالو"ڪولاچي" آهي.

ساڳيءَ طرح "ر" جو اچار بدلجي "لام" جي صورت وٺي ٿو. سو ڇو؟

مان حڪومت پاڪستان طرفان اديبن جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ چين جي سرڪاري دوري تي ويس. چيني ميزبانن منهنجي انهيءَ منصب ڪري، وڏيءَ عزت ۽ احترام سان هر هنڌ ڪي سر، غلام لباني ڪوٺيو. سرڪاري تقريبن ۾ توڙي غير رسمي دعوتن ۾، نانجنڪ، بيجنگ، شانگهائيءَ، سوچو ۽ ڪئنٽن جي چيني اديبن سان تعارف ڪرائيندي، مون کي سر "غلام لباني" ڪوٺيائون. يعني هر هنڌ "ر" جي جاءِ تي " لام" جو اُچار ڪيائون.

ماهوٽا به سنڌ جي هڪ ذات آهي. اسان جي ڳوٺ کان مني ڪوهه جي پنڌ تي ماهوٽا وينا آهن. ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي ثقافت جو هڪ وڏو مرڪز قائم ڪيوائون. ليڪن، پنهنجيءَ اڻ – ڄاڻائيءَ ڪري انهيءَ جاءِ کي "موهاٽا پئليس" ڪوٺن ٿا.

علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب انهيءَ ڳالهه تي احتجاج ڪندو هو، ته سنڌي ٻوليءَ جي صورت ۾ گرامر نه بگاڙيو. مثال ڏنائين ته ائين ڪونه چئبو ته "مان مورو کان ٿو اچان" چئبو ته"موري مان ٿو اچان"

سرچارلس نيپئر ڪراچيءَ کي سنڌ جي گادي ڪيو ته شڪارپور جي اهميت ازخود گهٽجي وئي. بلڪل ختم ته ڪانه ٿي، پر شڪارپور کان سکر ئي زور وٺي ويو. هونئن تاريخي لحاظ کان حقيقت اها آهي ته جڏهن بکر جو قلعو

اوُج تي هو، تڏهن کان سکرساهه پئي کنيو. ڪراچيءَ لاءِ سرچارلس نيپئر جيڪا اڳڪٿي ڪري ويو، سا حرف بحرف صحيح ثابت ٿي ته ” تون مشرق جي راڻي ٿيندينءَ.“ هاڻي مهاڻن جي انهيءَ ڳوٺڙي جي آدمشماري لڳ ڀڳ هڪ ڪروڙ پنجاهه لک تي وئي آهي.

*

هر وڏي شهر ۾ ڪيئي شهر ٿين ٿا. گلستان جوهر، فيصل ڪالوني، ناظم آباد، ڊفينس سوسائٽي، سنڌ مسلم سوسائٽي، لالو ڪيت، نئون آباد، چاڪيواڙو، لياري ۽ ٻيون الائي ته ڪيتريون قديم ۽ جديد بستيون ڪراچيءَ ۾ ” شهر در شهر“ جا مثال آهن. ليڪن انهيءَ جغرافيائي تقسيم کانسواءِ هر شهر ۾ ٻي به هڪ اهم تقسيم ٿئي ٿي. جا ان کي ٻن حصن ۾ ورهائي ٿي: هڪڙا امير ٻيا غريب، هڪڙا سچا ٻيا ساوا. هوند وارن جو جهانُ، اڻ - هوند وارن کان جدا ٿئي ٿو.

سرڪي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو، پليو ۽ جوان ٿيو. انهيءَ ئي شهر ۾ پاڪستان کان سؤ سال اڳ، سنڌ ورڪي سيٺين جي گهرن ۾ سنگمرمر جا صحن ۽ ڪمرن ۾ بخارا جا قالين هوندا هئا. پر سرڪي غريباڻي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس ماما ڊڪڻ هوندا هئا. سرڪيءَ کي سندس امڙ پورهيا ڪري پاليو. غريبيءَ جو داغ دل تي دائما رهي ٿو. ماڻهو وڏو ٿئي ٿو، پوءِ به ننڍ ۾ چرڪ پري ٿو. پر انهيءَ هوندي به سرڪي ”مينارام هاسٽل“ ۾ اسان سان جڏهن ننڍپڻ جون ڳالهيون ڪندو هو، تڏهن سندس اکين ۾ شڪارپور جي اڳوڻي اوُج ۽ اقبال جو عڪس نظر ايندو هو ۽ شهر جي گهٽين ۾ ننڍپڻ جي ڏينهن جي اکير ليئا پائيندي هئس . چوندو هو ته ” لکي در“ تي روز شام جو ميلو متل هوندو هو. راڌي جون چاپون ۽ سِڪَ جي قلفي ڪنهن کان وسرندي؟ ڪيئن سنڌ واهه تي پڪنڪ ڪرڻ ويندا هئاسين! ننڍيءَ ۽ وڏي عمر وارا مرد ۽ زالون، هندو توڙي مسلمان، پنهنجن گهرن مان ڪاڌا پچائي کڻي ايندا هئا. انبن ۽ کجور جا ڪارا اٽيندا هئا. سنڌ واهه جي ڪپن تي گهاٽن وڻن جي هيٺان، ڪاٿي هڪڙا ناس جي پتن کي ناپي پيا ڏيندا هئا، ته ٻيا يڪتاريءَ جي تار ۽ چير جي ڇمڪي تي بيدل ۽ بيڪس جا ڪلام پيا ڳائيندا هئا. نوجوان ڳائڻا هڪڙو ڪلام ته وڏيءَ سڪ سان ڳائيندا هئا:

**شڪارپور جون ڇوڪريون، او شڪارپور جون ڇوڪريون!**
**کائن ڪارائن ڪنڊ پتاشا، ماکيون، مصريون!**

ايران جي تاريخي شهر اصفهان ۾ هڪ عاليشان ڍڪ بزار آهي. مٿان خوبصورت نموني ۾ ڪاٺ سان ڍڪيل آهي. انهيءَ وانگر، شڪارپور ۾ به ڪجهه ننڍي ”ڍڪ بزار“ آهي. مون ٻئي ڏٺيون آهن. پاڪستان کان اڳي، شڪارپور جي

ڊڪ بزار ۾ رات جو دير دير تائين ماڻهن جي پيهه هوندي هئي. انگريزن جي زماني ۾ شهر ۾ بجلي ڪانه هئي گولا ٻرندا هئا. بزار جي دڪانن تي جيڪا پيهه پوڪرداس جي دڪان تي هوندي هئي، سا ڏسڻ وٽان هئي. پوڪرداس هو ته برابر ڪتابن جو هڪ واپاري، پر سنڌي ادب ۽ ثقافت جي اهم انسٽيٽيوشن هو.

سرڪي تڏو ساهه پري چوندو هو ته شڪارپور جون اُهي سڀ رونقون سنڌي هندو پاڻ سان گڏ کڻي هليا ويا.

❊

سرڪيءَ سان منهنجي ملاقات سنه 1954ع ۾ تڏهن ٿي جڏهن مان به هن وانگر ڪراچيءَ ويس. اتي پڙهندو به هئس ۽ گذر سفر لاءِ نوڪري به ڪندو هئس. اول سنڌي اخبارن "الوحيد"، "نئين سنڌ" ۽ "نواءِ سنڌ" ۾ صحافي ٿيس. پوءِ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ نوڪري مليم. وڏن سورن سان منارام هاسٽل ۾ رهائش لاءِ ڪمرو مليم. ڪمرو نمبر ٽيهه، فرسٽ فلور تي هو. سرڪي گرائونڊ فلور تي رهندو هو. سرڪيءَ جي ڪمري ۾ شاگردن جا ميڙا متل هوندا هئا. قسم قسم جا پکي اچي گڏ ٿيندا هئا: طوطا، ڳيرا، ڪبوتر، ڪانءُ ڪٽا، ڪانو، مِن موسڙا، چيها، جهرڪ، ٻٽير ۽ تتر وغيره. پر، محفل جو مور نورالدين سرڪي هوندو هو. سرڪي انسانن جي انهيءَ قبيلي مان هو، جيڪي زندگيءَ ۾ رڳو دوست ئا هيندا آهن. سندس دوستن جي انهيءَ هجوم ۾، جيڪڏهن مان سرفهرست هئس، ته ٻئي نمبر تي نالو شمس سومري جو ايندو. شمس کي طوطو ڪوٺيندا هئا. هو شڪارپور جي پرسان چڪ شهر جو وينل هو، جتي ابو شوڪت حمزي نالي وڏو ڪو مجاهد "خلافت تحريڪ" ۾ ساماڻو هو. پير علي محمد راشديءَ پنهنجي ڪتاب " اهي ڏينهن اهي شينهن" ۾ سندس ذڪر ڪيو آهي. شمس ڊاڪٽري پڙهندو هو. سندس دلپسند موضوع عورت ذات ۽ جنسيات هوندا هئا. سيڪس تي سڄيءَ دنيا ۾ مڃيل ماهر ۽ عالم هيولاڪ ايليس کي مرشد جو مان ڏيندو هو.

سرڪيءَ جي ڪمري ۾ هڪ وڏي وال – پينٽنگ Wall_Painting هوندي هئي. جنهن لاءِ سندس چوڻ هو ته اهو ڪنهن شاهڪار هندو شاگرد جو يادگار آهي، جو پاڪستان کان اڳ انهيءَ ڪمري ۾ رهندو هو. پينٽنگ هڪ عورت جي هئي. جا پريءَ جهڙي سهڻي هئي. رنگين ۽ نفيس لباس ۾، پاسيري وينل هئي ۽ ڪو ساز وڄائي رهي هئي. سندس زلف پريشان هئا ۽ اکيون اهڙيون خماري، جو ڏسڻ سان مير تقي مير جو شعر چپن تي پئي آيو:

**مير ان نيم باز آنکهون مين**
**ساري مستي شراب کي سي هي**

سرڪيءَ جي محفل ۾ گفتگو جا موضوع مختلف هوندا هئا. انهن ۾ ادب، صحافت ۽ سياست وڏي بحث مباحثي جو باعث بڻبا هئا. پر جڏهن شمس

سومرو ايندو هو تہ موضوع بدلجي ويندو هو. شمس "عورت جي عظمت" ۽ "جنسيات" تي عالمانہ انداز ۾ ڳالهائيندو هو. سڀ دوست سندس گفتگو وڏي چاهہ سان ٻڌندا هئا. شمس جڏهن ڳالهائي بس ڪندو هو، تہ اجايل اڪڙين سان پينٽنگ واريءَ حسينہ ڏانهن نهاري ڏاڍي سوز سان هڪ ڪلام ڳائيندو هو.

**ناز سڪيو آهين نوان، نوان ڙي نوان، مشتاقن ڪي مارڻ لئہ**



مينا رام هاسٽل ۾ ڪاڏي لاءِ شاگردن جون ڪيئي ڪلبون هونديون هيون. سرڪي، شمس ۽ مان، ولي محمد واريءَ ڪلب جا ميمبر هوندا هئاسين جو وڏو بورچي هوندو هو. طرح طرح جا طعام تيار ڪندو هو. آچر ڏينهن شام جو سڀ ڪلبون بند هونديون هيون. بورچي موڪل ڪندا هئا. سرڪي، شمس ۽ مان صدر ۾ "ڪيفي جارج" تي ويندا هئاسين. هميشہ آمليٽ ۽ ڊبل روٽي کائيندا هئاسين. بل سدائين سرڪي ڀريندو هو. اتان اتي "زيلنس" ڪافي هائوس ۾ ويندا هئاسين، جنهن جي ڪافي مشهور هوندي هئي. ڪنهن زماني ۾ "انڊيا ڪافي هائوس" ڪوٺيندا هئس. اتي اردو اديبن جو مرڪز هوندو هو. سرڪيءَ جي نامور نقادَ ممتاز حسنَ سان دوستي هوندي هئي هوندئن حبيب جالب سان بہ دعا سلام هئس. هڪ دفعي سرڪيءَ واري اسلاميہ ڪاليج ۾ فيض احمد فيض آيو. سرڪي مون کي بہ ساڻ وٺي هليو. مخصوص ماڻهن جي نشست هئي. اول حبيب جالب فيض جو ڪلام "اب يهان ڪوئي نهين، ڪوئي نهين آئيگا" ايڏي تہ دل سوز ترنم سان ٻڌايو، جو محفل ۾ موجود گهڻن ئي ماڻهن جي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. ان کانپوءِ فيض پنهنجو ڪلام ٻڌايو. مون فيض احمد فيض پهريون دفعو ائين ڏٺو ۽ ٻڌو.

سرڪي leftist خيالن جو هو. شڪارپور ڇڏي ڪراچيءَ اچڻ کانپوءِ سندس سرگرميون کهڙيون هيون. تن جو ذڪر ڪڏهن ڪونہ ڪيائين، پرايترو ٻڌائيندو هو تہ ڪجهہ عرصو Under Ground هليو ويو هو، جو ٻڌو هئائين، تہ سندس گرفتاريءَ جا آرڊر ٿيا هئا. لاڙ جي پاسي، هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ ٻہ ٽي مهينا لڪل هو. جڏهن حالتون سازگار ٿيون تہ موٽي ڪراچيءَ آيو.

"صداقت" سنڌي هفتيوار اخبار سان وابستہ ٿيو، جا سرمايہ داريءَ جي سخت مخالفت ڪندي هئي. ان جون گهڻيون ڳالهيون ڪندو هو. مون کي پڪ ڪونهي تہ هو پارٽيءَ جو باقاعده ميمبر هو يا نہ ليڪن "صداقت" اخبار کان پوءِ هن "سنڌي ادبي سنگت" ناهڻ لاءِ تحرڪ ورتو ۽ ان ۾ ڪامياب ٿيو.

"سنڌي ادبي سنگت" جو خيال ڪيس ڪيئن آيو، اها سوچڻ جهڙي ڳالهہ آهي. مون کي ائين سجهي ٿو تہ هو leftist خيالن جو تہ هو. پاڪستان کان اڳ ڪا "سنڌ ساهت سڀا" هوندي هئي. شيخ اياز، شيخ عبدالرزق راز، ڪيرت

باباڻي، گوبند مالهي ۽ ٻيا ترقي پسند اديب ۽ شاعر ان جا سرگرم ڪارڪن هوندا هئا. انهيءَ جو مطلب اهو ٿيو ته سجاد ظهير 1936ع ۾ جڏهن هندستان ۾ ترقي پسند ادب جي تحريڪ جو بنياد وڌو ته ان جو اثر سنڌ تي به پيو. "سنڌي ساهت سڀا" غالبا اڻين ئي سرڪيءَ انهيءَ سان ڪجهه قدر وابسته هو. هن پس منظر ۾ leftistاسڏائڻ ۽ "صداقت" اخبار سان وابسته رهڻ کان پوءِ ڪيس "سنڌي ادبي سنگت" ٺاهڻ جو خيال آيو هوندو.

مون شيخ عبدالرزاق راز کان سنڌي ساهت سڀا واري دور جو احوال لکائي، 1956ع ۾، ماهنامي "نئين زندگيءَ" ۾ ڇپايو هو. رسالي جو ايڊيٽر مولانا عبدالواحد سنڌي هو. مان سندس معاون هئس. شيخ عبدالرزاق راز، مقبول صديقيءَ، تنوير عباسيءَ ۽ رشيد ڀٽيءَ سان گهرو گهاٽو هئس. شيخ اياز سان سنگت جو آغاز ٿيو هو، پرگهرا گهڻا ڪونه ٿيا هئاسون. سرڪي به انهن سڀني جو دوست هو. بلڪ پاڻ ئي سڀ کان اول مون کي شيخ اياز سان ملايو هئائين.

سرڪي اهو ڪڏهن به ڪونه ٻڌايو ته سنڌي ادبي سنگت ٺاهڻ جو خيال ڪيس ڪيئن آيو؟ اهو ته پڌرو پيو آهي ته اها ترقي پسند ۽ روشن خيال نوجوان اديبن ۽ شاعرن جي تنظيم آهي. جن جي اڪثريت Nationalist & Socialistآهي. سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ ماڻهن سان محبت اُن جي سوچ جو بنيادي انگ آهي.

بهرحال، سنڌي ادبي سنگت ڏاڍي مؤثر تنظيم ثابت ٿي ۽ سنڌي ادب ۾ نوان لاڙا آندائين. سرڪيءَ جڏهن ڪراچيءَ ۾ ان جي ابتدا ڪئي ته ڪيس تمام سٺي موٽ ملي. سندس ساٿين ۾ عبدالغفور انصاري، احسان بدوي، دادا موتيرام راماڻي، اياز قادري، پوهومل، رشيد ڀٽي، جمال رند، شيخ حفيظ، خواجه سليم، رشيد آخوند هن وقت ياد پون ٿا. هونئن بيشمار دوست ۽ ساٿي هئا ۽ سڀ سرگرم هئا. اسان جون هفتيوار ادبي گڏجاڻيون ٿينديون هيون، جن ۾ شعر، افسانا ۽ مضمون پڙهندا هئاسين، جن تي حاضرين محفل تنقيد ڪندا هئا ۽ انهن جي خوبين ۽ خامين کي اجاگر ڪندا هئا. جويو صاحب ۽ سويو گيانچنداڻي به ڪڏهن ڪڏهن ڦيرو ڦريندا هئا. سڀ سندس احترام ڪندا هئاسين. سنڌي ادبي سنگت جو روح روان، بهرحال، نورالدين سرڪي ئي هوندو هو. سالن جا سال، "اهو ادبي محاذ" اسان جي سرگرمين ۾ اوليت جو درجو رکندو هو.

ليڪن، جڏهن سرڪيءَ ازدواجي زندگيءَ ۾ پير پاتو ۽ وڪالت شروع ڪيائين ته پاڻ ئي سنڌي ادبي سنگت کان پاسيرو ٿي ويو. بلڪ اڻين ڪٺي ڇڏي ته دوستن جي سڄي لڏي کان پريرو ٿي ويو. خانگي زندگيءَ کي اوليت ڏنائين.

اجتماعي زندگيءَ کي سراسر نظرانداز ڪيائين. مثال طور سنڌ مدرسي ۾ ”سنڌي ٻوليءَ جو ڏينهن“ پيڪيدار نموني ۾ ملهايو ويو. سرڪي ايڏي وڏي اجتماع ۾ بہ ڪونہ آيو. نوڙهي ڦاٽڪ تي سنڌي شاگردن کي دردناڪ حادثو پيش آيو. حسين شاهہ راشدي، حفيظ لاکي ۽ ڪراچيءَ جي ٻين وڪيلن سنڌي شاگردن جو ساٿ ڏنو، پر سرڪي سنڌن ويجهو ڪونہ آيو. پير حسام الدين راشديءَ ۽ شيخ اياز جي وفات تي سندس تڏي تي ڪونہ آيو. ٻيو تہ ٺهيو، سائين جي ايم سيد جي رحلت تي ئي، تڏي تي غائب هو. توڙي جو اسان سڀ سن پهچي وياسين. وٽس موٽر بہ هئي ۽ ڪراچيءَ کان سن ايڏو پري بہ ڪونہ هو. سندس اها روش ڏکوئيندڙ هئي مون ڪنهن مضمون ۾ سڪ سان سندس ذڪر ڪيو ۽ اڳوڻين سرگرمين جو ذڪر ڪندي لکيو تہ Not for bread alone

سرڪي ڪٿي اهو مضمون پڙهيو هوندو يا ڪنهن ساڻس ڳالهہ ڪئي هوندي جا سندس دل ۾ رهي.

سنڌي ادبي بورڊ 1962ع ڌاري جڏهن حيدرآباد ۾ ڪچي آيو ۽ سول لائينس جي بنگلي نمبر 3 ۾ ان جي آفيس هئي تہ سرڪي ڪنهن ذاتي ڪم سان حيدرآباد آيو ۽ مون وٽ رات رهيو. اسان جي پوئين ملاقات سال ڏيڍ اڳ تي هئي مون کي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ سان ملڻ جي ضرورت تي پئي جو وڪالت جي پيشي سان وابستہ هجي ۽ قانوني راءِ ڏئي. حسين شاهہ راشديءَ سان وچي مليس. چڱي دلچسپي ورتائين. ساڻس ملي، وري وچي سرڪي سان مليس. وٽس پراڻي زماني جي بلوچ ڪامريڊ عبدالله خان جمالدينيءَ جو پاڻيٽو يا پاڻيجو وينو هو. ساڻس ڪوٽيا ۾ وئڪيشن جا ڏينهن فرحت سان گذارڻ جو پروگرام ٺاهي رهيو هو. مون سان قرب سان مليو. حالي احوالي ٿياسون پاڻ تہ منهنجي مسئلي ۾ هٿ ڪونہ وڌائين، پر ڪنهن دوست کي فون ڪيائين ۽ مون کي چيائين تہ، ”وڃي ملينس.“ پر مان ان شخص سان ڪونہ مليس مون کان پنهنجي ڪنهن بہ اڳوڻي دوستن جو ڪونہ پڇيائين البت پاڻ شمس سومري جو سو تمام مختصر ذڪر ڪيائين . ان ۾ بہ خبر ناهي تہ ڇو مٿس ڪو ڪل پوڳ ڪيائين! مون کي سندس انهيءَ روش ڏاڍو ڏکويو. ان ڪري بہ جو شمس هي جهان ڪڏهوڪو ڇڏي ويو هو. موڪلائڻ مهل ڪل پوڳ جي نموني ۾ مشڪي وري مون کي بہ چيائين تہ: Not for bread alone

مون کيس ڪاٻہ ورندي ڪانہ ڏني پر سندس بدليل طرز زندگيءَ بابت بہ پنهنجي راءِ ڪانہ بدلايم. مون کي پنهنجيءَ راءِ تي محڪم رهڻ لاءِ سبب بہ هو. ڏاهن جو چوڻ آهي تہ جسماني آسودگي بلاشبہ تمام وڏي ڳالهہ آهي پر انسان لاءِ حقيقي خوشيءَ جي ڳالهہ ذهني تسڪين آهي. سرڪيءَ پنهنجي آئيڊيلس کي

جسماني آسودگيءَ خاطر قربان ڪيو. تنهنءَ ٽنڊيءَ ڪاهڻ بدران چڻ جي چانوري ڪي پسند ڪيو.



سالن ڪان هاڻي منهنجو اهو نيم ٿي ويو آهي، تہ ننڊ مان اٿي، ڏندڻ ڪري، هٿ منهن ڌوئي، ٽيپ رڪارڊر تي قاري عبيدالرحمٰن جي آواز ۾ قرآن شريف جي تلاوت ٻڌندو آهيان ۽ چاءِ پيئندو آهيان. ايتري ۾ هاڪر "ڊان" اخبار ڏئي ويندو آهي. اخبار کوليم تہ اندرئين صفحي تي خبر پڙهيم "نورالدين سرڪي رات گذاري ويو." اخبار هٿن مان ڇڏائجي ويم ۽ ڪجھ دير لاءِ هٿ پير ٺري ويم. اهو سڄو ڏينهن ڏاڍو اُداس گذريو. سانجهيءَ جو غم غلط ڪرڻ لاءِ جويي صاحب وٽ هليو ويس. ڪافي دِير روح رهاڻ ڪئيسون ۽ نورالدين سرڪيءَ جون ڳالهيون ڪيونسي . غالبا ٻئي ڏينهن، ساڳيءَ "ڊان" اخبار ۾ شمشيرالحيدريءَ جو بيان آيو. ممڪن آهي تہ ٻين ڪن ادبين شاعرن ۽ سنڌي ادبي سنگت جا بيان بہ آيا هجن پر مون ڪونہ ڏٺا.

هفتي ڏيڍ ڪان پوءِ اتفاق سان وري ساڳي "ڊان" جي پرچي تي نظر پئي. سرڪيءَ جي رحلت جي خبر ورائي پڙهيم. سرڪي آسودو ٿيو، تہ ڊفينس ۾ گهر ورتائين يا نهرايائين ۽ هاءِ ڪورٽ جي پرسان وڪالت جي آفيس ٺاهيائين. ڪيترن ئي ملڪن جا چڪر ڏنائين. هندستان ۾ سينئر سنڌي اديبن سان بہ ملي آيو. ننڍڙو ڪتابڙو بہ ڇپايائين. ولايت بہ ويو. تازو آمريڪا مان موٽيو هو. پر انهن مڙني ڳالهين جو . "ڊان" واريءَ خبر ۾ ذڪر تہ ڇا ڪو معمولي اشارو بہ ڪونہ هو. فقط ايترو لکيل هو تہ: "هن سنڌي ادبي سنگت جو بنياد وڌو هو." نورالدين سرڪيءَ جي اسي سالن جي ڄمار ۾ "ڊان" جي رپورٽر کي ڪم جي ڳالھ اهائي نظر آئي ٻيو ٽيو پلو.

مون اخبار رکي، دل ۾ چيو تہ ڳالھ تہ وري بہ آئيڊيل جي ٻيئي. سوين سال اڳ پلارو پتائي ڪيڏي نہ وڏي ڳالھ ڪري ويو هو:

**دلبرا هن دنيا ۾ وڃي رهندو واسُ.**

# شهر ۾ ڪير بچيو آهي

## سليم نور حسين

سائين نورالدين سرڪيءَ جي حوالي سان ڪجھ ساروڻيون، سندس وفات (جا 26 سيپٽمبر 07 تي ٿي هئي ۽ نہ ڪي 27 سيپٽمبر تي) کان هفتو اڳ سنڌ ثقافت کاتي جي تڏهوڪي سيڪريٽري مسٽر عبدالقادر منگيءَ جي زور ڀرڻ تي مون وتائي فقير تي انگريزي ۾ ڪتابڙي لکڻ جو ذمو کنيو هو. انهيءَ سلسلي ۾ سرڪي صاحب سان مددي مواد، خاص ڪري انگريزيءَ ۾، بابت مشورو ڪيو هوم تہ پاڻ چيو هئائين تہ وٽس لائبريري ۾ شايد لاڳاپيل موضوع تي ڪتاب موجود آهي ۽ مان رات جو کيس فون ڪري ان جي هجڻ نہ هجڻ جو پتو ڪريان. جڏهن فون تي پڇا ڪئي سون تہ چيائين تہ اجا ڪونہ لڌو اٿس، وري سياڻي پتو ڪجو. سو مان ٻہ ڏينهن رکي سندس آفيس ۾ ويو هوس، پاڻ چئمبر ۾ ستو پيو هو. مان تڪڙو هجڻ ڪري سندس جاڳڻ جو انتظار نہ ڪري سگهيو هوس. ٻئي ڏينهن يعني 26 سيپٽمبر تي منجهند جو 21 وڳي ڌاري فوري سندس آفيس ويو هوس، جيڪا بند هئي. سو مان پنهنجي گهر (گلشن معمار) موٽي ويو هوس، جت محترم عبدالخالق جوڻيجي جو فون تي ڇڏيل نياپو مليو هو تہ سرڪي صاحب راھ رباني وٺي هليو ويو هو. ويساھ ٻينو هوم جو هڪ تہ پاڻ چاڪ چڱو ڀلو هو ۽ ڪا اگهائي ڪانہ هيس، وڏي ڳالھ تہ مان کيس رڳو هڪڙو ڏينهن اڳ سندس آفيس جي چئمبر ۾ ننڊڙي ڪندي ڏسي آيو هوس. سو پڪ ڪرڻ لاءِ سندس گهر فون ڪئي سون تہ ٻڌايائون تہ صبح جو اسر ويل سيني ۾ سور جي شڪايت ڪئي هئائين تہ اسپتال نيو ويو هو، جت پساھ پورا ڪيا هئائين.

سرڪي صاحب سان ناتو پنجاھ واري ڏهاڪي جي پڇاڙڪن ورهين کان هو، جڏهن مان 1955ع ۾ خيرپور ميرس مان مئٽرڪ ڪري ڪراچيءَ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ آيو هوس (منهنجا ٻہ هم ڪلاسي مرحوم نسيم کرل ۽ مرحوم جمال رند بہ تڏهن ڪراچيءَ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ آيا هئا.) ۽ مرحوم شيخ حفيظ ۽ محترم غلام رباني آگري سان ڏيٺ ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ادبي سنگت جي سائين اياز قادريءَ جي فليٽ (6 ڏني رام بلڊنگ) ۾ ٿيندڙ هفتيوار گڏجاڻين ۾ جمال رند سان گڏ شريڪ ٿيڻ لڳو هوس. سرڪي صاحب ريڊيو پاڪستان جي سنڌي نيوز سيڪشن ۾ ڪجھ وقت اسان جو سپروائيزر بہ رهيو هو، جتي هو اسان جا ڪيل خبرن جا ترجما چڪاسيندو هو، پر ساڻس وڌيڪ ويجهائپ تڏهن ٿي هئي، جڏهن پاڻ پئراڊائيز سينٽر ۾ آفيس شفٽ ڪئي هئائين ۽ جا ادبي لڏي

جي چڙ تہ اوطاق تي وئي هئي، هاڻ سندس وئي کان پوءِ آغا سليم مون کان پڇندو آهي تہ سرڪي صاحب نا هي رهيو تہ شهر ڪنهن ڏي ويندو آهين؟ سندس اهو سوال دل جهوري وجهندو آهي، واقعي، شهر ۾ ڪير بچيو آهي، جنهن سان ملڻ، ڪچهري ڪرڻ، صلاح وٺڻ، ادبي، علمي ۽ سياسي سماچار تي خيالن تي ڏي وٺ ڪرڻ ۽ ڪتابن جي ڇپائيءَ لاءِ مالي مدد گهرڻ ۽ ماڻهن وچجي، ڪو بہ نا هي، ڪو بہ نا هي!

هن مون سان شخصي طرح جيڪي وڙ ڪيا، تن جي نماڻي ميتا ۾ مون پنهنجو وتائي فقير وارو ڪتابڙو (Anecdotes of Vataayo Faqeer) جن پن صاحبن کي ارپيو آهي، تن ۾ پهريون سائين نور الدين سرڪي آهي.

# گلاب جي مهڪ جهڙو شخص

## ڊاڪٽر محمد علي صديقي

”ايريل“ جي حيثيت سان روزانو مارننگ نيوز ۾ ليڊر ۾ لکڻ کان ڇهه سال پوءِ جڏهن منهنجا ڪالم روزانه ڊان ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا ته مان گهڻن ئي اردو ۽ پاڪستان جي ٻين ٻولين جي اديبن ۾ واڪاڻيو ويس ۽ جڏهن مان ڪيترن اديبن سان مليس ته انهن ايريل جي لکڻين کي هڪ ترقي پسند ڪالم نگار جي نگاهه سان پئي ڏٺو.

اڄ ايريل 43 سالن جو ٿي چڪو آهي ۽ گذريل پنجن سالن کان روزانه بزنس ريڪارڊر ۾ ڇپجي رهيو آهي. تڏهن کان ”ايريل“ اردو، سنڌي، پنجابي، پشتو ۽ بلوچي دوستن ۾ سڃاتو وڃي ٿو ڇاڪاڻ جو سندس پختو وشواس آهي ته ضمير جي آواز ۾ رڱيل ادب سموري انسان ذات جو گڏيل ورثو آهي

ستر واري ڏهاڪي جي شروعات جو هڪڙو واقعو آهي جو مان هڪڙي دوست سان گڏجي هڪ سنڌي وڪيل نالي نورالدين سرڪيءَ سان ملڻ ويس، جيڪو گهڻو ئي ادبي ذوق رکندڙ نظر آيو.

مونکي هو دنيا جي ادب جو روشن فڪري پارکو ، ادب تي مثبت تنقيدي نظر رکندڙ ۽ سماج سڌارڪ لڳو. هو سنڌي اديبن ۾ ترقي پسند نظرئي جي ڪري ڪافي احترام جوڳي شخصيت جو مالڪ هو.

مون کي اها به پروڙ پئي ته هن 1952 ۾ سنڌي ادبي سنگت کي نئين سر سنواري پنهنجي دوستن شيخ اياز، اياز قادري، ۽ ٻين سان گڏجي فعال بڻايو، جنهنجو پوءِ 1956ع ۾ سڄي سنڌ جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ ڪوٺائي باقي سنڌ جي ضلعن ۾ سنڌي ادبي سنگت جون شاخون کولرايون ۽ سنڌي ادبي سنگت جو آئين به جوڙي پڌرو ڪيو. جيڪو ڪراچي اجلاس متفقه طور تي منظور ڪيو هو.

اها ڄاڻ گهٽ ساهتيه پريمن کي هوندي ته سنڌي ادبي سنگت جي شروعات ۽ پايو پاڪستان ٺهڻ کان اڳ پئجي چڪو هو. ان جي شروعاتي اُوسر ۾ ان دور جي ادبي اُفق جي ستارن پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز، عبدالرزاق راز، موهن پنجابي، گوبند مالهي، لالچند امرڏنو مل، ۽ ڪيرت ٻاٻاڻيءَ پاڻ موکيو هو.

جڏهن ڪراچيءَ جي سنڌ کان جدا ڪرڻ ۽ ون يونٽ واري وفاقي نظام جي لاڳو ٿيڻ ڪري، ٽڪراءَ واري صورتحال کي سنڌ ۾ جنم ڏنو، ته سنڌي عوام ۾

ثقافتي عدم تحفظ محسوس ڪرڻ ڪري بيچيني پيدا ٿي ۽ ان جي جهلڪ ان وقت جي سنڌي ادب ۾ بہ نظر اچي ٿي.

نورالدين سرڪي ان اڻ برابريءَ، مذهبي جهيڙن جي اثرن کي سنڌي توڙي اردو ادب ۾ محسوس ڪندو رهيو. جنهن ڏاڍ هيٺ ڪروڙ ڪان متي ماڻهو ڏکجي سرحد جي هن پار پهچي ويا!

مان 1970ع ۾ جڏهن ساڻس مليو هوس تہ مون محسوس ڪيو هو تہ اسان جا سماجي ۽ سياسي نظريہ هڪ ٻئي کان مختلف نہ هئا تنهن ڪري اسان جلد ئي هڪ ٻئي سان رائل مائل ٿي وياسين. پر هن ڪنهن بہ طرح سان مونکي پنهنجي نظرئي ذريعي مرغوب ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. جنهن مان اهو ظاهر ٿيو تہ مختلف رايا، سوچ ۽ ويچار وارا نظريا رکندڙ بہ گڏجي سڏجي هلي سگهن ٿا.

مونکي اها بہ ڄاڻ پئي هئي تہ سرڪيءَ جي باطن ۾ شاعراڻي حس سرس ۽ اڳري هئي ، جڏهن تہ سندس سنگت هڪ طرف نالي وارن شاعرن شيخ اياز، نياز همايوني، بشير مورياڻي، تنرير عباسي ۽ فتاح ملڪ سان هئي، اتي ٻئي طرف محمد ابراهيم منشي ۽ يوسف شاهين سان بہ هئي.

هن جي سوچ ۽ شياءَ جو تعليمي ماهر ۽ سماج سڌارڪ جي حثيت ۾ سنڌي نوجوان طبقي تي خاصو اثر هو ۽ اهڙي حيثيت جي ساک سندس دوست شيخ اياز، تنوير عباسي ۽ شيام ڪمار پڻ ڏيندا رهيا هئا.

هڪ وڪيل ۽ ماهر قانوندان جي حيثيت ۾ هن جي محنت ۽ لڳاءُ، قانوني ڪيسن ۾ مزدورن، پورهيتن،غريبن خاص ڪري جيڪي پنهنجو داد فرياد اختيار وارن تائين پهچائي نہ ٿي سگهيا، ڇاڪاڻ جو هو وڪيلن جي فيس ادا ڪري نہ پئي سگهيا،اهي ماڻهو اهڙن ڪيسن بابت ڪيس ضرور ياد ڪندا هئا . وڪالت هن جي تجربي جو محض هڪ پهلو آهي ، هن جي اهم خدمت ترقي پسند سنڌي ادب جي حوالي سان ڪڏهن بہ وسارڻ جوڳي نہ آهي.

هن جو سنڌي، انگريزي،اردو ۽ ٻين ٻولين جي ادب جو ڳوڙهو ۽ وشال مطالعو هو.سندس سوچ ۽ ويچار واضح هئا، انڪري گهڻائي ادب دوست وڏا توڙي نوجوان، مختلف سياسي ۽ اقتصادي نظريا رکڻ جي باوجود بہ سندس صحبت حاصل ڪرڻ جا خواهشمند هوندا هئا.

اها سنڌي ادب جي خوش نصيبي آهي جنهن کي اهڙي مقناطيسي شخص جو ساٿ مليو. ڪاش! اهڙا ٻيا بہ ڪجھ دوست سنڌي ادب کي ملن.

جڏهن مان ان 38 سال جهوني تعلق کي ڏسان ٿو تہ ياد ٿو پوي تہ مان ساڻس ملڻ لاءِ نہ سندس آفيس ويندو هوس ۽ نہ سندس گهر، اسان جون

ملاقاتون اڪثر اتفاق سان انجمن ترقي پسند مصنفين جي ادبي گڏجاڻين ۾ ٿينديون هيون.

پيشيوراڻا مصروفيتن جي ڪري هو گهڻو وقت ادب کي ڏئي نہ سگهندو هو پر تنهن هوندي بہ جڏهن ملندا هئاسون تہ لڳندو هو تہ اسان اڪثر ملندا رهندا آهيون.

منهنجو دوست شيام ڪمار ڪراچي ۾ پنهنجي مختصر قيام دوران سرڪي ۽ مون سان ملڻ هڪ فرض ڪري سمجهندو هو. شيام ڪمار دوستن جو بيحد ڪانکي آهي، خاص ڪري مخلص دوست ۽ من موهن آهي، اها سڀ کي سڌ آهي تہ شيخ اياز جي عظمت جو قائل هوندي بہ هن سندس ڪڏين اڙٻنگاين کي ڪڏهن ڪين بخشيندو هو. بلڪ سويو گيانچنداڻي لاءِ انسيت ۽ لڳاءُ جي باوجود "پاڪستان ادبيات اڪيڊمي" پاران ڪيس زندگي جي جاکوڙ لاءِ ڏنل انعام جي قبوليت تي بہ تکي ٽيڪا ٽپڻي ڪئي اٿس. حالانڪ مون ڪيس چيو هو تہ ادبي ۽ ثقافتي تنظيمون اهڙن انعامن جا فيصلا پاڻ ڪنديون آهن، جنهن ۾ رياست جو ڪو ڀاڱو نہ هوندو آهي تنهن هوندي بہ مان شيام کي قائل ڪين ڪري سگهيس.

بهرحال نورالدين سرڪيءَ جي اهڙي شخصيت هئي، جنهن کي قدرت جو تحفو ۽ فرشتہ صفت انسان مڃي سگهجي ٿو. مان شيام ڪمار جي ان خيال سان سهمت آهيان، واقعي نورالدين سرڪي هڪ خاص شخص ئي هو، جنهن کي ڪڏهن بہ وساري نہ سگهنداسون . سندس تازي گلاب جهڙي مهڪ اسان جي ذهنن ۾ هميشه تازي تواني رهندي.

# ساٿيو ويڄها اچو

## تاج بلوچ

لفظ "سوجهرو" مرحوم سرڪي صاحب جو تجويز ڪيل آهي . اسٽيبلشمينٽ جي سياسي ارهه زورائي ۽ دٻڙ ڏؤنس ڪي منهن ڏيڻ لاءِ اسان نوجوانن، ڪراچي يونيورسٽي ۾ جي سنڌي ڊپارٽمينٽ جي سينيئر دوستن، روشن ڪهاوڙ، ستار قادر ميمڻ ۽ ٻين جي واهر سان 1962ع ڌاري سنڌي شام جو اهتمام ڪيو.

انهي شام ۾ سڄي سنڌ آئنجي پئي هئي . اديب، شاعر، نقاد، فنڪار، صحافي، شاگرد اڳواڻ، بزرگ، عورتون ٻار ۽ ٻڍا سڀ هڪ جذبي سان سمجهي ڪراچيءَ جي رستن تي پاڻيءَ جي ڇرجيان ڇانئجي پيا ها.

پريم جگيشيا ۽ هڪ ٻن ٻين دوستن جي ساٿ سان هڪ ياد گار مخزن، موقعي جي مناسبت سان ڪڍڻ جو خيال ظاهر ٿيو .ان لاءِ سرڪي صاحب وٽ لنگهي ويا سين .لفظ "سوجهرو" تڏي تي ئي سرڪي صاحب تجويز ڪيو. سستائيءَ جو زمانو هو، اڇو ڪاغذ سٺين روپين ۾ ريم ملندو هو. امپورٽيڊ ڪارٽيج پيپر پندرهن روپين ۾ ئي 23x36 جو امپورٽيڊ آرٽ ڪارڊ جو 100 شيٽن جو پاڪيٽ 25 کان 30 روپين ۾ دستياب هوندو هو. اسان ضخيم مخزن ڏهن هزارن رپين ۾ ڇپائي پڌري ڪئي، ان جو مواد ظالم قوتن خلاف ڀڻ ڀرپور آواز تي اٻريو. شيخ اياز جي وائي "سهندو ڪير ميار، " ڦهريون ڀيرو اسان سوجهرو ۾ شايع ڪئي، جيڪا هڪ قومي ۽ انقلابي گيت جيان سنڌ جو قومي ترانو بڻجي پئي پر بدنصيبي آهي تہ شيخ اياز جنهن مهڙ کان ئي انقلابي قدم کڻڻ ۾ پيش رفت ڏيکاري هئي پر شهرت ۽ ڏوڪڙ ڪٺي ڪرڻ ڪانپوءِ هن جو رويو، سياءَ ۽ ڪارڪردگي جيئن پوءِ تيئن ڏکوئيندڙ ثابت ٿي. اياز نوجوانن ۾ جيترا امنگ پيدا ڪيا، ان کان وڌيڪ هن سنڌ جي نوجوانن ۾ ايندڙ ٿهيءَ کي مايوسين ۾ بہ مبتلا ڪيو.

سرڪي صاحب پردي جي پويان ويهي ڏاڍي خاموشيءَ سان اسان جهڙن اڻ پڙهيلن، جذباتي ۽ ايترين نوجوانن جي رهنمائي ڪئي ۽ اسان کي منزل طرف هڪ حڪمت عملي سان اڳتي وڌائڻ لاءِ جاکوڙيو.

66_1965 ڌاري ڪراچيءَ ۾ 10 سالن جي ڊگهي عرصي کانپوءِ سنڌ سنگت جي ساليانی ڪنوينشن جي پويان پورهيو اسان ڪارڪنن جو هو پر سڄي حڪمت عملي ۽ سياويڪ سوچ سرڪي صاحب جي هئي، جو شمشيرالحيدريءَ جهڙي غير فعال ۽ مجذو کان سنگت جي تنظيم کي

چوٽڪارو مليو. سرڪي صاحب اٽلڪائتي نوع ۾ هڪ برجستي استاد جيان دڳ ٻڌائيندو هو ۽ سوپ حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ڇاتيون اسان جو تاٽجي وينديون هيون. ون يونٽ جي ڪاغذن تي ٽٽڻ بعد اسان ڪراچي سنگت طرفان پهرين جولاءِ 1970ع تي جشن سنڌ جو پروگرام رٿيو. بندر روڊ تي سرڪي صاحب جي آفيس جي پاسي ۾ ٿياسافيڪل هال بڪ ڪرايو سين، جنهن ۾ اٺ سئو ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش هئي . سڀ ساٿي جاڪوڙ سان پروگرام لاءِ ڊوڪڙ پني آيا، ان پن جي پويان به وڏو هٿ سرڪي صاحب جو هو. برانچ جي جوائنٽ سيڪريٽري اقبال جتوئي ڪي چندي ۾ تيرهن سو روپيا مليا، جيڪي هن عين وقت تي اهو چئي نه ڏنا ته سندس ايترو خرچ پاڙن پتن تي اچي ويو آهي!!

آءٌ سيڪريٽري هوس، اهو ٻڌي منهنجا دوڏا ٻاهر نڪري آيا، سرڪي صاحب پنهنجي خاص انداز سان مون کي چپ ڪرائي ۽ تيرنهن سؤ رپيا بروقت ڪيسي مان ڪڍي ڏنا. سنگت جي انهيءَ پروگرام ۾ سائين جي ايم سيد مالي ۽ اخلاقي مدد ۽ پروگرام ۾ ذاتي طور شرڪت جي ڪري پروگرام ڏاڍو شاندار ٿيو.

انهيءَ پروگرام ۾ ان وقت جي مشهور فنڪارن غزالا رفيق، روبينه، محمد يوسف، عبدالله پنهور ۽ ٻين رضاڪارانه طور تي ڀرو ورتو ۽ اهو پروگرام ڪراچيءَ جي ماڻهن ڪان نه وسريو هوندو. ان پروگرام ۾ لالو کيت جي ٻن 12، 12 سالن جي غير سنڌي نياڻين ڪوپ جي ساسر تي ڏار ڏار "اونداهيءَ ڪان روشني" ۽ "غلاميءَ ڪان آزادي" ڏانهن سفر جي سري هيٺ رقص پيش ڪئي ۽ فنڪشن کي جهومائي ڇڏيو.

انهيءَ فنڪشن مان سنگت کي 600 روپيا بچيا ۽ انهن ڇهن سون ۾ 300 روپين جا اشتهار اوڳاڙي اسان" سنگت هڪ ادبي تحريڪ هڪ نئين تاريخ" جي عنوان سان 86 صفحن جو ڪتاب ڇپرايو، جنهن ۾ سنگت جي تحريڪ بابت هٿ آيل مواد شامل ڪيو ويو.

منهنجي تندي ۽ تلخيءَ کي سچائيءَ جي بنيادن تي پسند ڪندو هو ۽ ڏاڍو پائيندو هو، آئون به ڪيس پنهنجي وڏي جي حيثيت ۾ مان ڏيندو هوس. هو گرمين جي موڪلن ۾ هر سال آمريڪا ويندو هو ۽ واپسيءَ تي مون لاءِ گهربل ڪتابن جون سوکڙيون آڻيندو هو. هن پيري به مون لاءِ مشهور آمريڪي شاعر والٽ وٽمئن جو ناياب شعري مجموعو گراس ليوس آندائين، جيڪو پاڪستان ۾ ڪٿي به موجود نا هي ۽ اهو نئون ايڊيشن آهي جيڪو سال ڏيڍ کن اڳ نئين سر شايع ٿيو آهي ۽ ان ايڊيٽيڊ آهي.

ون يونٽ جي قيام وقت ئي سرڪي، اياز ۽ ٻين دوستن جون ڪميونسٽ پارٽي لاءِ همدرديون پارٽي اڳواڻن جي ڊرائنگ روم واري ڪردار باعث ختم ٿي چڪيون هيون ۽ هيڏانهن پارٽي ۽ ان جي اڳواڻن لاءِ اسان جي

ٽٽڻ مان ڪير وهڻ بس ٿي نہ ٿي ڪئي. پر سرڪي صاحب ڪڏهن بہ اسان جي فنڪشنري هجڻ تي اعتراض نہ واريو، الٽو صلاحون ڏيندو هو تہ هڪ سچي مارڪسواديءَ جيان ڪم ڪرڻ گهرجي ۽ اسان پنهنجي نوجواني انهيءَ پاڇي پويان ڳاري پنهنجو ذاتي آئيندو داءَ تي لڳائي ڇڏيو. هي تہ اسان جا ڀاڳ ڀلا هئا جو وچي ڪنهن پيڙا ٿيا سين.

سرڪي صاحب 1948ع ۾ شيخ اياز جي همٿائڻ تي ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. هن جون ڪامريڊ اشرف علي (جيڪو پارٽي ميمبر نہ هو) ۽ سندس ننڍي ڀاءُ ولايت علي ( پارٽيءَ جو سرگرم ڪارڪن ) ۽ ٻين ساٿين سان ملاقاتون ٿيون حالانڪ شيخ اياز اسان جي سوٽن محمد علي بلوچ ڪيفي وارن سان گڏ ايم اين راءِ جي ريڊيڪل تحريڪ ۾ هو ۽ پارٽيءَ جو همدرد ليکيو ويندو هو.

1950ع ۾ جڏهن انجمن ترقي پسند مصنفين جو لاهور ۾ اجلاس ٿيو تہ سرڪي صاحب سنڌي اديبن جي نمائندي جي حيثيت ۾ انهيءَ ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي اها ڪانفرنس لاهور جي هڪ اوپن ٿيئٽر هال ۾ ٽيڻ ڏينهن تائين جاري رهي، جنهن ۾ هند ۽ پاڪ جي سينيئر ڪامريڊ اديبن جهڙوڪ جانثار اختر، سردار جعفري، عارف متين، ظهير ڪاشميري، نديم قاسمي ۽ ٻين شرڪت ڪئي. هن کان اڳ انجمن جون ڪراچي ۾ هفتيوار تنقيدي گڏجاڻيون ٿينديون هيون، جنهن ۾ نياز همايوني، تاج محمد ابڙو، اياز قادري، محمد بخش انصاري ۽ ٻيا نوجوان شريڪ ٿيندا هئا ۽ اهي نوجوان پنهنجي باعزت جياپي لاءِ ان دؤر جي اسٽيج ڊرامن ۾ بہ ڀهرو وٺندا هئا.

ان دؤر ۾ سجاول جي خاص البيلي طبع واري هڪ نوجوان ساقي سجاولي "اهل قلم" نالي رسالو جاري ڪيو، ساقي مرحوم سٽنڊ تي ٿائي لڳائي ڪهاڻيون لکندو ۽ خاص طرح سان خليل جبران جا اردوءَ مان ترجما ڪندو هو.

سرڪي صاحب پارٽيءَ جي هڪ هفتيوار اخبار "صداقت" ۾ مئنيجر طور بہ ڪم ڪيو ۽ 1956 ع ڌاري سنڌ سنگت جي مدرسي واري اجلاس ۾ چوندن جو حوالي سان سنگت جي هارڊ لائينرس جي سپا ءَ جي ڪري خفا رهيو، چاڪاڻ تہ هن حفيظ شيخ جي پيٽ ۾ اياز قادريءَ کي موزون پئي سمجهيو، سنڌ ۾ سرڪي هڪ ذات آهي، نور الدين سرڪي جي اعليٰ ۽ بي مثال شخصيت تي اها ذات بدران سندس نالو ٻڌجي پئي، هو نوجوانن جي تعليم ختم ڪرڻ کان اڳ سياست ۾ ڀهري وٺڻ جي خلاف هو.

سرڪي صاحب خوبصورت مترجم ۽ شاعر هو، هن کي فارسي شاعريءَ سان ڏاڍو لڳاءُ هوندو هو ۽ موقعي محل جي مناسبت سان فارسيءَ جا

شعر پڙهائيندو هو، هن جو شعري ذوق بي مثال ۽ خوبصورت هو، پر هن ڪڏهن بہ ان شيءِ کي ڪل وقتي نہ بنايو، ڪل وقتي عمل هن نوجوانن جي علمي ۽ عملي تربيت کي بڻايو.

26 سيپٽمبر 2007 ڏاري شام جو مون کي سرڪي صاحب جي آفيس ۾ گولڊن جوبلي ڪانفرنس جي تياري گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿيڻو هو، مون سيال کان "سوجهرو" جي آڪٽوبر واري شماري جي اخري مرحلن واري تياري جي ڪري معافي گهري ۽ ڪيس چيو تہ فيصلن جي ڪاپي مون کي سرڪي صاحب جي آفيس مان فيڪس ڪري تہ جيئن ان کي آڪٽوبر واري سوجهرو ۾ شامل ڪجي، هن دير ڪئي مون فون ڪيو ۽ ذوالفقار سيال لاءِ پڇيو، سرڪي صاحب فون کنيو ۽ چيو چو تون نہ آئين؟ چيم تہ ڪمپيوٽر مان آڪٽوبر جي پرچي جي صفحا ترتيب ڏيو پيو ڪيان، چڏ صفحن کي هڪدم آيو گهرجين، هن پيار واري دڙڪي سان چيو،

سندس حڪم تي ائون ڊوڙندو سندس آفيس ۾ پهتس. اکين ۽ چپن جي مرڪ سان هميشہ جيان ساڳي آجيان ڪيائين، جنهن ۾ پاڀوهہ اڳي کان بہ وڌيڪ هو،

27 سيپٽمبر جي صبح جو سادي اٺين بجي راتوڪي اوجاڳي سبب الوٽ پيو هوس تہ يار خالق جوڻيجو جو فون آيو، تاج سرڪي صاحب اسان کان وڇڙي ويو. ننڊ اڏامي وئي اهي ويساهہ ئي نہ ٿو اچي تہ هو ڪو اسان کان وڇڙي ويو آهي، منهنجن نندا ڪن نيڻن جي پلڪن تي هن جي عذل جا بند جرڪڻ ڪڳا آهن.

ساٿيو آواز ڏيو آهيو، ڪٿي ويجها اچو
گڏ ٿيو ڪاڳڻ ڪيو ڪو پهہ پڇائيندا هلو.
ڪين گهرجي ٿي اسان کي هيءَ اڏاري ڪائنات
آسمان پنهنجو زمين پنهنجي بڻائيدا هلو.

شڪارپور شهر جي پاڙي ڪڙي نواب خان ڪانپوءِ جنهن محلي سان منهنجو وڏ ۾ وڏ سارون سلهاڙيل آهن سو آهي ڪڙي عطا محمد خان مان پنهنجي ماضيءَ جون ڪڙڪيون جڏهن بہ کوليان ٿو اهي پئي پاڙا سڀ کان اڳ اچي آڏو بيهن ٿا، اهي پاڙا شهر سان ڳنڊيل بہ آهن تہ چڳل بہ جهڻ تہ بہ طلسمي چپ چپاٽ جي ور چڙهي ٿيون وڃن، جهڻ وستين جي واسين کي ننڊ اچي وئي هجي. گول مارڪيٽ کان سڪيل ڏانهن ويندڙ سڙڪ وچ اتي اچي بہ شاخون ٿي وڃي ٿي ۽ سڙڪ جي هڪ شاخ نانگ وانگي وروڪڙ ڪائي ڪڙي عطامحمد خان ڏانهن ٿي وڃي، اوڏانهن تہ مردار گهٽي بہ وڃي ٿي وڃي، پر هڪ رستو امين شاهہ

چشتي واري مقام کان بہ اڳي ٿو نياري ڳالھ اها آهي تہ اهي ٿيئي رستا اڳي سرڪين جي گهرن وٽ سا هي پٽين ٿا، جن منجهان هڪ ۾ سنڌ جو برک وڪيل دانشور ۽ اديب سائين نورالدين سرڪيءَ جنم ورتو.

سرڪي صاحب جيڪو سنڌي ادبي سنگت جو پايو وجهندڙ منجهان هڪ هو، سو نوجوان اديبن ۽ شاعرن جي رهنمائي ڪندي سياسي ڪارڪنن جا مقدما مفت وڙهندي ۽ ڪراچيءَ جي صدر واري علائقي ۾ موجود پير اڊائيز چيمبرس منجهان هڪ ۾ پنهنجي جونيئرس کي هدايتون ڏيندي لاڏاڻو ڪري ويو، تہ ايئن لڳو ڄڻ سنڌ ڌرتيءَ کان دانهن نڪري وئي هجي

نورالدين سرڪي صاحب جهڙو رلڻو، ملڻو ۽ کلڻو ماڻهو ائين هميشہ لاءِ موڪلائي ويندو، سا ڳالھ منهنجا من قبول ئي نہ ٿو ڪري، اهو پيءُ جهڙي شفقت ڏيندڙ شخص جنهن کي مان رات ٿاٽي فون ڪري هجتون ڪندو هوس ۽ سندس بي پناھ مصروفيتن دوران رنڊڪون وجهي ڪائنئس پيار ۽ پابوھ وٺندو هوس، تنهن جو لاڏاڻو مون کي اڃا مڃڻ ۾ نہ ٿو اچي رات پڇاڙيءَ تي پهچي ڏينهن کي جنم ڏئي ٿي ۽ ڪاري چادر تاني سمهي پوي ٿو، پر نور الدين سرڪي صاحب جو مرڪندڙ مک منهنجي اکين!

مان تصور ئي تصور ۾ سرڪي صاحب سان پيو ڳالهايان، ڄڻ آڏو آهي سندس روح سان ڳالهائيندو هجان، سرڪي صاحب اوهان 26 سيپٽمبر تي لاڏاڻو ڪري ويا آهيون پر سڄي سنڌ ۾ ڪٿي بہ اوهان بابت ڪو مذاڪرو، ريفرنس يا وڏو تعزيتي اجلاس نا هي ٿيو، هو موٽ ۾ کلي ٿو، شاھ صاحب مون تہ هميشہ نوجوان اديبن ۽ شاعرن سان ڪچهرين کي ئي اوليت ڏني آهي، جڏيو وڏي اجلاس کي ڪا ڪچهري ٿا ڪيون پر ڪچهري ڪنهن سان ڪيون؟ سرڪي صاحب اوهان الائي ڪيڏانهن هليا ويا آهيو؟

مان سنڌي ادبي سنگت شڪارپور جي سيڪريٽري عديل مهر سان ٿو ملان، سرڪي صاحب تي ڪو ريفرنس ڪونائجي، ڪيئن ٿو پائين؟ پوءِ ريفرنس بابت هوم ورڪ جي رٿا بابت ويچار ٿا ونڊيون، سکر مان ادل سومرو ۽ اياز گل کي سڏائيندا سون، پر ساڻ مشتاق ڦل کي بہ سڏيو، باقي ڪٽي تاج جوئي ۽ ذوالفقار سيال کي نتا سڏايون، سنڌي ادبي سنگت جي ٻن ڌرن جي ڇنڊا پٽ اتي بہ ڪر ڪٽي بيهي رهندي، سچل ڪانفرنس ۾ ئي نہ نهيا تہ اسان وٽ ڪيئن گوڏا گڏي ويهندا؟وچون ٿا سائين خليل موريا ٽيءَ ڏانهن هو چوي ٿو توهان پنهنجي دستوري ويهڪ کي تعزيتي ويهڪ ۾ تبديل ڪيو سو نيڪ ڪيو، توهان دلجاءِ ڪيو، سرڪي صاحب تي ريفرنس شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽي جي پليٽ فارم تي ڪونائبو، مون کي اچرج ٿو وٺي وڃي، سرڪي صاحب ايڏو تڪڙو تورايخ جو حصو ٿي ويو ڇا؟

---

# هر دور ۾ زنده

## تاجل بيوس

نورالدين سرڪي هر حقدار ڪي سماجي، سياسي ۽ فلاحي خدمتن جي حوالي سان، گهاٽي وٽ واري چانوَ ڏيندڙ هو. هُو ان سنڌ قوم جي اڳواٽي ڪري ويو آهي، جنهن جي تهذيب عالمي سطح تي ڏاها ۽ ماهر دنيا جي ٽن قديم ۽ عظيم تهذيبن ۾ شامل ڪري ويا آهن. سرڪي صاحب ڪيل خدمتن جي حوالي سان، ثابت ڪري ويو آهي تہ انسان جي تخليق ٿيڻ جو خاص مقصد پاڻ لاءِ جيئڻ سان گڏ، ٻين لاءِ جيئڻ بہ آهي. جنهن ڪي حقوق العباد (ماڻهوءَ جا ماڻهوءَ تي حق ۽ واسطا) چيو وڃي ٿو. غريب جي سار سنڀال لهڻ، بيمار ۽ اپاهج ڪي بيماريءَ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ، بيواهہ عورتن جي ٻچڙن جو انگ ڍڪائڻ ۽ ڪين علم جي دولت سان مالا مال ڪرڻ، مظلوم ڪي ظالم جي چنبي مان آزاد ڪرائڻ، قوم ڪي استحصال ڪندڙن وٽان آجو ڪرائڻ، علم، ادب، ٻولي ۽ ثقافت ڪي اجاگر ڪرڻ لاءِ، پاڻ پتوڙڻ ۽ فلاحي ادارن جي رهبري ڪري، ڪين فعال بڻائڻ جهڙا ڪم ۽ ڪارناما نورالدين سرڪيءَ ڪي هر دور ۾ جيئرو ۽ جاڳندڙ رکندا. اُهو نورالدين سرڪي، جو هڪ ناميارو قانوندان، ڏاهو، سماجي اڳواڻ ۽ سنڌ جو عاشق ٿي گذريو آهي، فڪري، سياسي ۽ فلاحي شعور لاءِ جاڳوڙيندو رهيو ۽ ايئن تاريخ جو ماهر، سياسي ۽ قومي ڪارڪنن جو آدرش ثابت ٿيو.

نورالدين سرڪي5 مارچ 1927ع تي شڪارپور ۾ پيدا ٿيو ۽ 26 سيپٽمبر 2007ع تي دل جو دورو پوڻ ڪري ڪراچيءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. سندس عمر 80 سال 6 مهينا ۽ 22 ڏينهن تي پهتل هئي ،ڪيس ڪراچيءَ جي ميواشاهہ قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. جتي مون بہ سندس آخري درشن ڪيو.

سرڪي صاحب 1945ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان مئٽرڪ 1953ع ۾ سي ايند ايس آرٽس ڪاليج شڪارپور مان، بي اي آنرس ۽ 1955ع ۾ ايس ايم آرٽس ڪاليج ڪراچي مان ايم اي پاس ڪرڻ کانپوءِ، لا ڪاليج ڪراچيءَ مان ايل ايل بي پاس ڪري، نوڪري ڪرڻ جي ابتدا ماستر مقرر ٿيڻ سان ڪئي .اڳتي هلي 1957ع کان وڪالت شروع ڪيائين ۽ ايئن آخري وقت تائين وڪالت جي ڌنڌي سان ئي واڳيل رهيو. هن سياست جي شروعات 21 سالن جي عمر ۾ 1948ع ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ شموليت ڪرڻ سان ڪئي ۽ سندس نالو سنڌي ادبي سنگت جي پيڙهہ جي پٿر رکندڙن ۾ بہ شامل ٿيل آهي . جنهن کي 1953ع ۾ قائم ڪيو ويو هو. 1972ع ۾ سرڪي

صاحب نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ بہ شامل ٿيو هو. هن پنهنجي پوئنيرن ۾ ٻيوهہ زال، ٻہ نياڻيون ۽ هڪ پٽ ڇڏيو آهي.
سرڪي صاحب ڪيترن شاعرن ۽ نثر نگارن کي رستو ڏيکاري، اڳتي آندو. انهن ۾ مان تاجل بيوس بہ شامل آهيان. منهنجو پهريون شعري مجموعو: "جڏهن پونءِ ٻٽي" ڪرم الاهي چنا جي سهڪار سان، سنگم پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران 1982ع ۾ ڇپايو ويو هو، جنهن جون مونکان ٿيهارو ڪن ڪاپيون ورتي، نورالدين سرڪيءَ هندستان ۾ آباد ٿيل سنڌي اديبن ۾ ورهائڻ سان گڏ، ڪجهہ ڪاپيون، اتي قائم ڪيل لائبررين ۾ بہ رکايون هيون. جنهن ڪتاب مان اتان جي سنڌين کي ايڏي تہ ادبي ۽ تخليقي خوشبوءِ محسوس ٿي هئي، جو رام پنجواڻي لٽرري اينڊ ڪلچرل سينٽر، ممبئيءَ پاران مونکي وقت جي وڏي شاعر شيخ اياز سان گڏ، پارت گهرايو ويو هو ۽ ايئن مان شاهہ، سچل، سامي، سيمينار ۽ هند - سنڌ مشاعري ۾ وچي شريڪ ٿيو هيس. ٻيو ادبي فائدو هن ريت مليو، جو سنڌ جي ٽن شاعرن: شاهہ لطيف، شيخ اياز ۽ تاجل بيوس تي هن ۾ سالن جا سال تحقيق ڪري، سندن ڪردار ۽ عمل، دخل بابت معلومات گڏ ڪري، وڊيو فلم اسڪرپٽ تيار ڪري 2002ع ۾ "ڏور بہ اوڏا سپرين" نالي هيٺ ويٽا پبليڪيشن الهاس نگر (پارت) پاران ڪتاب ڇپايو ويو آهي ڪتاب جو نالو بہ هند بابت منهنجي ڇپايل سفرنامي تان کنيو ويو آهي، جو سفر نامو 1992ع ۾ ڇپايو ويو هو. هن ڪتاب جون جگديش لڇاڻيءَ پاران مونکي بہ ڪاپيون موڪليون ويون آهن، جنهن جي ٽائيٽل ڪور تي اسان ٽنهي شاعرن جون تصويرون بہ ڏنيون ويون آهن هاڻي ڏسئون تہ پارت ۾ فلم جي ڪڏهن ٿي رٽا بندي ڪري رڪارڊنگ ڪئي وڃي.
آخر ۾، پڙهندڙن کي ٻڌائيندو هلان تہ اِها بہ سرڳواسي نورالدين سرڪيءَ جي ئي مهرباني آهي، جو 7 ڊسمبر 2007 تي پارت ويندڙ وفد ۾ منهنجو نالو بہ شامل ڪيو ويو آهي. جو پارت جو منهنجو پنجون ادبي دورو هوندو، آخر ۾ عرب سياح ۽ محقق عمر بن حشام جا هندستان بابت ڏنل ويچارءَ ڏئي، ڪالم ختم ٿو ڪجي. جو چئي ويو آهي: "هندستان ۾ جيڪڏهن هڪ ڏينهن بہ رهڻ يا وڃڻ جو موقعو ملي، تہ ٻئي هند جي سچي زندگيءَ کان بهتر آهي، چاڪاڻ تہ چيو ويو آهي تہ اتان جي زيارت سان سُٺا اخلاق حاصل ٿين ٿا. هندستان ستارن وانگر چمڪندڙ ۽ مبارڪ ملڪ آهي"

# ڪراچيءَ جي ادبي اوطاق

## ممتاز مهر

پير حسام الدين راشدي ۽ پير علي محمد راشديءَ جي لکيل ساروڻين مان معلوم ٿيندو تہ پارٽيشن کان اڳ ڪراچيءَ ۾ ادبي ڪچهريون حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي گاڏي کاتي واري دواخاني ۽ ان جي ئي ويجهو مولانا دين محمد وفائيءَ جي پريس واري آفيس ۾ ٿينديون هيون. سنڌي ادبي سنگت سان لاڳاپيل پراڻا ساٿي ٻڌائيندا هئا تہ هفتيوار ادبي گڏجاڻيون مينارام هاسٽل ۾ بہ ٿينديون هيون. جناح هاسٽل ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي ليڪچر ڏيندو هو. پارٽيشن ڪانپوءِ ڪراچيءَ جو علمي ادبي ۽ ڪلچرل ماحول گهڻو بدلجي ويو هو پوءِ بہ سنڌي ادبي سنگت جون گڏجاڻيون مينارام هاسٽل ۾ ٿينديون رهنديون هيون. بعد ۾ اياز قادريءَ جي فليٽ واقع ڏٽي رام بلڊنگ ۾ ٿينديون هيون. مان جڏهن 1963 ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ فلاسافيءَ ۾ ايم اي ڪرڻ لاءِ داخلا ورتي هئي تڏهن سنڌي ادبي سنگت جون هفتيوار گڏجاڻيون نورالدين سرڪيءَ جي آفيس واقع اورنگزيب مارڪيٽ بندر روڊ تي ٿيندو هيون . انهن گڏجاڻين ۾ مان بہ شريڪ ٿيندو هوس. انهن گڏجاڻين ۾ تاج بلوچ، گل محمد کتري، (آرٽسٽ) عبدالحڪيم ارشد ۽ اقبال جتوئي باقائدي شريڪ ٿيندا هئا . امر جليل، خواجا سليم، نسيم کرل ڪڏهن ڪڏهن انهن گڏجاڻين ۾ ايندا هئا . ڪن جا نالا ذهن تي نہ ٿا اچن. سرڪي صاحب جي مذڪوره وڪالت واري آفيس ننڍڙي هئي، جنهن ۾ ڏهہ ٻارنهن ڪرسيون هونديون هيون. سرڪي صاحب 1956ع کان وڪالت ڪندو پيو اچي، ان حساب سان سن 2003 ع ۾ ڪيس وڪالت ڪندي 47 سال ٿي ويا آهن. سٺ جي ڏهاڪي ۾ سرڪي صاحب اجان پنهنجي وڪالت واري پيشي ۾ پير پختا پئي ڪيا، پر ان دور ۾ جڏهن سندس آفيس سادڙي هوندي هئي ۽ هاڻوڪي دور ۾ جڏهن سندس موجوده آفيس واقع پئراڊائيز چيمبر (صدر) هڪ ٽاپ جي وڪيل جي آفيس جو ڏيک پئي ڏئي، تڏهن بہ سندس کل مک طبيعت ۽ نرم مزاج ۾ ڪو فرق محسوس نہ ٿيندو. هاڻي سندس ڪم بہ وڌيو آهي تہ ماتحت ڪم ڪندڙ وڪيلن جو تعداد بہ وڌيو آهي، پر اڳ جيان هاڻ بہ روزانہ ڪچهري لاءِ اديبن ۽ سياسي ساڃاهہ رکندڙ فردن جي اچ وڃ جاري آهي. ڪراچي ۾ رهندڙ اديب دوست هجن يا اندروني سنڌ جا اديب ۽ سياسي ساڃاهہ رکندڙ فرد هجن، وقت ڪڍي ضرور سرڪي صاحب وٽ پيرو پريندا آهن. انهن ۾ ڪئين نوجوان بہ هوندا آهن تہ سنڌ جون مشهور شخصيتون جهڙوڪ محمد ابراهيم جويو صاحب ۽ ٻيا، سرڪي

صاحب سيني سان محبت سان پيش ايندو آهي ۽ ڳالھ ٻولھ ۾ دلچسپي سان حصو وٺندو آهي .اڄڪلھ سرڪي صاحب جيان ادبي اوطاق ۾ تقريبن روزانو شام جو حاضري ڀريندڙ عمر الدين بيدار بہ آهي، جيڪو ڪتان ڪتان عمده ۽ اڻ لڀ ڪتاب هٿ ڪري سرڪي صاحب لاءِ آڻيندو آهي . سرڪي صاحب اهي ڪتاب ڏسي جيڪا خوشي ظاهر ڪندو آهي ان مان سندس ڪتابن پڙهڻ جي شوق جو پتو پوي ٿو . انگلش، سنڌي ۽ اردو جي علاوه ڪيس فارسي ادب جا ڪتاب پڙهڻ ۾ پورو عبور آهي.

نورالدين سرڪي ۽ شيخ اياز ٻن ٽن سالن جي فرق سان هم عمر شڪارپور شهر ۾ ڄايا ۽ نپنا .اتي ئي پرائمري کان مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائون، پوءِ ٻنهي ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي .اول سرڪي صاحب انجنيئرنگ ڪرڻ پئي چاهي، پر بعد ۾ بي اي ۽ ايم اي (سنڌي) ڪيائين .ڪيترا ئي سال اسلاميہ ڪاليج ڪراچيءِ ۾ ليڪچرار طور ڪم ڪيائين . ائين بعد ۾ لا جي ڊگري حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل رهيو. هن وقت ڪراچيءَ جي سينيئر وڪيلن ۾ شمار جي ٿو. سرڪي صاحب شاگرديءَ جي زماني ۾ شڪارپور توڙي ڪراچي ۾ آزاديءَ جي هلچل ۾ حصو ورتو . ورهاڱي ڪانپوءِ ڪراچيءَ ۾ سال 1948 ۾ جيڪي فساد ٿيا سي سرڪي صاحب پنهنجي اکين سان ڏٺا . ساڳي سال ڪراچي کي سنڌ کان ڌار ڪيو ويو ۽ ڪراچي جي اسڪولن ۽ ڪاليجن مان سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. جن قدمن خلاف سنڌي شاگردن جيڪي احتجاج ڪيا ۽ جلوس ڪڍيا تن ۾ سرڪي صاحب اڳيان اڳيان هو. اهو ئي دؤر هو جڏهن سرڪي صاحب ڪميونزم جو اثر ورتو ۽ ليفٽ جي سياست ۽ ترقي پسند ادب واري تحريڪ ۾ سرگرمي سان حصو ورتو . جڏهن سنڌي ادبي سنگت ڪراچي ۾ قائم ٿي تڏهن ان جي اوسر ۾ سرڪي صاحب ڀرپور حصو ورتو . هاڻي بہ سنڌي ادبي سنگت يا سنڌي ادب ۽ ڪلچر سان واسطو رکندڙ ٻي ڪا تنظيم ڪراچيءَ ۾ جيڪڏهن ڪو فنڪشن ڪندي آهي تہ ان ۾ سرڪي صاحب دعوت ملڻ تي وقت ڪڍي ضرور شامل ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ ٻين گهڻن ئي نماءُ پسند اديبن ۽ دانشورن وانگر نہ ڪو سرڪي صاحب صدارت جو خواهشمند هوندو آهي، نہ وري ڪنهن قسم جي شهرت جو طالب . سنڌ ۾ ڪي اهڙا بہ اديب ۽ دانشور آهن جن کي جيڪڏهن اسلام آباد ۾ ٿيندڙ ڪنهن سرڪاري ڪانفرنس ۾ دعوت نہ ٿي ملي يا ٻاهر سرڪار جي خرچ تي وڃڻ جو موقعو نہ ٿو ملي تہ رڙ تي رڙ مچايو ڇڏين ۽ اخباري ڪالمن ۾ هاءِ گهوڙا ڪريو ڇڏين! پر مون کي ياد ناهي تہ سرڪي صاحب سرڪاري سڏ تي اسلام آباد ۾ منعقد ٿيندڙ ڪانفرنس کي تہ ڇڏيو پر حيدر آباد، ڀٽ شاھ يا خيرپور ۾ ٿيندڙ ڪنهن اهڙي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هجي، يا

موقعي پرستن وانگر ذاتي سياسي فائدا وٺڻ لاءِ ڪنهن وڏي سياسي پارٽي ڪيڏ لڳو هجي! ون يونٽ خلاف تحريڪ دوران سرڪي صاحب ٻين سنڌ دوست دانشورن وانگر سنڌ جي وجود لاءِ تحريڪ ۾ بہ حصو ورتو پر وڏيرا شاهيءَ خلاف سندن ترقي پسند موقف، هميشہ جيان چٽو رهيو! سرڪي صاحب شاهہ لطيف کي عظيم قومي شاعر سمجهي ٿو. سندس شاعريءَ کي هيئين سان هنڊائڻ جي تلقين ڪندو آهي.

نور الدين سرڪي يونان جي انهن ڪن ڏاهن وانگر آهي جيڪي پنهنجا املهہ خيال ۽ ويچار لکت ۾ گهٽ آڻيندا آهن پر ڳالهہ ٻولهہ ذريعي دوستن ۽ ساٿين سان شيئر ڪندا آهن. سرڪي صاحب سال 1956 ـ 1957 ۾ ٽالسٽا ۽ جو مشهور ڪتاب "نيٺ ڇا ڪجي؟" جي عنوان سان ترجمون ڪيو هو، جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو. ان ڪتاب پرنس ڪروپاٽڪن جي ڪتاب "نوجوانن ڏانهن" وانگر واقعي سنڌي نوجوانن تي اثر ڇڏيو ۽ کين سماج ۾ ڌرتيءَ سان ڪمٽمينٽ لاءِ محترڪ ڪيو. سرڪي صاحب کي پارٽيشن کان اڳ واري سنڌ جون سارو ٽيون آهن ۽ مشاهدا آهن تہ بعد وارين حالتن ۽ معاملن جو مشاهدو ۽ ڄاڻ بہ آهي. جيڪر سرڪي صاحب جون اهي سارو ٽيون ۽ مشاهدا قلم بند ٿي ڪتابي صورت ۾ اچي وڃن تہ سنڌ جي ماضي قريب جي سياست، ثقافت ۽ سماجي حالتن جو داستان محفوظ ٿيڻ سان تاريخي دستاويز بڻجي وڃي. في الحال سرڪي صاحب سنڌي پهاڪن، چوٽين ۽ اصطلاحن کي سيهڙڻ جو ڪم پيو ڪري. ان کان اڳ ۾ هن شاهہ لطيف جا چونڊ بيت ترتيب ڏيئي ڇپرايا هئا. جيڪي ماڻهن کي گهڻو پسند پيا. ڪراچيءَ جهڙي مصروف ۽ وڏي شهر ۾ سرڪي صاحب جي وڪالت واري آفيس ادبي اوطاق بہ بڻيل آهي. جتي علمي ادبي نڪتا شيئر ڪندي خوشي بہ حاصل ٿيندي آهي. پر ڪنهن کي بہ برتري يا ڪمتريءَ جو احساس ڪڏهن نہ ٿيو آهي.

# سنڌ جو محب وطن ۽ ڏاهو

## عبدالخالق جوڻيجو

سنڌ پنهنجي زندگيءَ ۾ تمام گهڻا ڏک ڏٺا آهن ۽ سنڌي قوم پنهنجي تاريخ ۾ انتهائي مشڪل مرحلن مان لنگهي آهي. شايد انهن مان سڀ کان مشڪل مرحلو سال 1947ع وارو ورهاڱو هئو. ان ورهاڱي واقعي به سنڌي قوم کي ورهائي ڇڏيو. ان حساب سان سنڌ جو اهو نسل جيڪو ورهاڱي جي درد مان لنگهيو ان جي به سنڌ جي تاريخ ۾ هڪڙي خاص جاءِ ٺهي ٿي. نورالدين سرڪي ان نسل جو هڪ اهم فرد ۽ سنڌ جي ان دکدائڪ وارتا جو هڪ متحرڪ ڪردار آهي. هن نه رڳو اها وارتا وجود ۾ ايندي ڏٺي پر ان عمل ۾ مختلف حيثيتن ۽ طريقن سان ڪردار به ادا ڪيو ۽ ان جي اثرن کي سَنو ۽ ان جي نتيجن کي ڀوڳيو پڻ.

سنڌي قوم کي ورهائيندڙ ان لڪير (ورهاڱي) نڪرڻ کان پوءِ ٻنهي پاسن يعني ورهاڱي کان اڳ ۽ فوري پوءِ واري دور ۾ جناب نورالدين سرڪيءَ نهايت سرگرم ڪردار ادا ڪيو ۽ ان کانپوءِ باقي زندگي به ان قومي ۽ تاريخي واقعي جي سنڌس ذات توڙي قوم تي پوندڙ اثرن سان واڳيل رهيو. ورهاڱي وقت سرڪي صاحب جي عمر 20 سال هئي ۽ وفات وقت 80 سالن کان ٽپي چڪو هئو، اهو 60 سالن کان وڌيڪ جو عرصو، جيڪو خود هڪ سراسري ماڻهوءَ جي ڪل ڄمار جي برابر آهي، نورالدين سرڪي سنڌ سان اڻٽٽ طريقي سان ڳنڊيل رهيو. هن پنهنجي 80 ورهين جي ڊگهي زندگي نهايت متحرڪ نموني گذاري، ذهني ۽ جسماني ٻنهي طرحن سان هو پنهنجي ارد گرد جي ماحول، مسئلن، ماڻهن ۽ انهن جي چرپر ۾ ملوث هوندو هئو. هن جو مطالعو تمام وسيع هئو. بحيثيت قانوندان نه هو سڄي سنڌ ۾ ڄاتل سڃاتل ۽ مڃيل هئو ئي پر تاريخ، سياست، سماجي علم، ادب، شاعري، لوڪ علم ۽ بين الاقوامي لاڳاپن بابت به هن جي ڄاڻ ۽ هن جو شعور نهايت گهرو هوندو هئو. هن هندستان، جپان، روس، آمريڪا، برطانيه، فلپائين، سنگاپور ۽ ڏکڻ آفريڪا سميت ڪيترن ملڪن جو هڪ يا هڪ کان وڌيڪ دفعا دورو ڪيو. پنهنجي وسيع مطالعي، ڊگهي تجربي ۽ گهري مشاهدي جي نتيجي ۾ هن مڪاني، علائقائي توڙي عالمي مسئلن جو ڀرپور شعور حاصل ڪري ورتو هئو. ڪانفرنس هجي يا ڪچهري، عالمن جي محفل هجي يا گهڻ پڙهيلن جو ميڙ، هو هر هنڌ ۽ هر مسئلي تي اعتماد ۽ اختيار سان ڳالهائيندو ۽ ڀرپور بحث ڪندو هئو پوءِ اهو مسئلو سياسي هجي يا اقتصادي، مذهبي هجي يا سماجي، تاريخي هجي يا علمي ادبي يا ڪو ٻيو.

نورالدين سرڪي هميشہ عقل ۽ دليل جي بنياد تي ان کي سلجهائڻ ۽ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندو هئو. پر سڀ ڪان وڏي حقيقت سرڪي صاحب جي ذات جي حوالي سان اها آهي تہ هن جي سمورن دليلن، سيني بحثن، مڙني موضوعن ۽ سمورين تحريرن ۽ تقريرن جو مرڪزي نقطو سنڌ هوندي هئي. ڪهڙن بہ ماڻهن سان مخاطب هجي هو سنڌ جو وڪيل ٿي ڳالهائيندو هئو، ڪهڙو بہ موضوع هجي هن جو مرڪزي خيال اهو هوندو هئو تہ ان مان سنڌ کي ڪهڙو فائدو ٿيندو ۽ ڪهڙي بہ قسم جي صورتحال هجي تہ هن جي تجزيي جو اهم نقطو اهو هوندو هئو تہ ان صورتحال جو سنڌ جي حالتن تي ۽ سنڌي قوم جي مستقبل تي ڪهڙو اثر پوندو. اهو ئي سبب هئو جو سنڌ جي ڳالهہ ڪندڙ ۽ سنڌ جي آزادي، خودمختياري ۽ خوشحاليءَ ۾ يقين رکندڙ ۽ سنڌ جي سڄاڻپ جو اونو رکندڙ هر شخص وٽس ايندو هئو ۽ سنڌ جي قومي زندگيءَ جي هر شعبي سان واسطو رکندڙ ماڻهن سان سندس رابطو ۽ واسطو هوندو هئو.

سرڪي صاحب پنهنجي زندگيءَ جي مختلف مرحلن تي مختلف تنظيمن ۽ تحريڪن سان عملي طور بہ واڳيل رهيو، انهن مان ڪجهہ اهڙيون هيون جن جي پروگرام ۾ سنڌ جي ترجيح ڪانہ هئي پر سرڪي صاحب تڏهن بہ سنڌ سان پنهنجو ذهني ۽ روحاني رشتو نہ ٽوڙيو. پاڪستان جي تحريڪ دوران هو هڪ پرجوش نوجوان جي حيثيت ۾ سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ سرگرم هئو ۽ پاڪستان جي حق ۾ نعرا هڻندو هئو، پر پوءِ پاڪستان ٺهڻ شرط جڏهن 'پاڪستان جي باني' محمد علي جناح ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا جو فيصلو ڪيو تہ سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن ان جي سڀ کان اول ۽ سڀ کان شديد مخالفت ڪئي ۽ ان عمل ۾ نورالدين سرڪي اڳي کان وڌيڪ سرگرم رول ادا ڪيو. اسلام جي نالي تي قائم ٿيندڙ نئين رياست پاڪستان جي ابتدائي ڏينهن ۾ ان وقت نوجوان نورالدين سرڪي ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ڪل وقتي ڪارڪن بڻيو جڏهن پاڻ کي ڪميونسٽ سڏائڻ پنهنجي زندگيءَ کي داءَ تي لڳائڻ جي برابر هئو. پر جڏهن کيس محسوس ۽ معلوم ٿيو تہ سندس پسند جي پارٽيءَ جي ترجيحن ۾ سنڌي قوم جي تشخص ۽ ترقيءَ جو معاملو شامل ناهي تہ هو ڪميونسٽ پارٽيءَ کان پاسيرو ٿي ويو ان جي باوجود تہ هو سڄي عمر ڪميونسٽ نظريي سان وابستہ رهيو.

ويهين صديءَ دوران سنڌ کي جيڪي وڏا مسئلا درپيش هئا (۽ اجا تائين آهن) انهن سيني ۾ نورالدين سرڪيءَ جي دلچسپي هوندي هئي ۽ انهن بابت واضح نموني سنڌ دوست ۽ عوام دوست موقف رکندو هئو. مذهب جي بنياد تي تقسيم جي نتيجي ۾ سنڌي قوم کي جيڪو ناقابل تلافي نقصان پهتو ان ڪري سرڪي صاحب وٽ سيڪيولرزم جي سڀ کان مٿانهين ترجيح هوندي

هئي. هن جي پنهنجي ذات به سيڪيولرازم جو عملي نمونو هئي ۽ سنڌي سماج ۾ به سيڪيولر قدرن جو داعي هوندو هئو. هڪ سچي سيڪيولر ماڻهوءَ وانگر سرڪي صاحب ڪڏهن به ڪنهن ماڻهوءَ جي مذهبي معاملن ۾ مداخلت نه ڪندو هئو ۽ نه ئي ڪنهن کي ان معاملي ۾ ڪجهه چوندو هئو پر شايد هن جي شخصيت ۽ عملي ڪردار جو اثر هئو جو وڪالتي زندگيءَ جي ايڏي ڊگهي عرصي دوران سندس آفيس ۾ ڪيترائي جونيئر وڪيل ۽ ٻيا اسٽاف وارا آيا ۽ ويا پر انهن منجهان ڪو هڪ به مذهبي رجحان رکندڙ ڪونه هئو. سنڌ جي قومي نجات ۽ ترقيءَ جي لحاظ کان به سندس سوچ اها هئي ته جيستائين سنڌ جا ماڻهو پنهنجي سوچ ۽ عمل ۾ سيڪيولر رويا اختيار نه ڪندا تيستائين نه قوميت جو جديد تصور مضبوط ٿي سگهندو ۽ نه ئي اقتصادي ترقيءَ جي ميدان ۾ اسان عالمي چئلينجز جو مقابلو ڪري سگهنداسين. سيڪيولرزم جي اهميت بابت سندس خيالن جو اندازو ان مان به لڳائي سگهجي ٿو ته سرڪي صاحب سائين جي ايم سيد کان تمام گهڻو متاثر هئو. سائينءَ لاءِ سندس چوڻ هوندو هئو ته سائين سنڌ جي قومي زندگيءَ جي مختلف پهلوئن تي ڪم ڪيو آهي، پر هن جو سڀ کان وڏو ڪارنامو سيڪيولزم لاءِ ڪم ڪرڻ آهي ۽ جيڪڏهن ٻيا سڀ ڪم ڇڏي رکو سيڪيولرزم لاءِ سائينءَ جي ڪردار کي ونجي تڏهن به هن جو شمار تاريخ جي وڏن ماڻهن ۾ ٿيندو.

سرڪي صاحب جو سنڌ جي آزادي، خودمختياري ۽ خوشحالي ۾ مڪمل ويساهه هئو پر اها آزادي ڪيئن ملندي، ان جدوجهد ۾ ڪنهن جو ڪهڙو ڪردار هوندو ۽ ان جو فائدو ڪنهن کي ملڻ گهرجي انهن سوالن بابت هن جا پنهنجا مخصوص تصور هئا. ان ڳالهه تي هو بلڪل صاف، چٽو ۽ پڪو نقطه نظر رکندو هئو ته سنڌ جي حقيقي آزادي ۽ خوشحالي اها هوندي جنهن جو ثمر سنڌ جي اڪثريتي عوام کي حاصل ٿئي. ان ڏس ۾ اڪثر مونکي اڪيلائيءَ ۾، ڪچهرين ۾ ڪانفرنسن ۾ چوندو هئو ته سائينءَ ڪتاب لکيو "سنڌوديش ڇو ۽ ڇا لاءِ" هاڻي تون ڪتاب لک ته "سنڌوديش ڪيئن ۽ ڪنهن جي لاءِ."

مارڪسي فلسفي ۾ يقين رکڻ وارو نورالدين سرڪي سوشلزم جو پڪو حامي هئو پر ان ئي مارڪسي فلسفي تحت سندس تجزيو هوندو هئو ته سنڌي سماج اڃا ان منزل تائين نه پهتو آهي جو سوشلسٽ انقلاب اچي. هن وقت سنڌ کي بورجوا انقلاب جي ضرورت آهي جنهن جي اڳواڻي وچولي طبقي کي ڪرڻ گهرجي. جنهن ذريعي پهرئين مرحلي ۾ سنڌ تان ڏارين جو قبضو ۽ جاگيردارن جي بالادستي ختم ٿئي. انهن بنيادي نوعيت جي نظرياتي ۽ سياسي مسئلن ۽ معاملن تي گاهي به گاهي سرڪي صاحب جي محفل ۾ بحث ٿيندو رهندو هئو. جڏهن به ڪي ترقي پسند سوچ جا دوست گڏ ٿيندا هئا. سندس ڪمپنيءَ ۾ ڪم

ڪرڻ سبب مونکي ساٿس گفتگو، بحث مباحثو ۽ صلاح ۽ مشورو ڪرڻ جا وڏيڪ موقعا ميسر هوندا هئا.جن دوران انهن نظرياتي، سياسي ۽ حڪمت عمليءَ جي معاملن بابت منهنجو ساٿس اٽڪل 80 سيڪڙو اتفاق هوندو هئو. اها سندس فراخدلي، بردباري ۽ روشن خيالي هئي جو 20 سيڪڙو اختلافي مسئلن تي بہ اهڙي ئي ماحول ۾ ۽ ائين ئي دليل دلائل ڏيندا هئا جيئن 80 سيڪڙو اتفاقي معاملن تي.

سرڪي صاحب جي زندگيءَ جو هڪ سڀ کان اهم ۽ سونهري اصول عدم تشدد هئو. عدم تشدد ۾ هو گانڌيءَ وانگر ئي يقين رکندو هئو ۽ ان بابت ڪنهن بہ صورت ۾ سوديبازي (Compromise) ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندو هئو ۽ مان ڪڏهن ڪڏهن کيس چوندو هئس تہ سائين، ضرورت تحت حڪمت عملي طور ڪڏهن هٿيار جو سهارو بہ وٺي سگهجي ٿو تہ پاڻ سختيءَ سان ۽ سڌي طرح ان ڳالهہ کي رد ڪندو هئو. هڪ دفعي جيئي سنڌ متحده محاذ جي دوستن پنهنجي هڪ ساٿي سميع الله ڪلهوڙي، جيڪو رياستي ادارن جي تشدد سبب وفات ڪري ويو هئو، جي ياد ۾ جلسو ڪيو. انهن مونکي بہ شرڪت جي دعوت ڏني ۽ سرڪي صاحب کي بہ . شرڪت لاءِ وڃڻ وقت سرڪي صاحب مونکي جلسي لاءِ پنهنجو پيغام لکت ۾ ڏنو. متحده محاذ جي دوستن لاءِ تاثر اهو آهي تہ اهي جدوجهد جي پرتشدد طريقن ۾ يقين رکن ٿا پر انهن ڏانهن موڪليل پيغام ۾ بہ هن عدم تشدد جي ڀرپور وڪالت ڪئي هئي.

انساني زندگيءَ جي سڌاري ۽ واڌاري ۾ سائنس جي رول ۽ سائنسي علمن حاصل ڪرڻ جي اهميت جي ڀرپور وڪالت ڪرڻ سان گڏوگڏ سرڪي صاحب آرٽس جي علمن کي بہ اوتروئي اهم سمجهندو هئو. سندس چوڻ هوندو هئو تہ انساني زندگيءَ کي سنوارڻ ۽ انساني ذهن جي نشونما لاءِ آرٽس لازمي آهي. ان سوچ جو عملي نمونو بہ هو پاڻ ئي بڻيو جڏهن NED ڪاليج ۾ انجنيئرنگ جي ٻئي سال ۾ پڙهندي پاڻ ڪاليج ڇڏي بي اي، ايم اي ۽ ايل ايل بي جا ڪورس پڙهڻ شروع ڪيا.

ذاتي زندگيءَ ۾ هو تمام گهڻو روادار هئو. پاڻ سان ڪيترو بہ ڪير اختلاف رکيس پر ان سان بحث ڪونہ ڪندو هئو ۽ ڪنهن کي غلط بہ سمجهندو هئو تہ ان کي چوندو ڪونہ هئو. اها رواداري ايتري گهٽي هوندي هئي جو ڪڏهن ڪڏهن مون سميت ڪجهہ دوست کيس چوندا هئا تہ "توهان رک رکاءُ ٿا ڪريو." پر اها بہ سندس رواداري تہ اهڙا جملا ٻڌي کلي خاموش ٿي ويندو هئو. ايتري تائين جو ڪيترا ماڻهو سرڪي صاحب جي پرپٺ مختلف ڳالهين ۾ سندس نالو ڏيئي ڇڏيندا هئا. سوال پڇڻ تي چوندو هئو تہ "دوستن نالو ڏيئي ڇڏيو آهي تہ ڪهڙي ترديد ڪجي" جڏهن کيس چئبو هئو تہ ان سان توهانجي شخصيت تي

منفي اثر پئجي سگهي ٿو تہ وري بہ روايتي رواداريءَ جو مظاهرو ڪندي چوندو هئو تہ: ”ها، ٿي سگهي ٿو.“

دنيا ۾ هر انسان ۾ جتي ڪافي خوبيون هجن ٿيون اتي ان جي ذات ۾ ڪي ڪمزوريون بہ هجن ٿيون. سرڪي صاحب جي شخصيت ۾ بہ ڪجھ ڪمزور پهلو نظر اچن ٿا يا ائين چئجي تہ سندس دوستن جي هڪ وڏي تعداد ڪي انهن ڳالهين بابت ڪانئس شڪايت هوندي هئي ۽ ان شڪايت جو پاڻ بہ اقرار ڪندو هئو. 20 ـ25 سال اڳ دوست ڪيس چوندا هئا تہ توهان وٽ ايترو علم ۽ ايترو تجربو آهي تہ توهانکي سنڌي قوم جي نجات ۽ ترقيءَ واري جدوجهد ۾ عملي ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. گذريل پنجن ستن سالن کان دوست ڪيس اهو زور پريندا هئا تہ توهان پنهنجي علم، ڄاڻ، تجربن ۽ مشاهدن کي لکت جي صورت ڏيو. مان ڪجھ وڏيڪ هجت ڪندي چوندو هئومانس تہ سائين! توهان جيڪو علم ۽ تجربو حاصل ڪيو آهي اهو رڳو توهانجي ملڪيت ناهي، ان ۾ قوم جو بہ حصو آهي. تنهن ڪري ان کي قوم تائين پکيڙيو. جواب ۾ مسڪراهٽ ۽ خاموشي ملندي هئي.

# خوابن جي دنيا جو شخص

## رئوف نظاماڻي

ڪڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ سان ملڻ ضروري نه هوندو آهي رڳو سندس موجودگيءَ جو احساس ئي ماڻهوءَ جي لاءِ اطمينان ۽ آٿت جو باعث هوندو آهي. جڏهن اهڙي ماڻهوءَ جي لاڏاڻي جي خبر ايندي آهي ته ماڻهو چڻ ڪجهه گهڙين لاءِ صدمي جي ڪيفيت ۾ اچي ويندو آهي. ايئن لڳندو آهي ته چڻ ڪائنس سندس ڪو احساس ڪسجي ويو آهي. شخصيت جو ڪو اهم حصو جدا ٿي ويو آهي.

سائين نورالدين سرڪيءَ سان اهڙي ناتي جي ڳالهه ڪندڙ آئون ڪو اڪيلو ماڻهو ناهيان پر سڄي سنڌ ۾اهڙن ماڻهن جو اڻ ڳڻيو تعداد موجود آهي، بس اهو ته آئون به اهڙن اڻ ڳڻين ماڻهن مان هڪ آهيان.

ادبي ۽ سياسي ڪم ڪرڻ لاءِ ماڻهوءَ کي ڪنهن اتساهه ۽ پرجهلي جي ضرورت هوندي آهي، سنڌ جي حوالي سان اها ڳالهه اجا به وڌيڪ اهميت رکي ٿي. هتي ڪجهه عرصو اڳ تائين ادب ۽ سياست چڻ هڪ ٻئي سڪي جا ٻه رخ رهندا آيا آهن . اها سڄي صورتحال هڪ لحاظ کان ان ڪري اهم هئي جو سنڌ جي ڪجهه اهڙن سينئر ماڻهن مان سرڪي صاحب به هڪ هو جن جي لاءِ جدوجهد هڪ مقصد جيان هئي . هڪ اهڙي گهڻ پاسائين شخصيت جيڪا قانون، سياست ۽ ادب جي ميدانن ۾ ساڳي وقت رڌل هئي. ڪراچيءَ جي لحاظ کان اها ڳالهه ان ڪري به وڌيڪ اهميت رکندڙ هئي ته هتي سائين اياز قادري ۽ نورالدين سرڪيءَ جهڙا ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ شخص موجود هوندا هئا. جن ڏانهن سنڌي نوجوان ڇڪجي ايندا هئا ۽ جيڪي مختلف وقتن تي سندن لاءِ اتساهه ۽ پرجهلو بڻبا هئا.

سرڪي صاحب جي هڪ وڪيل جي حيثيت ۾ اها شهرت هوندي هئي ته سياسي ڪارڪنن لاءِ هونءَ رڳو مفت ڪيس وڙهندو آهي پر هڙان ۽ وڙان به سندن مدد ڪندو آهي. سندس آفيس جا دروازا ادبي ۽ سياسي ڪارڪنن لاءِ هميشه کليل هوندا هئا ۽ منهنجو خيال آهي ته سندس گهڻو وقت پنهنجن اسيلن جي بجاءِ انهن ئي ماڻهن سان گذرندو هو جن کي هو پنهنجو دوست ڪوٺيندو هو.

سرڪي صاحب جي نظرياتي وابستگي ڪنهن سان هئي اهو طئه ڪرڻ ڪا اهڙي وڏي ڳالهه ناهي. سندس شخصيت کي انهن حالتن جي تناظر ۾ ڏسڻ ضروري آهي، جيڪي سندس چوڌاري موجود هيون. گهڻو ڪري ماڻهو پنهنجي واٽ جو فيصلو پنهنجي طبيعت جي لاڙي موجب موجود طريقن مان

ڪندو آهي، هر بنيادي طور هڪ ترقي پسند ماڻهو هو ۽ سماجي تبديلي سندس آدرش هو. سنڌ جي گهٽن ماڻهن جيان سندس چونڊ بہ ڪميونسٽ پارٽي هئي. شايد ان جو هڪ ڪارڻ اهو بہ هجي تہ ان وقت ان جو ٻيو ڪو متبادل نہ هو ۽ سنڌ جي قومي تحريڪ اجا نئين ملڪ جي حالتن ۾ سرجي رهي هئي. ممڪن آهي تہ سرڪي صاحب جيئن چيو وڃي ٿو قومي مسئلي تي اختلاف ڪري پارٽيءَ کان ڌار ٿيو هجي، پر هن ان ڳالھ جو ڪڏهن بہ ڪليل نموني اظهار نہ ڪيو ۽ نہ ئي اهڙو ڪو تاثر ڏنائين. هڪ تہ سندس پارٽي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن سان ساڳيا دوستاڻا ناتا ۽ ميل جول رهيو ۽ ٻيو تہ هن پاڻ ڪي ٻي ڪنهن سياسي جماعت سان بہ وابستہ نہ ڪيو. سندس سرگرمين جو مرڪز وڪالت ۽ ادبي سنگت ڏانهن منتقل ٿي ويو.

سرڪي صاحب واري دؤر جي هڪ خاص ڳالھ اها هئي تہ ان وقت قومي تحريڪ وڏي ويجهي ۽ شڪل وٺي رهي هئي. سنڌ جي مختلف طبقن سان واسطو رکندڙ ماڻهن وچ ۾ مختلف مسئلن تي خيالن جي هڪ جهڙائي هئي. قوم پرست جماعتون جن بجاءِ قومي تحريڪ کي هڪ تنظيم ۽ رخ ڏيڻ جي ان کي مختلف حصن ۾ ورهائي ڪمزور ڪري ڇڏيو. پر واٽ لهڻ جو عمل اجا شروع نہ ٿيو هو. ان ٿهيءَ جا پنهنجا خواب هئا.

# پاڻ ارپڻ ۽ پيار سان سچا پچندڙ شخصيت

## ثريا مخدوم

سائين نورالدين سرڪيءَ جي وفات سان سنڌ ڌرتي پنهنجي هڪ عظيم فرزند کان محروم ٿي وئي . مرحوم سرڪي صاحب سمورن محاذن، سياسي، قانوني، تعليمي وغيره تي سنڌ جي حقن لاءِ هميشہ وڙهيو.

سائين سرڪي ڌنڌي جي لحاظ کان وڪيل هو پر سندس دلچسپي فنونِ لطيفہ ۽ ادب ۾ بہ گهڻي هئي. سنڌي ادبي سنگت جي باني منجهان هڪ هوندي ان سنگت سان سندس وڏي عرصي جو لاڳاپو رهيو . سنڌي ادب جي ترقيءَ جي مقصد لاءِ نهيل هن تنظيم کي هن جيڪو ڪجهہ ڏنو تنهن کي سدائين محبت ۽ ٿورو مڃڻ واري جذبي سان ياد ڪيو ويندو. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي ادبي سنگت سائين سرڪيءَ لاءِ ٽن ڏينهن جي سوگ جو اعلان ڪيو آهي .هو پارٽي۔ سياست کان بلند هو ۽ سمورين سنڌ جي حامي پارٽين ۽ گروپن جي حمايت ۽ انهن سان سهڪار ڪندو هو . سندس هڪ تصوير اهڙي آهي جنهن ۾ هو جسقم جي بک هڙتالي ڪئمپ ۾ نظر آيو ۽ ان پارٽي جي اڳواڻن سان ڳالهائي رهيو آهي. هن ورلڊ سنڌي ڪانگريس WSC ۽ سانا SANA ڪانفرنس ۾ بهرو ورتو . سمورين مختلف قسمن جي پارٽين ۽ گروپن جي ساٿس الفت هئي ۽ ڪيس اهي ساراهيندا رهندا هئا. اهي سڀ سندس صلاح، رهنمائي ۽ حمايت گهرندا هئا . اها سندس سچائي ۽ ڪمٽمينٽ هئي، جنهن ڪري ڪا بہ ڌر ڪيس بي ڌر سان يا هر پارٽي يا تنظيم جي حمايت جو الزام نہ هڻي سگهندي هئي . سائين سرڪيءَ جي ايجنڊا هئي سنڌ، سنڌي عوام ۽ سنڌي ٻولي ۽ ثقافت ، سوجنهن بہ ان ايجنڊا هيٺ ڪم ڪيو سو سائين سرڪيءَ جي حمايت جو مستحق ٿيو ۽ ان سندس ڳڻ ڳايا. پاڻ پنهنجي دؤر جو هڪ قدارو شخص هئڻ سان گڏ سياست ۽ آرٽس ۾ وڏين شخصيتن سان سندس گهرا وسطا هئا جهڙوڪ سائين جي ايم سيد، ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي ۽ شيخ اياز.

سائين سرڪي سنڌ جي پنتي ڏکيل عوام جي آدرش سان سچو ڪمٽيڊ هو، هن فردن توڙي گروپن جي هر طرح حمايت ۽ مدد ڪئي هو نہ رڳو انهن سان سندن اجتماعن ۽ مظاهرن ۾ هوندو هو پر سياسي ڪارڪنن ۽ غريب ماڻهن جهڙوڪ هارين پورهيتن وغيره جا ڪيس بہ مفت وڙهيو . هن سنڌي قومپرست اڳواڻ سفدر سرڪيءَ جو ڪيس بہ ڪنيو جنهن کي فيبروري 2006ع

۾ پاڪستاني ڳجھين ايجينسين اغوا ڪيو هو، هو آخري دم تائين ان ڪيس ۾ جستجو ڪندو رهيو.

سائين سرڪيءَ جي لاڏاڻي مون کي ذاتي طور ڏکويو ۽ صدمو ڏنو. منهنجي اندر ۾ سائين سرڪيءَ جون ڏاڍيون شفقت ڀريون يادگيريون آهن. 1970ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن مان سنڌ يونيورسٽي ۾ تعليم پرائي رهي هئس تڏهن مون جيئي سنڌ اندر هڪ سب ڪميٽي ٺاهي يعني اسٽوڊنٽس رليز ڪميٽي. ان ڪميٽيءَ پاران اسان قيدي شاگردن جا قانوني طور ڪيس وڙهندا هئاسين. ان لاءِ ڪجھ پيسي جي ضرورت هئي، اسان ڪجھ فنڊ گڏ ڪندا هئاسين پر قانوني خرچن جي پيٽ ۾ اهي تمام گهٽ هئا. ڪميٽيءَ جي سربراهه هوندي مون اها جرئت ڪئي جو اها تمام ٿوري رقم سائين سرڪيءَ وٽ سنڌس آفيس ۾ کڻي ويس جيڪا تڏهن ڪراچي ۾ بندر روڊ تي هئي. مون کي ياد آهي ته سائين سرڪي ڏيان سان منهنجي ڳالهه ٻڌي، مرڪيو ۽ پوءِ اسان جا ڪيس لڙڻ لاءِ تيار ٿي ويو. جيئن ته اهي پيسا تمام ٿورا هئا، مون پنهنجون خدمتون آڇيون مان ٽائيپ ۽ ڊرافٽنگ وغيره ڪري پئي سگهيس سو مون سائين سرڪي کي چيو ته مان هر هفتي سنڌس آفيس ۾ ايندس. ڪيسن کي اپڊيٽ ڪنديس، ٽائيپنگ جو ڪجھ ڪم ڪنديس ۽ ڪيس تيار ڪرڻ ۾ هٿ ونڊائيندس. وري به سائين سرڪي مرڪيو، ان ڳالهه تي اتفاق ڪيائين ۽ پوءِ پنهنجي اسٽاف سان تعارف ڪرايائين. تن ڏينهن ۾ اسان بندر روڊ کان گهڻو پري نه رهندا هئاسين. مان هر هفتي جي آخر ۾ ڪراچي ايندي هئم ان ڪري سائين سرڪيءَ جي آفيس وڃڻ سولو هو. ايئن مان سائين نورالدين سرڪي جي بندر روڊ واري آفيس ۾ لڳ ڀڳ هر هفتي ويندي هئس ۽ ساڻس به گهڻائي ڀيرا ملي هيم جڏهن پاڻ اتي هوندو هو. ڪجھ عرصي تائين اهو معمول هلندو رهيو.

پوءِ مان سرڪي صاحب سان مختلف ميڙاڪن ۾ ملندي هئس، هو سدائين مهربان هو ۽ حامي رهندو هو، منهنجي بدقسمتي جو آگسٽ ۾ جڏهن مان ڪراچي ۾ هئم تڏهن ساڻس نه ملي سگهيس. مون سنڌس آفيس ٻاهران ڏٺي، سيد غلام شاهه اسان کي سنڌس نئين آفيس ۾ چانهه تي دعوت ڏني، جڏهن اسان روانا ٿيڻ وارا هئاسين ته هن اسان کي پري کان سائين سرڪي جي آفيس ڏيکاري ان وقت شام جي وقت گهڻي دير ٿي چڪي هئي سو سمجهيو سون ته پاڻ آفيس ۾ نه هوندو.

سائين سرڪيءَ جي وفات سنڌي ادب، قانون ۽ سماج جي لڳ ڀڳ سمورن شعبن ۾ هڪ وڏو خال ڇڏيو آهي. سائين سرڪيءَ جي زندگي لاڳيتي ڪم، پاڻ ارپڻ ۽ جدوجهد جو ڀيو نالو هئي. هو ڪڏهن به رٽائر نه ٿيو، منهنجس

توانائي پريل هئي ۽ پنهنجي آخري ڏينهن تائين محنت ڪيائين. شاهه عبداللطيف جي لفظن ۾

جان جان هئي جيءَ ورچي نه ويٺي
وڃي پون ۽ پيٺي ساريندي ڪي سڄڻين

هتي سائين سرڪيءَ پنهنجو فرض محبت ۽ ادا ڪندو رهيو، هاڻي اهو اسان سڀني تي آهي، خاص طور سندس دوستن، ساٿين ۽ ساراهيندڙن تي ته سائين سرڪي جي ڇڏيل روايتن کي جاري رکن. يعني بي لوس خدمت، پان ارپڻ، محنت، جدوجهد، سچائي، ٻولي ۽ ادب سان پيار ضرورتمندن جي مفت مدد ڪرڻ ۽ پيڙيل غريب ماڻهن جي آدرش سان ڪمٽمينٽ واريون روايتون.

الله سندس روح کي شانتي ڏئي ۽ سندس خاندان ۽ دوستن کي هي ناقابلِ تلافي هاڃو سهڻ جي توفيق ڏئي.

# سنڌ جو عاشق

## ذوالفقار سيال

نورالدين سرڪيءَ جو وڇوڙو، علم، ادب ۽ دانش جو وڏو نقصان آهي. اها ڳالهه بنا ڪنهن شڪ جي چئي سگهجي ٿي ته هو وڏو ڄاڻو ۽ ماهر هيو. منهنجي ساڻس ڪيتري عرصي کان نيازمندي هئي ۽ مون سرڪي صاحب کي سدائين ڪلندي ڪلندي، چرچا ڪندي ۽ اصولن تي مخالفت ڪندي به ڏٺو ته وري ڪيس ڪوتاهين کي درگذر ڪندي به ڏٺو.

نورالدين سرڪي صاحب پنهنجي دؤر جون جيڪي ڳالهيون ڪندو هيو، انهن ۾ هن ڪڏهن به وڏائيءَ کان ڪم نه ورتو ۽ نه وري ڪڏهن ڪنهن جي اوگهڙ ڪيائين. هميشه "ڍڪيو پلو" چوندو هو. سرڪي صاحب جنهن نموني سان علم ادب جي خاموش خدمت ڪندو رهيو، اهڙي نموني سان هو قومپرست سياست ۾ به نشانبر رهيو ۽ زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين اهو اهم ڪم ڪندو رهيو. وقت جو تمام گهڻو پابند هو، چوندو هو ته: "سنڌين خبر ناهي ته ان نڪتي کي ڇو ڇڏي ڏنو آهي" ان ڪري اسان جهڙن ڪيترن ئي ماڻهن کي جڏهن نورالدين سرڪي صاحب کي دعوت ڏيڻي هوندي هئي تڏهن ڪيس گذارش ڪبي هئي ته "سائين! وقت ته پنجين وڳي جو مقرر ڪيل آهي پر اوهان پلي ڇهين وڳي اچو." ۽ پوءِ سرڪي صاحب جڏهن ڇهين وڳي ايندو هو ۽ ماڻهو اجا به ايندا رهندا هيا تڏهن بار بار اها ڳالهه ورجائيندو هيو ته: " اسان کي وقت جو قدر ڪرڻ گهرجي"

نورالدين سرڪي صاحب سان ڪيتريون ئي يادون وابسته آهن. سنڌي ادبي سنگت جڏهن سال 2005ع ۾ ڇپيل ڪتابن تي ايوارڊ ڏنا، ان کان اڳ مان سندس آفيس ۾ ويس ۽ ڪيس ترجمي واري صنف جي جج ٿيڻ جي گذارش ڪيم. پاڻ فوري طور ها ڪندي چيائين: " ڏس، مرحوم احسان بدويءَ جي نالي تي به ڪنهن صنف ۾ انعام جو اعلان ڪر." پوءِ مسلسل چوندو رهيو ته: "اسان احسان بدويءَ کي وساري ڇڏيو آهي، هن جون وڏيون خدمتون آهن جنهن کي ياد ڪرڻ گهرجي"

21 فيبروريءَ تي "ٻولين جي عالمي ڏينهن" جي حوالي سان جڏهن پروفيسر اياز قادريءَ جي ياد ۾ "ٻولي ڪانفرنس" ٿي ته ڏاڍو خوش ٿيو. چيائين" اياز حسين قادري جو وڏو ڪم آهي. ڏاڍو نفيس ماڻهو هو، ان کي ياد ڪري اوهان سٺو ڪيو آهي" نورالدين سرڪي صاحب اسان سان هر پروگرام ۾ گڏ هوندو هو ۽ اسان جي هر پروگرام ۾ سندس صلاحون شامل هونديون هيون.

سرڪي صاحب اڪثر سٺي موڊ ۾ هوندو هو. ساڻس مذاق بہ ڪبي هئي. هڪ ڏينهن ڪيس چيم تہ: "سائين، اوهان شاعري ڇو ڇڏي ڏني! شڪارپور جي مٽي تہ ڏاڍي زرخيز آهي."

چيائين: "مان نثر طرف آيس ۽ وڪالت جي مصروفيتن ڪري ان پاسي ڪان ڌيان هٽي ويو."

چيم: "پڪ سان عشق نہ ڪيو هوندو؟"

چيائين: "سچ پچ مان ان چڪر ۾ نہ آيس." پوءِ جڏهن مون ڪجھ چوڻ پئي چاهيو تہ يڪدم ڪلي چيائين: "بدمعاشي نہ ڪر."

سرڪي صاحب بدنظمي ۽ اِن ڊسيپلين ڪان ڏاڍو خائف هوندو هو. پنهنجي زندگيءَ متعلق چوندو هو تہ "مان نوڪري ڪريان ها تہ بک مران ها. مان حيران ٿيندو آهيان تہ هر نوڪري ڪندڙ پنهنجو ذاتي گهر بہ ٺاهي نہ سگهندو آهي ۽ مان خوش آهيان." تازو مهينو ڪن اڳ مون ڪيس عرض ڪيو تہ سنڌي ادبي سنگت اوهان جي پِڌايل واٽ ۽ سن موجب پنهنجو گولڊن جوبلي پروگرام ملهائڻ ٿي چاهي، تہ فورا چيائين؛ " ان ۾ تنهنجي سستي آهي، اهو ڪم سال ڪن اڳ ۾ ٿيڻ گهربو هو."

چيم: "سائين! پاڻ وٽ وسيلا ڪونهن."

چيائين: "ڪڏهن آفيس اچ تہ صلاح ڪري ٿا وٺون. دلجاءِ ڪر، وسيلا پيدا ٿي پوندا." ۽ پوءِ مان سندس آفيس ۾ ويس. پاڻ صلاح ڏنائين تہ "علمي ۽ ادبي ادارن کي وچ ۾ آڻ، انهن جي مدد سان تمام سٺو پروگرام ٿي سگهي ٿو." پوءِ جڏهن دوستن کي گڏ ڪيوسين ۽ اهو فيصلو ٿيو تہ آرگنائيزنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمين نورالدين سرڪي صاحب کي ڪيو وڃي تہ پاڻ چيائين: " پر سوڀو گيانچنداڻي ۽ محمد ابراهيم جويو تہ مون ڪان سينيئر آهن."

ان موقعي تي مون ۽ شمشيرالحيدري ڪيس گذارش ڪئي تہ، "اهي ٻئي وڏا ماڻهو آهن ۽ اوهان ڪراچيءَ ۾ موجود آهيو. ان ڪري اوهان جي هر وقت ضرورت محسوس ٿيندي." اسان جي زور ڀرڻ تي چيائين: "جيڪا اوهان جي مرضي" بہ اجلاس سرڪي صاحب جي آفيس ۾ ڪياسين، جنهن لاءِ سرڪي صاحب نہ صرف انتظار ڪندو هو پر ميزبانيءَ وارو مڪمل ڪردار پڻ ادا ڪندو هو.

اسان جي پهرئين اجلاس ۾ مختلف ڪاميٽيون ٺاهيون ويون، انهن جا ميمبر ۽ چيئرمين چونديا ويا ۽ اجلاس جو وقت، هنڌ ۽ تاريخ پڻ مقرر ڪئي وئي، جنهن لاءِ سرڪي صاحب مون کي حڪم ڪيو تہ:" اج ئي پريس رليز جاري ڪر." ۽ مون سندس حڪم جي پوئواري ڪئي. 25 سيپٽمبر تي شام جو 4 وڳي پروگرام ڪاميٽيءَ جو اجلاس سندس آفيس ۾ ٿيو. جنهن ۾ سرڪي صاحب

سان گڏ شمشيرالحيدري، مظهر جميل، ڊاڪٽر بدر اُجڻ، راحت سعيد، تاج بلوچ ۽ مان هئاسين. ان موقعي تي سرڪي صاحب پڇيو تہ: "صبا اڪرام ڇو نہ آيو آهي؟" گذارش ڪيم تہ اهو بہ ڪاميٽي ۾ آهي، ان ڪري هن کي نہ ٻڌايو ويو آهي. حڪم ٿيو تہ: "هن کي بہ پروگرام ڪاميٽيءَ ۾ شامل ڪيو وڃي." ۽ پوءِ پاڻ پروگرام ترتيب ڏنائين. ان وقت سرڪي صاحب ۽ شمشيرالحيدري سينيئر دوستن جي نالن جون الڳ الڳ لسٽون پڌريون ڪيون، جن کي گولڊن جوبلي واري پروگرام ۾ "نشان سنڌ سنگت" ڏيڻو هو.

مون ڪيس عرض ڪيو تہ ان لسٽ کي بہ فائينلائيز ڪريو تہ چيائين تہ: "ان تي ويچار ڪبو، توکي تڪڙ ڪهڙي آهي؟" برابر مون کي تڪڙ نہ سهي، پر نورالدين سرڪي صاحب کي پاڻ تمام گهڻي جلدي هئي. هو ان جلدي ۾ اسان کي اها لسٽ بہ فائينلائيز ڪري نہ ڏئي ويو ۽ جڏهن ان اجلاس ۾ لڪ پڙهہ وارو وقت آيو هو تہ مون کيس چيو هو تہ هڪ خط انگريزيءَ ۾ ڊرافٽ ڪري ڏيو، جيڪو مان ٻين ٻولين جي اسڪالرن، اديبن ۽ دانشورن کي لکان تہ پاڻ ان وقت بہ ساڳيو جملو ورجايو چيائين تہ: "توکي تڪڙ ڪهڙي آهي؟ ايندڙ اجلاس ۾ اهو ڪم ڪنداسين." اڃا بہ ان وقت سرڪي صاحب تڪڙ جو اظهار ڪيو، جڏهن سنڌس پٽ شهاب کيس وٺڻ آيو هو ۽ ويندي ويندي چوڪيدار کي چيو هئائين، "جڏهن هي دوست اُٿن تڏهن آفيس بند ڪجانءِ" ۽ اها سرڪي صاحب جي اسان سان آخري ميٽنگ ۽ سنڌس آفيس ۾ آخري حاضري هئي. دراصل نورالدين سرڪي صاحب کي وڃڻ جي تڪڙ هئي. اڳاري ڏينهن 25 سيپٽمبر تي نورالدين سرڪي صاحب جو موڊ ۽ مزاج ڏاڍو سٺو هو. هو روزانو کان وڌيڪ کلي رهيو هو ۽ وڌيڪ هشاش بشاش هيو. اسان کان اڳ هو ڪنهن ميٽنگ ۾ مصروف هو. جنهن ۾ سيد غلام شاهہ، عبدالخالق جوڻيجو ۽ عبدالحڪيم ارشد پڻ موجود هيا. بعد ۾ سيد مهر حسين شاهہ بہ آيو، سيد مهر حسين شاهہ سرڪي صاحب سان گهڻو گڏ هوندو هو ۽ ٻيا مٿيان دوست بہ سنڌس حصو هئا.

صبح جو جڏهن مان آفيس آيس تہ ميڊم رخسانہ لغاريءَ فون تي سرڪي صاحب جي وفات جي خبر ٻڌائي. مون کي يقين نہ آيو. مون فورا عبدالخالق جوڻيجي سان فون تي ڳالهايو، جنهن ٻڌايو تہ: " اسر وقت هو وفات ڪري ويو آهي."

جنازي نمازکانپوءِ جڏهن سائين غلام شاهہ کان تفصيل ورتم تہ خبر پيئي تہ سرڪي صاحب کي رات جو دير سان سيني ۾ تڪليف ٿي. هن گهر ڀاتين کي ننڊ مان اُٿارڻ نہ چاهيو ۽ اسر وقت جڏهن سنڌس پٽ اسپتال ڪٽائي ويس تہ ڊاڪٽرن چيو: " ڏاڍي دير ٿي وئي آهي! هن کي رات جو ٽي دل جو دورو پيو هو، هينئر آپريشن ٿا ڪريون." پر آپريشن جي تياري ٿيڻ کان اڳ سرڪي صاحب

جو ساهه پرواز ڪري ويو، هونءَ ڪيس تڪڙ ڪا نه هئي. هڪ ڳالهه جيڪا رهجي وئي، اها هيءَ ته سندس اصول پرستي، ايمانداري، قومپرستي ۽ ڌرتي سان عشق ڪانئس ڇا ڇا نه ڪم ڪرايا.

اڄ سنڌ جو هڪ مثالي عاشق هليو ويو ۽ سنڌ جي ڏاهپ، دانش، علم ۽ ادب سوڳوار آهن.

# جيڪو آخر تائين جوان رهيو!

## حميد سبزوئي

26 سيپٽمبر 2007 جي صبح جو پياري دوست همسفر گاڏهيءَ فون ڪري سنڌ جي گهڻگهري ادب دوست، دانشور ۽ وڪيل نورالدين سرڪي جي اوچتي لاڏاڻي جي خبر ٻڌائي. اجا ڏهه ڏينهن ئي مس گذريا هُئا جو مون ساڻس ملي، مفصل ڪچهري ڪئي هُئي، پر موت ۽ مهمان جي ته مهل ئي نه هوندي آهي، نه وري اياز چواڻي ڪو زندگيءَ سان ڪيل معاهدي ۾ ميعاد جو فقرو شامل هوندو آهي.

نورالدين سرڪي جهڙو محبتي ۽ ڏتڏي چانو جهڙو ماڻهو جنهن کي زندگي 80بهارون گذارڻ لاءِ ڏنيون هيون، جنهن سڄي حياتي سنڌ، ڪتابن، وطن دوستي، عوام دوست ويچارن ۽ پورهئي سان پيار ڪيو هو ۽ پنهنجي پاڳ جي ڦرهي پاڻ ويهي لکي هئي. پنهنجي ذهانت، همت، محنت ۽ زنده دليءَ سان زندگي جون سموريون خوشيون ۽ خوشحاليون ماڻيون هيون، جيڪو سڀ ڪجھ سنڌ جي ڪيترن ئي نالي چڙهيلن رشوت ۽ چوربازاري ذريعي حاصل ڪيو هو. ڪير چئي سگهندو ته سرڪي صاحب جي ايمانداري، محنت ۽ خردداري جو سنڌ ۾ ڪو بدل آهي. نورالدين سرڪي سان منهنجي پهرين شناسائي اڄ ڪان 18 سال اڳ 1989ع ڌاري سندس منظور چيمبر واري آفيس ۾ ٿي هئي، جتي منهنجو دوست سڪندر لاشاري هن جي جونيئر طور وڪالت ڪندو هو. لاشاري جڏهن ساڻس سياسي ڪارڪن طور منهنجو تعارف ڪرايو ته سندس چاهت ۾ اجا به وڌيڪ اضافو ٿي ويو. پر گذريل سٺن سالن کان ساڻس ويجهڙائي ٿي هُئي. هو جيڪو شفقت ڀريو ۽ سدا مرڪندو هو، منهنجو پيري مُريدي ۾ نه ويساهه ناهي پر جيڪڏهن مرشد سرڪي صاحب جهڙو هُجي ته حافظ شيرازي جي اُن شعر کي به اکيون پوري قبول ڪبو ته جڏهن مرشد چوي ته "شراب ۾ مصلو ٻوڙي پوءِ نماز پڙهه ته به پڙهڻ کان انڪار نه ڪبو. ڇاڪاڻ ته مرشد جو هر حُڪم عنايت هوندو آهي"

سچ ته اهو آهي ته سرڪي صاحب ۽ اسان جي ٿهيءَ جي ڄمار ۾ ڇئن ڏهاڪن جو فرق آهي، پر هو پنهنجي اُميد، پنهنجن خيالن ۽ آدرشن ۽ ويساهه ۾ ته سنڌ جي گهڻن نوجوانن کان ذهني ۽ روحاني طور تي وڌيڪ سگهارو ۽ توانو هو.

هُو جيڪو ڀٽائي جي شاعريءَ سان بيحد چاهه رکندو هو ۽ ڪيس اُن جا ڪيترائي بيت برزبان ياد هوندا هُئا، پاڻ به اُنجي ڪردارن وانگي سدائين پُراُميد، پُرجوش ۽ هميشه ورچڻ ۾ محو هوندو هو. هو جڏهن ادب تي ڳالهائيدو

تہ مون جھڙا ڪيترائي علم جا آسروند ادب سان ويھي ڪيس ٻڌندا ھُئا. ھُو وسيع مطالعي، غضب جي حافظي ۽ تاريخ جي شعور سان سرشار شخص پنھنجي ويچارن ۾ سچ جي روشني جيان چٽو ھوندو ھو. جڏھن بہ ڪنھن ڳالھہ تي بحث ٿيندو ھو،تہ ھو منطقي ۽ سائنسي سوچ رکندڙ انسان ٻڌندڙن کي پنھنجي دليلن سان ايڏو تہ قائل ڪندڙ ھوندو ھو جو ٻڌندڙ لاجواب ٿي ويندو ھو.

ھڪ ڀيري بحث ڇڙي پيو تہ حسن بن صباح، طُوسي ۽ عمر خيام پاڻ ۾ دوست ھئا ۽ ننڍپڻ ۾ ھڪٻئي سان وعدو ڪيو ھُئائون تہ وڏو ٿي جيڪو بہ وڏي منصب تي رسندو تہ ٻين کي اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڪندو. اُن تي سرڪي صاحب نہ رڳو ٽنھي جي زندگي، دور، ڪارنامن، پر ٽنھيءَ جي جنم پتري ٻڌائيندي چيو تہ اھو تاريخ جو غلط مفروضو آھي اُنھن ٽنھيءَ ۾ صديءَ جو فرق آھي .ڪيس ڳالھائيندي ڏسي مان سوچيندو رھيس تہ سقراط ۽ ھن ۾ ڪھڙو فرق آھي؟ فرق رڳو اھو آھي تہ ھُو اٿينس جي چوراھن تي ويھي ماڻھن جي سوالن جا جواب ڏيندو ھو ۽ ھي پنھنجي آفيس ۾ . سقراط تہ جمھوريت مخالف بہ ھو ۽ ھي تہ جمھوريت پسند ۽ عوام دوست بہ آھي ۽ سقراط شايد اُن ڳالھہ ۾ سرڪي صاحب کان وڌيڪ خوش بخت ھو جو ھن کي اھل شاگرد مليا ھُئا، جن سندس سون ورنيون ڳالھيون ويھي لکيون ھُيون.

نورالدين سرڪي 2 مارچ 1927ع ڌاري شڪارپور جي غريب گھراڻي ۾ اک کولي. سندس والد ڪمال الدين سرڪي سرڪاري ملازمت ڇڏي ھڪ خانگي ملازمت اختيار ڪئي ھئي. ھو ديس ۽ مذھب جو درد پنھنجي سيني ۾ سانديندڙ شخص ھو. جو پنھنجي حال ۾ مگن نہ پر ھڪ زماني شناس ۽ جھان گرد انسان بہ ھو. جڏھن برصغير ۾ خلافت تحريڪ عروج تي پُھتي ۽ ديوبندي مولوين فتويٰ ڏني تہ ھندستان اندر مسلمان جو رھڻ جائز ناھي ۽ اھي ڪنھن اھڙي مُلڪ ڏانھن لڏ پلاڻ ڪن جتي مسلمانن جي حڪمراني ھُجي تہ اھڙن ويچارن کي سنڌ جي گھڻن صاف دل ۽ مذھبي درد رکندڙ انسانن جيان ڪمال الدين سرڪي بہ لبيڪ چئي پنھنجي سرڪاري نوڪري کي الوداع چئي وڃي سچ جو ساٿي بڻيو ۽ افغانستان ھجرت ڪري ويو پر پنھنجا ٻار ٻچا شڪارپور ۾ ئي ڇڏي ويو . افغانن جي عالم آشڪار سلوڪ سبب جڏھن پنھنجو سڀ ڪُجھہ ڦُرائي موٽيو تہ ساڻس زندگيءَ ۽ زماني جو رويو ئي مٽجي ويو ھو ۽ معاشي مسئلن سبب نورالدين سرڪيءَ جي تعليم ۽ پالنا تي بہ اثر پيو.

ڪيس قدرت سمورا انمول انعام ڏنا ھُئا، عزت، ذھانت، شھرت، بھترين صحت ۽ صالح اولاد ۽ ھڪ درد رکندڙ دل جيڪا ھر ڏکي ۽ ٻُکي انسان جي پريشانين ۽ دردن تي ڪنجھندي ۽ ڪُرڪندي ھُئي. ھُو صحيح معنيٰ ۾ عوام دوست ۽ سنڌ جو درد رکندڙ دانشور ھو. ھڪ ڀيري مون وٽ سندس ڪتاب

"ڀاڪا، ڪلام جا ڏيئا" ڇپائي هيٺ هو. پاڻ رات جو فون ڪري مون کي ڇپائين تہ ڪتاب جو انتساب لک. مان پين پنو ڪٽي لکڻ لاءِ تيار ٿي وينو هوس تہ ڇپائين، "منسوب ڪريان ٿو آغا گُل حسن خان جي نالي جي جنهن جي مدد ۽ تعاون ڪان سواءِ مان سنڌي ستين ڪان وڌيڪ پڙهي نہ سگهان ها." اهائي سنڌس وڏائي هُئي جو پاڻ تي ڪيل احسان کي هُو پيريءَ ۾ بہ وساري نہ سگهيو هو. جڏهن ڪيس ميار ڏيڻ وارو بہ نہ بچيو هو. ايئن هُو پنهنجي زندگيءَ جي سيني ڏاکن ۽ پاسن تي ويهي ڳالهائيندو هو.

"جڏهن شادي ڪيم تہ قرضي ٿي پيس، هاٽي ڇا ڪريان، پگهار مان قرض ڪيئن لهي،" هُو مونکي ذاتي ڪچهري ۾ ٻڌائي ٿو. ابراهيم جويو سان صلاح ڪيم. اُن چيو تہ ڪتاب آهي ٽالسٽاءِ جو، ترجمو ڪندين؟ مون چيو ڏيو... ۽ پوءِ اُن ٽالسٽاءِ جو ڪتاب ڏنو جنهنجو ترجمو "نيٺ ڇا ڪجي" ڪري مليل پئسن مان قرض لاٿم،" ايئن پاڻ صاف گوئيءَ سان ٻڌائي ٿو. اُردو جو شاهڪار ناول " امراءُ جان ادا" بہ مرزا رسوا بيگ ضرورتمنديءَ سبب لکيو هو ۽ سنڌيءَ ادب جي هنج ۾ ٽالسٽاءِ جو شاندار ڪتاب بہ ضرورتمنديءَ سبب اچي پيو.

هُو ٽالسٽاءِ جي زندگيءَ، خيالن، ناولن، ڪردارن پيغام تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳالهائي سگهندو هو. هن سڄي حياتي سڪندي گُذاري هُئي، پر آخري ڄمار ۾ ڪيس ٻارن جهڙو شوق ۽ تجسس هوندو هو. هُو پنهنجي صبح جي شروعات حافظ جي ڪلام سان ڪندو هو ۽ اُن جي جڏهن ويهي تشريح ڪندو هو تہ بي اختيار غالب جي اها ست زبان تي اچي ويندي هُئس تہ

**وه ڪهي اور سُنا ڪري ڪوئي**

حاضر حالتن ، سياست، ادب ۽ شاعري اُن جا شوق ۽ وڪالت رڳو معيشت، پر اُن مان هن خدمت جو انوکو گس ڪڍيو، جنهن تي هُو سموري حياتي هلندو رهيو. هن سنڌ جي سياسي ڪارڪُن جو ڪيس مفت ۾ وڙهيو سواءِ اقتصادي نفعي ۽ فائدي جي . اهُو ڪارڪن پل ڪابي ڏُر جو هجي يا قومپرست، هڪ پيري تہ متحده جي اڳواڻ الطاف حسين ۽ اختر رضوي (جنهن سائين جي ايم سيد جو ڪتاب جيئن ڏٺو آهي مون اُردو ۾ ترجمو ڪيو هو) جو وڪيل بہ ٿيو پر اُهي هن جا شروعاتي ڏهاڙا هُئا ۽ الطاف جو پهريون جيل هو ۽ اجا گهٽڻ اُن جي ارادن جي ڳُجهارت نہ پڳي هُئي. اُن وقت ايم ڪيو ايم لفافي ۾ وجهي ڪيس ڪجهہ رقم بہ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هُئي پر پاڻ اهو چئي واپس ڪري ڇڏيائين تہ مان سياسي ڪارڪنن ڪان پيسا نہ وٺندو آهيان. تمام ٿورن ماڻهن کي اها خبر آهي تہ اُن احسان جي تلافيءَ لاءِ متحده ڪيس قومي اسيمبليءَ جي سيٽ جي آڇ ڪئي هُئي پر پاڻ جواب ڏئي ڇڏيو هُئائين. سنڌس اُن خوبي جو هن نسل کي شايد احساس نہ هجي پر اها 70 ۽ 80 جي ڏهاڪي واري زماني ۾ جڏهن ڏي

پي آر جي قاهي هر وطن دوست سنڌيءَ جي ڳچيءَ ۾ پوري ايندي هُئي ۽ هر باشعور مظلوم جي پني ڦتڪي جي وڪڙ ۾ هوندي هُئي، جڏهن سنڌ جا سوين ڳيرو جيلن جا مهمان هوندا هُئا. سندن غريب وارث لوهي ڄارن منجهان گونگن جي اشارن وانگر ملاقات ڪندا هُئا ۽ پنهنجي خالي کيسن ۾ هٿ وجهي ڪيس ضمانت جي آئت ڏيندا هُئا. اُن دور ۾ سنڌ اندر ڪيئي درگاهون تہ هُيون جتي مفت ۾ ماني ملندي هُئي، پر مفت ۾ وڪالت جي درگاهہ نورالدين سرڪي کولي هُئي ۽ سموري سنڌ جا سياسي ڪارڪن بغير ڪنهن فرق جي اُن ما مستفيض ٿيندا هُئا. جڏهن ڪوئي اُن اونداهي دؤر جي تاريخ لکي تہ اُن کي هن روشنيءَ جي ڪرڻي کي بہ ياد رکڻ گهرجي.

سرڪي صاحب پنهنجي سياست جي شروعات مسلم ليگ کان ڪئي. مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو اڳواڻ ٿي اُڀريو. اُن معنيٰ ۾ هُو سنڌ جي شاگرد سياست جي شروعاتي ڪرڪنن مان هو. پر جڏهن پاڪستان ٺهيو ۽ ڪراچي اندر هاشم رضا ۽ ٻين متعصب آفيسرن جي چرچ تي هندو مسلم فساد ڪرايا ويا تہ جيئن سنڌي هندو پنهنجون اربين رُپين جون ملڪيتون ڇڏي وڃن تہ اُن دؤر ۾ سنڌي هندن جي دفاع ۾ رضاڪار طور بہ هن ذميواريون نڀايون هُيون. جڏهن لياقت علي جي گهر کي پاٽي نہ ملڻ سبب ڪراچي کي مرڪز حوالي ڪيو ويو تہ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽ فارم تان پهريون احتجاجي آواز سرڪي صاحب اُٿاريو هو. "پاڪستان ٺهڻ جي ٽن مهينن اندر اسان کي خبر پئجي وئي هُئي تہ اسان سان وڏي ٺڳي ٿي آهي،" هن هڪ ڪچهري دوران مون کي ٻڌايو هو. جڏهن هن سمجهيو تہ هي ملڪ سنڌ ۽ سنڌي عوام لاءِ لاءِ ڪيڙي جو اهو مختصر ٽڪرو آهي، جنهن مان هُو "ليگ" ڍڪن ٿا تہ "مسلم" ظاهر ٿئي ٿو تڏهن هن مسلم ليگ کي خيرباد چئي ڇڏيو ۽ اُن دوران ڪراچيءَ ۾ پڙهائيءَ ۾ مشغول ٿي ويو. جتي هن جي مختلف فڪر ۽ خيال رکندڙ ماڻهن سان ڏيٺ ويٺ ٿي ۽ نيٺ هُو ڪميونسٽ پارٽي سان وابستہ ٿي اُن جو ڪُل وقتي ڪارڪُن بڻجي ويو. "اياز مون کي ڪميونسٽس جي حوالي ڪيو ۽ مان ڪامريڊ ٿي ويس." هُو پاڻ ڪچهري ۾ ٻڌائيندو هو. ڪميونسٽ پارٽيءَ کي تہ هن ٽڪرڻ ڇڏي ڏنو پر هُو "ڪامريڊ" سڄي حياتي رهيو. اُن لفظ جي اصل روح، تقدس ۽ مفهوم موجب هن جيڪا عقل پسندي، سائنسي سوچ ۽ روشن خيال فڪر سان وابستگي اختيار ڪئي هُئي، انهن خيالن سان هن آخري گهڙي تائين نڀايو هو. هُو مذهب کي انساني ارتقا جي ڏاڪي طور ڏسندو هو ۽ سڀني مذهبن جي مشترڪ نقطن تي تفصيل سان ڳالهائي سگهندو هو ۽ هڪ سچي مارڪسسٽ وانگر، "عشق" ۽ "شرع" کي الڳ الڳ ڪري سمجهندو هو ۽ سندس سمورا خيال پڪا پُختا، سوچيل سمجهيل ۽ دليلن سان سرشار هوندا هُئا. اسان جهڙن اڌ اکرين کي بہ

سندس رهنمائي هيٺ ڪوڙ سارن سوالن جا جواب مليا ۽ تصورن جي واضح صورت گري ٿي

نورالدين سرڪيءَ جي ڳجهه سنڌي ادبي سنگت جي باني ڪارن ۾ ٿئي ٿي. اها پوءِ جي ڳالهه آهي جڏهن 1956ع ڌاري سنڌي ادبي سنگت جو اجلاس ٿيو، جنهن ۾ سرڪي صاحب جي حمايت سان اياز قادري سيڪريٽري جنرل ۽ شمشير الحيدري جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيا ويا. اها خبر شايد گهٽن ماڻهن کي نہ هُجي تہ هن پنهنجي پارٽي مخالفت ڪي بہ پُني ڏئي قادري صاحب کي سيڪريٽري چونڊرايو هو ۽ چيو هو تہ ادب ۾ ڪنهن سياسي جماعت کي مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي. سندس اُنهن اکرن کي اصول بڻايو ويجي ها تہ اڄ ادبي سنگت ۾ اها جنبدا پٽ نہ هُجي ها ۽ نہ اُها نبل ۽ ڪمزور هُجي ها.

سنگت جي جوڙجڪ کان گهڻو اڳ جڏهن نورالدين سرڪي ايس ايم لا ڪاليج ۾ پڙهندو هو ۽ ڪاٺ جي ٺهيل خوبصورت هاسٽل ميناارام جي ڪمري نمبر 74 ۾ رهندو هو تہ اُتي گڏگاٺيون ٿينديون هُيون، جنهن ۾ اياز، احسان بدوي، اياز قادري ۽ ٻيا شريڪ ٿيندا هئا ۽ اتي ئي اهو فيصلو ٿيو تہ سيني ننڍين جماعتن کي گڏجي هڪ وڏي سنڌ سطح تي ادبي جماعت ٺاهي وڃي. اُن زماني ۾ برصغير جي " ترقي پسند مصنفين" ورهاڱي سبب غير متحرڪ ٿي وئي هئي ۽ سنڌ ۾ ساڃي ڌر جي ادبي جماعت جميعت شعراءَ سنڌ متحرڪ هئي اُن ڪري سنڌي ادبي سنگت ٺاهڻ جو فيصلو ڪيو ويو. سرڪي صاحب پنجاهہ سالن کان اُن سان لاڳاپيل رهيو ۽ زندگيءَ جي آخري سرگرمي بہ اُن حوالي سان ڪيائين جو 25 تاريخ شام جو ڊاڪٽر بدر اُجڻ، شمشيرالحيدري ۽ ڊاڪٽر ذولفقار سيال سان پنهنجي آفيس ۾ ادبي سنگت جي گولڊن جوبلي تقريبات جي سلسلي ۾ ٿيندڙ اجلاس جي صدارت ڪيائين. سرڪي صاحب ڪمال جي جرئت ۽ حالتن جي شاندار تجزئي ڪرڻ جي صلاحيت رکندو هو.

بلوچستان جي گوريلا جدوجهد تي جڏهن آمريڪي دانشور آسليگ هيريسن ڪتاب لکيو هو، جنهن ۾ هن آمريڪا کي صلاح ڏني آهي تہ بلوچن جي جدوجهد جي ڪين حمايت ڪرڻ گهرجي نہ تہ اها گوءِ بہ اُن دور جو سوويت يونين کٽي ويندو. اُن ڪتاب لکڻ کان اڳ هن ڪراچيءَ جي هڪ هوٽل ۾ سرڪي صاحب سان مفصل بحث ڪيو هو، جو ڪمري کان ٻاهر وينڊل ڪو ماڻهو بار بار سليگ کي سمجهائي رهيو هو تہ اُن جي ڳالهين تي اعتبار نہ ڪجان. ضياءَ شاهيءَ جي زماني ۾ ايم آر ڊي تحريڪ هتان جي رياستہ استيبلشمينٽ ۽ آمريڪي قونصليٽ جنرل هتان جي دانشورن سان ملاقاتن جو سلسلو شروع ڪيو هو. اُن جي ڪڙيءَ طور هن سرڪي صاحب کي ملاقات لاءِ گهرايو ۽ ملڪي سياسي صورتحال تي تجزيو پيش ڪرڻ جي درخواست ڪئي تہ اُتي سرڪي صاحب پين ڳالهين سان گڏ ڪين صاف

لفظن ۾ اهو بہ چيو هو تہ پاڪستان ڪي جمهوريت پنڙيءَ تان لاهڻ جا ذميوار توهان آهيو ۽ اوهان ئي جمهوري قوتن ڪي ڪمزور ڪري رکيو آهي. اُن ملڪ جي آقائن جي آقا سان اهڙي گفتگو ڪرڻ جي ڪير جرئت رکي ٿو؟ هتي ايم اين اي بہ اهڙا جو صفدر محمود هڪ واقعو لکيو تہ پاڪستان جي قومي اسيمبليءَ جي ميمبرن سان صدر بش سينئر ملاقات ڪري رهيو هو تہ اُتي وينل هڪ مهمان اُتي بيهي چيو تہ تون ئي اسان جو بادشاهہ آهين مون ڪي وزير ڪراءِ ۽ پوءِ اهو وزير ٿي ويو. جتي پارليامينٽ ۾ اهڙا همراهہ وينل هجن اُتي سنڌ جي هن ڏاهي لاءِ ڪهڙا لفظ چوڻ گهرجن.

### وينٺي روئان پرين ڪي، روئي نہ جاڳان.

سرڪي صاحب جي سمجهاڻ ۾ جيڪا جادوگري هُئي، هو جيئن حجت سان سوال ڪندو، ڳالهہ ڪندو ۽ ڳالهہ جي ست ڪي سلجهائيندو هو، اهو ڏانءُ ڪيس اُن ڪري نصيب ٿيو هو جو پاڻ 15 سالن جي لڳ ڀڳ اُستاد رهيو هو. اُن ڪري جيڪو بہ سندس صحبت ۾ ويهندو هو. اُن ڪي پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏيندو هو. هُن جي مسڪراهٽ، بي خوف ٽهڪ، ۽ اکين جي چمڪ ۽ اتساهہ ڀري گفتگو جنهن ٻڌي هوندي، اُن پنهنجي دل جي ڪنهن نہ ڪنهن ڪنڊ ۾ سندس ناءُ ضرور لکيو هوندو. هُو جيڪو هر سنڌي ڪتاب جون ڏهہ ويهہ ڪاپيون خريد ڪري سيني ڪي تحفي طور ڏيندو هو ۽ آخري گهڙين تائين سنڌي ادب جي ترقي لاءِ عملي ڪوششون ڪندو رهيو. هُو هٿ ٺوڪين ڏاهن وانگر سياست ڪي ڊنڊ جو بينل پاڻي نہ پر ڪنول جو گُل سمجهندو هو ۽ سدائين سياست جي حق ۾ ڳالهائيندو هو. جڏهن تازي شادي ڪري ساڻس ملڻ ويس تہ شادي جي مبارڪباد ڏيندي چيائين تہ "سائين جي ايم سيد چوندو هو تہ سياسي ڪارڪن ڪي شادي نہ ڪرڻ ڪپي" ۽ حُجت ڪندي چيائين تہ "هاڻي تون بہ سياست ڪان وئين."

هُو پاڪستان ۾ هڪ محب وطن سنڌي هو ۽ هڪ دوست جي چواڻي تہ سچي حياتي هن جي محبت جا مرڪز ۽ سوچ جا ماخذ، سنڌ، عوام، جمهوريت ۽ سيڪيولرازم رهيا. سندس وفات تي سنڌ هڪ صالح فرزند ڪان محروم ٿي وئي آهي. جنهن پنهنجي ڪردار، خلوص، ڏاهپ ۽ قرباني سبب ان ڪان پوءِ آيل ڪيترن ئي نسلن ڪي مقروض ڪري ڇڏيو. "سرڪي صاحب وانگي حياتي گهارجي، يقين ڪريو اها سنڌ ۾ دُعا بہ پاڻ ٻڌبي ۽ رستو بہ" جلد ئي اهو سمورو مانداڻ اسان پنهنجي حياتيءَ ۾ ڏسي وٺنداسين.

# مانجهي مرڻا ناهن

## ايڊووڪيٽ الطاف القدس محرابپوري

واذكروا الله ذكراً كثيراً، سچڻ سارِيائون
فليضحكوا اقليلا وليبكم كثيراً، ڳوڙها ڳاڙيا ئون
موت مارِيائون، موت نہ مارِيو تنکي

اڄ کان چند ڏينهن اڳ اندازاً هڪ وڳي منجهند جو معمول جي خلاف پنهنجي چيمبر ۾ علامہ آءِ آءِ قاضي جي ڪجھ تحريرن ۽ تقريرن جي مجموعي "Casual peeps at Sophia" جي مطالعي ۾ غرق هيس تہ موبائيل فون وڳي، فون کڻي ڪن تي لاتم تہ هڪ قانون جي شاگرد احمد نديم عليڪ سليڪ کان پوءِ هڪ درد ناڪ خبر ٻڌائي تہ سر اوهان جا سينئر جنهن جو اوهان اڪثر ذڪر ڪندا آهيو سائين نورالدين سرڪي هن فاني جهان مان دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويا. تصديق لاءِ دل گهرئي دوست ايڊووڪيٽ ذوالفقار لانگاھ ڏانهن فون ڪيم جنهن ڏکويل آواز ۾ چيو تہ، "ها يار سائين کي دفنائي پيا ورئون" ڏک تہ ڪاپاري لڳو پر ڪنهن بزرگ جا حقيقت ڀريا لفظ ذهن تي تري آيا تہ:

الموت كاس كل ناس شاربوها،
والقبر باب كل ناس داخلوها

موت هڪ پيالو آ جو سيني کي پيئڻو آ ۽ قبر هڪ دروازو آ جنهن مان هر ماڻهوءَ کي داخل ٿيڻو آ.

بلاشبہ سائين هڪ مانجهي ۽ مهان مرد هو جو اسان کان وڇڙي ويو، هن مٺيادار مڙس جي روانگي جڻ تہ ورهين جي روان دوان ٻئي نظر اچي جيڪا محنت ۽ جاکوڙ سان ڀرپور آ. هن جيڪي شخصي ۽ قومي حوالي سان ذميواريون نڀايون سي يقينن وقتائتيون ۽ ذهنن تي لاشعوري ۽ لافاني نقش چٽيندڙ هيون جو تہ اهي ذميواريون اسان لاءِ روشن راھ جيان آهن. سائين جن هڪ رواجي انسان جي ابتڙ پنهنجي پر هڪ جڳ هيا. قدرت پاران ڪيس سونپيل ڪارج پنهنجي جاءِ تي هڪ اهڙو سنيهو آ جنهن ۾ مسلسل جدوجهد، فڪر ۽ فلسفي جا روشن اهڃاڻ آهن. سائينءَ جو ذڪر اڪثر ٻڌندو رهندو هئس پر سائينءَ سان عملي ملاقات جو شرف سائين سعيد چانڊيو ايڊووڪيٽ جي معرفت سان نصيب ٿيو. هيءَ 12 فيبروري 2004ع جي ڳالھ آهي جو سنڌ هاءِ ڪورٽ بار ۾ سائينءَ کي چانڊئي صاحب منهنجي ۽ منهنجي دوست پرويز لاءِ شاگردي "Pupilage" ۾ وٺڻ لاءِ عرض ڪيو. سائينءَ ڀريان تہ اهو چئي نٽايو

تہ اندرون سنڌ جا نوجوان نہ پڙهن ٿا ۽ نہ ئي محنت ڪن ٿا. پر چانڊئي صاحب جي اصرار تي آخر مڃي ورتائون.

پوءِ تہ سائين سان گڏ هلڻ لڳاسون. ڪڏهن بار ۾ تہ ڪڏهن بئنچ ۾، قانون ڪان هٽي ڪري سائين سان هاءِ ڪورٽ بار ڪان ويندي چيمبر ۾ مختلف عملي معاملن تي سوالن جوابن جي ڏي وٺ جاري رهڻ لڳي. ڪڏهن ڪميونزم تي تہ ڪڏهن ڪيپيٽلزم تي، ڪڏهن نام نهاد سياست تي تہ ڪڏهن نام نهاد مذهبي ۽ قومي اڳواڻن تي. ڪڏهن فلسفي تي تہ ڪڏهن ادب ۽ لسانيات تي.

سال کن اهو سلسلو جاري رهيو پوءِ آءٌ واپس وري محرابپور آيس پر نہ سائينءَ مونکي وساريو ۽ نہ مان سائينءَ کي. ڪراچي منهنجو اڪثر اچڻ وڃڻ جاري رهيو. سامهون ملاقاتن سان گڏ فونن تي بہ حال احوال ٿيندا رهندا هئا. جڏهن بہ آءٌ ڪراچي ايندو هئس تہ جئي سنڌ جي مها آدرشي انسانن سائين احمد خانُ جمالي، سائين ڊاڪٽر انور هاليپوٽو، سائين ڊاڪٽر سليمان شيخ، ڊاڪٽر ثناءَالله ڪوکر ڪان ويندي ڊاڪٽر اسلم مري، ماما سڪندر ۽ منور ابڙو سان ڪچهرا ٿيندا هئا تہ اتي سائين سرڪيءَ سان سندس چيمبر ۾ ٽي ٽي ڪلاڪ علمي، فڪري، ادبي ۽ موجوده صورتحال تي بحث مباحثا هلندا هئا.

سائينءَ جو رويو مون سان سينئر جونيئر وارو گهٽ دوستاڻو گهڻو هو. آخري دفعو جڏهن آءٌ سائينءَ سان سندس چيمبر ۾ ملاقات لاءِ ويس تہ سائين پنهنجي آفيس سان لڳ ڪمري ۾ آرامي هئو. ٻاهر دوستن ڪان پڇيم جن ٻڌايو تہ سائين آرام ۾ آهي. مون بريف ڪيس ٻاهر رکيو ۽ آفيس ۾ داخل ٿي لڳ ڪمري ۾ جهاتي پائي ڏٺم تہ سائين واقعي آرام ۾ هئو سائين جي پيرن مٿان هٿ رکيم تہ سائين بيدار ٿي پيو ۽ مون ڏانهن نهاري يڪدم چيائين "اڙي الطاف القدس صاحب اچي ويو." مون سرڪي سائين کي ويني ئي ڀاڪر پاتو سائين جن اٿيا ۽ گڏجي اچي آفيس ۾ ويناسون، خير خيريت واري رسمي گفتگوءَ ڪانپوءِ چڱي، طرح حال احوال شروع ڪياسون، سائين بيل وڃائي تہ هڪ دوست اندر داخل ٿيو سائين ڪيس چانهہ آڻڻ لاءِ چيو، پاڻ بسڪيٽ ڪڍي ٽيبل تي رکيائين ۽ ڪائڻ جي آڇ ڪيائين، پاڻ بسڪيٽ ڪٽندي چيائين توهان جي ايل.ايل. ايم هلي پئي؟ ۽ توهان جو حيدرآباد لا ڪاليج ۾ پڙهائڻ جو ارادو بہ هئو نہ؟ مون جواب ۾ جي سر، چيو، پوءِ چيائين تہ اسان کي نظرياتي ماڻهن جي تمام گهڻي ضرورت آهي. اسان جا استاد قانون کي گهٽي ڀاڳي پروفيشنل انداز ۾ پڙهائين ٿا جنهن ڪري ذاتي مفادن کي شاگرد گهڻو فوڪس ٿا ڪن. ڪردار ۽ شخصيت سازي تي تمام گهٽ ٿا ڌيان ڏين ان ڪري ڪاليج مان نڪتل شاگرد گهڻي ڀاڳي نظرياتي ۽ ڪردار جي پختگي کان گهڻو پري بيٺل تو نظر اچي. مان ايئن

نہ ٿو چوان تہ پروفيشن کي ڇڏي ٻين ڪمن ۾ لڳي وڃجي ڇو تہ مالي حالت بہ سٺي هئڻ ضروري آهي.

سائين جي ڪمال جي خوبي جا مون ڏٺي سا هيءَ هئي تہ هو ڪنهن کي بہ ٻرن لفظن ۾ ياد نہ ڪندو هو. سائين جي. ايم. سيد هجي يا راشدي برادران سڀ سنڌي سرويچن کي سٺن لفظن ۾ ياد ڪندو هو. هڪ دفعي هڪ دوست شيخ اياز جي منفي پهلوئن تي سوال اٿاريو. سائين جواب ۾ چيو تہ هر شخص ۾ منفي پهلو بہ ٿيندا آهن. ڪٿي نظرياتي ڦير گهير جي حوالي سان تہ ڪٿي شخصي زندگيءَ جي حوالي سان. اياز منهنجو سٺو دوست هو ان جي زندگيءَ ۾ يقينن ڪجهہ منفي پهلو بہ آهن پر اسان کي سندس لاءِ سٺا جذبا هئڻ کپن ۽ ان جي مثبت پهلوئن تي نظر گهٽي هئڻ کپي. ڪچهري هلندي دوران چيائين تہ:

”مان چوندو آهيان تہ جڏهن توهان گفتگو ڪيو تہ اهو سمجهي ڳالهايو تہ ضروري ناهي تہ جيڪي توهان ڳالهايو ٿا سو ئي صحيح هجي ۽ هي بہ ضروري ناهي تہ جيڪي مان ڳالهايان ٿو سو بہ صحيح هجي. ڇاڪاڻ جو اسان هر وقت نارمل ناهيون هوندا. اسان جي دماغ تي ڪوڙ سارا مسئلا پنهنجا پنهنجا اثر ڇڏي ويندا آهن، جنهن ڪري شعوري نہ بہ صحيح لاشعوري طور تي اسان کان غلطيون سرزد ٿينديون رهن ٿيون.“

سائين گهڻ رخي شخصيتن منجهان هو، قانوندان، اديب، مفڪر ۽ خاموش سياستدان سان گڏوگڏ حليم ۽ باڪمال بردبار شخص بہ هو. مون ڪجهہ بزرگ قومپرستن جي زباني سائين جي خلاف ڪجهہ غلط تاثرات بہ ٻڌا پر سائين جي واتان انهن لاءِ ڪڏهن بہ غلط لفظ نہ ٻڌا. اڄان بہ ايئن چوندي ٻڌو تہ ٿي سگهي ٿو مان غلط هجان. سائينءَ جي اها بردباري، صبر ۽ حلم يقينن اسان لاءِ بهترين نمونو آ.

منهنجي ڪافي روزنامہ جنگ، نواءِ وقت ۽ عوامي آواز ۾ ڇپيل ڪالمن تي جڏهن بہ نظر پوندي هئس تہ مرڪي چوندو هو تہ ”واهہ صاحب واهہ“ اسان جي سنڌي نوجوان جا قومي ۽ ملڪي اردو اخبارن ۾ ڪالم ڇپجڻ تعريف جوڳو عمل آ. عوامي آواز ۾ ڇپيل هڪ ڪالم ” قحط الرجال ۽ آدرشي انسان“ کي پڙهندي جڏهن آخري حصي تي پهتو تہ يڪدم چئي ڏنائين هي تہ سٺا انسان آهن مونکي بہ انهن ۾ شامل ڪيو اٿوَ . مون جواب ۾ چيو سائين مونکي توهان ۾ ڪا بہ لوڀ يا لالچ ناهي، مون جو ڏٺو سو لکيو . آخر ۾ جڏهن موڪلائڻ پئي چاهيم تہ مون چيو، سائين اوهان سان گڏ ڪوڙ ساريون تصويرون نڪتلِ آهن ڇو نہ موبائيل تي گڏجي تصوير ڪڍايون پوءِ الائي ملئون يا نہ ملئون. فورا چيائين

ها بابا. بيل وچائي هڪ دوست کي گهرايائين جنهن سائين ۽ منهنجي گڏيل تصوير ڪڍي. جا اسان جي آخري تصوير ثابت ٿي.

اڄ مان جڏهن سائينءَ سان گڏ گهاريل گهڙين تي نظر ٿو وجهان ته هڪ عرب شاعر جو شعر ذهن تي لڙڪن سميت تري ٿو اچي ته:

**ذهب الذين يعاش في اکتا فهم**

**بقي الذين حياتهم لاتنفع**

(اهي مڙس ئي هليا ويا جن جي پاسن ۾ زندگي گهارجي، هاڻي ته اهي وڃي بچيا آهن جن جي زندگيءَ مان ڪو خاص نفعو نه آهي)

۽ پڻ ڀٽائي گهوٽ جا هي لفظ به بار بار ڪنن ۾ گونجن ٿا ته:

**ماءُ ڪا هوڙي هليا ، دونهان دکائي**

**ويڙا وسائي ڏوٿي ڏونگر وٽ ۾**

سائينءَ جن سان اهي ڪچهرا، منطقي بحث، سنڌوءَ سان ٿيل ويساهه گهاتين جا داستان، پنهنجن جي ڪيل ڪلورن جا تذڪرا، پاپوهه ۽ حڪمت ڀريا گفتا ٻڌڻ جا ڏينهن وري نه ورندا. دل ته بس ايئن پئي گهري ته:

**پڇا ٿان پرين، ڏجي باهه ڀنيور کي**

جنهن جي تعبير آهي ته ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو پنهنجن خوابن ۽ آدرشن ۾ ڦاسي وقت ۽ حالتن کان الڳ ٿي ويندو آهي. اهڙن وڇايل گروهن يا "Lost Tribes" جا مثال تاريخ ۾ گهڻائي ملن ٿا. اها رڳو جسماني ڪيفيت نه پر هڪ نفسياتي ڪيفيت به هوندي. اها ڳالهه نظر ايندي ته ان ٿهيءَ جي گهڻائي پاڻ کي نين حالتن سان ٺهڪائي نه سگهي. منجهائن مختلف همراهه جهڙوڪ ڪامريڊ سوڀو، ابراهيم جويو، شمشير الحيدري ۽ نورالدين سرڪي وغيره ڇڻ مختلف قوم پرست جماعت جي وچ ۾ اتحاد جا سفير بڻجي ويا. يقينن سنڌن اهي ڪوششون خلوص ۽ نيڪ نيتي تي ٻڌل هيون ۽ آهن پر اهي ڪامياب نه ٿي سگهيون. ان جا ڪارڻ واضح هئا. انهن ماڻهن جي خوابن ۽ زميني حقيقتن ۾ فرق هو، پر ڳالهه وري به هتي ٿي اچي ڪتي ته اهي پنهنجن خوابن جا اسير ماڻهو پنهنجين ڪوشش تان هٿ ڪڻڻ ۽ اهو مڃڻ لاءِ تيار ناهن ته سندن انهن ڪاوشن جو ڪڙ تيل نڪرڻو ڪونهي . انهن ماڻهن جو الميو اهو آهي ته اهي سنڌ جي مسئلن لاءِ سيني جماعتن سان گڏ هوندا آهن پر تنظيمي طور ڪنهن سان به نه هوندا آهن.

ڏنو ويجي تہ اهڙن خواب ڏسندڙ ماڻهن جو هئڻ دراصل ڪنهن قوم جي جيئري هئڻ جي نشاني هوندي آهي. اهڙا ماڻهو سياسي ۽ ادبي ڪارڪنن لاءِ چڻ هڪ "Centre of Gravity" هوندا آهن. اها ڳالهہ سرڪي صاحب تي وڏيڪ لاڳو ٿئي ٿي.

منهنجو واسطو سرڪي صاحب سان گهڻو ڪري سنڌي ادبي سنگت جي حوالي سان رهيو آهي. ان وقت سنگت جون گڏجاڻيون رمپا پلازا ڪراچي ۾ ٿينديون هيون. سرڪي صاحب جي آفيس ويجهو منظور چيمبر ۾ هوندي هئي. ڪيس مختلف پروگرام ۾ سڏ ڪرڻ سان گڏوگڏ مختلف معاملن تي ساڻس صلاح مشوري لاءِ اتي وڃڻ ٿيندو رهندو هو. سنگت جي ڪارڪنن ۽ سندس عمر ۾ هڪ وڏو فرق هوندو هو پر ساڻس ڳالهائيندي اهو فرق گهڻو محسوس نہ ٿيندو هو. سرڪي صاحب متعلق نوجوانن جو هڪ عام رايو اهو هوندو هو تہ ٻين سينئر ليکڪن جي ڀيٽ ۾ هو نہ رڳو نوجوانن سان وڌيڪ لهہ وچڙ ۾ رهيو ٿي پر هو سندس لکڻين کان بہ واقف هو. منهنجو پنهنجو تعارف ساڻس مهان منهن ملڻ کان اڳ منهنجين لکڻين وسيلي ٿيو. ان وقت فقير محمد لاشاريءَ جي نگراني ۾ نڪرندڙ هلال پاڪستان جي هفتيوار ميگزين ۾ منهنجيون لکڻيون ڇپجنديون رهنديون هيون. هڪ ڀيري هن لاشاريءَ کان منهنجي باري ۾ پڇا ڪئي هئي تہ هي همراهہ ڪير آهي ۽ لاشاريءَ منهنجو ساڻس سربستو غائبانو تعارف ڪرايو هو. ان سان گڏوگڏ سندس هڪ ٻي خاصيت اها هئي تہ هو پارت جي سنڌي اديبن ۽ ادب سان پڻ لاڳاپي ۾ هو جيڪو سندس آخري وقت تائين رهندو آيو.

سنگت جي دوستن لاءِ نورالدين سرڪي هڪ معزز ڪان وڌيڪ سندن هڪ ساٿي ۽ هڪ ادبي ڪارڪن هو. سندس اها ڪمٽمينٽ آخر تائين قائم رهي. چيو ويجي ٿو تہ هن پنهنجي دفتر ۾ جيڪا آخري گڏجاڻي ڪئي هئي اُها سنگت جي گولڊن جوبلي جي انتظامن جي سلسلي ۾ هئي.

سنڌ جي خودمختياري ۽ سنڌي ماڻهن جو آجپو ۽ بهتر آئيندو سرڪيءَ جا خواب هئا. ان ڪري مختلف سياسي جماعتن ۽ ڪارڪنن سان لاڳاپي ۾ پڻ هو. سندس اهي خواب ۽ آدرش سنڌ جي ادبي ۽ سياسي ڪارڪنن جو ورثو آهن. خواب ئي جدوجهد ۽ جاڪوڙ لاءِ اتسا هيندا آهن ۽ جيستائين اهي خواب باقي رهندا نورالدين سرڪي اسان سان گڏ هوندو ۽ مثبت واٽن جي نشاندهي ڪندو رهندو.

09_10_2007

# ترقي پسند ادب جو پرجهلو

## زرار پيرزادو

جيتوڻيڪ نورالدين سرڪي هڪ ترقي پسند اديب ۽ دانشور طور وڏيڪ ڄاتو ۽ سڃاتو پئي ويو پر هن شخص جي ڪائنات جا ٻيا ٻه ڪي سگهارا حوالا هيا. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ نورالدين سرڪي ترقي پسند فڪر ڪي وڌائڻ لاءِ جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون تن جو اهو ئي نتيجو آهي جو هن جو نالو ڪٽندي يا هن ڪي ڏسندي ئي ترقي پسند سنڌي ادب ذهن تي تري ايندو آهي. هن بيشڪ پنهنجن عملن، قولن ۽ لکڻين ذريعي ترقي پسند رجحانن ڪي پئي متعارف ڪرايو. هيءُ ترقي پسند ادب جي چير چانو بہ هو ۽ هڪ لحاظ کان ان جو سرپرست ۽ نگهبان بہ هو. اها شايد گهٽ ماڻهن ڪي خبر هجي تہ نورالدين سرڪي ذاتي طور تي نئين ڇپيل سنڌي ڪتاب جون ڏهہ پندرنهن ڪاپيون خريد ڪري انهن جي ڇپجڻ جي همت افزائي پڻ ڪندو هو، ان حوالي سان هو سنڌي ڪتابن جو هڪ وڏو خريدار هو. هن جي آفيس "ادبي اوطاق" جي حيثيت رکندي هئي جتي سنڌي ادب متعلق ئي سوچيو ۽ لوچيو ويندو هو.

نورالدين سرڪي ڏانهن سڀ کان وڏو ڪريڊٽ اهو وڃي ٿو تہ هن جديد ۽ ترقي پسند ادب جي تخليق لاءِ هڪ ماحول پيدا ڪيو ۽ ترقي پسند مصنفين جي تنظيم جو بنيادي ڪارڪن بڻيو جنهن اڳتي هلي "سنڌي ادبي سنگت" جي شڪل ورتي.

جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ هن شخص جا ٻيا بہ ڪيترائي سگهارا حوالا آهن . هيءُ شخص پنهنجي ذات ۾ هڪ تاريخ بہ هو ۽ سنڌ جي انهن ليکڪن ۽ دانشورن مان هڪ هو جن ورهاڱي کان اڳ سنڌ جو خوشحالي ۽ آسودگيءَ وارو دؤر بہ ڏٺو تہ ورهاڱي جي نتيجي ۾ سنڌ کي پهتل جملي نقصان ڪي بہ اکين سان ڏٺو ۽ ان اذيتن واري زهر کي پيئندو بہ رهيو تہ پوڳيندو بہ رهيو.

نورالدين سرڪي سنڌ جي انهن دانشورن مان بہ هڪ هو جن ورهاڱي کي سنڌ جي موجوده تباهي ۽ بربادي‌ءَ جو پهريون ۽ آخري سبب پئي ڄاڻايو پر هن بهرحال همت نہ هاري ۽ انهيءَ سڄي واردات کي سائنسي بنياد تي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي پئي ڪوشش ڪئي ۽ ترقي پسنديءَ واري ٻاريل ڏيئي کي هر طوفان کان بچائي رکندو آيو. آڪٽوبر 2001ع ۾هن ڏي آيل خطن تي ٻڌل ڪتاب "ڪي وسرن نہ مور" سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران ڇپيو جنهن کي آرڪائيوز جي حيثيت حاصل آهي ان ڪتاب ۾ موتي رام راماواڻي، هري موٽواڻي، گوبند پنجابي، ڪيرت ٻاٻاڻي، وينا شرنگي، موتي پرڪاش وغيره جا

خط شامل آهن. انهن خطن کي پڙهي اندازو ٿئي ٿو تہ هنجا ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ڇڏي هندستان ويل سنڌ جي اديبن شاعرن، دانشورن، نقادن ۽ پبلشرن سان ڪيترو ويجهو ۽ سگهارو لاڳاپو هو. هيءُ بيشڪ انهن ليکڪن ۽ دانشورن مان هڪ هو جيڪي سنڌ ۽ هند جي اديبن جي وچ ۾ هڪ پل بڻجي بيٺو هو. جيتوڻيڪ سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز، تنوير عباسي، هري موٽواڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي، موتي پرڪاش ،ريٽا شاهاڻي، تاجل بيوس، قمرشهباز ۽ تاج بلوچ بہ هند ۽ سنڌ جي اديبن کي ملائيندڙ پل رهيا آهن، پر نورالدين سرڪي بہ ان حوالي سان هڪ وڏي پل هو. نور الدين سرڪي جو ترقي پسنديءَ وارو پهلو وڌيڪ ڳرو ٿو بڻجي.

نورالدين سرڪيءَ جي رهنمائي واري بہ حيثيت هئي. هو ان عمر تي رسي چڪو هو جنهن عمر ۾ سڄ نسورو سچ ڳالهائيو آهي ۽ ٻڌڻ وارا ان کي افورڊ بہ ڪري سگهندا آهن، سو نورالدين سرڪي بہ تاريخي، سياسي، ادبي، سماجي، نفسياتي ۽ تعليمي ماهرن تي کلي ڳالهائيندو هو. تنقيد ڪندو هو ۽ تاريخ توڙي تجربي جي روشنيءَ ۾ رهنمائي بہ ڪندو هو. هو جيئن تہ پروفيشنل وڪيل هو ان ڪري جڏهن بہ ڪامريڊن يا سنڌين سياسي ڪارڪنن جو ڪو قانوني ڪيس وڙهڻو هوندو هو تہ متاثر ڌريون نورالدين سرڪيءَ وٽ هليون وينديون هيون ۽ هيءُ سندن ڀرپور مدد ڪندو هو. نورالدين سرڪيءَ جي لاڏاڻي سان سنڌ ۽ سنڌين کان هڪ وڏو سهارو بہ کسجي ويو آهي.

# منهنجو بابا منهنجو دوست

## شائسته سرڪي

منهنجي محترم بابا جي حياتي مون لاءِ جرڪندڙ جوت جيان هئي ۽ جنهن اندر منهنجي لاءِ پل، دوستاڻا ۽ راهنمائي جا سدا روشن ڪرڻا ٻهڪندا هئا.

آءُ پنهنجي بابا لاءِ هميشه واجهائيندي رهندي هئس، سندس موجودگي مون لاءِ ڪنهن ڇڏيچاڻ دار سدا ڦهلجندڙ وڻ جيان هئي جنهن جو واس منهنجي لوڻ لوڻ ۾ سمائجي مون اندر ساجاهه، نيڪي ۽ سچائين جو بي پناهه املهه خزانو اوتيندو رهندو هو. سندس اوچتي جدائي مونکي ڇڻ اداسائي، ڀوڳنا ۽ ڏک جو نستو پتلو بڻائي ڇڏيو آهي- غم جي ڀوڳنا ۾ رڱيل هي " لفظ " دلي پيڙا ۽ ذهني درد جي گهراين مان نروار ٿي رهيا آهن، ڇو جو ايئن پيو لڳيم ته مون لئه ڇڻ جيون جوت ٻجهي وئي هجي.

جيتوڻيڪ انسان جسماني طور پنهنجي پيڙهه ۽ پاڙن کان ڇڄي ڌار ٿي وڃي ٿو، پر روحاني، حساسي ۽ احساسي طور، هو انهن سان ايئن جڙيل رهي ٿو جيئن روح ۽ عالم الارواح.

**ڪڙو منجهه ڪڙي، مون سين لال لپيٽيو.**

تيئن بابا جون جڙون به "سنڌ سونهاري" اندر ايئن جڳن کان ڪُتَلَ هنيون. هُن ڪي هِن 'ڌرتي ماءُ' سان هُڳاءَ جيان، بي حد، جذباتي ساجاهي اڻ – ٽٽ لڳاءُ هيو. اِهو مهان انسانن اندر فطرتي طور پيدا ٿئي ٿو، ۽ بابا سائين ان ڏس ۾ پنهنجو مٽ پاڻ پاڻ هو.

بابا، هر موضوع، جنهن ۾ خاص طور ادب، قوم پرستي ۽ سياست شامل آهن، تي اڪثر پنهنجي فڪري ڇاڻ ذريعي سيني کي لاءِ ڏيندو رهندو هو. جيڪي سندس ويجهو آيا انهن سيني کي سُڌِ هئي ته هو علم جو ڀنڊار هو ۽ پنهنجي تجزئي ۾ اڪثر درست قرار ڏنو ويندو هو!

بابا سائين، اسدان جي سموري ڪتنب، خاص ڪري نندرن ٻارڙن تي نهايت خوشگوار تاثر ڇڏيو هو جيڪو سندس سياءُ جي سونهن هئي هن کي ڪتنب جي هي ڀاتي سان بي پناهه پيار هو – ۽ سيني تي پنهنجي ورونهن ۽ چاهه جي بارش، فراخدليءَ سان ورسائيندو رهيو. سندس سدا حيات مرڪ زندگيءَ سان لبريز ٺهڪ، ۽ بي غرضانه چاهت پنهنجي ۽ پرائي تي هوا، روشني ۽ جهرڻي جيان سدا جاري رهيا!

منهنجي محترم پياري امان ۽ بابا جي وچ ۾ پيار، سڪ، ۽ اُڪير جو اڻ – ٽٽ ناتو وقت جي لهرن تي وڏيڪ مضبوط ٿيندو رهيو ؛ جنهن اندر اسان سيني لئہ هڪ لازوال پيغام لڪل هو : هڪ ٻئي سان 'اٽوٽ عهد' جي پالنا!

جيڪڏهن مون کي اجازت ڏني وڃي تہ آءُ ڪيس هڪ امر لفظ ۾ چٽي سگهان ٿي : 'اٽوٽ عهد'

پنهنجي آدرشن ۽ اصولن سان وفا ۽ عهد جي پالنا بابا جي سموري زندگي جو تت ۽ سبق آموز پيغام آهي.

جيئن منهنجي زندگي جو سفر اڳتي جاري رهي ٿو تيئن آءٌ محسوس ڪندي رهان ٿي تہ بابا جي مثبت حيات جو روشن اثر ۽ ڇاپ منهجي سموري وجود تي ڇانئبي رهي ٿي.

سندس سيڪاريل جرئت ۽ اڻ ڪٿ پيار، ساهتا ۽ پاڀوهہ جنهن مونکي پاڻ تي ڀاڙڻ جي سَتي پياري. اهي سندس وڙ مون کان ڪڏهن وسري نہ وسرندا.

مان پنهنجي محترم والد جي پيار ، بخشيل ساڃاهہ ، ۽ اسان لاءِ اُلڪن جي ٻوڇار جيڪا نت نون روپن ۾ ظاهر ٿيندي رهندي هئي، تن کي ساراهي سگهڻ ۾ پاڻ کي نبل محسوس پئي ڪريان!

بابا سائين ، شال مان چنڊ جي هن پار پهچان، ۽ اُتي جنم جنم بيٺي رهان، توهان جي موٽ جي اوسيڙي ۾.

# سنڌ ادبي اڪيڊمي جا ڇپرايل ڪتاب

| ڪتاب | مصنف | قيمت |
|---|---|---|
| 1۔ سانجهي سمنڊ سپون | شيخ اياز | 100.00 |
| 2۔ڪيتن ڪر موڙيا جڏهن ۔3 | شيخ اياز | 100.00 |
| 3۔ ادبي تنقيد هن ۽ تاريخ | فهميده حسين | 100.00 |
| 4۔ وڏا وڻڪار جا | شيخ اياز تاجل بيوس | 120.00 |
| 5۔ وڏي وٽ هئام | سويو گيانچنداڻي | 100.00 |
| 6۔ ڪٿي نہ پڇبو ٽڪ مسافر | شيخ اياز | 120.00 |
| 7۔ جي تند برابر توريان ۔3 | شيخ اياز | 100.00 |
| 8۔ ڪبير | ماچوري۔ نارائڻ شيام | 40.00 |
| 9۔ شاهہ جي شرح | فقير يار محمد | 80.00 |
| 10۔ تيرهون سج | امرتا پريتم۔ ستار | 70.00 |
| 11۔ الامان اڏري ويندو ساڻ | منصور ملڪ | 100.00 |
| 12۔ ويا جي هنگلور (اياز بابت) | سهيڙيندڙ ۔ ستار | 120.00 |
| 13۔ لاهوتي لڏي وي | علي احمد بروهي | 80.00 |
| 14۔ صوبائي خود مختياري | قاضي فضل سليمان | 100.00 |
| 15۔ هي سڄڻ سيئي | ميخائيل نعيمي – پنجواڻي | 100.00 |
| 16۔ ڪي وسرن نہ مور | سهيريندڙ – نورالدين سرڪي | 70.00 |
| 17۔سرمد | جيت سنگهہ سيتل ۔ ستار | 40.00 |
| 18۔ ميران | آشا نيلسن – لڇمڻ ڪومل | 40.00 |
| 19۔ لله جا عاشق | جشن واسواڻي | 40.00 |
| 20۔ انسان ديوتا دئيت | انگرسال۔پنجواڻي | 120.00 |
| 21۔ آواره اردو | شيخ اياز۔ ستار | 100.00 |
| 22۔ انوراگ ساگر | پرم آنند آڏواڻي | 40.00 |
| 23۔ ذهني بيماريون | ڊاڪٽر ڪرتار | 150.00 |
| 24۔درڪلف ڪنجي | اعجاز رحيم۔ع ش ق | 200.00 |
| 25۔ گهڙي پل | گارفيلڊ ڪنگ۔پنجواڻي | 40.00 |
| 26۔سيئي جوين ڏينهن | ستار پيرزادو | 100.00 |
| 27۔ هوا جو ڏينهن | عاجز ميرواهي | 40.00 |
| 28۔ جل تي ڪنول جيئن | نصير سومرو | 200.00 |
| 29۔ زندگي جو سفر | عبدالغفور پرگري | 200.00 |

## نورالدين سرڪيءَ جون ادبي ڪاوشون

# نيٺ ڇا ڪجي

(ليو ٽالسٽاءِ جي ناول What is to be done جو سنڌي ترجمو)

# شاهه لطيف جي چونڊ شاعري

(شاهه جي شاعريءَ مان چونڊ ڪيل بيت)

# ڪي وسرن نه مُور

(سرحد پار رهندڙ سنڌي اديبن پاران سرڪي صاحب ڏي آيل خطن جو مجموعو)

# ڀاڪا — ڪلام جا ڏيئا

(ڀاڪا ۽ شاهه جي شاعريءَ مان چونڊيل سون ورنيون سٽون)

## سنڌ ادبي اڪيڊمي جا ايندڙ ڪتاب

# درد جون شڪليون

عاجز ميرواهيءَ

( سنڌ جي جوان سال شاعر جي شاعريءَ جو چوٽون ڳٽڪو )

# سنڌ جي آءُ جائي آهيان

ديوي ناگراڻي

سنڌ جائي ، آمريڪا واسي، سنڌي، هندي، ۽ انگريزيءَ جي شاعره ڪهاڻيڪار ۽ ڳائڻي پڻ آهي. سندس ڪيترا ئي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. جلد ئي گيتن ۽ غزلن جو البم مارڪيٽ ۾ اچڻ وارو آهي.


فهميده حسين، سليمان شيخ، نورالدين سرڪي، قادري، ذوالفقار سيال


مصطفي لاکو، ممتاز مهر، حميد سنڌي، خواجہ سليم، شيام ڪمار، ظفر لغاري


مايا راهي، آغاسليم، شيام ڪمار، ڪرشن راهي


حبيب جسڪاڻي، واحد سومرو، نورالدين سرڪي


چندر ڪيسواڻي، نورالدين سرڪي، شمس سرڪي، مايا راهي



نالو: نورالدين سرڪي    والد جو نالو: ڪمال الدين سرڪي
ڄم ڏينهن: 5 مارچ 1927ع    ڄم هنڌ: شڪارپور سنڌ
ڪٽنب: گهرواري. شمس،    ٻار: شهلا، شائسته، شهاب.
وفات: 26 سيپٽمبر 2007 مطابق 12 رمضان المبارڪ 1428 ھ

تعليم:
ميٽرڪ 1945ع گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور سنڌ.
انٽرسائنس. 1947ع سي اينڊ ايس ڪاليج، شڪارپور سنڌ.
فرسِٽ ييئر 1948ع اين. اِي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج، ڪراچي
بي.اي (آنرس) 1953ع، سي اينڊ ايس گورنمينٽ ڪاليج، شڪارپور،
ايم. اي، 1955ع ايس.ايم. آرٽس ڪاليج، ڪراچي
ايل. ايل. بي 1955ع ايس. ايم. لاءِ ڪاليج، ڪراچي

نوڪري:
استاد 53_1951ع نيو ايرا هاءِ اسڪول شڪارپور، سنڌ.
اسسٽنٽ پروفيسر. 67_1954ع اسلاميہ آرٽس ڪاليج ڪراچي
وڪالت: 1957ع کان اڄ تائين. سنڌ هاءِ ڪورٽ ڪراچي

شغل:
47_1945ع سيڪريٽري، مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن شڪارپور، سنڌ.
48_1947ع جوائنٽ سيڪريٽري، مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ.
1948ع رڪن، ڪميونسٽ پارٽي
51_1948ع رڪن انجمن ترقي پسند مصنفين
1953ع بنيادي رڪن. سنڌي ادبي سنگت. (اڄ تائين)
73_1972ع رڪن نيشنل عوامي پارٽي

ادبي خدمتون:
1957ع ۾ ليوٽالسٽاءِ جي ڪتاب جو سنڌي ترجمو، نيٺ ڇا ڪجي؟"
سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد 1957ع ۽ 1994ع ۾ ٻہ ڀيرا ڇپيو
ڪي وسرن نہ مور ، سندس دوستن جا آيل سهيڙيل ڪجھ خط
ڀاڪا ڪلام جا ڏيئا سهيڙيل



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنىَ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري تـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري تو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، پَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پـاڻ هِـڪَٻِئـي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مـان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جـو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۾ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽُر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)